# اسانجا ھيٺيان پسنڪ ڇپايل آھن

(١) ڪيول ڪرشن جي پڪار سنڌيءَ ۾
(٢) ڪيول ڪرشن جي پڪار گرمکيءَ ۾
(٣) انگي سؤ شلوڪ ويدانتي سنڌيءَ ۾
(٤) انگي سؤ شلوڪ ويدانتي گرمکيءَ ۾
(٥) ٻال گيان ولاس نيتي گيان سان گرمکيءَ ۾
(٦) سکر ڏيهہ ڙ ڀڄناولي ڪٿائن سان گرمکيءَ ۾
(٧) ٻچن شانتي ڀنڊار ڪٿائن سان گرمکيءَ ۾
(٨) دردي دفتر ( ٻرهہ جو بيان ) سنڌيءَ ۾
(٩) نشد وشير درپڻ سنڌيءَ ۾
(١٠) نشد وشير درپڻ گرمکيءَ ۾
(١١) ڪاميابيءَ جي ڪنجي گرمکيءَ ۾
(١٢) شري انڀؤ گيان ساگر سنڌيءَ ۾
(١٣) شري انڀو گيان ساگر گرمکيءَ ۾

## پسنڪ ملڻ جا هنڌ

حيدرآباد سنڌ ، ڪراچي ، سکر ، شڪارپور ، مان مشهور پڪسيلرن
پرڀات ( اليڪٽرڪ ) پرنٽنگ پريس مکڪي گهٽي ( حيدرآباد )
مسٽر گوڪلداس ٻاگيا انجنيرنگ ڪاليج ( ڪراچي )
جيئانند واڌومل ليسن بردار ( ٽنڊو محمد خان )
(١) جيٺومل روچيرام (٢) هيمنداس پيرومل ( ماتلي )
ڀائي روچيرام واڌومل پنجابي ( ٽنڊو الهيار )
ڀائي ٽيڪچند ڀساري ( نواب شاهہ )
(١) ماسٽر ڪيولرام (٢) ماسٽر سيرومل ( ميرپور خاص )
... انند (٢) ڀائي شامداس شراف ( شهدادپور )

# برهم سروپ جي آرتي

هري اوم جئہ برهم سروپ

اوم جئہ برهم سروپ- هري اوم جئہ برهم سروپ
اگر اگوچر اَر اَبناسي سَت آڌار سروپ- هري اوم جئہ....
۱- نساڪ تم، سب پاسڪ، پرم پرڪاشڪ هئہ،
سوئي پرم پرڪاشڪ هئہ
پورڻ جل ٿل نسڪل ويابڪ، نرمل اڇل اڻو پر-
هري اوم جئہ ....
۲- نتيہ نرنجن، سرشٽ سرنجن، نرگڻ ناٿ لياري،
سدا نرگڻ ناٿ لياري،
آد، اناد، اگهاڌ، اپاڌ، ساکي شانت سروپ- هري اوم جئہ....
۳- آپ اکنڊ، پرچنڊ، پرمنڊن آپ پساري
پرمنڊن آپ پساري
ست چت آنند، آستي، ڀاتي، سوهم پرم سروپ-
هري اوم جئہ ...
۴- ناره، شاره، آدڪ سنڪادڪ گاوي گرو سنڪادڪ گاوي
سبيس، مهيس، دنيس، گڻيس، آڻراڄ روپ- هري اوم....
۵- آنام، اپنگر، نسنگر، امنگر آنوپا، نت نسنگر امنگر آنوپا
"ڪيشو"ديوه پيو ڪي شيوا، نج آنر اڻو پر- هري اوم....

# ڪـوت

برهما وشنوُ رُدر اِندر چندر نہ ڪبير يہ
مارت گڻيس جہان پاٺو نہ پراني هتہ
پوُم پڌ ورسچت شڪرسنڪ راهہ ڪيتوُ
مڌما پشنتي پرا ويکري نہ واني هتہ
مت وادي بيکہ ڏاري درسن پاکنڊ لڌکہ
گرو شش پکيہ پات سرو تهان فاني هتہ
ڪوين ڪو وِدو چال ڪاهوُن ڪي نہ گلي دال
سو سروپ ميرو جا ہ گياني نہ اگياني هتہ

دوهرا– پوُرڻ گر پرتاپ تي، پوُرڻ پيو گرنت
پورڻ جنهن وچار هتہ، پورڻ پاوي پنت
” اليو گيان ساگر“ يهہ، ويد سپن ڪو سار
پڙي سني سو پڙهي، ڪپول ڪرشن ڏار

اوم شانتي!

شانتي!!

شانتي!!









( لرٻاڻ پد ورڻن )

١- لرڪڙ نا سرڪڙ نهين، اُنچي ڏامت جاير
سب ڪڇ هئر ار ڪڇ نهين، سدا برهم تر ڻاير

٢- پوکر نهين يڪعا نهين، نهين ڳيان اهين ڏيان
پد، وڏار ڀڄري نهين، تنهن ڪڇ ڻاپ نر دان

٣- سد نهين ساڌڪ نهين، نهين، تمر نهن پان
شؤليه نهين بيشوليه نا، ابين تتو وڪيان

٤- ڌرم ڪرم ار موڪ نا، ووڪ نا ٻراڳه
جڙون ڪا تيڙون سوپي نهين، نهين دکي الراڳه

٥- ٻنڌ نهين مڪتو نهين، ڀاپ پنيه ٻي ڻام
اتهتي نا ٻرلئه نهين، نهين نهين ٻي ڻام

ڀڄن

ٽل- وستو اواچ ابي وشيشا، جاس ڪڇؤ نر نيشالي هئر
جب جالي تب جڙتا جهڳڙا، حيرت ڪي حيراني هئر

١- ٻنڌ موکيه ڀؤ ڪتي پرمانا، ڀاڪ ڪي ٻرڌاني هئر
ٻنڌ موکيه تي وستو اتيتا، سڪو سڻ لڪالي هئر

٢- ايشور جيو ڪا ڀيد اپيدا، شش ٻڌني سمجهني هئر
واستو آپ صحي جب سمجهيا، ڪہاني نهين ڪو اکياني هئر

٣- ٻڇتن ڪا جو ڪہ جهان نهين، دکر سڪن ڪهاني هئر
سنه نسرڪتي ڪها ڪوئي، سب ڪلپت مت ماني هئر

٤- هئر هئر نهين نهين دوئو ڪي مدير ر
لکيا ...
جن جيؤن تيؤن ڀڇاني هئر
...حب، سنت چڙهي ٻرباني هئر

٢ـ سدا گنڀير اسچل مان، ڀسون ڀکي ڊيو جل جل مان
هيڏي هوڏي اڄ ڪاهه مان، ڀسنگ روپ آهيان مان
٣ـ هوا ٻي مان گگن ٻي مان، ڀومي ۽ جل اگن ٻي مان
مگن گون ئر وگون ٻي مان، ڊيهه انگ روپ آهيان مان
٥ـ ڪشي وياپڪ برهمنڊ ۾، انيڪ روپ ڀنڊ ڀنڊ ۾
اکنڊ کنڊ مان سڀ جنڊ ۾، جهر جهنگ روپ آهيان مان
٦ـ اپيد آد انت ٻي مان، نرنجن برهم الدت ۽ مان
پنڊا پالڪ هنمت ۽ مان، اڀيسنگ روپ آهيان مان
٧ـ آهيان ناهيان جي وچ آهيان، تون ۽ مان نه ڪجهه پايان
اکو ڀنڊ موکير سک جاهيان، ڀدا رنگ روپ آهيان مان
٨ـ انادي انت نرباڻي، رهي رهيو مان سرو ثاني
ڀڄوي ڪيول ڪرشن گياني، اسنگ روپ آهيان مان

ٿين وچن مان سمجهڻ گهرجي تہ جيون مڪت گيانوان جو اهوئي نشچو آهي. اهڙي نشچي مڙا ڪري جيڙي سڀ سک برهم آنند جو مزو ماڻي، انت يعني شرير ڇڏي پرالبڌ پوري ٿيڻ بعد وديهه مڪتي حاصل ٿئي ٿي.

وديهه مڪتي معنيٰ شرير کي تياڳي پورڻ برهم سک جي ساگر جوتي جوت سروپ ۾ لين ٿي وڃڻ. گرنٿ صاحب ۾ ۽ ويدن جي انوسار وچن لکيل آهن تہ:-

”جيون جل ۾ جل آءِ کٽانا، تيون جوتي سنگ جوت سمانا،
مٽ گئي گون پاءِ وسرام، نانڪ پربه کي سد قربان“

اهڙيءَ طرح پورڻ سان ملي پورڻ روپ ٿي نرواڻ ۾ (يعني جنهن منزل جو واڻيءَ کي طاقت ناهي جو ڪٿن ڪري سگهي، تنهنکي نرواڻ چئجي ٿو) اچا گيانوان جي انهيءَ جي استتي آهي. ان نرواڻ پد لاءِ ڏيئيان وچن مهاپرشن چيا آهن.

٩ـ ديو سڀن ڪا ديو مٽن، پرم جوتي نرڌار
ليلا ماتر جڳ رچون، اڌشٽان س آڌار

١٠ـ "تتوَمسي" "پرڳيان برهم" ڪتي ويد مجهي چار
"ايما تم برهم" نت، "اهم برهم اسمي" ڌار

١١ـ برهمانند اکنڊ مٽن، پر پوُرن مم ڌام
ڪهن سروپ پرماتما، سوهگ ايڪ انام

١٢ـ برهم نرنجن آتما، مٽن هون پرمانند
رام ڪرشن وشن هوُن، ڪيول سب سکر ڪند

١٣ـ اچل ادويت اپار هون، ساکي سدا اڀيد
ڳيان ڳميه پرماتما، سوهگ ڳاوت ويد

١٤ـ پورن هي چد روپ مٽن، پورن هين مم ڌام
پورن ايشور ويد ڳرو، سوهگ مجهي تمام

١٥ـ هوُن پورن سکر سروپ نت، هوُن پوُرن چد سار
هوُن پورن برهم آتما، هون پورن آڌار

١٦ـ سب جڳ ميري انش يي، لوڪ چتر دش جو يه
مٽن پرماتم ديو هوُن، مجهه بن اور نه ڪويه

١٧ـ اڌشٽان آڌار هوُن، پرماتم سکر روپ
ڏنيه ڏنيه مٽن ڏنيه هوُن، چيتن اکل سروپ

١٨ـ اوم جهه چيتن ديو هري، جهه اوم روپ اننت
نمسڪار ميري مجهي، ڳاوت مم شرتي سدت

تيڻ سان اگيان سمت جگت جي نور ني نشٽ ٿي، تنهنڪري سن
جگت روپ ۾ ڀاسي اهڙ اگيان کي ذات نه ڪري. ڪريا ڪري
ادو سنسو دور ڪريو.

اتر— گياون کي سمارتسي، ڀالي، برهه روپ سان سيپيٺي
برهم سروب ئي نو ڀاسي. جيئن ويد جي شرتي ۾ لکيل آهي لسر
"برهميئو سروا" يعني سڀ برهم ئي آهي. ويد ۾ انٽي هنڌ ٻڻ جيل
آهي ته "سروم کلودم برهم" معنيٰ هي سڀيئي نشجي سان برهم ئي
آهي. تنهنڪري گيانيءَ جي درشٽيءَ ۾ سڀ برهم ئي برهم جيتن آهي.
ٻتي سنسار ۾ شاريرڪ هرورتي من ڪري نٽي ٿي جو گيان تيڻ
سان اگيان جي ناس ٿي وڃڻ ڪان پوءِ * ليشا اوذيا رهي ٿي (ادا
سهني ودوانن سوڀڪار ڪري ورتن ڪئي آهي) ۽ شرير روپ پرالبڌ
جي وڳهه هئڻ سبب جگت روپ ونتوار ۾ گيانيءَ جي پرورتي نٽي ٿي.
گيانيءَ کي جيءِ جگت ائين نه ڀاسڻ ۾ اچي جيئن ڪنڙو سڙيل ٻا نوڙي
ٻا ڪانڌ ادي سڙي و ٻندا آهن ته ٻه انهن جو سروپ (آڪار) ڀاسڻ ۾
ايند و آهي، تيئن جگت جي پرورتي وشيرم ڀاسي ٿي. گداونن کي
پرورتي ڪندي ۽ برهم سروپ جو اڀيو رهي ٿو. جيئن ٻکي پرٽوي
ني جوگو ڏگي ۽ وشو ٻر سندس خيال هردم آڪاس ۾ وسي رهيو
آهي. ليڻن گياوان جگت ۾ مٿيا ۽ درشٽيءَ سان ۽ شرير جي پرالبڌ
وڳهه ڪري، ڪرم ڪريا ڪندي ۾ سندس ورتي استي، ڀاتي، برهه
سروپ برهم روپي آڪاس ۾ وسي رهي آهي. انڪري تو وکمپ روپ
ڊکر کي نتو پراپت ني سگهي. جيون مڪتيءَ جو هڻ اهوئي لکڻ آهي

* ليشا معنيٰ بلڪل ٿورڙي سنسڪار ماتر. جيئن گيهه ڪٽجي
...ڙي کچھٽيءَ ۾ سيپٽي لاهي وجهندا آهن ته ٻه ڪٽجيءَ ۾ لگلاز
... رهي ٿي؛ جيئن دالهيءَ ۾ ڪبوريا ڪيسر ٻيل ڪڍي ادا سيپٽي
...ڀ وٺڻ ڪانپوءِ ۾ مخصوص خوشبوءِ ماتر رهي ٿي تنهنکي جنهجي ليشا.

(۱۳) ترِيا جي جاگرت (۱۴) ترِيا جو سپنو (۱۵) ترِيا جي سکوپت (...
ترِيا جي ترِيا. اهڙيءَ طرح اهي سورهن قسمن جون اوستائون ...
انهن جو ارٿ هن طرح آهي.

۱- جڏهن هه وستو جڻ جو لڳڻ ڀرانتيءَ کان سواءِ ڀاسي اهي ان...
کي جاگرت جي جاگرت جڻجي ٿو. ۲- من جي خيالن کان ٻڌارت
ٻڌائي مجو ٿيڻ ان کانسواءِ ڀرانتي گيان جڻن ٻوڙيءَ ۾ ڏانگر ۽ سپيءَ
۾ چانديءَ وغيره. تنهنکي جاگرت جو سپنو جڻجي ٿو. ۳- اپديش
سمجهايل ٻه نه سمجهڻ ۽ نشي وغيره ورتائڻ ڪري بي هوش يا غلطان
ٻڻ وغيره. اها جاگرت جي سکوپت آهي. ۴- ٻدهمجي آتما جو
اکيات ڪار گيان ٿيڻ اها جاگرت جي ترِيا آهي. ۵- سپني ۾ سچو
ٻڌارت ڏسڻ ۽ ان سپني جو سچو ٿيڻ. اها سپني جي جاگرت آهي.
۶- سپني منجهه سوڙي اهڙن ۾ سپنو ڏسي. يا سپني ۾ ڀرانتي گيان
ٿئي. يعني ٻوڙيءَ ۾ ڏانگر، سپيءَ ۾ چانديءَ وغيره ڀاسي اچڻ؛ اهو
سپني جو سپنو آهي. ۷- سپنو ڏسي ڪري ٻه ياد گيريءَ ۾ نه اچڻ.
اها سپني جي سکوپت آهي. ۸- سپني منجهه سچا مثر اچارڻ،
ست سنگ ڪرڻ، آتما گيان جو ساڪشاتڪار لڌڻ. اها سپني جي ترِيا
آهي. ۹- ننڊ ۾ سچيت رهڻ ۽ ستي گڻي سنسڪارن دوارا سترگڻي
آنند ٿيڻ. اها سکوپت جي جاگرت آهي. ۱۰- ننڊ ۾ ذکر آڪار وغيره
ٿيڻ. اهو سکوپت جو سپنو آهي. ۱۱- اهڙ گهري ننڊ اچڻ جنهن کي
۾ ليس ٿيڻ، جو سڌ ڪرڻ سان ٻه نه اٿڻ. اها سکوپت جي سکوپت آهي.
۱۲- گيان جي ابياس ڪندي ست سنگ جي سنسڪارن سان سوهڻ ۽
...سروپ جي آنند ۾ غرق ٿيڻ اها سکوپتيءَ جي ترِيا آهي. ۱۳- گيان
...ي ستواهتي جوٿيءَ ڀومڪا ۾ استت ٿيڻ اها ترِيا جي جاگرت آهي
۱۴- گيان جي پنجين اسنگ سڪتي ڀومڪا ۾ استت ٿيڻ سو ڄاڻ سماڌي
...ڻ، اهو ترِيا جو سپنو آهي. ۱۵- گيان جي ٻڌارت ڀاوني ڇهينءَ

**پر شن — مٿي توهان گيانوان جا قسم جيا اهي ٻڌايو ڪيترا آهن ؟**

**اتر** — گياني ايڪ قسم جا آهن تن مان ٿورا ورنن ڪجن ٿا (١) خشڪ گياني (٢) دگڌ گياني (٣) ولدا گياني (٤) ڪل گياني (٥) لدڪ گياني (٦) يرم گياني (٧) هٺ گياني (٨) شٺ گياني (٩) سوليه گياني (١٠) شڌ گمالي (اڪي صاحب جي گيتا ۾ اهي مٿيان ڏهه گياني، ورنن ڪيل آهن) (١١) گهت گياني (١٢) جهت گياني (١٣) لت گياني (١٤) ٻت گياني (١٥) هت گياني (١٦) وشڪ گياني (١٧) جنڪ گياني (١٨) ٻنڌ گياني (١٩) جهند گياني (٢٠) ٻنڌ گمالي (٢١) قند گياني (٢٢) ٻاهير گياني (٢٣) التر گياني (٢٤) وهنوارڪ گياني (٢٥) ٻرمارٿڪ گياني (٢٦) ٻروکير گياني (٢٧) اٻروکير گياني (٢٨) شروٺ گياني (٢٩) منن گياني (٣٠) لڌ ڏياسن گياني (٣١) ڪرم گياني (٣٢) ٻوڳر گياني (٣٣) ٻرهم گياني (٣٤) شانت گياني (٣٥) ساڪيات گياني (٣٦) نرمل گياني وغيره آهن. انهن سڀني جو ارٿ ڪولي وستار سان ڪبو ته پستڪ تمام وڏو ٿي ويندو مگر تن مان ٿورن جو ارٿ ٻڌائجي ٿو:—

١— خشڪ گياني — گيان جي ڪٿن ڪرڻ ۾ ڏاڍا هوشيار هه منجهن ٻريم رس نه آهي، سڪا لوڻ ۽ دردي ۾ ملاس کان رهت آهن.

٢— دگڌ گياني — يعني اڌ سڙيل ڪاٺيءِ وانگر. جيئن اڌ سڙيل ڪاٺي ٻاهران سڀي ڪاري ٿي ويندي آهي اندران سڀي ڪجهي ويندي آهي جا لڳي اگرن جي قطار ۾ لڳي ڪاٺين جي. تيئن ڪي ٿورو گهڻو جاڳي شب ڪرمن ڪرڻ ڪي ۽ جهڙو ڏين ۽ لڳي ه ايمان جهڙي ڪجهون سخت ٻولما سان ميلاپ ڪري ٻورلتا ڪي ٿي ن. انهن کي دگڌ گياني ڄڻجي ٿو.

٣— لدڙا گياني — ٻاڻ اندر ۾ تنهي کان سڀا ۽ گيان جي

جنگم سيبشي شوئي آمي ته ڪهڙي رهت جڏائي وجا. وري اندر ۾
ويچار آيو ته جڏهن سيبشي شو آمي ته جڏائڻ ته جڏائڻ ۽ جڏائڻ وا
۾ شوئي آمي. انهي بن جي ويجهو هڪ لنڊو شهر هو، ان شهر جي
راجا کي ديويءَ سمني ۾ حمو ته "منهنجو توکي تڏهن درشن ٿيندو
جڏهن پنهنجو منش شرير بلهدان ڏيندين." ان ديويءَ جي ڳالهه جي مطلب
کي مورکر راجا نه سمجهيو، سڄي شهر ۾ ڍنڍورو ڦيرائين ته جيڪو پنهنجو
شرير ڏئي ته انهيءَ کي گيڻو ڏن ڏنو ويندو، پر اها ڳالهه ڪنهن بـ
منظور نه ڪئي. تڏهن هٿي ڏيڻ لي راجا ان بن ۾ شڪار ڪرڻ ويو
جنهن بن ۾ دتاتريه گهمي رهيو هو. اهو اوڌوت شرير بيکر وغيره نيڻالي،
کان سواءِ هو تنهن کي راجا ڏسي سمجهي ڪونه سگهيو ته ڪير آمي
ڪهڙيءَ ذات يا ورڻ، آشرم جو آمي. تڏهن راجا کائنس پڇڻ لڳو ته
تون ڪير آمين؟ مهاتما جيو شو آميان! راجا سمجهيو هيءُ مورکر آمي جو
کي مارڻ ۾ ڪو دوش (پاپ) ڪونهي، نوڪرن کي حڪم ڪيائين
ته من کي هڏي ولي ملو. دتاتريه جيڙو نرهندن اوستا ۾ هو تيڙوئي
هڏڻ وقت ۾ رهيو، مرڪ شوڪ کي نه پرابت ٿيو. جو ته من جي
درشتيءَ ۾ الين آمي ته هڏڻ وارو، هڏڻ ۽ هڏڻ بوگيه اسا نربوني
سيبشي شو آمي اهڙي نشڇي حڪم ڪري من کي خوشي يا غم ڪونه
ٿيو. راجا ديويءَ جي منڊر ۾ ولي ويو. پل جاڙهڻ لاءِ ليار
ٿيا. پوءِ راجا دتاتريه کان پڇيو ته تنهنجو ماءُ پيءُ ڪهڙو آمي ؟
مهاتما جيو- شو آمي. وري پڇيائين. تنهنجو ورڻ، آشرم وغيره
ڪهڙو آمي؟ دتاتريه جيو- سيبشي شو آمي. راجا جيو- ديويءَ لي پل
ڏاڙهڻ لاءِ تنهنجو سر قتل ڪجي ٿو. دتاتريه جيو شو آمي. راجا پڇيو
تون ڪٿان آيو آمين، ڪيڏانهن ويندين ۽ ڇا ڪائيندين پيئندين؟
دتاتريه جيو سيبشي شو آمي. تنهنتي راجا اڳ اڙهيل ڊهنگلي تنهن مهاتما جي
پاو کي نه جڪلي ڪري دتاتريه جي ڳچيءَ ۾ نوڙي وجهي تلوار
سـي ڪٽڻ لڳو ته ان وقت آڪاش واڻي ٿي ته هي مورکر

تيئن جيون مڪس گيانيءَ جو جنهن ستير وستوءَ ۾ خيال ڪتل آهي، جنهن
آتما آنند ۾ استت آهي، ان جو انيڀ اهو خود ئي ڄاڻي ٿو؛ ٻاهران
لوڪ ماڻهون کي ڪهڙي خبر پئجي سگهندي! باقي ٻاهرئين اسٿتيءَ
مان ڪجهه لڪشڻ هيٺ ڄاڻائجن ٿا.

**۱- سڀ ۾ سمان درشٽي-** يعني دک ۽ سک ۾، مان ۽
اپمان ۾، سون ۽ پٿر ۾، استريءَ ۽ پرش ۾، شهر ۽ جهنگل ۾،
دشمن ۽ مترن ۾، سندر سروپ ۽ ڪروپ ۾، نفعي ۽ نقصان ۾،
ديوتا ۽ پسون ۾، چڱي ۽ خراب ۾، ساڌ ۽ چور ۾، برهمڻ ۽ شانت
۾ پرورتيءَ ۽ نرورتيءَ ۾، نندا ۽ استوتيءَ ۾، گرهڻ ۽ تياڳ
وغيره انهن ۾ هڪجهڙو رهڻ، چت ۾ وکيپ ۽ خوشي نه ٿيڻ.

**۲- نر اڇا-** يعني ڪنهن پدارٿ جي پراپتيءَ جي ڪامنا نه
ٿيڻ. جيتوڻيڪ اڇا ڪان سواءِ شرير جو نرواهه ۽ وهنوار نٿو ٿي
سگهي، پر اها شرير جي نرواهه ۽ وهنوار جي اڇا گيانوان جي پرالبدئي
ڪرائي ٿي. هو انهيءَ ڪان نيارو آهي.

**۳- يٿا لاڀ ۾ سنتوش-** يعني جيڪي پرالبد انوسار ۽ ايشور
اڇا سان ملي اچي اتي راضي رهڻ. آئي جي خوشي نه ٿيڻ، وئي
جو غم نه ڪرڻ پاڪ سيتل سڀاءَ ۾ رهڻ. انهيءَ تي.

**(هڪ مهاپرش دتادريهه جي ڪٿا)**

دتا تريهه مهاتما سهج سڀاو سان ڪنهن
وقت اڪيلو آهي، هڪ دفعي جهنگل ۾ جي پکي ۽ پسون هرڻ
وغيره هٿ سان هو، ان جهنگل ۾ جيڪي دتا تريهه جيو شو
ٻن ۾ گهمي رهيو هو، ان سيٽي شو شو پيا پڪارين. دتا تريهه کي مطلب آهي؟
تہ پنهنجو پاڻ ئي آهي پوءِ شوکي پڪارڻ جو ڪهڙو مطلب آهي؟
ايتري ۾ جواب آيو تہ جڏهن سيٽي شوئي آهي تہ پڪارڻ نہ پڪارڻ
به شوئي آهي. دتا تريهه اگتي هليو تہ سندس مٿي جون جٽائون
ڪنهن گهاٽي وڻ ۾ اٽڪي پيون. تڏهن وچار ڪيائين تہ اهو اسٿاور

لوڪن ۾ بوجهير، هاب هنج وڻيرھ ڪان ليارو آهي.

**پرشن** — ستا گهڻن قسمن جي آهي ۽ گيانوان جا هنج
ڪيڏاهن ڌا وڃن ۽ سنڌس استتي ڪهڙيءَ طرح آهي؟

**اتر** — ستا ٽن قسمن جي آهي:- ا- هرمارٿڪ ستا ٢- وهنوارڪ
ستا ٣- هرلي ڀاسڪ ستا. انهن جو ارٿ هيٺ:-

ا- جا ڪڏهن ۾ ناس نہ ٿئي يعني ٽنهين وقتن ۾ دائم قائم
رهي، سا هرمارٿ ستا آهي. جهڙوڪ هرم جيتن وسعو آهي.
٢- جا سرم گيان ٿيڻ بعد ناس ٿي وڃي، اها وهنوار ستا آهي.
جهڙوڪ ايشوري سرشتي رحيل هرينچ وڻيرھ وهنوار آهي. ٣- جا پرم
جي ڪري ٿوري وقت ڏائين هرليت ٿئي ۽ وهنوار ستا جي گيان
ٿيڻ سان ناس ٿي وڃي، اها هرلي ڀاسڪ ستا آهي. جهڙوڪ نوڙيءَ ۾
دانگر، سپيءَ ۾ چانديءَ، سپنو وڻيرھ آهي. جيڪو هرمارٿ ستا ۾ استت
گيانوان آهي، سو راڳ دويش ۽ هاب هنج ڪان ليارو ترليب آهي.
ويد جي شرتيءَ ۾ لکيل آهي تہ گيانوان جي هنج هاب ڪٽڻ وارا
شرڌالو شيواڌاري ۽ نندڪ دشت منش آهن. جيڪي گيانوان جي شرڌا
ڀڳتيءَ سان شيوا ڪن ٿا سي هنج ڪٽي وڃن ٿا ۽ هينجي منوڪامنا
پوري ڪن ٿا. جيڪي نندا ڪرڻ ۽ دويش (وير ڀاو) رکڻ وارا دشت
ماڻهو آهن سي ان جي ٻاپ جو ڦل ڪٽي وڃن ٿا. جي دکي گذارين ۽
دئتن جهڙي قطار ۾ داخل ٿين ٿا. گيانوان سڀ کان ليارو پورڻ هند ۾
استت آهي.

## ( گيانوان جي استتي ورنن )

گيانوان جي اندر ورنيءَ جي استتي ڪنهن کي بہ طاقت ڪانهي
... ورنن ڪري سگهي. ڇو تہ اها سويم سنويد بہ آهي يعني پهنجو پاڻ
... ڪندڙ (خود انڀو ڪندڙ) آهي. جيتوڻيڪ انهي مهان آنند جي ڪي
... ورنن ڪن ٿا، پر اهو ائين آهي جيئن ڪنهن گونگي گڙ کاڌو
... آنند جو ڪٿن ڪري نہ سگهيو فقط اشارن سان ٻڌائڻ لڳو.

جو آورڻ (پڙدو) ناس ٿئي ٿو ۽ سنچت ڪرم جي اگيان جي
آسري رهن ٿا اهي به ان سان گڏ ناس ٿي وڃن ٿا.

### ٢- ڪريه مان ڪرم

ڪرم ڪجن پيا لنگي ڪريه مان ڪرم - يعني جيڪي هن وقت زنده ٿيندي
ٿا. جو ترگيان ٿيڻ کان پوءِ جيڪي ڪرم ڪري ٿو تن ۾ ڪرتا پڻي جو
ايمان ۽ ڦل جي واشنا ڪو نه آهي. ان ڪري انهن جو ڦل اصل ۾ ملندو
جيئن پاڻ تي پچيل ٻج ڪڏهن به اڀڻ نٿو ٿي سگهي. ايئن گيانيءَ
جا ڪرم ٻگل ٻج ڄالگر ڪيس ڦل نٿا ڏيئي سگهن. اهو شري ڀڳوت گيتا
جي اڌياءِ چوٿين شلوڪ ۳۷ ۾ شري ڪرشڻ ڀڳوان فرمايو آهي ته
”جيڙيءَ طرح ٻرندڙ باه سڀني ڪاٺين کي ساڙي ڀسم ڪري ٿي،
تيڙيءَ طرح گيان روپي اگني سڀني ڪرمن کي ساڙي ڀسم ڪري
ٿي“ ان ڪري بندن کان آزاد ٿئي ٿو. جل ۾ ڪنول جيان نيارو آهي.

### ٣- پرالبد ڪرم

جن ڪرمن ڦل ڀوڳڻ ڏيڻ جو آرنڀ ڪيو آهي، جنهن تسي ڏکر
سکر ڀوڳڻ لاءِ هيءُ شرير مليو آهي، انهن کي پرالبد ڪرم چئجي ٿو. اها
پرالبد به گياون جي آتم درشٽيءَ ڪري ناس آهي.

**پرشن** - هي سوامي! توهان مٿي فرمايو ته گيان جي نتيجي
ٿيڻ کان پوءِ پرالبد سميت تيئي ڪرم ناس ٿين ٿا. پر سڀني
شاسترن ۽ پراڻن ۾ ائين ڏاو ۽ پڌر ويو آهي ته پيا ڪرم متجي
وڃن ٿا باقي پرالبد ڪرم ڪڏهن به نٿا ميٽجي سگهن. اڄوڪي اي
شاستر ۾ ايڪ اتهاس (ڪٿاڻون) لکيل آهن ته ٻاوي ضرور ڀوڳڻي
ڪي لي، (ڀاڳڪتم ڪيه تي ڪرم ڪاٻ ڪوئي شتيرهي) يعني ٻاوي
ڀوڳڻ کان سواءِ ناس ٿئي ٿئي. ڏسو وڏا وڏا رشي مني گيائي ڪيٿي
... ائي وبا پر پرالبد ڪڏهن کان ڪاڻ تري سگهي. پوءِ توهان ڪيئن
... ۽ گياوان جي پرالبد ناس ٿئي ٿي؟

مٿي ڪڏن ٿي آيل اپديش گروءَ جو ڪنشٽ (ٽئين درجي واري) جگياسوءَ ٻڌي، ان تي عمل ڪيائين، سيپٽي سدسا مٽائي، آتما جو ساکياتڪار ڪري، انهيءَ آنند پاتائين. اهڙيءَ طرح تيٽي جگياسو آتم گيان کي پائي جيون مکت ٿي نوسمسي نرواهه ڪرڻ لڳا. الٽي پهر انهيو آنند ۾ مگن رهڻ لڳا.

**پرشن** — گيان تيٽ کان پوءِ گياوانن جي هلت جلت ۽ اسٿتي ڪهڙيءَ طرح ٿئي ٿي؟

**اتر** — گياوانن جو ٻاهريون شرير جو وهنوار (هلت جلت) ته لوڪ ماڻهن وانگري رهي ٿي ۾ شڌ ريتيءَ سان. باقي اندر جي ورتيءَ، نشچي ۽ اسٿتيءَ ۾ رات ۽ ڏينهن جو ڦير آهي. جاڪاڻ ته اگيانيءَ جو چت ڪرتا پڻي جي ابمان ڪري انيڪ واشنائن ۽ ڪرمن جي ڦل ۾ ٻڌل رهي ٿو، جنهنڪري وري وري جنم مرڻ روپي دکن جي چڪر ۾ اچي ٿو ۽ گياوانن جو چت ڪراپڻي جي ابمان کان نيارو آهي، سڌس واشنائون ناس آهن ۽ ڪرمن جي ڪرڻ، انجي ڦل ۾ ٻڌل ڪونهي. ان کان سواءِ گياوان جا ٽنهي قسمن جا ڪرم ڀسم آهن، جنهن ڪري هو جيئري ئي مکت آهي.

**پرشن** — ٽن قسمن جا ڪرم ڪهڙا آهن جي گيان سان ڀسم ٿين ٿا؟

**اتر** — ١- سنچت ڪرم ٢- ڪريه مان ڪرم ٣- پرالبد ڪرم؛ اهي ٽن قسمن جا آهن. انهن جو ارٿ هيٺين طرح آهي.

(**سنچت، ڪريه مان ۽ پرالبد ڪرمن جي سمجهاڻي.**)

١- **سنچت ڪرم** - معنيٰ جيڪي پورو جنمن جا ڪنا رکيل آهن يعني اگين جنمن جا پنڄ پاپ ڪرم ٽن جا سنسڪار سوکيم شرير ۾ آورڻ جي آسري رهن ٿا، جن جو اجا ڦل پوڳرڻ نه مليو آهي. اهي سنچت ڪرم گياوان جا ڀسم ٿين ٿا. جاڪاڻ ته گيان مٽڻ بعد اگيان

# گيان لهر اٺين - (٨)

## ڪـوت

اشٽم گيان لهر ڏياءِ، گيان رو گيان پاءِ
ٽرليپ هوءِ جاءِ، ڀرم ڀڄ پائيبي
ترياتي اٿيت جوءِ، ڪرم سڀ ڀسم هوءِ
من واشنا ڪو کوءِ، لسڪن لـڪائيبي
سوڙس اوستا جان، پن تين ستا مان
سڀ برهم هي سمان، ڀرم کو ڀڳائيبي
گياني ڪي پرڪار هؤ، ٿامي شد نشچي ڪوئؤ
جيوت مڪت پاوي سوئي، سکه ۾ سمائيبي



## وويڪ پوربون - (١)

(گيان بوڌ بابت ۽ تفهين ڪرڻ جو ناس ڏيڻ)

دوهرا— اشٽم گيان لهر ڪا، پهلا وويڪ جوءِ
گيان بوڌ ورڻن تدهن، ڪرم ڀسم سڀ هوءِ

ٿي ۽ سماڌيءَ جهڙي اوستا پئجي وڃي ٿي. جنهن ڪري اندر ۾ ڏاڍو عجيب آنند اچڻ لڳي ٿو.

هي شش! اهڙيءَ طرح جو ٽئي يوگن جو ورنن ٿيو سو مدو تاس واسنا کيه ڪرڻ لاءِ ۽ جيون مڪتيءَ جي سچي سک وٺڻ لاءِ اپاءِ ٻڌايا ويا آهن، تن کي تون ڌارڻ ڪري اوچ ڪوٽيءَ واري گيان يوگ ۾ استٿ ٿي انيو دواران اکنڊ آنند پاءِ.

**پرشن** — هي سوامي! اهو اوچ ڪوٽيءَ وارو گيان يوگ ڪهڙو آهي؟

**اتر** — هي شش گيان يوگ لاءِ ڪو خاص هيءُ گرنٿ ئي آهي ان گيان جا ساڌن جي ورنن ٿي آيا آهن (وويڪ، ويراڳ، ڪٽ سمپت، ممڪشتا، شروڻ، منن، ندڌياسن ۽ ستگروءَ جو مهاواڪيه) انهن جي وسيلي آتم برهم جو ساکياتڪار ڪري ۽ گيان جي ستن ڀومڪائن دواران چڙهي، نرسنسي جيون مڪتيءَ جو اکنڊ آنند حاصل ڪرڻ گهرجي. انت ۾ وديه مڪتي پڻ ملي ٿي.

**(گيان لهر ستين بارهين وويڪ سميت پوري ٿي.)**



١١- ورهن ڪو مؤت دي، وا آيا دکاي
آپ پهر ڪتا جلنا موئي سبيا نہ جاي

١٢- ورها سيتي مت آڙيو، ري من مور سجان
داہ ماس سب کات هئي، جيوت ڪري مسان

١٣- وره اگني تن جارني، گيان اگن دون لاء
د'دو لکہ سکہ ہر جلتي، رام بجهاوي آء

١۴- وره جڳاوي درد ڪو، درد جڳاوي جيو
جيو جڳاوي سرت ڪو، سرت سماوي پيو

١٥- جب آيا وره وڪرال، ڪڙوي لاڳي ڪام
ڪايا لاڳي ڪال هئي، ميٺا لاڳا نام

١٦- سندر ورهن اڌ جري، دکہ ڪهئي مکہ روء
جر ہر ڪي پسمي يئي دنهان نہ نڪستي ڪوء

١٧- وره کيلي لاڪڙي، سلڪت دنهان مچاي
ڇٽ پڙي اس وره سون، جو سڪرو جر جاي

١٨- هردي اندر آگ ہري، دونهان نہ پرگهٽ ہوء
جسڪو لاڳي سہ جانئي، ار دن لڳائي سوء

١٩- "دريا" هر ڪرپا ڪري، ورها ديا پٺاي
اس وره نيڪي ساڌڪو، سوتا ليا جڳاء

اهڙي ہرڪار مٿيئن وچنن مان وره ہوگہ جو اپو ڪرڻ گورهي
الهي ڪري من سيني ہاسن (وشہ وڪارن) کان روڪهي، دکہ
درد ...اري ہرماتما ہر لين لئي ٿو. شرير جي سڌ ٻڌ ڀلجي وڃي

# ورهه يوگه جا شلوڪ

۱- مکه پيٽرو، سؤکي اڌر، آکين ڪري اُداس
آهه جو نڪسي ڏکه ڀري، گهري ليت اُساس،

۲- پي پي ڪهتي ڏن گيا، رئن گئي پيهه ڌيان
ورهن ڪي سهجي سڌئي، پرڳٽ يوگه تپ گيان

۳- ڏون درڪي پيا پارڌي، ماري شبد ڪي بان
جا ڪون لڳئي سو جانت هئي، اؤر درد نهن جان

۴- نئين پياسي ڏون پيو ڪي، رٽت سدا پيه پيو
پيا ملي تو جيو هئي، سهجي تياڳون ڏهه

۵- پيهه ڪارڻ پٽري پٽي، لوگه ڪهي تن روگه
ڇهه ڇهه لڳهن مٺين ڪري، پيا ملڻ ڪي جوگه

۶- ورهه ٻڙو ويري پيو، هردا ڌاري نه ڌير
سرت سنيهي نا ملي، جيلگه مٺي نه پير

۷- ڪٻير هسنا دور ڪرو، روني سين ڪر پريت
بن روني ڪتسي پائيي، پريم پيارا ميت

۸- هنس هنس ڪنت نه پائيا، جن پايا تن روءِ
هانسي خوشي سين هر ملي، ڪؤن ڏهاڳڻ هوءِ

۹- ورهيه ڪرمنڊل ڪرليا، ويراڳي دو نئين
ماگون درس مڌوگري، ڇڪ رهي دن رئين

۱۰- ورهه ڀڄنگم پيٺ ڪي، ڪيا ڪليجي گهاو
ورهي انگه نه موڙ هئي، جيون ڀاوي تيون کاو

هردي دام نشن ٿهي، رم رم نڪلي آم

مر متني ڪي چاه ڌو، ٿهي ورم ڪي راه

ورم يوگ سولي ڪان سولو ۽ ڏکئي ڪان ڏکيو آهي. سولو انهيءَ ڪري آهي جو هن ۾ نه ڪنهن ساڌن جي ضرورت آهي ۽ نه ڪنهن وقت يا نيم ڌرم جو بندن ئي آهي. فقط فڪر و لگن لڳڻ ئي انهيءَ جو ڀاڙان ساڌن آهي، ۽ ڏکيو انهيءَ ڪري آهي جو اهو ڀڳوان جي ڪرپا کان سواءِ خاص ساڌن سان ڪنهن به حاصل ٿي نٿو سگهي. جهڙيءَ طرح مرڻ جي ڪريا ڪا نقلي ٿي نٿي سگهي، اهڙيءَ طرح هن حالت به نقلي ٿي نٿي سگهي. وڏا وڏا رشي مني ڪيترن ڏينهن ڪري مليا وڃا پر تڏهن به انهن ٻولي ڀالي ( ساڌارڻ )

پيالي ۾ ابترو ته امرت آهي جو جنهن جي اڳيان ڪڪر ورتي راڄ ۾ وڪ ٿيو اهن. آها! ڪيترو نه منحوس امرت ورتل آهي. الهيء واٽ پڇو گوپ ۽ گوپين کان. اها ڪٿا ڪنهن کان گهٽي ڪاٿي، ڏسو نه اوڌو ڪيترا ابلو ورتا جنهن پنهنجي گيان روپي امرت جسي داراڻ سان گوپين جو ورهه ۾ تتل مردي کي سيتل ڪرڻ ٿي چاهيائين، پسر گوپين جي ورهه روپي وڪ التو اگر روپ ڏارڻ ڪيو، جو ورهه روپي باهه جورڪا ڏيڻ ۽ اندر ۾ آليا اتارڻ لڳي، اکين مان نرهه جي بوندن جي برسات پوڻ لڳي، شريرجا وار پريم ۾ ڪانڊارجي کڙا ٿي ويا، چٽڪ سيء جسو بارر اچي ٿيو آهي. گوپيون مستان وانگيان ڪجهه جو ڪجهه جوڙ لڳيون، آخر ۾ نتيجو اهو نڪتو جو ورهه جو وڪرال وڪسه اوڌو جي مٿان سوار ٿي ويو، اوڌو کي ته سڌ ٻڌ پلجي وئي، سندس گيان جي گاڏين واري ٽير ڏارا خبر ناهي ته ڪيڏي مول شيشيء مان اڏامي ويٺي، ان ورهه روپي ناگ جي زهريلي ڏنگ کيس ڏنگي وڌو. آها! گوپين جي پريم جي مستيء ميڙي اوڌو جهڙي مها گياني گاروڙيء کي نه مستانو بنائي ڇڏيو! جو خود پريم ۾ جهولڻ لڳو.

دوهرا – بندرابن ڪي بيچ ۾، پئي پريم ڪي پير
اڪ اڪ گوپي ڪي لڙڪ ۾، لڙهه گئي لاکه ڪبير

ورهه سچ پچ جادو آهي جو سر جي مٿان سوار ٿي وشيڪار منترن والسگر ٻولي ٿو. ورهه هڪ گوڙهو نشو آهي جو اکين جي دوارن ٿي جي مردي ۾ وڃي پرويش (واسو) ڪري ٿو. ورهه هڪ پرماتما جي جولي آهي، جا ڪنهن شڌ هردي واري لي ٻوٽي ٿي. جنهن لي ديديبيشور برس ٿئي ٿو ان کي پنهنجو ورهه دان ڏئي ٿو.

دوهرا – جس پر پريم ريجهتا، ڪيا ديتي رکه پير
سڪنڌ، آسون ڪي جاگير

...ڪيان لهو (٧)

...سنسو، چت جي چنچلتا، دکر، من جي خرابي، بي وقت کاڏو،
...سرن جو ڀڳڙڻ يعني پران جي قاعدي هلڻ، نند، برهم چريه جو
...ناس، نقلي گروءَ جو شش ٿيڻ، سچي گروءَ جو ايمان ڪرڻ، ايشور
...۾ وشواس نہ رکڻ، ستدين جي چاهنا رکڻ، تورينءَ سکر ۾ ماٺو ٿي
...وڃڻ، وشئي آنند وٺڻ، ٻاڻ پوڄائڻ، گهٽڻ چيلن جو گرو ٿيڻ،
...دنيا ڪرڻ، ڪوڙ ڳالهائڻ وغيره وگهن آهن.
...مٿيون راج يوگ نندي، وڏي، گرهستيءَ خواه تياڳيءَ،
...استريءَ پرش سڀني جي لاءِ بلڪل ڪارائتو آهي. اهو هرهڪ
...انسان سوائيءَ سان ڪري سگهي ٿو. ان کان سواءِ ٻيا به يوگ من جي
...رس ڪرڻ لاءِ آهن. جهڙوڪ - رجو يوگ، ادو ڪپل منيءَ پنهنجي ماتا
...ديو هوتيءَ کي ٻڌايو آهي. انهيءَ رجو يوگ جا چار انگ ورلن ڪيا
...ويا آهن:- ا- ست سنگ، ٢- ڀڳوان جون ڪٿائون ٻڌڻ، ٣- ڪيرتن
(ڳڻ يا ڀڄنا) ڪرڻ. ۴- جاپ ڪرڻ. انهن سان سڌ ٿئي ٿو. ٻيو
...ورهه يوگ به من کي وڪارن سميت ماري اکنڊ آنند ۾ ملائي ٿو.
...ادو هينئين وويڪ ۾ پڙهندا.



## وويڪ پارهون

### (ورهه يوگ يعني وڇوڙي ۾ سچيءَ سک بابت)

دوهرا- وويڪ دوادس ۾ سنو، ورهه يوگ وياکيان
پورڻ پريم سماڌ چئي، پاوي آنند مهان

ورهه تمام هڪ عجيب قسم جو يوگ آهي. جيئو ڪيڪ ادو رهو جو
آهي، ڪڙيءَ تم جي جهاڙڻ مثل آهي، ساکيات ڪونين کي ڪائنڻ...
پر عجب تہ تہ سو جو اهو زهر به ڪيترو نہ مٺو ٿو لڳي! ان ز...

کي روڪڻ ۾ سمرٿ ٿئي ٿو ۽ ليمن جي ڪري سمرلي ورتيءَ جسي سوڪيم روپ کي نروڌ ڪيو وڃي ٿو.

آسن جي ڪري ننڊرا ورتيءَ جي اسٿول روپ کي روڪي سگهجي ٿو (اسٿول ننڊ اها آهي جو منش جون ظاهر اکيون ٻورجيو وڃن ۽ جهوٽا کائڻ لڳي ٿو) ۽ ٻي سوڪيم ننڊ اها آهي جو اکيون ۽ ڪليلون آهن وٺدو ۾ سنڌون سڌو آهي، مگر اندر ورتي سوڪيم ننڊ جي خمار ۾ شلطان آهي. اهڙيءَ حالت ۾ نه ٻئي جي ڳالهه سمجهڻ ۾ ايندي نه ڏيان ايياس جو آنند ايندو آهي. تنهڪري پراڻ ايام ڪرڻ ڪري ننڊ جي سوڪيم روپ کي ناس ڪجي ٿو. پرتادار سان وڪلپ ورتيءَ جو اسٿول روپ روڪيو وڃي ٿو ۽ ڌارڻا سان انهيءَ جي سوڪم روپ کي وس ڪجي ٿو. ڌيان ڪرڻ ڪري وپريہ ورتيءَ جي اسٿول روپ جي روڪڻ ۾ ڪامياب ٿجي ٿو ۽ س وڪلپ سماڌيءَ سان انهيءَ جي سوڪيم روپ کي ناس ڪجي ٿو. سمپر گيات يوگ (س وڪلپ سماڌي يوگ) پرماڻ ورتيءَ جي اسٿول روپ کي نروڌ ڪرڻ لاءِ ڪمائتو آهي ۽ اسمبرگيات يوگ يعني نروڪلپ سماڌي مٽيئن ورتيءَ جي سوڪيم روپ کي ناس ڪرڻ ۾ سمرٿ آهي. اهڙيءَ طرح اڻي انگ ورتين جي روڪڻ ۽ من جي ناس ڪرڻ ۾ ڪارائتا آهن. انهن جي وسيلي اسمبرگيات سماڌيءَ ۾ داخل ٿي اکنڊ آنند پائي سگهجي ٿو.

نوٽ- ان کان سواءِ ٻي جڙ سماڌي آهي، جا ڏڏيءَ کان سواءِ ۽ سروپ جي آراڌنا بنا منومت تي ملڻ سان ٿئي ٿي. سان ٻي هوشيءَ جي مثل آهي، اها هرحالت ۾ نندڻ جوڳي آهي.

ان کان سواءِ يوگ ۾ ٻيا ۾ هيٺيان وگهن آهن انهن کان سنڀال ڪرڻ گهرجي.

## (يوگ جا وگهن ورنن)

وياڌي، سنسو، پرماد، آلس، وشين جي ترشنا، ڀرانتي، ٿل ۾

جڏهن سڌيون پراپت ٿيون هن لوڪ ۽ وشيون (شبد، سپرس، روپ رس ۽ گنڌ) ماڻڻ چاهي ٿو ۽ ساڳيون پرلوڪن جون ڏيڍ عجيب وشيون ڀوڳڻ گهري ٿو، تڏهن موهه مجهان مها موهه ٿئي ٿو. اهو مها موهه مثيش والگر ڏهن قسمن جو آهي. ان مها موهه (راڳ) مان دويش (تامسر) پيدا ٿئي ٿو. اهو ١٨ ارڙهن قسمن جو آهي. جڏهن وشين ۽ ڀوڳڻ لاءِ ڏاڍي پريت ٿي، پر ڪنهن ڪارڻ ڪري پراپي ۾ بندڪ (رڪاوٽ) هئڻ سبب ڀوڳڻ جو لاڀ نه ٿيو، تڏهن ڪام مان ڪروڌ يعني دويش پيدا ٿئي ٿو. اهو ڏهن وشين ۽ اٺن سڌين اٺون ارڙهن جي ماڻڻ جو لاڀ نه ٿئڻ ۾ چنتا، ڪروڌ هئڻ تامسر روپ ڪليش ١٨ قسمن جو آهي. ساڳيءَ ريت جڏهن سڌيون ۽ وشيون پراپت ڪرڻ ڀڄاڻا دل ۾ چنتا رهي ڏک ٿئي ٿو ته اهي آخر انت ۾ پرلئه يا موت وقت ناس ٿي ويندا يون! اهو ناس ٿئڻ جو ڀير انڌ تامسر سروپ ابيويش ڪليش ٿئي ٿو. اهو ۾ مثيش تامسر والگو (١٨) ارڙهن قسمن جو آهي. اهڙيءَ طرح وپريه ورتيءَ جا قسم انهيءَ حساب سان پاهت ليا يعني تمس جا اٺ پرڪار، موهه جا اٺ، مها موهه جا ڏهه تامسر جا ارڙهن اهي سڀ ٦٢ ليا. اهـا وپريه ورتي اگيان روپ دکدائي ڪليشن جو مول آهي لهنڪري ان ڪسي نسروڌ ڪرڻ ضروري آهي.

**ٿين وڪلپ ورتي** — فقط شبد ماتر (لفظ جو) گيان مگر اها وستو مجي ٿي نه. اهڙي اڻ هوندي پدارٿ جو شبد ماتر گيان ۾ جنت ورتيءَ جو آڪار هئڻ، اها وڪلپ ورتي آهي. مثلاً جيئن آڪاس جا گل، سهي جا سنگ، والجهڙ (سڌ) ڪي پٽ وغيره اهڙا شبد (لفظ) مٿيا (ڪلپت) گيان ڪرائيندڙ آهن. اهي لفظ ٻڌ ۽ ايڊ جو آروپ ڪن ٿا، جاڪاڻ جو سها نه آهن پر انهن کي سنگ نه آهن، ـس آهي مگر ان ۾ گل نه آهن، سڌ آهي پر ان کي اولاد نه ٿيندو

گيان ڀو (٧) جَن - نوڙيءَ ۾ نانگ جو روپ ؛ سپيءَ ۾ چانديءَ جو روپ، يا
هڪ چند رمان کي ٻه ڏسڻ، رڃ ۾ پاڻي روپ ڀسڻ وغيره اهو وپرييه
يعني مٿيا گيان آهي، چاڪاڻ تہ وستوءَ جي خود (برابر) سروپ ۾
ورتيءَ جي استٿتي نہ آهي، وستو ٻي ؛ چت جي ورتي ڪنهن دوش
يا ڪارڻ ڪري ٻيءَ طرح آهي. انهيءَ وپريہ ورتيءَ کي ئي اوديا
سڏيو وڃي ٿو. انڪري ئي جنم مرڻ وغيره دک ٿئي ٿو اهو اوديا نالي
وپريہ گيان وري اوديا، اسمتا، راڳ، دويش ؛ اهني ويش، ان پيد
ڪري پنجن قسمن جو آهي. انهيءَ کي ئي پنج ڪليش چون ٿا،
انهن کي يوگ شاسترن ؛ وشنو پراڻ ۾ ”تمس - موهہ - مها موهہ - تامسر ؛
اند تامسر“ نالن سان سڏيو ويو آهي. انهن تمس، موهہ وغيره کي سانکيہ
شاستر ۾ ٦٢ ڀاڱن قسمن سان ورنن ڪيل آهي، اهو هيٺ ڏيکارجي ٿو-

## ( پنجن ڪليشن جا ٦٢ قسم ورنن )

پهريون اوديا - جنهن کي (تمس چيو ويو آهي) تمس جي معنيٰ
آهي اونڌهہ يعني جيڪي انا تما پدارٿ تن کي آتما سمجهڻ. اهو الن
قسمن سان آهي ١- پرڪرتي ٢- مهہ تت ٣- اهنڪار ؛ پنج تن ماترائون
(شبد - سپرس - روپ - رس - گند) اهي الن قسمن جا اناتما پدارٿ
آهن. هن شرير کي آتما سمجهڻ ۾ مٿين الن جي اندر اچي وڃي ٿو.
چو تہ ديهہ انهن الن مان ٿئي ٿي، پرش يا آتما سو انهن کان نيارو ؛
نتيہ چيتن روپ آهي. پرڪرتي شرين سي انتيہ ؛ جڙ آهن. مٿيئين
تمس کان موهہ ٿئي ٿو (يعني اوديا مان اسمتا جڙي ٿي) اهو موهہ
الن قسمن جو آهي- اڻما مهما وغيره اٺ وڏيون سڌيون تن جا گڻ
ڌل تن کي وٽندڙ سمجهي موهہ رکڻ ؛ ان خوشيءَ وچان جت ۾ سوڪ
اهنڪار پيدا ٿئي ٿو، ان ڪري ڪيوليہ موکش حاصل نٿو ٿئي
سماڌيءَ ۾ استرتائي رهي ٿي.
ان اسمتا کان راڳ (جنهن کي مها موهہ چيو ويو) پيدا ٿئي

(آتم جو گيان ڪرائيندڙ) يا لنگ (نشان) آهي؛ رنڌڻي جو درشٽانت آهي، ڇاڪاڻ ته رنڌڻي ۾ هميشه آتم پرندڙ نظر آهي ان ڪري سُڪيءَ جيئي ٿو، اهڙيءَ مان ڌونهين جو اندازو ٿيل آهي؛ جل آشيه يعني تلاءُ وغيره اهي وپکيه آهن، جو ته انهن ۾ آتم جو سچ ڪڏهن ۾ ثابت نٿو ٿئي، ڪڏهن ڪي نٿي سگهيو. اهڙيءَ طرح سُپکيه ۾ سچ؛ وپکيه ۾ نه سچ جو ڌونهين روپ لنگ يا هيتو جنهنجي ڄاڻڻ سان انومان ٿئي ته ("جتي ڌونهون ٿي آتم ضروري آهي) ان ريت پڪو ۽ وشواش ڪرڻ واري چت ورتي نڪتي انومان پرماڻ جيئي ٿو اها به ۽ سمجهڻ گهرجي.

ٽين - آگم پرماڻ ورتي - جن ڳالهين ۾ پرتيڪ ۽ انومان پرماڻ ڪا مدد ڏيئي نٿا سگهن، انهن پروکيه ڳالهين ۾ آگم پرماڻ خاص ڪم اچي ٿو. جيئن ته ڪي جون ٿا ته پرلوڪ وغيره آهن، سورج تارا وغيره نڪشتر منڊل ڦرندڙ آهن اهڙيءَ طرح ديوتائون وغيره آهن

مطلب ته جن ڳالهين کي اسان نه پرتيڪ نه انومان وسيلي ڄاڻي ٿا سگهون، تنهن لاءِ آپت پرش (ستيه وڪتا پرش) رشي مني مهاتمائون وغيره، اهي ويدن جي شاهدين انوسار وس شاسترن دواران يا مک سان وياکيان ڪري پڌائين ٿا، انهن آپت (سچي) وچن وشيه آڪار جا چت جي ورتي آگم پرماڻ ورتي جيئي ٿي. اهڙيءَ طرح متي ڪتي ڪيل ان قسم جي پرماڻ ورتي آهي. سماڌيءَ وقت ان کي بند رکڻو آهي، ڇاڪاڻ جو اهڙيءَ ورتيءَ ۾ نه اهم؛ مم (مان؛ منهنجو پڻو) ڀيل آهي؛ ان ۾ تنهين گڻن جو اثر رهي ٿو. انڪري نروڪلپ سماڌيءَ ۾ انهن کان شانتيءَ لاءِ روڪڻ جي ضرورت آهي.

٢- وپريه ورتي - ڪنهن وستوءَ جي اصلي (خود) سروپ کي نه سڃاڻي ان ۾ ٻيءَ طرح جو مٿيا گيان هئڻ تنهن کي وپريه (الٽو يا ٻيءَ طوح) ورتي جيئي ٿو.

انومان ۽ ٽيون آگم پرماڻ آهي؛ جنهنجي وسيلي پدارٿن جو سچو پڪو (موبهو) گيان ٿئي ٿو. ان جي پهرين پرتيڪش ورتي يعني جنهن سان جت ڪنهن به وستو ڏي ڏسجي وڃي ٿي ان وستو جو آڪار ڌاري ٿو، جنهنڪري وشيش گيان وستو جي (موبهو شڪل جهڙي ڄاڻ سڃاڻ) پراپت ڪري ٿو. جيئن اکين جي جبلن کي هڪ وڏو اهو ننڍو ڏٺو ته سڌن سوڪير تصويرون به جت ۾ اڀريون ٿي نڪتيون جو هڪ وڏو ۽ اهو ننڍو سمجهڻ ۾ اچي ٿو، اهڙي طرح ٻاهرين ۽ اندرين وسٽن جون تصويرون نڪرن ٿيون ۽ ماپون ٿين ٿيون، اها ڄاڻ يا ماپ جنهن وسيلي يا ساڌن سان ٿئي ٿي، تنهن ساڌن کي يا وسيلي کي پرماڻ چئجي ٿو. جنهن جا ٻي قسم آهن- انهن ۾ پرتيڪش پرماڻ- وستو جو وشيش گيان سمجهائي ٿو جيئن ڪي اسم نام آهن ۽ ڪي خاص. ليڪن انهن جو ٻاوڻ نه نام ۽ خاص آهي يعني سامانيه يا وشيش. مثلاً- هڪ گلاس ڪنهن ڪتولي تي رکيل آهي اکيون گلاس جهڙو آڪار يعني روپ ڏسن ٿيون ان کي وشيه آڪار چئجي ٿو، اهو آڪار اکيون جت کي پهچائين ٿيون، جڏهن ان جو پرتيبمب جت وٽ حاضر ٿئي ٿو، ۽ جت کي جا اکين دواران وستو جي وشيش ڄاڻ ٿئي ٿي، تنهن کي پرتيڪه پرماڻ چئجي ٿو. ساڳيءَ ريت ڪن، نڪ، جيڀ ۽ چمڙيءَ دواران جيڪا وشيش ڄاڻ ٿئي ٿي، تنهن کي به پرتيڪش پرماڻ سڏجي ٿو ۽ ٻاهرين وسٽن جي پرتيڪش ڄاڻ ڪري جيڪو سک يا ڏک اچا ڏويش وغيره پيدا ٿئي ٿو تنهنکي به پرتيڪش پرماڻ چئجي ٿو.

**ٻي- انومان پرماڻ ورتي-** اهي انومان ورتيءَ وسيلي سامانيه گيان ٿئي ٿو. مثلاً ڪنهن پهاڙ تي پري کان دونهون ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته اتي سمجهجي ٿو ته ڪا باهه اتي آهي، ڇاڪاڻ ته اهو اڳيو (آزمودو) ماڻهن کي آهي ته جتي دونهون آهي اتي باهه آهي. اهو آزمودو سامانيه نيم آهي اهي سامانيه نيم کي نياءِ شاستر ۾ وياپتي سڏيو آهي

رس ۾ رهنجهي ويهي رهڻ. اهو وگهن آهي. اهڙيءَ طرح ٻٽي ورنن ڪيل چار وگهن آهن. انهن کان ورلي ورائي ٻٽي جڙهي سڀجو ٻوهر آنند ولڻ گهرجي.



# وويڪ ٻارهون

## وگهن ۽ سماڌيءَ ۾ وگهن

## (اڻن انگن جو ڪارائتو هڻڻ ۽ سماڌيءَ ۾ وگهن ورنن)

### وجهندڙ ورتيون ورنن

دوهرا — ايڪادس وويڪ منهن، ستاتا يوگ انگ
پانچ ورتي وگهن ڪهون، ڪرلي تاڪو ڀنگ

**پرشن** — هي سوامي! ٻٽي ورنن ڪيل اٺ انگ اهي جا ڪارائتا ٿين ٿا؟ ۽ سد ٽٽي تو، ۾ ڪارائتا ٿين ٿا؟

**اتر** — جن ورتين جي روڪجڻ سان يوگ سڌ ٿئي ٿو، اهي ورتيون ان نمونن جون آهن:-

انهن ۾ ڪيترا انگ ڪارگر ٿين ٿا. ورتيون ۾ ايڪ سکدائي ورتيون ۽ دکدائي. تن ۾ سکدائي ورتيون مکيه هڪڙيون سک دائي، ٻيون دکدائي آهن. انهن ۾ دکدائي ورتيون پنهنجي آهن ۽ دکدائي ورتيون ۾ گهٽيتي آهن. انيڪ ورتيون نڪرن ٿيون، اهي ورتيون پنج آهن جن مان ٻهون سڀ روڪجي وڃن ٿيون؛ اهي ورتيون ڪي روڪڻ ڪري ئي ٻيون هينيون آهن.

**(پنهنجن قسمن جون مکيه ورتيون ڪليش ڏيندڙ ورنن)**

١- پرماڻ ٢- وپريه ٣- وڪلپ ۴- نندرا ۵- سمرتي

اهي پنهنجي مکيه ورتيون ڪليش ڏيڻ واريون يوگ شاستر ۾ جون تا انهن جو ارٿ هيٺ:-

تن ۾ ١- پرماڻ- وري تن قسمن سان آهي. ڏڪ پرليڪ،

ٿيڻ بعد جا اسفرنا لڳي ٿي ته آنند جو اڀيو ٿئي ٿو. ايباسي الهيءَ وچ جي رس ۾ ٻوڙجي وڃيٿو. جهڙيڪري پرم آڪاروِرتيءَ ڪري پرم آنند کي لڳو ڀوڳي سگهي. ان کي رسا سواد چئجي ٿو.

سوال آنند ۽ ته ذڪر جي ورتيءَ ۾ آنند ڪيئن آهي؟ ان تي مثال جئن. ڪنهن مڙس کي پوليس واري پکڙ ۾ ٻڪڙي ٻار ڪٺاڻ جڏهن ٻار ڇڏي لاٿائين ته ان کي آنند آيو. ويچار ڪجي ته ان وقت الهيءَ آنند ۾ ٻيءَ ڪنهن ۾ وشڙ جو ڪو ڪارڻ ڪونهي فقط ٻار جي ڪري جو ذڪر هو تنهنجي اورتي ٽڙڻ بعد امن جوي ٿو ته ”هاڻي موکلي سکيو آهي“ تنهڪري ذڪر جي ورتي ۾ آنند جو ڪارڻ آهي. تيئن ايباسيءَ کي سماڌي ۾ وکيپ (ڦرنو وغيره) جو ذڪر ان جي ورتي هٽڻ ڪري جيڪو آنند جو اڀيو ٿئي ٿو اهو رسا سواد آهيءَ اهو پورڻ پرم آنند جي پراپتي ۾ وگهن (رڪاوٽ) آهي. گهرول پدارت جي پراپتيءَ کان سواءِ فقط ان جي ورودڪيءَ روڪيندڙ جي ورتيءَ هٽڻ ۾ به آنند اچيٿو جئن ته پرتويءَ ۾ ڪو خزانو پوريل آهي پر اهو زبردست وڪر واري نانگ جي سنڀال هيٺ آهي. خزاني جي پراپتيءَ ۾ نانگ ورودي آهي، ان جي مارڻ سان خوشي يا آنند ٿئي ٿو.

الهيءَ خزاني کي ڪيڏي ۽ خرچي اجا سچو پچو سکر نه ورتو آهي فقط ورودي سرپ جي ناس ٿيڻ ۾ آنند جو اڀيو ڪري، خوشيءَ وچان ادم ڪان هيڻ ٿي ويئي رهي ٿو پرم آنند نٿو وٺي. تيئن اداويت پرم آنند روپي خزاني جي ڪاڻ آهي، شرير وغيره انام پدارٿن جي ڀاسڻ روپي وکيپ سو نانگ جي مثل آهي. ان جي ورتي ٽيڻ بعد آنند روپي رس تنهنجو آسوادن (اڀيو) هٽڻ. تنهنڪي رسا سواد چئجي ٿو. اهو پرم آنند حاصل ٿيڻ ۾ وگهن آهن. مطلب ته س وڪلپ سماڌيءَ کان پوءِ نر وڪلپ سماڌي ٿئي ٿي ته جنهن مهل س وڪلپ سماڌيءَ کان ورتي مٽي وڪلپ اوستا جي شروعات ۾ اچي ٿي ان وچ جي ٿي

ڪرڻ گهرجي. اهي هيٺيان آهن - (١) ليه (٢) وڪشيپ (٣) ڪشايه (٤) رساسواد
تن جو ارٿ هيٺ:

**١- ليه وگهن**- آلس يا ننڊ جي ڪري ورتيءَ جو ابياو (نرڌ ٿيڻ) تنهنکي ليه چئجي ٿو، انهڪري سکوپت اوستا اچي وڃي ٿي ۽ برهم آنند جو انڀو ڪم ٿي وڃي ٿو. تنهنڪري ابياسيءَ کي گهرجي ته جنهن وقت ننڊ آلس وغيره ڪري ورتيءَ جو انڌڪار ۾ لين ٿيڻ جو امڪان ڏسي ته ان مهل هوشياريءَ ننڊ وغيره کي روڪي سجاڳ رهي ان کي شاسترن ۾ ڄت سمجهوڻن ڪري جاڳون ٿا.

**٢- وڪشيپ وگهن** - مثال- جئين ڪا جهرڪي باز يا ٻليءَ جي ڊپ کان اندر گهر ۾ اچي ٿي، ڪيس ٻڌ جي وڃان وياڪل هئڻ سبب سڌس استان (آکيرو) جيئت پهت ڏسڻ ۾ نٿو اچي. انکي اسٿرتي جا جڳ کان سواءِ ٻيٽ ۾ جيئرون ڏيٺي وري جيئت ۾ باهر نڪري ٿي چڙهن يا مرڻ روپي دک کي پراپت ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح آتما کان ايمک [باهرنڪري] ورتي باهرين دنيوي پدارٿن کي دک جو ڪارڻ ڄاڻي اندر اوچت برهم آنند وارڻ واسطي انترمک ورتي ٿي، ان ورتيءَ جي ونشي جيڪو هيئن سو تمام سوکيم آهي، تنهن ڪري گهڙي کن ورتيءَ جي اسٿرتا کان سواءِ جيئن سروپ آنند جو لاڀ نٿو ٿئي جنهنڪري وري ورتي باهرمک ٿئي ٿي. اهڙيءَ چنچل ورتيءَ جي باهر نڪرڻ کي وڪشيپ چئجي ٿو. انهيءَ کي دوش درشٽيءَ ۽ شم جي وسيلي روڪي اسٿر ڪرڻ گهرجي.

**٣- ڪشايه وگهن**- باهرين راڳ دويش جا سنسڪار اندر سوکيم ايڇا روپ ٿي سماڌيءَ ۾ راڳ دويش جو ڦرلو ڪري ٿو، جنهنڪري ورتي برهم آڪار ٿي نه سگهي، انهيءَ کي ڪشايه چون ٿا. تنهنکي ناس ڪرڻ گهرجي.

**٤- رساسواد وگهن** - اندر ۾ وڪشيپ روپ دک جي نورتيءَ

ٿي. اها شڌ سَتي گڻ جو مَنُ ۽ گيان دوارا پراپت ٿئي ٿو (اگيان جي پڙدي کان سواءِ) برهم جو آنند آهي. ان ڪري نروڪلپ سماڌيءَ ۽ سکوپت جي آنند ۽ اوستا کي هڪ جهڙو سمجهڻ وڏي ڀل آهي.

**روشن** — مون ٻڌو آهي ته اوهان فرمايو ته نروڪلپ سماڌيءَ ۾ انتهڪرڻ سميت ورتي آهي مگر ڀاسڻ ۾ نٿي اچي. ان جي ثابتي ڪهڙي آهي.

**اتر**— انهيءَ جي ثابتي هيءَ آهي ته سماڌيءَ وقت شرير سڌو اسٿر رهي ٿو. جي انتهڪرڻ ورتي قائم نه هجي اسٿرتي ڀڄڻ لڳي گهرجي. سکوپت اوستا اچڻ وقت جڏهن انتهڪرڻ ورتيءَ سميت اوديا ۾ لين ٿين ٿا، ته ان مهل ويٺل شرير جهٽ ۾ جهونا کائي ڪرڻ لڳي وڃي ٿو يعني ڪري پوي ٿو. اها پرتيڪ ثابتي آهي.

مٿين نروڪلپ سماڌيءَ جو سادن (ڪارڻ) سوڪلپ سماڌيءَ جو اڀياس آهي. ان ڪري يوگ جو الون انگ سوڪلپ سماڌي سادن روپ سمجهڻ گهرجي ۽ نروڪلپ سماڌي ڦل روپ آهي ان ڏسو ساڌون جتر ۾. اها نروڪلپ وري ٻن قسمن جي آهي هڪ ادويت ڀاونا روپ ٻي ادويت اوستان روپ. انهن جو ارٿ هيءُ آهي-

ادويت برهم آڪار انتهڪرڻ جي ورتي گيان سميت هجي تنهن کي ادويت ڀاونا روپ نروڪلپ سماڌي چئجي ٿو. انهيءَ جو گهڻي وقت تائين اڀياس ڪرڻ ڪري برهم آڪار ورتي ۾ شانت ٿي وڃي ٿي، انهيءَ ورتيءَ لس هئڻ کي ادويتا اوستان روپ نروڪلپ سماڌي چون ٿا. جهڙيءَ طرح تتل لُٽي تي جل جي ٻوند وجهڻ سان تتل لٽي ۾ لس ٿي وڃي ٿي. اهڙي ادويت اوستان روپ نروڪلپ سماڌيءَ ۾ سويرپرڪاش برهم ممجهه ورتي لين ٿي وڃي ٿي. جنهن ڪري عجيب قسم جو برهم آنند اچڻ لڳي ٿو انهيءَ نروڪلپ سماڌي ۾ چار (ڪاوٽون) ڏکيائيون آهن انهن کي هٽائڻ واسطي هميشه ڪوشش

جدا روپ ۾ ڀاسن ٿا پر هو مٽيءَ جوئي روپ سمجهي ٿو، جيئن سون مان ٺهيل گهڻا جدا جدا روپ ۾ هوندي به وويڪيءَ (سوناري يا شراف) کي سون روپ ئي ڀاسن ٿا تيئن سوڪلپ سماڌيءَ ۾ ترپوٽيءَ رهي دويت برهم روپ ڀاسڻ ۾ اچي ٿو. ٿوري طرح نروڪلپ سماڌيءَ ۾ به سوڪلپ سماڌيءَ وانگر ترپوٽي رهي ٿي مگر ترپوٽي نٿي ڀاسي. جيئن پاڻيءَ جي گهڙي ۾ لوڻ وجهجي، گري وڃڻ بعد ڏسڻ ۾ نٿو اچي پر لوڻ پاڻيءَ ۾ آهي تيئن نروڪلپ سماڌيءَ ۾ ترپوٽي (گيير، گياتا، گيان) آهي مگر ڀاسڻ ۾ نٿو اچي.

**پرشن** — نروڪلپ سماڌيءَ ۽ سکوپت اوستا ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ ڇاڪاڻ ته سکوپت اوستا ۾ ورتي لين رهي ٿي ۽ اتي آتما جوئي آنند آهي، جتي ٻيءَ ڪنهن به وشئه جو سمبنڌ ڪونهي. (اهو ويدن ۾ لکيل آهي ته سکوپت ۾ جيو برهم سان هڪ روپ ٿئي ٿو ۽ برهم جوئي آنند آهي) تيئن نروڪلپ سماڌي ۾ به ورتي لين رهي ٿي ۽ آتما جوئي آنند اچي ٿو اتي ٻيءَ ڪنهن به وشئه جو سمبنڌ ڪونهي. ان ڪري مان ٻنهي اوستائون هڪ روپ ٿو سمجهان.

**اتر** — هي شش! نروڪلپ سماڌيءَ ۽ سکوپت اوستا ۾ وڏو تفاوت آهي. سکوپت اوستا ۾ انتهڪرڻ جي ورتي برهم آڪا[illegible] اگيان ۾ لين [illegible] ڪانهي، پاڪ انتهڪرڻ سميت [illegible] آنند آهي پر او[illegible] وڃي ٿي ۽ تموگڻ آهي. [illegible] آنند ۾ ڪو[illegible] جي آورڻ (پڙدي) سان [illegible] ڍڪيل آهي ٿو. (ان جو ورتي [illegible] ڪونهي [illegible] ڍڪيل ڪن مت پڌن وارا [illegible] ٿي هوشيءَ واري اوستا) ۾ موجود [illegible] ورتي ڪان دمت ڏوئيو وهو رهن ۽ [illegible] ورتي موجود آهي پر ڀاسڻ ۾ نٿي [illegible]

ساڪي آڪار روپ ڀاڳيءَ کي ڀڄائڻ، اها اندر درشيانو ودس وڪلپ سمادي آهي.

### (۴- اندر شبدانو ودس وڪلپ سمادي ورڻن)

”تت توم اسي“ يا ”اهم برهما سمي يا سوهم“ وغيره مهاواڪيه (شبد) جي ارٿ ۾ اندر درشٽي رکڻ ڀاڻ کي سمجهڻ ته مان اسنگ (آڪاش وانگر نرليپ) نروڪار، سوير پرڪاش، ست، چت، آنند روپ آهيان! وغيره اهڙيءَ ريت شبدن دواران اندر ورتي آتما آڪار بڻائڻ، برهم سروپ جو انڀو ڪرڻ. اها اندر شبدانو ودس وڪلپ سمادي آهي ان جڏهن قسم جي س وڪلپ سماديءَ جو گهڻي وقت تائين ابياس ڪرڻ ڪري پوءِ نروڪلپ سمادي پراپت ٿئي ٿي.

**پرشن** — نروڪلپ سمادي جا کي چئجي ۽ گهڻن قسمن جي آهي؟

### اتر— (نروڪلپ سماديءَ جو ورڻن)

ٽيئي ڀاڳ ترپوٽي (گيه، گيتا، گيان) روپي وڪلپ ڇنون کان سواءِ اکنڊ برهم آنند آڪار انتهڪرڻ ورتيءَ جي استتي هئڻ، ان کي نروڪلپ سمادي چئجي ٿو. جڏهن ڪڏهن جاءِ ۾ ڌڪو هوا کان سواءِ استر رهي ٿي سو. تئن نروڪلپ سماديءَ ۾ چت چلائي مان ڇنو ٿئي، ان کي اسمپرگيات سمادي ۽ نربيج سمادي ۾ چون ٿا.

**پرشن** — هي پريو! نروڪلپ سماديءَ ۾ ترپوٽي رهي ٿي ته نه ٿي رهي؟ اهو ڪهڙيءَ طرح کولي سمجهايو؟

**اتر**— هي پيارا جهڙيءَ طرح س وڪلپ سماديءَ ۾ ترپوٽي ڄاتي (جيئو ليڪ ترپوٽي دويت روپ آهي ۾ لڏهن ۾ اهو ٻيهي دويت، دويت روپ نه ڀاسي بلڪ برهم روپ ڀاسڻ مٽيءَ جا ٺهيل ٻيڪيءَ کي گهڙا جلون وغيره جدا

| پراڻ اپام | پورڪ | ڪمڀڪ | ريچڪ | ٻاهر ڪمڀڪ |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| (١) ڪنشت | سيڪنڊ ٤ | سيڪنڊ ١٦ | سيڪنڊ ٨ | سيڪنڊ ٢ |
| (٢) مڌيم | سيڪنڊ ٦ | سيڪنڊ ٣٤ | سيڪنڊ ١٠ کان ١٢ | سيڪنڊ ٣ |
| (٣) اتم | سيڪنڊ ٨ | سيڪنڊ ٥٠ | سيڪنڊ ١٢ کان ١٦ | سيڪنڊ ٤ |

**مٿين نقشي جي سمجهاڻي- پهرين ڪنشت (گهٽ)**

درجي جو هلڪو پراڻ اپاس ڪجي. اهو ان حساب سان آهي ته پهرين پورڪ (سواس کڻڻ) ۾ چار سيڪنڊ وقت لڳائجي؛ ٻيو ڪمڀڪ ڪرڻ (پراڻ اندر روڪڻ) ۾ سورهن سيڪنڊ لڳائي ٻيو ريچڪ ڪرڻ (پراڻ ٻاهر ڪڍڻ) ۾ اٺ سيڪنڊ لڳائجن وري پراڻن کي ٻاهرئي روڪي ڪنڀڪ ڪجي ان ۾ ٻه يا ٽي سيڪنڊ وقت لڳائجي. انهيءَ کي وڌائي مڌيم پراڻ اپام تائين اچجي. انهيءَ جي ريت هيءَ آهي. پورڪ ٦ سيڪنڊ ڪجي؛ ٣٤ سيڪنڊ ڪنڀڪ ڪجي؛ ١٠ کان ١٢ تائين ريچڪ ڪجي؛ ٣ يا ٤ سيڪنڊ ٻاهر ڪنڀڪ ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح وڌائي وري اتم اپياس تي اچجي. يعني پورڪ ٨ سيڪنڊ ڪجي ڪنڀڪ ٥٠ سيڪنڊ ڪجي؛ ريچڪ ١٢ کان ١٦ سيڪنڊ ڪجي؛ ٤ يا ٥ سيڪنڊ ٻاهر ڪنڀڪ ڪرڻ گهرجي. اهو پراڻ اپام ٻارهن قسم جو ٿيو. تنهنکان ٻيو يستريڪا پراڻ اپام ڪجي. سو هن ريت آهي پدم آسن ۾ ويهي اڙا ناڙيءَ يعني نڪ جي کٻيءَ ناس کان زور سان پورڪ ڪري، ڪمڀڪ ڪرڻ کان سواءِ ئي يڪدم پنگلا ناڙيءَ يعني نڪ جي ساڄي پاسي ناس دواران ريچڪ ڪجي؛ وري ساڳيءَ پنگلا سان پورڪ ڪري؛ اڙا سان

ڇا آڻيندا ۽ کوٺجي ويندا. ان اُڏيان ٻند جي ڪري ڦڦڙن جو ڪوش
ٻڻ ڪوٺجي ويندو جنهنڪري ڦڦڙ هوان نيندا ۽ وات، ٻت، ڪف
تنهن مان پيدا ٿيل روڳ بيمارين سبب ناس تي وڃي ٿيون ۽ سڪمڻا
ناڙي شڌ ٿئي ٿي جنهن ڪري ٻراڻ مٿي چڙهڻ لڳندا. جي اُڏيان ٻند
پورو ڪنهن طرح نه ٻڌندو ته ڦڦڙن ۽ ڇاتيءَ ۾ ڪمزوري ٿيڻ جو امڪان
آهي. اهڙيءَ ريت ٻراڻ ايام جي ابياس ڪرڻ ۾ مٿيان ٽيئي ٻند ضرور
ڪم آڻجن. انهن ٽنهين ٻندن جو ابياس پورين سکي چڱيءَ طرح ڪو
ڪجي. ٻيو ٻراڻ ايام ڪرڻ وقت منجهارو نه ٿيندو. ٻيو ته ڪنڀڪ
[ٻراڻ روڪڻ] ايترو ڪجي جو وري ريچڪ [ٻاهر ڪڍڻ] سولو ٿي
سگهي، يعني ٻراڻ ٻاهر يڪدم نه ڇڏبا آهن بلڪ آهستي آهستي ٻاهر ڪڍڻ
گهرجن، ۽ پورڪ (ٻراڻ کڻڻ) ۾ هري هري ڏگهو جيئن ڪنهن سنهڙيءَ
نليءَ دوارا ٻاڻي ڇڪجي ٿو، تيئن ڪجي مگر ٻاهر ڪڍڻ وقت ته
يلڪي ۾ يڪدم ٻراڻن کي ڦٽو نه ڪجي انڪري طاقت وڃندي. جي
ريچڪ يڪدم تکو ڪندا ته ناڙين ۽ ڦڦڙن ۾ گهٻراهٽ ٿيندي ۽
نڪ، ڇاتي، ڪن، اکيون، مٿي وغيره ۾ نقصان پهچندو. اڄ ڪال
وقت ۾ جو ٻراڻ ايام ڪرڻ وارن کي جو ڪو نه ڪو روڳ يا بيماري ٿئي
ٿي، سو رڳو منو مٿيءَ تي ڌلڻ ۽ وڏيءَ پوريءَ نه ڌيان ڪري. تنهنڪري
پورڪ، ڪنڀڪ ۽ ريچڪ پوري حساب سان ڪرڻ گهرجي. اهو
هيٺ وڏيءَ موجب ٻڌائجي ٿو. ٻراڻ ايام جنهن حسن ۾ ورهايو آهي
١- پورڪ ٢- ڪنڀڪ ٣- ريچڪ ٤- ٻاهر ڪنڀڪ آهي. اهو چئني
قسمن دارو وري اهم تدبير ۽ ڪنشٽ پيد ڌيان ڪري ٻارهن قسمن
جو ابياس جيئو ويو آهي ان لاءِ هيٺ نقشو ڏيئي سمجهائجي ٿو.

اُهمت اندريءَ کان هيٺ گديا جي مٿيئين ڀاڱي واريءَ ناڙيءَ کي ٻيهر جي ڪڙيءَ ســان ٻڌ آسن ۾ ڏيئي ڇڏجي. انهيءَ مول بند ڪرڻ سان اپان پراڻ مٿي چڙهي ٿو ۽ مل موتر ٿورا ٿيا ٿي پوري ٻيو لي ٿيندو يعني قبضي وغيره روڳ نه ٿيندو. ان ڪانسواءِ رت جــو دورو تڪو ٿيندو جنهنڪري اندر ناد شبد ڪلندو. ناڙيون شڌ ٿينديون ۽ ڪنڊلي ناڙي (انهيءَ جو ذڪر اڳتي آهي) جاڳرت ۾ ايندي. تنهنڪري مٿي ٻڌايل مول بند سولو سوڌو ٿيڻ ڏيڻ وڃجي. پوءِ پراڻ اپام ڪرڻ شروع ڪجي: پهرين پراڻ کــي پورڪ ڪجي يعني نڪ جي ڪنهيءَ ناس کان آهستي آهستي وايو اندر ڀرجي، ان مهل ئي جلد جالندر بند لڳائجي يعني ڪنڌيءَ کــي ڳچيءَ ڏي نمائي لڪيءَ ۾ مضبوط لڳائي ڇڏجي. انهيءَ جالندر بند سان سواس سولا روڪجن ٿا ۽ ڪنڀڪ ڪرڻ سولو ٿيندو يعني تڙ سواس کي اجلي نه سگهندا ۽ گيان وارين ناڙين ۾ طاقت وڌندي. پر جالندر بند پوريءَ طرح ڪو نه ٻڌبو ته مٿي، نڪ ۽ اکين ۾ وائي ٻادي پيدا ٿيندي. ان جالندر بند جو ابياس پنهنجي مٿس کــان ولي آهستي آهستي وڌائيندو رهجي.

نوٽ- جالندر بند جي ابياس ڪرڻ ڪري پهرين ڪنڌ ۾ سوڄ ٿي پوي ته ڊپ نه ڪجي گيهه سان يا بادام روغن سان مالش ڪري جلدي ٺيڪ ٿي ويندو.

انهيءَ طرح جو پورڪ ڪيو ويو ان پراڻ کي اندر جيترو وقت جهلي سگهجي اوترو جهلجي اڳي ڪنڀڪ چئجي ٿو، پر ڪنڀڪ جلد هٺ ڪري نه وڌائجي، آهستي آهستي وڌائجي، پوءِ پراڻن کي ريچڪ ڪجي يعني نڪ جي ساڄيءَ ناس کان ٻاهر ڪڍجي. ان ريچڪ ڪرڻ وقت جالندر بند کولي ڇڏجي ۽ اُڏيان بند لڳائڻ گهرجي. اڏيان بند پيٽ کي اندر ڪوئي جهلجي. پيٽ جي ڪوئڻ وقت پيٽ

آسن ۾ سکر سان ويهي سگهجي تڏهن آسن سڌ ٿيل سمجهي پراڻ ايام شروع ڪرڻ گهرجي. ان لاءِ سمير بسنت رتو (ڦگڻ، چيت) ۽ سرد رتو (اسو، ڪتي) تمام شريشٽ آهي. يوگ شاسترن ۾ پراڻ ايام جو تيبر چار دفعا ڏينهن ۽ رات ۾ ڪرڻ لاءِ لکيل آهي هڪ صبوح جو، ٻيو ٻن پهرن جو ٽيون شام جو ۽ چوٿون آڌي رات جو. هر ڪنهن وقت ۾ (٨٠-٨٠) اسي - اسي دفعا پراڻ ايام ڪرڻ گهرجن. اهو هن وقت ۾ ويچار تو ڪجي ته ايتري مهنت ۽ تڪليف نٿي ٿي سگهي. تنهنڪري پهريائين (١٠) ڏهن کان ولي شروع ڪري پوءِ وڌائيندي هڪ هڪ وقت ۾ ٤٠ دفعا ڪري. پراڻ ايام شانتيءَ سان ڪرڻ گهرجي، آهستي آهستي چاليهن کان وڌائيندو رهجي. جي چار وقت نه ڪري سگهي ته [٢] ٻه ٽيم ڪري يعني هڪ پرڀات جو سورج اڀرڻ کان اڳ ۾ دسا شؤچ ڪريا لاهي هٿ منهن ڌوئي ڪرڻ کپي، ٻيو ٽيم سنجها جو سج لهڻ کان پوءِ ڪرڻ گهرجي. تنهن کان پوءِ ٻلي ٻوجن کائجي يا کير ٻي جڏڻ بلڪل سٺو آهي. جي شرير جي پرڪرتي دوش ڪري سپاوڪ ڪجهه ٿي پوي يعني اجيرڻ يا آپ وغيره يا ٿڪاوٽ هجي ته رات جي وقت اڀياس ٿورو ڪجي. گهٽو ڪبو ته ڦڦڙ نربل [ڪمزور] ٿي پوندا. ٻيو ته پراڻ ايام ڪرڻ جي مهل شرير ڪي سوڌو ۽ چڪيل رکجي، ٻر ڦڦڙن ۽ ڇاتيءَ کي ڍلو رکجي. انڪري وايو [پراڻ] وڏندو ۽ ڪنهڪ کي ٻه وڌائي سگهجي ٿو ۽ ڦڦڙن کي سيٺي تاڻي رکڻ ڪري ڌڪو پهچي ٿو، جنهنڪري اوگراڀون گهٽيون يا ٽڪ ٽڪ وغيره نقصان ٿي پوي ٿو. جي ڪنهن وقت اهڙي حالت ٿئي تہ اهي مهل پراڻ ايام بند ڪري ڇڏجي ۽ شيرس آسن ڪرڻ گهرجي تہ ڦڦڙ زور وارا بلوان ٿي وڃن. حالت سڌارڻ کان پوءِ وري اڀياس ڪرڻ گهرجي ۽ پراڻ ايام ڪرڻ وقت مول بند لڳائي ڇڏجي. اهو هن ريت آهي -

معنيٰ هرڪنهن کي وس ۾ ڪري سگهڻ، اهي اٺ وڏيون آهن. ٻيون ڏهه سڌيون ننڍيون آهن. اهي يوگ شاسترن ۽ شريمد ڀاڳوت سڪند ٻارهون اڌياءِ پندرهون شلوڪ ۾ ستون تنهن ۾ لکيلون آهن. اهي هيءَ آهن.

١- بدن پيدا نه ٿين ٢- دور شروڻ ٣- دور درشڻ ٤- منو جو ٥- ڪاميت روپ ڌارڻ ٦- پرڪاي پرويش ٧- س اڇا مرتيو ٨- ديو ڪريڙا درشڻ ٩- سنڪلپ انوسار پراپتي ١٠- وچن سڌي اهي ڏهه آهن. سڌيون ان قسمن جون آهن- هڪ اُهرا ٻي پرا. تن ۾ وشين ۽ گن رس سنبنڌي وغيره اپرا آهن، اهي ٻيا وري اتم، مديم ۽ اڌم انهن ٽن ڀيدن جي ڪري ٽن قسمن جو اپرا سڌيون آهن. اهي مموکيه وارن کي ٿيا ڳڻ يوگيه آهن. ان کانسواءِ ٻي قسم واري پنهنجي سروپ آنند روپ جي انڀو سان پڪي استي ٿيڻ، سا پراسڌي آهي اها گرهڻ ڪرڻ گهرجي. ان جو اڳتي ورنن ٿيندو.

نوٽ- سڌين جي لاءِ وڏيڪ ڏسو شاستر ٻوڌانڪ ۾ صفحي ٢٢١ کان صفحي ٢٢٦ تائين جنهن ۾ ٢٩- اُٺتيهه سڌيون سروپن جي سمجهاڻيءَ سان ورنن ٿيل آهن.

سمجهو پرش ۽ سچي برهم آنند وارا انهن کي وگهن سمجهن ٿا. گهڻا اگياني لوڪ ماڻهو سڌين واري (ڪرامات ملائيندڙ) کي وڏو گياني ۽ پهتل سمجهندا آهن اها انهن جي ڀل آهي. ويچار ڪري ڏسو ته اهي سڌيون سچي برهم آنند جيون مڪتيءَ جي سک ۾ رڪاوٽون آهن ۽ انهن کان وڏو ايمان وڌي ٿو، جنهن کان ڪروڌ پڻ وڌي ٿو، ڪروڌ کان برشارت جو ناس ٿئي ٿو تنهنڪري خبردار رهجي انهن ۾ ڦاسڻ نه گهرجي ايڪاگر چت سان برتي اهار ڪو ڪرڻ گهرجي. ان کان پوءِ پنجون انگ پراڻ ايام ڪرڻ گهرجي. اهو هيٺين وويڪ ۾ پڙهو.



ايڪ برڪارن جون آهن. هر تن ۾ مکيہ [٢٧] ستاويهہ قسمن جون آهن - ١- مها مدرا ٢- نيو مدرا ٣- اڏيان بند ٤- جالندر بند ٥- مول بند ٦- مها بند ٧- کيچري مدرا ٨- وپريت ڪرڻي ٩- بولي مدرا ١٠- وجرولي مدرا ١١- شڪتي چالني ١٢- تڙاڳي ١٣- منڊوڪي ١٤- شامبوي ١٥- پنچ ڌارڻا ١٦- اسوني ١٧- پاسني ١٨- ڪاڪي ١٩- ماتنگي ٢٠- ڀجنگي ٢١- مها ويڌ ٢٢- انبچ مدرا ٢٣- يوجري مدرا ٢٤- جاچري مدرا ٢٥- اگوچري مدرا ٢٦- بدرا مدرا ٢٧- اُنمني مدرا. اهي ٢٧ مدرائون ٿيون ، انهن مان جيڪي ۾ مدرائون ساڌي سگهجن ، اهي اسٿرتا پيدا ڪن ٿيون. انهن مان ڪن جو لکشڻ (سروپ) ترتيڪو اڳتي ورتي ٿيل آهي.

## هٺ يوگ جو ٤- انگہ پرتيہ اهار ورنن

من چنچلتائي ڪري جتي جتي وڃي ، اتان ورائي آتما ۾ لڳائڻ انوي. ڪي پرتي اهار چئجي ٿو. ان جو ڦل اندر جي شانتي ۽ سڌيون ۽ پراپت ٿين ٿيون. ۾ انهن سڌين ۾ من کي نہ اٽڪائجي ، جو تہ اهي سماڌي ۾ روڪين وجهندڙ آهن.

**پرشن** - سڌيون ڪاکي چون ٿا ۽ ڪيتريون آهن؟

## اتر - (ارڙهن سڌين جو سروپ ورنن)

سڌي معنيٰ بنا تڪليف جي عجيب شڪتي (قدرت) پراپت ٿيڻ. اهي مکيہ اٺ وڏيون سڌيون آهن (١) اڻيما سڌي - يعني تمام سوکيم روپ ٿي سگهڻ (٢) مهيما سڌي - معنيٰ تمام وڏي ۾ وڏو ٻواڙ جيترو روپ ٿي سگهڻ (٣) لگهما سڌي - معنيٰ ڪپهہ کان ۾ هلڪو ٿي سگهڻ (٤) گريما سڌي - معنيٰ تمام ڳرو ٻواڙ مثل ٿي سگهڻ (٥) پراڪاميہ سڌي - معنيٰ سڀ ڪنهن جي اندر جي ڳالهہ کي ڄاڻي سگهڻ (٦) پراپتي سڌي - سنڪلپ ڪرڻ سان سڀڪجهہ پراپت ڪرڻ (٧) ايشتو يعني ڪرڻ سان مرضيءَ موافق ملائي سگهڻ (٨) وشيتو سڌي

انهيءَ آسن جا ٻيا ٻه ڀيد آهن ٻه مکيه اهوئي آهي. انهيءَ طرح هميشه
ورهڻ ڪري دل بهادر رهندي، دماغي طاقت ۽ همت وارو ٿيو وغيره.

**پرشن** — انهن آسنن جي سادنا ۽ ويهڻ ابياس ڪٿي ڪرڻ گهرجي؟

**(يوگ ابياسيءَ جي لاءِ استان جي سمجهاڻي)**

**اتر** — جنهن ديش جو راجا سٺو هجي، لوڪ جا ٻيا ماڻهو ٻه
ڌارمڪ هجن. جاڪاڻ ته جي ماڻهو ڌرمي نه هوندا ته وگهن وجهڻ
جون رڪاوٽون ٿينديون جنهنڪري ابياسيءَ کي ڪاميابي نه ٿيندي. ٻيو
ڏڪار وغيره نه هجي ۽ گوڙ يا اهڙو ڪو اپدرو وگهن جهڙو نه
هجي بلڪ ايڪانت استان شانتيءَ وارو هجي. ٻيو ڪو جيو جنت،
مڇر، منگهڻ، ماڪوڙيون وغيره نه هجن. ان کانسواءِ اگني، جل جي
نديءَ ۽ واريءَ جي لت وغيره کان ٻري رهجي. اهڙي هنڌ ڪٿيا
نه هجي جتي هوا ڀالي شد ۽ گلن وغيره جا سگنڌيءَ وارا وڻ ٻڻ هجن.
اهڙي استان ۾ نرڀئه ٿي رهجي يعني شينهن، نانگ وغيره جو ڀؤ اصل
نه رکجي. جو ته اهي جيتوڻيڪ خوفناڪ جانور آهن پر اهڙن سچن
ابياسي پرشن جو ڀالو اصل ڪونه ولندا آهن. خود ايشور انهن جي مٿان
هردم چوڪي ڏيندو رهي ٿو. ان کانسواءِ ٻيو وڏو اڏمبريا وڏو مڪان
۽ گهڻو ناٽ وغيره اپاڏي نه هجي ۽ ڪٿيا ۾ مورتون (فوٽو) رشين
منين، سنتن ۽ ديوتائن جون چوطرف ٽنگيل هجن. اهڙو نروگهن
استان ڳولهي تنهن ۾ يوگ سادنا ڪرڻ گهرجي. انڪري جلد سڌي
حاصل ٿئي ٿي. پورڻ آسن ڪو ڪري يعني هڪ آسن ۾ گهٽ ۾
گهٽ ساڍا ٽي ڪلاڪ بنا تڪليف جي ويهي سگهجي، تڏهن سمجهجي
ته آسن سڌ ٿيو آهي. جنهن کان پوءِ ٽيون انگ مدرا ڪجي.

**(٣- هٺ يوگ جو انگ 'مدرا' ورنن)**

مدرا معنيٰ جنهن جي ڌاران پراڻايام، پرتيه اهار، سماڌيءَ جي
سڌي ٿئي ۽ سهائتا ملي تنهن کي مدرا چئجي ٿو. اهي مدرائون

آسن (۴۲) گرپ آسن (۴۳) سروانگ آسن (۴۴) پاد انگشٺ آسن (وام
دڪشڻ) ۽ دست پاد انگشٺ آسن (۴۵) اُتان پاد آسن (۴۶) ايڪ پاد
هل آسن ۽ دوي پادشر آسن (۴۷) ڪرڻ پيڙ آسن ۽ ڪند پيڙ آسن (۴۸
آسن (۴۹) ڪورم آسن ۽ اُرڌ ڪورم آسن (۵۰) جانو لڳن هست
آسن (۵۱) لول آسن (۵۲) تلتا آسن (۵۳) ڪوڻ آسن ۽ ترڪوڻ آسن
(وام ترڪوڻ، دڪشڻ ترڪوڻ، پورڻ ترڪوڻ ۽ وام پاد، دڪشڻ پاد،
پورڻ پاد ترڪوڻ آسن اهي سڀ انهيءَ جا قسم آهن) (۵۴) چتش ڪوڻ
آسن (۵۵) وام پوجا آسن ۽ دڪشڻ پوجا آسن (۵۶) اُنڪت آسن (۵۷)
وام هست پشنڪر آسن (۵۸) والوم آسن (۵۹) يوني آسن (۶۰) گپتانگ آسن
(۶۱) شوڪا آسن (۶۲) سنڪت آسن (۶۳) رنبد آسن (۶۴) گو پونڇ
آسن (۶۵) اشتر آسن (۶۶) مرڪٽ آسن (۶۷) مڪر آسن (۶۸) منڊوڪ
آسن ۽ اتان منڊوڪ آسن (۶۹) هنس آسن (۷۰) پڪ آسن (۷۱) ڦودي،
آسن (۷۲) شلڀ آسن (۷۳) ورڪش آسن، ارڌ ورڪش آسن ۽ هست ورڪش
آسن (۷۴) سرپ آسن (۷۵) چيل آسن (۷۶) برهم چرانڪش آسن (۷۷)
ڪت آسن (۷۸) اجنتير آسن (۷۹) پروت آسن (۸۰) ڪوڪل آسن
(۸۱) اپدان آسن (۸۲) برڌ آسن (۸۳) آنند مدرا آسن ۽ شانتي پريه آسن
(۸۴) سمان آسن. اهڙي طرح اهي چوراسي آسن آهن. ڪي (۱۰۸) هڪ سؤ
... آسن پڻ چون ٿا اهي مٿين آسنن جي بيد اندر آهن.*

انهن چوراسي آسنن ۾ ڪي روڳ ناشڪ، ڪي پراڻ ايام ڪي
ڪندڙ ۽ ڪي سڌي ڏيندڙ آهن. آخر ۾ ست پرشن سولائيءَ لاءِ

* نوٽ — ان کان سواءِ ٻيا به گهڻئي قسمن جا آسن آهن جهڙوڪ
...من پدم آسن، پارشو پدمن آسن، ٺوڪا آسن، دولا آسن، پارشو
... آسن، چتش پاد آسن، وور ترڪ، وترڪ ۽ ترڪ آسن، اورڌ
جانو پال آسن، شبد آسن، پارشو ولت وکير آسن وغيره آهن. انهن
...ڪ "چوراسي آسن" نالي بمبئيءَ مان ملي سگهندو.

# وويڪ ٻيو - (٢)

(چوراسي آسن، پرتيه اهار جو سروپ، يوگ مدرائن جا
قسم، يوگ ست ٿيڻ لاءِ سمجهاڻي ۽ ١٨ سڌيون ورنن)

دوهرا - چوراسي مکيه آسن ڪيون، وويڪ دوسر ماهه
مدرا پرتيه اهار پن، سڌي اٺارهه آهه

هٺ يوگ جو ٻيو انگ آسن آهي. اهي آسن ڪل چوراسي لک آهن جنهن مهاديو يوگ ۾ ورنن ڪيو آهي. تن ۾ مکيه آسن چوراسي جيا ويا آهن. انهن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

(١) سڌ آسن. (وجر آسن. گپت آسن ۽ مڪت آسن ان جا ڪوي تن قسمن جو آهي) (٢) پدم آسن ۽ بڌ پدم آسن (٣) درڍ آسن (٤) وير آسن (٥) بدن مڪت آسن (ڪبي پير ۽ ساڄي پير ساڻ ۾ پيڊ آهن) (٦) ڏبر آسن (ان جا ۾ ڪبي پير ۽ ساڄي پير ساڻ ۾ پيڊ آهن) (٧) شواس گمن آسن (٨) پشچموتان آسن (٩) واياين آسن (١٠) ميور آسن (١١) متسيه آسن ۽ متسيندر آسن (١٢) ارڌ پدم آسن (١٣) ڪڪت آسن (١٤) گورکش آسن (پدر آسن) (١٥) اوڌ پدم آسن (١٦) ارڌ پاد آسن ۽ پورڻ پاد آسن ۽ وام دکشڻ پاد آسن (١٧) دڪشڻا آسن (١٨) شب آسن ۽ ارڌ شب آسن يا پربدڪاسن (١٩) اڏو آسن (٢٠) ڏنش آسن (٢١) دکشڻ پاد شر آسن (٢٢) اشٽر آسن (٢٣) ورشچڪ آسن (٢٤) سپت وجر آسن (٢٥) ڪڪر آسن (٢٦) ڏاڙ آسن (٢٧) جتو ڏنش دکشڻ پاد آسن (٢٨) اوڌ ڏنش آسن (٢٩) شنکهه آسن (٣٠) سوستيڪ آسن (٣١) شيرس آسن ۽ سمت آڌار شيرس آسن (٣٢) براڻ آسن (٣٣) يوگا آسن (٣٤) سوريه آسن ۽ سوريه پيدن آسن (٣٥) مرليو پنچڪ آسن (٣٦) پيرو آسن (٣٧) گرڙ آسن (٣٨) گومکر آسن (٣٩) اشٽ وويڪ آسن (٤٠) پسترڪا آسن (٤١) مها مدرا

## اٺون (گج ڪرڻي ڪرم ڪرڻ ۽ انجي سمجهاڻي)

دوهرا - گج ڪرڻي ڀي جا ٻيٺي، پيٺي پيٽ ۾ نير
ڦير ٻڪڻ سون ڪاڍيي، روڳ نہ هوئي شرير.

گج يعني هاٿي جنهن سونڊ سان پاڻي ڪڍي ڇڏي ٿو تنهن گج ڪرم ۾ ڪرڻ ۾ اچي ٿو. تنهنڪري انهيءَ جو نالو گج ڪرم يا گج ڪرڻي رکيو ويو آهي. اهو ڪرم ٻوجهن کان ٻاهر ڪڍي پهرين ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن وڪر وارو ٻوجهن يا ڪو اهڙو خراب کاڌو کائي وڌو هجي تہ اهڙي وقت ۾ کاڌي کان پوءِ هيءَ ڪريا ڪري فائدو وٺي سگهجي ٿو. انهيءَ جي ريت هيءَ آهي - روز ڏندڻ ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي مرضي اوسار خوب پاڻي پي ڪري پوءِ آڱر وات ۾ وجهي الٽي ڪرڻ گهرجي. اهڙي طرح جڏهن اهو ايياس ٻڪو ٿيندو تڏهن پوءِ آڱر وجهڻ کان سواءِ ئي اچا سان پاڻي ٻاهر ڪڍي سگهبو. جي ان وقت تولي ڪرم ڪري پوءِ جل وات کان ٻاهر ڪڍجي تہ امام فائدي مند آهي. اهڙي نموني مٿيون ايياس ڪندي جڏهن ڏسجي تہ وات مان جهڙو پاڻي پيتو ويو تهڙوئي صفا ٿيو آهي. تڏهن سمجهجي تہ هاڻي پورڻ صفائي ٿي آهي. گهڻو ڪري پت ۽ ڪرتيءَ جنهنجي وڏيڪ آهي تنهن لاءِ تہ هيءَ ڪريا امام فائدي واري آهي. هي شش اهڙيءَ طرح مٿي ڪت ڪرم ورڻن ڪيا چڪا. انهن سان سيدي ناڙين سميت شرير جي جڳهيءَ طرح شدي ٿئي ٿي، جنهنڪري پراڻن کي گهڻو وقت روڪڻ آساني ٿئي ٿي. اهو ٿيون انگم هٺ يوگ جو پورو ٿيو باقي ڇهہ انگم هيٺ پڙهندا.



ٻرمارت ڏرشٽي، شڌ اهار- وهنوار ۽ چت ڦرڻ ڪان شانت
۽ يرـ نيم وغيره ڪاهجن. ٻوءِ آسڻن جي اڀياس سان ناڙيون نر
بعد ترانڪ ڪرڻ گهرجي. جاڪاڻ تہ ناڙين جي ڪنن هٺڻ سبب
ٿيچي ٿو. تنهنڪري آسڻن جي اڀياس ڪي هٺڻ وقت اکين جو
( اکين جي ڪسرت ) جو اڀياس ڪرڻ ٻڻ وڏيڪ لاڀ دايڪ
اهو هن ريت آهي.

ٻرڀات جي وقت شانتيءَ سان استرٿي، اکين جي درشٽيءَ
آهستي کبي کان سڄي، هيٺ مٿي طرف گهمائجي ان ڪريا کي ا
جو وياام ( ڪسرت ) چون ٿا. انڪري نيٽرن جون نسون مضبوط ٿ
ٿيون، جنهن کان ٻوءِ ترانڪ اڀياس ڪرڻ ۾ نقصان نہ ٿيندو بلڪ
فائدو ئي ٿيندو. ٻيو مٿي ڏيکاريل ٽن قسمن جو اڀياس ڪنهن ۾ جيڪ
جهڙي اڀياس جو لائق هجي سو ٿهڙو ترانڪ ڪري. سڌ آسن يا سوسيتڪ
آسن ۾ سڌو ويهي نظر لڳائي ٻر نہ تمام شور سان ڪي تمام نماڻيءَ
طرح سان هجي. ٻوءِ جڏهن اکين مان جل وهي تڏهن اکيون گهڙي
کن بند ڪري ٻوءِ اٿي ڪڙو ٿئي. وري ٻئي وقت تي ترانڪ ڪري.
ٻر اٿڻ وقت اکيون ٿڌي پاڻيءَ ياگلاب يا ٽڦلي جي پاڻيءَ سان ڌوئجن
تہ وڏيڪ فائدو آهي. جاڪاڻ تہ انهيءَ اڀياس ۾ اکين ۽ مغز جي
گرمائش وڌي ٿي. انهيءَ لاءِ نيتي ڪريا ڪرڻ گهرجي ۽ مٿيڻن پاڻيءَ
سان اکيون ڌوئجن. ٻيو ٻوڄن کائڻ ۾ بہت وڏائيندڙ ۽ قبضي ڪندڙ
شيون نہ کائجن مطلب تہ ستي گٽي کاڌو کير ۽ سٽيڪ جڳيءَ طرح
کائجي. اهڙي نيمن ئي روز مرهہ هلڻ ۽ ڏيري ڏيري اڀياس وڌائڻ
سان ڏهن ٻارهن مهنن جي اندر ٻورڻ سڌيءَ کي پائي سگهبو يعني من
جا سنڪلپ ( آشائون ) ٻورايون ٿينديون رهنديون، ٻئين منشن جي
اندر جو حال جاڻي سگهندو ۽ ٻري رهندڙ ٻدارٿن جو گيان ٿئي ٿو،
ٻيو "مسميريزم" جا ڪم ۽ فائدا سڀ ٻراپت ٿين ٿا. اهڙيءَ ريت
مٿيون ترانڪ اڀياس گروءَ دواران ڪرڻ گهرجي.



پرڪرتي پرڌان هجي اهو پورلي وغيره وارو منڊ (وجولو) ترانڪ ڪري.

نوٽ:- هيءَ ڳالهه ياد رکڻ ضروري آهي، جڏهن ڪنهن کي ان تن ورهن کان اڳ پورائين ساڻي، تپ يا سوچ جي بيماري ٿي هجي يا سنهو دق تپ، رت ۾ ناڙين ۾ خرابي، يا پرڪرتي وڌندڙ وغيره ڪنهن بيماريءَ ۾ ورتڪل هجي يا تماڪ، گانجو، چرس، ڀنگ، شراب عمل وغيره ڪنهن نشي جو ابياسي (وشٽي) هجي تنهن کي اهو ڪنهن به قسم جو ترانڪ نه ڪري جو نه اهو لائق نه آهي. اهڙيءَ طرح جنهن ڪي تن ۾ تمام گهٽيون جتناءُون يا ڪروڌي يا ڪنهن شوڪ گهٽيءَ ۾ ورتڪل يا شاستر پستڪ پڙهڻ وارو (وديارٿي) يا ٻاهر تي ڪم ڪندڙ يعني مشين انجڻ جي تهت ۾ وهڻ وارو سو به هن ترانڪ ڪريا ۾ مشغول نه ٿئي. هن وقت ۾ ڪي منش ماس مڇي کائيندڙ، شراب پيئندڙ عمل يا ڪو نشو ورتائيندڙ وغيره اهڙن نشن (نه ورتائڻ جوڳيه) وسعن واپرائيندڙ ۾ "مسميريزم" وديا جي سڌ ڪرڻ لاءِ ترانڪ ڪن ٿا. پر اهڙن منشن جو ابياس پورڻ ٿيڻ ناممڪن آهي.

اهي ڪڏهن ۾ ڪامياب نه ٿيندا. ڏٺو ويو آهي ته ڪن جا ليتر نظر کان هليا وڃن، ڪن جا مغز خراب ٿيو وڃن، سو رڳو منٽن سڀن ڪري ٿئي ٿو. باقي جڏهن شاستر آڳيا موجب اهار وهنوار شڌ رکيو آهي ۽ وشواس سان ابياس ڪيو آهي، انهن کي پورڻتا کي پراپت ٿيا آهن.

پرشن- هي سوامي! ڪرپا ڪري ترانڪ ڪرڻ جا نيم ۽ رستو ٻڌايو؟

**اتر- (ترانڪ ڪرڻ جا نيم ۽ مسمريزم جو رستو ورنن)**

ترانڪ ڪرڻ جا وقت هڪ پرڀات جو ٽين کان ڇهجي ٻجي تائين ٻيو شام ۷ کان نوين ٻجي تائين آهي. جنهن ۾ شانتي، ايڪانت ۽ انڌڪار هجي جنهن ڪري چت جلدي ايڪاگر ٿي وڃي. الڪاسراءِ [illegible] جي ٻڻ ضرورت آهي- آتم وشواس، ڪو سنڪلپ،

جوڙيندا آهن. انهيءَ ڪرڻ مان فائدا:- جدرا اکين وڏي ٿي، ٻڪ سٺي
لڳي ٿي، هاضمو سٺو ٿئي ٿو. مطلب گهڻو ڪري پيٽ جا سڀ روڳ
ناس ٿين ٿا. مٿي ٻڌايل ڌوتي بستي ۽ انهيءَ نوليءَ ڪري سڌ ٿين
ٿيون. ۽ انهيءَ ڪريا ڪانسواءِ ڪنڊلني شڪتيءَ (انهيءَ جو اڳتي ذڪر
ٿيندو) جو گيان ٿيڻ ناممڪن آهي. تنهنڪري يوگ ابياسيءَ کي
نولي ڪريا ضرور ڪرڻ گهرجي.

## (٥- ترالڪ ڪرم ڪرڻ ۽ انجي سمجهاڻي)

ايڪاگرجت ٿي ڪري اکين جي درشٽي ڪنهن سوکيم
پدارٿ ۾ ٽڪ ٽڪ لڳائجي، ۽ اکين جو نظر ايستائين ٽڪ ٽڪ لڳو
رهي جيستائين گرم پاڻيءَ جا لڙڪ نه وهن. لڙڪن وهڻ بعد اکيون
بند ڪجن. پوءِ ٿڌي پاڻيءَ سان اکيون ڌوئي ڇڏجن. انهيءَ کي
يوگيشور ترالڪ چون ٿا. وڏيءَ موجب ابياس ڪرڻ ڪري هيٺيان
فائدا ٿين ٿا:-

اکين جا روڳ سڀيئي ناس ٿين ٿا، ننڊ، آلس وغيره دور ٿي
وڃي ٿو. ۽ "مسميريزم" جي سڀيئي شڪتي حاصل ٿئي ٿي. انهيءَ
ڪري ڪيترائي حڪيم ڊاڪٽر فائدا وٺي ماڻهن کي شفايات ڪن ٿا.
انکانسواءِ نظر تيز ٿئي ٿي، من ۾ ايڪاگرتا شانتي اچي رهي ٿي.
يوگي مهاتمائن هن ترالڪ يوگ جي ڳالهين کي گهڻو رکيو آهي.

**پرشن** — هي بريرا نوهان ڪريا ڪري ترالڪ جون ڳالهيون
ڪولي سمجهايو؟

**اتر** — هي شش ا ويد آپديشن ۾ ترالڪ جا قسم اندر، ٻاهر ۽
وچ انهيءَ پيد ڪري ٿي آهن. اهو هيٺ مختصر ٻڌائجي ٿو. هردي ۾
يا ٻنهي ڀرونئن جي وچ (ڀرڪٽيءَ) ۾ اکيون بند ڪري جت استر
رکي اندر ورتي روڪي اکين سان ڌيان لڳائجي، تنهن کي انتر ترالڪ
چئجي ٿو. اهو گروءَ يا ڪنهن يوگيءَ سنت کان سکي ڪرڻ گهرجي

هميشه بيمار رهي ته ڊاڪٽرن جو هر وقت ۾ شڪار بڻيو رهي، ۽ جيڪي جتنا بڻن جو پاو جاميند ڙ سي هن بستي ڪريا مان قدرتي فائدا وٺن تا مگر هن جي استعمالي ڪرڻ جا طريقا سکڻ گهرجن. ٻوءِ ڪيترين ئي بيمارين ٺسي ڪم آڻي سگهجي ٿو. انهن ڏولي، نيتي ۽ بستيءَ جي ڪرڻ جو ٺير صبوح جو سويل نيراني جو آهي ۽ بستي ڪريا دشا ڪري ٻوءِ ڪرڻ گهرجي. انڪان ٻوءِ اڌ مدو ڪلاڪ آرام ولي ٻلي سنان ڪاڻي ڪجي. هن ۾ جلاب وانگر ڪري (رڪم) نه آهي مگر ٿي سگهي ته نرم ڪاڏو ۽ ستو گڏلي بدارت کائجن ته وڌيڪ تندرستي رهندي.

اهڙي طرح مٿين ريت بستي ڪرم ڪجي، ۽ بستي ڪنهن لاچار پيٽ ۾ سور وغيره ضرورت وقت ۾ هر ڪنهن ٺير ٿي ڪري سگهجي ٿي. بستي ڪرڻ مان فائدا گهڻئي آهن ۽ انهمان ڪي ٿورا هيٺ ڏجن ٿا: هڪ آنڊن جي صفائي آهي پيو هرقسم جو بخار، مٿي جو سور، ڦيري، زڪام، کنگهه، يرقان، سائي ۽ هر ڪنهن عضوي جو سور وائي بادي يا گرميءَ کان هجي، هدياجو، بواسير موڪا خوني يا بادي هجن، دائمي قبضي، پيٽ جو سور، سوري وغيره دست ۽ بين ڪيترين بيمارين کي ناس ڪري ٿي ۽ ويريه ٻڻ مضبوط ۽ صاف رهي ٿو.

## (٤- نولي ڪرم ڪرڻ ۽ انهي سمجهاڻي)

نولي معنيٰ پيٽ کي کاٻي ۽ ساڄي پاسي هلائڻ ۽ اندر ٻاهر ڪرڻ. اما هن ريت ڪجي:- جيلهه کي هيٺ نمائي ٻئي هٿ گوڏن تي جمائي جهلجن ٻوءِ ٻرانن کي ريچڪ يعني ٻاهر ڪيڍي ۽ پيٽ کي اندر ڪوئي هنيءَ سان لڳائجي وري پيٽ ڪسي ٻاهر ٿي اڇل ڏيئي ڪڍجي ته ۾ وڏا ٻلا نڪري ظاهر ٿي پيندا نه ته ۾ ۾ ٺسي دفعا ائين اندر ٻاهر ڪبو ته ٻوٽ پاڻيهي ظاهر ٿيندا. ٻوءِ انهن کي ساڄي کان کاٻي ۽ کاٻي کان ساڄي پيٽ کي چڪيءَ وانگر هلائجي جنهنڪري سيني ۽ آنڊن جي ڪسرت ۽ صفائي ٿئي. انهيءَ کي سڌ يوگي نولي ڪرم

سوائي ٿي ويٺي آهي اهو ٻاهر سان ٻاڦ ۽ نليءَ سوڌو ٻهر ولي رکجي،
انهيءَ کي اينيمايا پچڪاري ٻه چوندا آهن. مگر ٻهر وڏو هجي جنهن
۾ سير پاڻي پئي سگهي، اهو ننڍي کي پاڻيءَ سان ڀرئجي، ٻاڦ جو هڪ
مٿون ٻهي جي ڍڪڻ ۾ ۽ اهو نليءَ ۾ لڳل نليءَ کي بند رکجي. اهو
ٻهي ۾ سير پاڻي تازو يا نير گرم وجهي پٺ ۾ ڪوڪو ڪوڙي ٻهي کي
ٽنگجي. پاڻ هيٺ ٻهي جي سامهون ليول ٿي ڍائي پاسي سمهجي اهو
نليءَ ۽ گديا کي ٿورو سٽيپ زور مکي ۽ نليءَ کي گديا ۾ اندر آهستي
ڪري پائجي. انهيءَ کان اندر وجهي اهو نليءَ جي چاپيءَ کي ٿورو ڍڪڻ
سڌو ڪري مٿون کولجي ته سڀ پاڻي اندر چڙهي ويندو ۽ پيٽ ۾
پوري گورائڻ معلوم ٿيندي، اس سوءِ چاپيءَ کسي اٿو ٿيرو ڍڪڻ بند
ڪري آهستي نلي ڪڍي وٺجي اهو پئي مدت ترسي سگهي ته چڱو
آهي نه ته پلي پخاني ۾ وڃي حاجت لاهجي. اهو ڪم لاهي اهو اجي
ٻهي ۽ نليءَ کي ڌوئي صفا ڪري رکي ڇڏجي. نايءَ کسي صابڻ
سان ڌوئڻ سٺو آهي. وري پئي ڏينهن ڏيڍ سير پاڻي وجهي ساڳئي
نموني ڪجي ۽ ٽئي ڏينهن ان سيرن پاڻيءَ سان ڪجي اس نوجوان
۽ وڏن لاءِ ٻه سير پاڻي ڪافي آهي، جنگيءَ طرح ڪولن ۽ آنڊن
آنڊن کي صفا ڪري ڇڏيندو. جيتوڻيڪ اندر ڪولن ۾ ٻه سير پاڻي
جهلي ٿي پر ٻه سير پاڻي گهڻوئي آهي ۽ ڏسجي ته صفائي پوري نه
ٿي آهي ته وري پئي ڏهي بستي ڪرڻ گهرجي مگر پاڻيءَ کسي جيترو
اندر روڪي جهليندو اوترو فائدو آهي. ان مان هميشه جي قبضي دلس
ٿي ويندي ۽ دامو ٺيڪ رهندو. اما بستي هڪ مهني جي ٻالڪ کان
ولي سو ورهه عمر تائين ڪري سگهبو ۽ پين جلابن وغيره کان جي تمام
آنڊن کي طاقت مند ۽ ڪارائتي آهي پر من جو ڪي ڪي ڊاڪٽر ڪندڙن
ڪندا آهن، تن کي سمجهو نه پوري طرح تن جي فائدن جي خبر نه
آهي [illegible] ڪين هي ڪا لالچ آهي جنهنڪري منع ٿا ڪن. جو نه ٿاڻو

ناڙيون صفا ٿين • پوءِ وات کان ڇڪي ڪيڏي ولڇي وري ڏوئي نڪ
جي ٻئي پاسي ڪجي پوءِ نيتيءَ کي پاڻيءَ سان ڌوئي صفا ڪري
رکجي ۽ پاڻيءَ سان گرڙي ڪري تيل مٺو يا بادام روغن جون ٻه ٽي
آڱريون سڙڪي ڇڏجن ته وڌيڪ فائدي مند آهي•

اهڙيءَ طرح بيماريءَ جي حالت ۾ هر روز ڪجي نه ته ٻئي يا
ٽئين ڏينهن ڪرڻ گهرجي• اها نيتي ٻن قسمن جي آهي هڪ سوتر نيتي
ٻي جل نيتي تنهن ۾ سوتر نيتي مٿي ورڻن ٿي چڪي• باقي جل
نيتي هن طرح آهي:- تازي پاڻيءَ ۾ ٿورو لوڻ گاري ڪاچ جي
جهڙڪي (بازار مان ملندي آهي) آڻي مٿيون پاڻي ان ۾ وجهي نڪ
جي هڪ پاسي کان منهن رکي اندر پاڻي وجهجي جو وري ٻئي نڪ
جي ٻئي پاسي کان نڪرندو• اهڙيءَ طرح وري ٻئي پاسي نڪ کان
ڪجي• انهيءَ کي جل نيتي چئجي ٿو•

مٿي ٻڌايل نيتيءَ ڪرڻ مان فائدا:- نڪ جون بيماريون جهڙوڪ
[ن]ڪ جا موڪا، ٻڙدا سڇيل يا پوست، اکين جو ڏند ۽ گرمي وغيره
[..]ڪاڪڙي، ڪلين، گلي جي بيماري، ڏندن ۽ وات جون بيماريون،
[..]ڪن جون ۽ مٿي جون عادتي سور وغيره بيماريون ۽ ريش، نزلو
[..]لب ته گهڻيءَ کان ولي مٿي جا جيڪي ٻه مرض آهن سي سڀئي نيتيءَ
[..]ي ناس ٿين ٿا.

## (٣- بستي ڪرم ڪرڻ ۽ انهي سمجهاڻي)

جا هينا گديا جي دوران پاڻي ڪنچي اندر ڪولن (وڏو آندو)
[..]يدا آندا ٽن کي صفا ڪري گند ٻاهر ڪيڏي انهيءَ کي بستي ڪري
[..]ي ٿو. اها هن ريت آهي:- ڪي يوگيراج بانس جي نلي يا ڪا
[..]ڏاٿوءَ جي نلي ڇهه آڱر ٿهرائي اڌ اندر گديا ۾ ڪري ۽ ايڪوڙي
[..]پاڻيءَ ڪسي مٿي ڪنچيندا آهن پوءِ نولي ڪرم ڪري پاڻي ٻاهر
[..]ڻ ۾ اڇي ٿو. هن وقت ڊوش يعني حقني جي هڻڻ ڪري تمام

الي سار، سنڌن جو سور، ڪوڙهه، جگر جون بيماريون، ڦڦڙن جي خرابي، هڏڪي، نڙيءَ جي خرابي وغيره بيماريون ناس ڪري ٿي. هي شش ڀيڀڙن ۾ رهين جون گويا ٻنا خرچ اهيئي دوائون آهن جو آدمي ٻين دوائن ڪرڻ مان ، جئي سو ڏهن يوگ ڪرائن مان فائدو پائي ٿو.

## (٢- نيتي ڪرم ڪرڻ ۽ انجي سمجهاڻي)

جا ڪاڪڙي ڪان ولي مٽي، نڪ وغيره سيئي ڇون ڪري صاف ڪري الڪي نيتي ڄڻجي ٿو. نيتي لاهڻ ۽ ڪرڻ جي وات:- سٽ ڪچو ولي سائون جار گرانڊيون ڏگيا ڏورا الڪل ٻڌ رهن ڪسن گڏي ملائي پوءِ انهيءَ کي پوري وچ مان جهلي ٻيٺو ڪري مٿان ڪک گرانٺ ڪن ولجي. جتي وٽ پورو لٿي الي هميس سگهه مان ٻن تسن سان وراڪو ڏيئي گنڍ ڏيئي جوڙجي. جٿن وٽ ڦاڙو رهي. باقي سوا گرانٺ ڪن اڻ وليل رهندو سو رهڻ ڏجي. پوءِ ڪنهن ولپءِ ۾ ميڻ ڏرو پگهاري لنهن ۾ نيتيءَ جو وليل ڀاڱو منجهس ٻوڙجي ٻر هٿ آڱرين مٿي اڻ وليل ڀاڱي جهلجن الڪل سان ميڻ مان وليل ٽڪر ٻوڙي سڪائي ميڻ کي هٿ آڱر سان لسو ڪري رکجي. ڪرڻ جو وقت صبوح جو ليرائي آهي. پاڻي ليرگرم لونو پري نيتيءَ کي پسائجي اڻ وليل ڀاڱي کي آڱرين سان پاڻي نپورجي پوءِ ميڻ لڳل وليل ڀاڱو ڪمان وانگر ڪري سڌو نڪ ۾ وجهندو وڃجي، اهو نيتيءَ جو ڀاڱو هيٺائينءَ لي ڪاڪڙي ڏي لمڌ ڄجي جيٿن مٿي مغز ۾ لسو وڃي، جڏهن وات ۾ ڪاڪڙي ڪان اچي لڪري ۽ ڪاڪڙي کي لڳڻ وقت هٿ جي آڱرين سان وات مان ڇڪي ڪڍجي جڏهن وليل ڀاڱو سمورو ٻاهر اچي وڃي، باقي اڻ وليل ڀاڱو وات ۽ نڪ ۾ رهي ته نڪ وارن ٻوڙ کي ٻئي دست سان جهلي پوءِ ٻنهي جٿن سان ماندانڻيءَ وانگر اندر ٻاهر ٻئي دفعا ڇڪجي ته نڪ جا نار ۽ ٻيون

بي ڏوهين کي ڏند ڏيڻ وغيره آهن. تن کان پاسو ڪرڻ گهرجي
رشين وانگر يوگ وغيره قدرتي قاعدن تي هلڻ ڪري پنهنجي عمر
ورهيه سک شانتيءَ ۽ تندرستيءَ سان گذاري پرماتما ۾ لين ٿيون. قا
هيءَ آهن- جهڙيءَ طرح شرير کي ٻاهران ڏندڻ، سنان وغيره دوارا
صاف رکجي ٿو تيئن اندران به صفائي هيٺينءَ ريت ڪجي يعني هم
يوگ جي ڇهن انگ وارا ڇهه ڪرم ڌوتي، نيتي وغيره ڪجن.

## (١- ڌوتي ڪرم ڪرڻ ۽ سمجهاڻي ورتن)

جا اندر معدي، ڪائڻ وارين نلين ۽ ڇاتي ڦڦڙن کي ڌوئي ڪچرو
ڪيڏي صفا ڪري، تنهن کي ڌوتي چئجي ٿو. اها هن ريت ڪجي
چار آڱر ٻر (ويڪر) ۽ سورهن هٿ ڊگهو ڪپڙو آڻجي، پر سنهو ۽ نرم
نئون هجي. انهيءَ کي صابڻ سان ڌوئي صفا ڪجي پوءِ نيم گرم پاڻيءَ
يا کير ۾ پچائي آلو ڪري گروءَ جي ڏسيل اٽڪل دواران اهو ڪپڙو
وات ۾ وجهندو روٽيءَ وانگر گرڪائيندو وڃجي. پر روز ٿورو ٿورو
ڪري وڌائجي يعني پهرين ڏينهن هڪ هٿ، ٻئي ڏينهن ٻه، ٽئين
ڏينهن ٽي اهڙيءَ ريت سورهين ڏينهن سورهن هٿ، گرڪائي وڃجي،
ه ٿورو ٿڪر ٻاهر بچائي ڏندن سان جهلجي. پوءِ ٿي سگهي ته نولي
ڪرم (هيٺ ورتل ٿيل) سان پيٽ هلائجي نه ته هٿ ساڻ ئي ڇاتي
۽ پيٽ کي گهمائي ڦيرائجي پوءِ جلد ئي ڇڪي آهستگيءَ سان ڪپڙو
ٻاهر ڪيڏي ونجي، منجهس لڳل ڪف، پت ڪچرو نپوڙي صابڻ
سان ڌوئي صفا ڪري سڪائي رکي ڇڏجي. جي بيماريءَ جي حالت
هجي ته روز يا ٻئي ٽئي ڏينهن ڪجي نه ته ڇهين ستين ڏينهن ڪرڻ
گهرجي. پر جيڪڏهن ڪڏهنڪي ڪرڻ ۾ اٽڪ ٿئي ته روبرو ڏسي
ڪي ڪري فائدو وٺي سگهي ٿو. ڌوتيءَ ڪرم ڪرڻ مان فائدا:-
ار او گرايون، وائي بادي، پيٽ ۾ گوڙها، هيانچو، خراب سپنا،
دهاڻون، هميشه جي قبضي، هميشه جو زڪام، سلهه کنگهه ۽ دم،

وديا کان واقف هئا. ڏسو يوڳ بل جي وسيلي ڀيشم پتامه ڪال کي جيتي جواب ڏيئي ڇهه مهنا پاڻ جي سمڌا تي سمهيو پيو هو. سوامي رامتيرٿ همالي جبل تي وڃي شينهن جي سامهون ويهندا هئا ۽ هو انکي ڪا بہ شينهن ميٺ ڪنڌ ڪري ٿورو وقت بيهي هليو ويو. ۽ سوامي ديانند يوڳ بل سان زهر کي هضم ڪري ڇڏيو. هيو مشهور وڊوان سوامي وويڪانند جا گرو سوامي رامڪرشن پرمهنس جن، يوڳ جي ابياس ڪرڻ ڪري من تحريڪي من تي ايتري قدر ڦاهو جمايو هو ڪئين برسن ڪري ڏيکارين ته جڏهن مهل من ۾ خراب خيال آيو ته ماڻ ان وقت پنهنجو ڪنڌ ڪپيندس. مطلب ته سنسار ۾ اهڙو ڪو ڪم ڪونهي جو يوڳ جي وسيلي ٿي نه سگهي. ڪرشن ڀڳوان گيتا ۾ چيو آهي ته يوڳ سڀني ڏکن کي ناس ڪري ٿو.

” ڪٽتي ٿيرا اصر روڳ، تون ڪر پرساد ڪر راج يوڳ “

(ڳرنٿ صاحب ڳوڙي محلا ٥) وڌيڪ يوڳ جي تعريف ڪيتري ڪجي جيڪا ڪجي سا ٿوري آهي. مطلب سمجهڻ گهرجي ته يوڳ هڪ تمام عمدي وستو آهي ۽ من جون سڀئي مرادون پوريون ڪرڻ وارو آهي، پر اڄ ڪلهه جا ماڻهو انهيءَ کان محروم رهي هٿ ڌوئي ويٺا آهن جنهنڪري طرح طرح جون بيماريون پرآيت ٿي رهيون آهن ۽ رڳو ايترو ۾ موت جو شڪار بڻجي رهيا آهن. ۽ ڪيتريون ئي اساڃيون ماڻهون، بيدرون ودوائون سٽيون ويٺيون آهن. انهن جي هن وقت جيڪا دشا (حالت) آهي سا اکين سان ڏسڻ ڏسجي ٿي. اهو سڀ يوڳ وديا کان پري ٿيڻ ۽ پاپ ڪرمن ڪرڻ جو ڦل آهي. پاپ اهو آهي جنهن ڪم ڪرڻ ۾ ڀؤ ۽ شرم ٿئي ۽ جيان ۾ ڳلا ڪري پر ڪجهه ڪري مرڪڻ ڌرم وارا انسان هيٺين ڳالهين کي پاپ سمجهندا آهن. ١- شراب وغيره نشا ٢- جوا ٣- چوري ٤- ڌاڙو (ڦر) هڻڻ ٥- ٦- ڪوڙ ڳالهائڻ ٧- دغا ٨- لڄي ٩- رشوت وٺڻ ١٠-

**پرشن**— هي بريو! ڀهريون انگ ڪت (ڇهه) ڪرم ڪهڙا آهن؟

**اتر**- (١) ڌوتي (٢) نيتي (٣) بستي (۴) نولي (٥) تراٽڪ (٦) ڪپال ڀاتي. ڪي ودوان گنج ڪرتيءَ سميت ستن قسمن جا ڪرم چون ٿا. ڀهرين ڀهه ڪرم ضرور ڪرڻ گهرجن ڇاڪاڻ تہ انڪري شرير ۽ ناڙين جي جڳيءَ طرح شدي ٿيندي، سستي (آلس) نڪري ويندي، هيو شاريرڪ ۽ مانسڪ انتي ٿئي ٿي ۽ جنهنڪري آتمڪ انتيءَ ۾ داخل ٿي سچو سک پائي سگهجي ٿو.

**پرشن**— هي بريو! شاريرڪ، مانسڪ ۽ آتمڪ انتي ڇاکي ٿا چون؟

**اتر**- شاريرڪ انتي يعني جنهنجو شرير نروگ بلڪل تندرست ۽ ٻلوان آهي. مانسڪ انتي معني من پوتر (شدّ) ۽ انساني هجي ۽ آتمڪ انتي يعني آتم گيان نشچي ٿيڻ. ڇاڪاڻ تہ هيءَ منش جنم ملوڻي انهيءَ انتيءَ ڪرڻ لاءِ آهي. انهي لاءِ يوگ استعمال ڪرڻ بلڪل ڪارائتو آهي. جيتوڻيڪ آتمڪ انتيءَ (آتم گيان) جو ڪارڻ ويدانت شروڻ ۽ ستگروءَ جو مهاواڪيه (جيو ۽ برهم کي هڪ روپ ڪري ڄاڻائڻ وارو وچن) مکيہ ساڌن جيو ويو آهي. پر اهو بہ تيسين ڦل دائڪ نہ ٿيندو جيسين من پويتر (شدّ) نہ ٿيو آهي، پلي ڪتني سؤ گرو ڪري مهاواڪيه وٺي مگر آتم گيان نسچي اصل نہ ٿيندو. جئن تہ ميري ڪپڙي تي ڪوڙو بہ رنگ لڳي نہ سگهندو. تنهنڪري من روپي ڪپڙو صفا (پويتر) هئڻ گهرجي تہ آتم برهم گيان روپي رنگ لڳڻ ۾ دير ئي نہ ٿيندي. انهيءَ جو ڪارڻ يوگ ئي آهي، جنهن سان سڀ ڪجهہ حاصل ڪري سگهجي ٿو. ان يوگ جي وسيلي ڀارت ديش ۾ مهہ رشين طرح طرح جون وديائون قدرتون ظاهر ڪيون آهن. اٽڪل پنج هزار ڪن ورهہ ٿيندا جو مهہ رشي ويد وياس ۽ پاتنجليءَ جي زماني ۾ هرهڪ منش يوگ جي استعماليءَ کان اهڙو تہ واقف هو جهڙو راجا ڀوج جي وقت ۾ سنسڪرت

پرشن — هي ستگروا توهان مٿي جهڙيءَ ريت ٻه منتر يوگ ٻڌايو جو مون ورديءَ سان سڏايو. مهرباني ڪري ٻڌايو ته هٺ يوگ ڇا کي ٿو چئجي ۽ ڪيئن ڪرڻ گهرجي؟

اُتر — هٺ يوگ معنيٰ زوردستيءَ سان من کي وس ۾ رکي سروپ ۾ ملائڻ. اهڙيءَ رستي جنت جي شانتيءَ دوارا جيون مڪتيءَ جو سک حاصل ٿئي ٿو. هيءُ هٺ يوگ اهڙيءَ لاءِ بلڪل ڪارائتو آهي، جنهن جو من تمام چنچل ۽ وڪاري هجي، ۽ شرير ۾ روڳ رهندو هجي، تنهنڪري گهرجي ته ساڌن ۾ شرڌا (وشواس) سان گروءَ دوارا ٻڌايل رستي موجب هٺ يوگ جو ابياس ڪري. جيڪو گروءَ جي ٻڌائڻ کان سواءِ پوٿيءَ تي پڙهي يا ٻڌي پنهنجي خود خيال سان ڪري ٿو ته انهيءَ فائدي جي عيوض نقصان پهچائي ٿو. تنهنڪري جيڪو هٺ يوگ جو ابياس ڪرڻو هجي، سو گياني يوگي گروءَ دوارا وڌيءَ موجب ڪرڻ گهرجي.

هن هٺ يوگ جي ڪيتري مهما ورنن ڪجي. پهريان وڏا رشي مني سڌ يوگي جيڪي ٿي گذريا آهن، سي سڀئي هٺ يوگ جي وسيلي اوچ پدويءَ کي پهتا آهن ۽ قدرت کي ڪمال ڪيو اٿن. پر اڄ ڪالهه جي اسانجي ديش ڀائرن کي آلس سبب سستي ۽ پرشارت کان هيڻ ڏسي عجب ٿو لڳي! وڏي ڏک جهڙي ڳالهه آهي جو هيڙي ڀارت ديش کي هٺ سان هيٺ ڪرائي پاڻ دردشا ۾ اچي ڏک سهي رهيا آهن. هاڻي جلدي سجاڳي ڪري، آلس ۽ ڪمي ڪرڻ واريءَ ننڊ کي ڇڏي، شرڌا ۽ اتساه سان اڪل شڪتيءَ (قدرت) کي پرگهٽ ڪرڻ گهرجي. ان لاءِ هٺ يوگ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو ڪونهي. اهو هٺ يوگ هيٺينءَ طرح سڌ ٿئي ٿو. هٺ يوگ جا ست انگ رشين يوگين ڏيکاريا آهن، اُهي هيءُ آهن — (١) کٽ (ڇهه) ڪرم (٢) آسڻ (٣) مدرا (٤) پرتيا هار (٥) پراڻ ايام (٦) ڌيان (٧) سماڌي اهي هٺ يوگ جا ست انگ آهن.

## گيان لهر سنبن - (٧)

کوت

سچتر گيان لهر جوءِ، يوگ کي يکت سوءِ
شو شکتي پاوي سوءِ، سماڌي لڳائي هئه
کت کرم کو کماءِ، ڏيهه شڌي ڦل پاءِ
آسن ر مدرا لاءِ، ڪنڊلي جڳائي هئه
کت چڪر کرشي توڙ، پران ر اپان جوڙ
دسمي دوار دوڙ، ڪال کو ڀڳائي هئه
پن راج يوگ ڌر، سولهه سکر واس کر
کيول کرشن پر، برهم ۾ سمائي هئه



## وويک پوريون - (١)

(هٺ يوگ جو انگن سميت ورڻن)

ودرا- سچتر گيان لهر کا، پرتير اتر وويک
نرنو کرون هٺ يوگ کو، سات انگن ۾ ايک

رهن، انکي اڀياسو جب چئجي ٿو. ١٠- ڀرم - يعني جو ڀڳليءَ واڱر آواز
ساهه سواس ۾ جپجي. ١١- ماس يعني من ئي من ۾ الڳ جاپ ڪرڻ.
١٢- اکنڊ- يعني جو رات ڏينهن هر وقت ۾ ڪنڊوليءَ رهجي جنهن وچ
۾ کنڊن نه ٿئي؛ انکي اکنڊ جب چئجي ٿو. ١٣- اجپا جپ يعني
جيڪو سهج سڀاءُ ساهه سواس ۾ سوهنگ سوهنگ گروءَ دواران ولسي
جپجي ان کي اجپاجپ چئجي ٿو. ١٤- پردڪشڻا - يعني جو تلسيءَ يا پپر
يا مندر وغيره اهڙن کي پرڪرما (ڦيري) ڏيندي، اچاريندو وڃجي
اهو پردڪشڻا جپ آهي. اهڙن جوڙهن جپن جي جپڻ سان من جـون
مرادون پوريون، سڌي حاصل، دردو شڪ ۽ اسٿرتا ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح
گرنٿن جي پيد لي جپ پيا ۾ گھڻيئي قسمن جا آهن لنجو وڏيڪ وستار
ڪونه ٿو ڪجي. اهو منتر يوگ جو جوڙهون انگ پورو ٿيو.

**(١٥) انگ ڌيان**- يعني پنهنجي اشٽ ديو کي من سان چالڻ
۽ جتن ڪرڻ، تنهن کي ڌيان چئجي ٿو. انهيءَ ڌيان سان من وس
۾ ٿئي ٿو.

**(١٦) انگ مها ڀاو سماڌي**- يعني پورڻ پريم ۾ مگن ٿي اسٿت
رهڻ. انهيءَکي مهاڀاو سماڌي چئجي ٿو. انهيءَ جو لکشڻ هن ريت ودوانن
ورڻن ڪيو آهي. اکين مان پريم ۾ پاڻي اچڻ، وار ڪانڊ رجي کـڙا
ٿيڻ، شرير پاڻهي ئي سڌ ليڻ وغيره ادا مها ڀاو سماڌيءَ جي نيشاني
آهي. هي شش متي ڪنن ڪيل اهڙن سورهن انگن سان منتر يوگ سڌ
ٿئي ٿو. انڪري من ڀاس ٿي (پري) وڃي ٿو.

**پرشن** - اهو منتر يوگ ڪنهنکي ڪرڻ گهرجي؟

**اتر**- انهيءَ منتر يوگ ڪرڻ لاءِ سڀڪو منش استري، پرش،
ٻالڪ، پيرو سيڀئي ادڪاري (لائق) آهن. پيو وڏيڪ جهن يوگن
جو نرنو وستار سان هيٺ ورڻن ڪجي ٿو.

**گيان لهر ڇهين پوري ٿي**

آهي. تنهنڪري شڌ پويتر هنسا کان سواءِ بليدان ڏيڻ گهرجي
لاءِ وڏيڪ مهاڀارت ۾ رشي ويدوياس ٻڌ جيو آهي سو پڙهي ڏسو

**(١٣) انگم ياڱم** - يعني پوڄا ڪرڻ. اهاپن قسمن جي آهي
اندر جي، ٻي ٻاهر جي. تن مان اندر (من) جي پوڄا لاءِ شڌي
وقت ۽ ديش جي ضرورت ڪانه آهي. باقي ٻاهر جي پوڄا ڪ
۾ مٿي ٻڌايل سورهن قسمن جو ديو ديش تن کي آسري رکي ڪ
گهرجي. چاڪاڻ ته ديو ديش ۾ ديوتائون پرگهٽ ٿين ٿا ۽ درش
ڏين ٿا.

**(١٤) انگم جپ** - اهو چوڏهن قسمن جو آهي ١- نتيه جپ
٢- نيمتڪ جپ ٣- ڪاميه جپ ٤- نشڌ جپ ٥- پراسچيت جپ ٦-
اچل جپ ٧- چل جپ ٨- واچڪ جپ ٩- اپانسو جپ ١٠- ڀرمر جپ
١١- مانس جپ ١٢- اکنڊ جپ ١٣- اجپا جاپ ۽ ١٤- پردکشڻا جپ
اهي آهن. انهن جو مختصر ارٿ هيٺ لکجي ٿو - ١- نتيه يعني جو
هميشهه نيم سان گروءَ جي ڏنل منتر جو جپ ڪرڻ. ٢- نيمتڪ جيڪو
ڪنهن سمير يا اهڙن ڏينهن وارن لي ڪيو وڃي ٿو. ٣- ڪاميه يعني
ڪنهن ڪامنا پوريءَ ٿيڻ لاءِ ڪرڻ ۾ اچي ٿو جو گهٽنٿي قسمن جو
آهي. ٤- نشڌ يعني جو وڏيءَ ۽ نيم کانسواءِ فقط من مٿيءَ لي
جڻن اچي تڻن جپڻ. ائين ڪرڻ اشڌي آهي ۽ نقصان پڻ پهچي ٿو.
انهيءَ کي نشڌ جپ چئجي ٿو. ٥- پراشچيت يعني جيڪو پاپن جي
ناس ڪرڻ لاءِ جپجي ٿو. ٦- اچل يعني مون ڌارڻ ڪري هڪ جڳهه
ويٺي جپ ڪرڻ سو اچل جپ آهي. ٧- چل جپ يعني جيڪو هلندي
چلندي، ڳالهائيندي، سمهندي، وهندي وغيره ڪرڻ ۾ اچي سو چل
جپ آهي. ٨- واچڪ يعني جيڪو ويکريءَ واڻيءَ دواران زور سان ظاهر
ڪرڻ ۾ اچي، ان کي واچڪ جپ چئجي ٿو. ٩- اپانسو - يعني جو جپن
آهستي آهستي ڪجي جڻن فقط پاڻ ٻڌي سگهي ۽ اکيون اڌ کليون

جي ترپڻ ڪرڻ سان جت شڌ رهي ٿو. اهڙيءَ طرح اهو وڌيڪ موجب ترپڻ ڪرڻ منتر يوگ جو ڏهون انگ آهي.

(١١) انگ هون — يعني هوم ڪرڻ. اهو هن طرح آهي، جل سان برتوي صفا ڪري لي لبڪون ڪدي ۽ مول منتر جو اُچار ڪري، ڪهڙ ۾ يا ڪٺين ٿانو يا برتويءَ تي اگني اسٿاپن ڪري، گائتري منتر پڙهجي.

منتر

اوم ڀوُر ڀوَءَ سوَءَ تَت سويتر ورينيم ڀرگو

ديوسيہ ڌي مهي ڌيو يونہ پرچو ديات.

پوءِ جو، تر، گيهه، کنڊ ميون وغيره سان هوم ڪجي. اهڙي ديوتائون پرسن ٿيندا ۽ انتهڪرڻ شڌ ٿيندو.

(١٢) انگ بليدان- يعني ڀيٽا ارپڻ ڪرڻ. اهو ٽن قسمن سان آهي. ١- آتم بليدان معنيٰ پنهنجو پاڻ ديہہ ارپڻ ڪرڻ جهڙڪري ديہہ ايمان ۽ اڀياس جڏهين ڌرم ۾ لين رهڻ. ٢- وڪارن جو بليدان يعني ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار، ايرکا وغيره جڏهين ڇڏڻ. اهڙي ديوتائون پرسن رهندا. ٣- پويتر ڦلن جو بليدان معنيٰ انب ڦل ڦول ڀيٽ ڏيڻ گهرجن. ان ڪانسواءِ پسون ٻڪرن وغيره جو بليدان اصل نہ ڏيڻ گهرجي. جو نہ پسون ديوتائن جا ڀت آهن ان ڪسي ٻل چاڙهڻ ڪري ديوتائون بلڪل ناراض ٿين ٿا ۽ انهي بدلي ۾ ٻل چاڙهڻ وارن کان ھٿن جو ۽ پيس پيارن ٻدارن وغيره جو ٻل وٺي وڃن ٿا. پيو نہ جيڪي پسن ٻڪرن وغيره جي ٻل چاڙهين ٿا، اهي پنهنجي ڪاڻ جي ڪالهہ تي لڳي ڪري رهيا آهن. ويچار ڪرڻ گهرجي تہ ديوتائون ستوگڻي آهن ۽ سندن آهار وهنوار پڻ ستي گڻي آهي، اهي وري پسن جي ٻل ماس تمي گڻي، جيڪو راڪشن جو کاڌو آهي سو ڪيئن انگيڪار ڪندا! جو نہ اهو ڪم دئيتن راڪشن جو آهي پر ديوتائن جو نہ

جي سروپ جو من ۾ ڌيان ڪرڻ سان شدي ٿئي ٿي.
سدان، جهڙو ديش يا وقت هجي انهيءَ انوسار ڪرڻ گهرجن. اهڙيءَ
طرح اهو ستن قسمن جو سدان آهي. انهن سان ٻاهر شرير جي شدي ٿئي
ٿي هاڻي انهيءَ جو ڦل ٻڌ ـ

ٻاهر جي شديءَ ڪرڻ سان آرو ڳيتا (تندرستي) ۽ آتما پرسن
رهي ٿو، ۽ اشٽ ديو جي ڪرپا وڌي ٿي، ۽ اندر جي شديءَ سان
اشٽ ديوتا جو درشن ٿئي ٿو ۽ سماڌي پراپت ٿئي ٿي.

**(٣) انگ آسن** ـ اهي آسن چوراسي لک آهن، تنهجو اگهتي هٺ
يوگ ۽ راج يوگ ۾ جڳهءَ طرح ڪٿن ڪيل آهي، پر هتي منتر يوگ ۾
فقط مکيه ۾ آسن مجيا ويا آهن. هڪ موسٽيڪ، ٻيو پدم آسڻ، وهڻ
لاءِ جيو ويو آهي. آسڻ هيدان وچائڻ لاءِ سڪاپتا ۽ لسڪاپتا (اچا ۽
نر اچا) جي ڀيد (تفاوت) مڃڻ ڪري آسڻ ۾ ۾ ڦيرڦار گهٽ وڌائي
آهي. ”جڻن تر“ پٽ (ريشم) جو آسڻ، ڪمبل جو، ڊڀ جو، مرگ شالا
۽ شنگه شالا وغيره اهي آسڻ سڀ پويتر آهن، ۽ سڌي پراپت ڪرڻ
وارا آهن. پر سڪامي ڪرم ڪرڻ وارن جي لاءِ تہ ڳاڙهي ڪمبل (ڪتي)
جو آسڻ تمام ڪارائتو آهي، ڪاري هرڻ جي کل انهيءَ آسڻ تي وهڻ سان
گيان جي سڌي ٿئي ٿي. شنگه شالا تي وهڻ ڪري جيون موکيه سڌي ۽
ٻ جي آسڻ تي وهڻ ڪري عمر وڌيتي ۽ ريشم جي آسڻ تي وهڻ سان
گهه بيمارين ناس ٿين ٿيون. مگر گيتا ۾ لکيل جيئين اڌيائہ موجب تہ
ٿ ڊڀ مٿان مرگه شالا مٿانئس پٽ جو آسڻ تنهن تي وهڻ سان يوگ جي
ي پراپت ٿئي ٿي. پر تن ۾ شنگه شالا، چيتي ۽ ڪاري هرڻ جي کل
آسڻ انهن تي گروءَ جي اپديش ۽ آگيا کان سواءِ گرهستيءَ کي نہ
ڻ گهرجي. اهو منتر يوگ جو ٽيون انگ پورو ٿيو.

**(٤) انگ پنچانگ پاٺ** ـ يعني گيتا، سهسر نام، استوتر، ڪوچ
۽ مهن استوتر اهي آهن. مطلب تہ جو جو جنهن جنهن اشٽ ديو

(٢٣) ڏيرح ڌارڻ (٢٤) پويترتا رکڻ (٢٥) اپرگا ڏويش نه ڪرڻ (٢٦) ابهان نه ڪرڻ (٢٧) ست پرشن جا وچن مڃڻ (٢٨) ويد شاستر ۽ گروءِ ۽ شرڌا (وسواس) رکڻ (٢٩) پنهنجي وڏائي ۽ ٻين جي گلا نه ڪرڻ (٣٠) نمرتا ۽ (٣١) ٻين کي مان ڏيڻ ۽ ٻاڻ نرمان رهڻ (٣٢) ڪنهن کان نڊول ۽ لوڪ ڀاري نه ڪرڻ (٣٣) سڀني سان پريم ۽ محبت ميلاپ رکڻ (٣٤) هميشه نيڪ سنن سچن مڻش جو ڪرڻ وغيره اهي سڀ ديوي سمپتا جا گڻ آهن انهن سان اندر جي شڌي رهي ٿي. ٻي ٻاهر جي شڌي ـ سا وري ٽن قسمن جي آهي.

١ـ استان جي شڌي يعني رهڻ جي استان کـــي جل مٽيءَ هيٺي ليبڻ وغيره سان شد رکڻ. جيئڪڏهن جهنگل ۾ هجي ته پيرو ڙ، آئوري پل، ڌل، تلسيءَ، نم، انب، جمون وغيره اهڙن شـد وڻن هيٺ صفائي ڪري رهڻ، شڌي آهي. تتا گوشالا، گرو گهر، ديو مندر، تيرٿ، نديءَ جو ڪپ، اهڙن هند رهڻ سان سڀاويڪ شڌي آهي الي پلي منتر جاپ، پوجا، شيوا ڪرڻ گهرجي.

٢ـ دشا جي شڌي يعني شيوا پوجا، منتر جپڻ وقت اتر دشا يا اپرندي طرف منهن ڪري ويهجي ۽ جي ستگرو سمت روبرو هجن ته انهن ڏي منهن ڪري وهڻ شڌي آهي.

٣ـ شرير جي شڌي جا سنان ڪرڻ سان ٿئي ٿي. مگر سنان ستن قسمن جو آهي. ١ـ منتر سنان يعني پرماتما جو منتر (نالو) ولي جل پري سان ڪرڻ (٢) ڀؤم سنان يعني ڪبلؤ ڀسائي الهيءَ ســان شرير کي مٽي صفا ڪرڻ. (٣) اگني سنان يعني ڀسمي لڳائڻ سان. (٤) وايو سنان يعني گائش جي رج (مٽيءَ) ۾ سپرس ڪرڻ سان. ٥ـ دويه سنان يعني سورج جي ظاهر ٿيندي برسات پوندڙ هجي تنهن ۾ سنان ڪرڻ ٦ـ ورڻ سنان يعني جل جي نديءَ ۾ گوتا لڳائي [illegible] ڪرڻ. ٧ـ مانس سنان يعني شري ڀڳوان پرماتما

| نمبر | نالو | تشريح |
|---|---|---|
| ٨ | پراڻ ڪريا | پراڻايام وغيره پنجن قسمن سان. |
| ٩ | مدرا | پنهنجي پنهنجي اشٽ ديو انوسار رکڻ گهرجن. |
| ١٠ | آورڻ | اشٽ ديو انوسار ديوتائن، رشين ۽ پترن کي ڪرڻ. |
| ١١ | هون | ٿو گيهه وغيره منتر سان هوم ڪرڻ. |
| ١٢ | ٻليدان | آم ٻل، وڪارن جو ٻل، ڦل ڦول جو ٻليدان ڏيڻ جنهن ۾ هنسا نه ٿئي. |
| ١٣ | ياڳ | (١) اندر (٢) ٻاهر پوڄا ڪرڻ. |
| ١٤ | جپ | واچڪ، اپانسو، مانسڪ، لتيه، ليمنڪ وغيره چوڏهن قسمن مان. |
| ١٥ | ڌيان | پنهنجي پنهنجي اشٽ ديو انوسار سروپ جو ڌيان ڪرڻ. |
| ١٦ | سماڌي | مها ڀاو سماڌي آهي. |



ملتر يوڳ جي سورهن انگن جو نقشو

| | | |
|---|---|---|
| ١ | پڪتي | (١) ولهدي يا اوڏا - شروڻ، ڪمرن، سمرڻ، ياد سمورن، آرچن، ولدن، داسي، سکي، آمرلوبدن. (٢) راڳ لمڪا، بولرلکشنا. (٣) بوا. |
| ٢ | شدي | شراو، من، دشا ۽ استان جي. |
| ٣ | آ-ڻ | سوستيڪ، پدم اهو ڊيپ، مرگ ڇال، ڪمبل وغيره. |
| ٤ | پنچا لنگ پاس | گيتا، سهسرنام، استولر، ڪوچ، هردئه، الهن جو پاسه ڪرڻ. |
| ٥ | آچار | ستي، رچي ۽ لهي کي ڪري آچار ان لسمن جو آهي- دوڌ، دکشڻ ۽ وام. |
| ٦ | ڏارڻا | (١) اندر ڏارڻا، (٢) باهر ڏارڻا. |
| [illegible] | [illegible] | اڳي، جل، لنگ، ڪنا وغيره سورهن ديش آهن. |

اُتر- جڏهن نام جي اُچار (منتر) آسري سان من کي وس ڪري، استر ڪجي ٿو، تنهنکي منتر يوگ چون ٿا. اهو سورهن انڱ سان سڌ ڪرڻ گهرجي.

**پرشن**— اهي سورهن انگ منتر يوگ جا ڪهڙا آهن؟

**اتر**- انهيءَ لاءِ پورين پنڌين صفحي تي نقشو ڏيکاري سمجهائجي ٿو اهي منتر يوگ جا مٿيان سورهن انگ آهن. تن جي هيٺين ريت سمجهاڻي آهي.

**(١) انگ ڀڳتي**— يعني پرماتما ۽ پنهنجي اشٽ ديو ۾ پڪي پريت هجڻ. اها ڀڳتي مکيه ٽن قسمن جي آهي. هڪ وَيڌي يعني نوڌا، ٻي راڳا آتمڪا (يا پريما) ٽين پرا ڀڳتي آهي. انهن سڀني ڀڳتين جو ارٿ مٿي وويڪ نمبر ڇهين ۾ چڱيءَ طرح تي چڪو آهي. انهيءَ ريت ڪرڻ گهرجي.

**(٢) انگ شڌي**— يعني صفائي هجڻ. اها ٻن قسمن جي آهي. هڪ اندر جي شڌي، ٻي ٻاهر جي شڌي. اندر جي شڌي معنيٰ من جي پويترتا. اها ديوي سمپتا جي گڻن ڌارڻ سان ٿئي ٿي. اهي گڻ هيٺيان آهن.

**( ديوي سمپتا جا گڻ ورنن )**

(١) نربڀئه هجڻ (٢) شڌ ستوگڻي سڀاءُ رهڻ (٣) گياني ٿيڻ (٤) يوگ اسٿت ٿيڻ (٥) داني ٿيڻ (٦) اندريون وس ۾ رکڻ (٧) يگيه ڪرڻ (٨) تپ ڪرڻ (٩) سرلتا (سسيل) سڀاءُ (١٠) هنسا نه ڪرڻ (١١) سچ ڳالهائڻ (١٢) ڪروڌ ڪاوڙ نه ڪرڻ (١٣) نرموهي تياڳي (١٤) شانت سڀاءُ (١٥) چغليءَ کان بچڻ (١٦) هين جيون تي ديا ڪرڻ (١٧) شڪر سنتوش ۾ رهڻ (١٨) ڪومل يعني سڀ سان نرم سڀاءُ (١٩) ڪڪرمن کان ٻري ٿي هياءُ، لڄ ۽ شرم ۾ رهڻ (٢٠) چنچلتا نه ڪرڻ (٢١) تيجسوي يعني همت وارو ۽ بهادر رهڻ (٢٢) ڪميا ڌارڻ

منش آهن، تن کي مٿي چڙهندو ڏسي خوش ٿيڻ گهرجي. حسد سڙڻ ٻچڻ نه گهرجي. بلڪ دل ۾ پرسن چت رهجي. انهيءَ کي "مدتا" چئجي ٿو.

(٣) اُپيکيا — معنيٰ لاپي، نيچ نندڪ، ڪکرم ڪرڻ وارن دشت منشن کان پري رهڻ. مثال — جيئن ڪتي سان پريم ٿو رکجي، ته مٿن ٿو چٽي، جي نٿو رکجي، ته ڪاوڙجي چڪ ٿو هڻي، تهن کان پري رهڻ جڳو آهي. تهڙيءَ طرح دشٽن نندڪن نيچ منشن کان پري (نيارو) رهڻ گهرجي انهيءَ کي "اُپيکيا" چيو وڃي ٿو. اهڙيءَ ريت مٿي ڪيل سيئي واشنا جي ناس ڪرڻ جا اپاءَ آهن. ان کان سواءِ موت جو ڀئو رکڻ، سيئي ناشوان سمجهڻ، پنهنجي سروپ آتما کي اسنگ نيارو ڄاڻڻ وغيره. اهي سڀ واشنا جي ناس ڪرڻ جا اپاءَ آهن. پر انهن سيئني ۾ سولو ۽ مکيه اپاءُ سنت پرشن جو ست سنگ ڪرڻ آهي، جنهنڪري چت آنند ۽ شانت ۾ رهي ٿو.

## وويڪ پنڌرهون - (١٥)

### (من جي ناس ڪرڻ جا اُپاءَ ۽ ستن يوگن مان منتر يوگ جو انگن سميت وستار سان ورنن)

دوهرا — وويڪ پنڌرس ۾ ڪهون، من کي ناش اُپاءِ
يوگ ۾ منتر يوگ ڪو، انگن سهت بتاءِ

**پرشن** — هي ستگروا توهان مٿي مدو ناس جيو، ڪرپا ڪري ...يءَ جو اپاءُ هدايو ته ڪيئن ناس ٿئي؟

**اتر** — **(من جي ناس ڪرڻ جا چار اُپاءَ)**

(١) تتو گيان ابياس (٢) ساڌو سنگ (٣) سيئني واشنائن جو تياگ ...رڻ (٤) يوگ ساڌن ڪرڻ، اهي چار اپاءَ من کي ناس ڪرڻ جا



جي انهيءَ وچار ڪرڻ سان ته واشنا ناس ٿي ٿي ته انهيءَ لاءِ
پيا ته اپاو آهن. جهڙوڪ (١) وشيه مشن جو سنگ جڏهن ٻري رهڻ،
(٢) وشين ۾ دوکر درشٽي ڪرڻ يعني وشين ۾ عيب (اوگڻ) ڏسڻ،
(٣) سدت مهاتمائن جو ستسنگ ۽ شيوا ڪرڻ، (٤) چئن قسمن جي
ورتي ڌارڻ ڪرڻ يعني ميتري، ڪرڻا، مدتا ۽ اپيکيا، انهن چئن
ورتين کي هيٺين ريت ڌارڻ ڪجي.

(١) شبه رستي ملڻ وارن، سکي مشن ۽ ساڌو پرگتن سان متراڻي
رکڻ. انهيءَ کي "ميتري" چئجي ٿو. انهيءَ ڪري راڳ ۽ ابرکا دويش
ناس ٿئي ٿو. (٢) دکي مشن لئي ديا ڪرڻ. انهيءَ کي ڪرڻا چئجي
ٿو. جيئن ته.

**درشٽانت** — هڪ پوڳڙي ٻگران جو ڀڳت هو، گروءَ کان
اپديش ٻڌ ورتل هوس، پر اندر ۾ آنند (پرم شانتي) اچا ڪونه ٿي هئس
جاڪاڻ ته ڪوئي باهن جو اڳڙو پرلي پنڊڪ آڏو اچي ويو هوس
جنهنڪري شبد جو پرڪاش ٿي ڪونه ٿيس. هڪ ڏينهن ڪاڻير
ڪاٺين جي ڀري کڻي پئي آيو. ڪپهن وڻ جي هيٺان لنگهيو ته
پرسان ڏاڍيءَ (ڪسيءَ) ۾ سنڌس پير ڪسڪي ويو، جنهنڪري ڪاڻير
سڱون جونيءَ پر وجي ڪريو ۽ بي هوش ٿي ويو. اها حالت ڏسي
پوڳڙيءَ کي دل ۾ ديا آئي، تنهن ڪاڻير کي ڪسيءَ مان ڪڍي
منهن تي پاڻي ڇڻڪي هوش ۾ آندائينس. تنهن کان پوءِ پوڳڙيءَ پريم
سان ڀڳڙا کارائي پاڻي پيارائينس. انهيءَ ڪري ڪاڻير جو جت ڏاڍو
پرسن ٿيو. ان وقت لئي ديا جو ڦل اڳڙو پرگهٽ ٿيو جو پوڳڙيءَ جي
اندر ۾ گروءَ جي شبد جي گيان جو پرڪاش ٿيو ۽ باهن جو پرلي پنڊڪ
ٽٽي لهي ويس. جنهنڪري اندر ۾ آنند (پرم شانتي) اچڻ لڳس.
ٽئي لسوني مٿئين طرح دکي ديهن تي ڪرڻا ڪرڻ گهرجي.

[٣] مدتا — يعني جيڪي پنهوان ۽ مٿي درجي سي جڙهيل

۽ وري وڳهن ۾ روڳ گهڻا آهن. انهيءَ ڪري هدس ٻکي
اسار ڇڏي ٿوري سمجهائين سار گرهڻ ڪرڻ گهرجي، اهڙي
ويچار ڪرڻ سان شاستر ۾ ارٿ واشنا ناس ٿئي ٿي.

تيون - انوشڌان واشنا جي باري ۾ وشڻو پراڻ ۾ لکيل
ته نداگهه رشيءَ کي انوشڌان واشنا ٿي هئي تہ مان مختر، ت
جنتر ساڌي ڪري، سڌيون هٿ ڪريان، انجو انوشنان ( آر
پڻ ڪيائين. تڏهن رڀوءَ نالي رشيءَ ٻه دفعا اچي کيس س
اپديش ڏيئي سمجهايو تہ بہ برهم آتم جو ساکيات ڪار ( پرتي
درشن ) تہ تيسين ڇاڪاڻ تہ واشنا ۾ جت لڳل هو. وري ٽيئن دفع
جڳيءَ طرح سمجهائي چوڻ لڳس تہ واشنا جو ڦل آهي وري وري
جمڻ مرڻ ۽ دک ڏسڻ. جو تہ مختر سڌي ۽ شرير جي سکن جو ساڌن
آهي، آتما جي اکنڊ سک جو ساڌن ڪونهي. آتما جو سک ابڀاسي آهي،
انهيءَ کي پائڻ سان نتير سک جيون مڪتي پراپت ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح
سمجهائڻ ڪري جڏهن انوشڌان واشنا دور ٿي، تڏهن برهمگيان اپديش
اثر ڪيو ۽ برهم جو ساکيات ڪار ٿيو. جڏهن کان پوءِ برهم آتم تتو
جو اڀياس ڪري، برهم آنند سک ۾ استٿ ٿيو. چوٿين واڻي يعني شاستر
ڏاهڻ جي واشنا، ويد وياس رشيءَ کي ٿي هئي. جڏهن سترهن پراڻ
۽ مهاڀارت وغيره سمرتي شاستر ڏاهيا پر تڏهن بہ واشنا جي پورت
نہ ٿيس ۽ نڪي هردو شانت ٿيس. تڏهن نارد منيءَ کان پڇيائين تہ
...ونکي پرم شانتي ڪيئن ٿئي؟ تڏهنتي نـارد منيءَ چتر شلوڪي
...ڳوت ساڻ برهم گيان جو اپديش ڪيس.. جنهڪري برهم گيان
... نشچي ڪري، سرگڻ ۽ نرگڻ برهم کي هڪ روپ ڄاتائين.
...هن کان پوءِ برهم جي ساڪار ۽ نراڪار ڪيرتن روپ شريمد
...وت ڏاهيائين ۽ پيا برهم سوتر ڏاهيائين. تڏهن برهم گيان ۾ استٿي
۽ پرم شانتي پراپت ٿيس. اهڙي ريت ويچار ڪرڻ سان شاستر
...ن جو ناس ٿئي ٿو.

(٣) انوشنان واشنا – يعني ويد شاسترن جي منترن کي جپي سد ي، منتر سدي هلايان.

(٤) واٽي واشنا – يعني مٺيءَ واٽيءَ ۽ ڪوتا ڏاهي گهڻا شاستر ي هلايان. وغيره اها شاستر واشنا آهي.

**پرشن** – ٽيئن سيني واشنائن جي نورتي ڪيئن ٿيندي؟

**اتر** – واشنائن جي نورتي هيٺين طرح ويچار ڪرڻ سان ٿيندي.

**(سيني واشنائن کي ناس ڪرڻ جو اپاءُ)**

**(١) لوڪ واشنا جو ناس** – لوڪ ۾ واشنا ڪڏهن ۾ قائم ٿيڪ ي، هرڪنهن هند نه ٿئي آهي، ۽ نڪا پوري ٿيندي. چاڪاڻ ر ۽ ڪرشڻ وغيره اوتارن جي ۾ سيني لوڪ واکاڻ ڪونه ٿا ڪن. استوتي ڪن ٿا نه ڪي دشٽ لوڪ نندا پيا ڪن. پيو- سڪندر، وغيره جهڙن وت ڏن، استري، پٽ، سونيون جايون، شهر، ن گهڻيئي هئا ۽ ڪارون شاه جاليه، گنج گڏ ڪيا هئا ته به ۽ مراد پوري ڪانه ٿين. جڏهن اهڙن سمرٿن جي ۾ لوڪ ۾ ۽ واکاڻ پوري ڪانه ٿي، ته منش ماتر جي ڪهڙي سيئي واکاڻ أ ۽ ڪيئن واشنا پوري ٿيندي! تنهڪري اها لوڪ واشنا ڪرڻ آهي ۽ مٿيا (ڪلپت) آهي. تنهنڪان جيترو پدارٿ ۽ مان، واکاڻ ۽ اوتري ۾ ئي سنتوش ڪري خوش رهڻ گهرجي. اهڙي ويچار هرين لوڪ واشنا ناس ٿئي ٿي.

**(٢) ديهه واشنا جو ناس** – ديهه جي واشنا ڪرڻ ۾ اجائي چاڪاڻ ته ديهي ناشوان ۽ انيڪ روڳن (مرض) جو گهر آهي. ڪان سواءِ پرڻامي (پلٽو کائڻ واري) ۽ پراڻي ٿيندڙ آهي. تنهن هن کي سدائين سهڻو رکي ڪونه سگهبو، نڪا سدائين تندرست جهڙي رهي سگهندي. تنهنڪان جيتري پرماتما جي اڇا سان، انوسار سوڀيا يا سروپ جيڪو مليو تنهن ۾ سنتوش ڪجي.

موڪش ڄاڻو آهي، سو سرگ، ويڪنٺ وغيره لوڪن ۾ نواس ڪرڻ کي
موڪش ڄاڻو آهي يا جيئري ئي برهم آنند جي پراپتي انهيءَ کي موڪش ڄاڻيل
آهي. اهو پرماڻ گت "ڦل ۾" سنسو ڄاڻجي ٿو.

**پرشن**— اهو جو پرماڻ گت سنسو ٽنهين نمونن وارو سو ڪيئن ناس ٿيندو؟

**اُتر**— اهو ٽيون سنسو، گروءَ دوارا ويدانت شاسترن کي چڱيءَ طرح شروڻ ڪرڻ سان ناس ٿئي ٿو.

ٻيو جو مٿي اسمڀاونا دوش چيو ويو، اهو پڻ ٽن نمونن سان آهي. جهڙوڪ ١- وشيه ۾ اسمڀاونا، ٢- ساڌن ۾ اسمڀاونا، ٣- ڦل ۾ اسمڀاونا آهي. انهن جو ارٿ هيٺين طرح آهي:-

**(١) وشيه ۾ اسمڀاونا**- جيو ۽ برهم جي ايڪتا نٿي ٿي سگهي، ڇاڪاڻ ته برهم ۾ اگيان ڪونهي ۽ جيو ۾ اگيان آهي ۽ پنج ڪليش، دک، سک وغيره پاسن ٿا، تنهنڪري جيو ۽ برهم جي ايڪتا ٿي سگهڻي نٿي. اها وشيه ۾ اسمڀاونا آهي.

**(٢) ساڌن ۾ اسمڀاونا**- گيان سان موڪش ٿي نٿو سگهي. ڇو ته گيان بنڌن کي ڪاٽي نٿو؛ ڇاڪاڻ ته گيان نالو آهي فقط سمجهڻ (ڄاڻڻ) جو ۽ موڪش نالو آهي ڇٽڻ جو. انڪري گيان سان موڪش ٿي ئي نٿو. اها ساڌن اسمڀاونا آهي.

**(٣) ڦل ۾ اسمڀاونا**- ويدانت ۾ گيان سان ڪيولي موڪش (يعني برهم چيتن ۾ لين ٿي وڃڻ) ڦل چون ٿا، سو موڪش ٿي نٿو سگهي ڇاڪاڻ ته جا وستو پاڻ ئي لين (گم) ٿي وڃي ته پوءِ موڪش جي سک جو آنند ڪنهن کي ايندو؟ تنهنڪري سرگ، ويڪنٺ يا برهم لوڪ وغيره جي پراپتي روپ موڪش وڌيڪ آهي يعني ان کان وڌيڪ ٻيو موڪش ٿي نٿو سگهي. اها ڦل ۾ اسمڀاونا آهي. هاڻي انهن جي ناس ڪرڻ جا اُپاءُ ٻڌ:-

**پرشن** — هي ٻڌو آهي ته ٻرهما سُتُرن ۾ پهريان ويداس روپ اپياس ڪرڻ سان جي سنسا ناس ٿين ٿا، اهي ڪرپا ڪري ٻڌايو ته سنسي جو سروپ ڇا آهي ۽ سنسا ڪهڙا آهن؟

**اُتر** — هي شڪ سنسو معنيٰ ڪنهن ڳالهه ۾ منجهي پوڻ. اهو مکيه ٻن قسمن جو سنسو آهي. هڪ اسپاونا دوش، ٻيو وپريت ڀاونا دوش (سنشيه) آهي. (جا ڳالهه پوري طرح سمجهه ۾ نه اچي يعني ٺيڪ طرح نه لڳي، انکي اسپاونا چئجي ۽ جا ڳالهه بلڪل اُلٽي طرح سمجهڻ، ٺهڪي وپريت ڀاونا چئجي ٿو.) ان ۾ اسپاونا سنشيه ٻن قسمن جو آهي. هڪ پرماڻ گت سنشيه (يعني ويد شاسترن ۾ سنسو) ٻيو پرميه گت سنشيه (يعني وستو ۾ سنسو) جيو وڃيٿو. تنهن ۾ پرماڻ گت سنشيه وري ٽن نمونن سان ٿئي ٿو.

ا- وشيه ۾ (ڪنهن پرڪرڻ يا مضمون ۾) سنسو، ٢- ساڌن ۾ سنسو، ٣- ڦل ۾ سنسو آهي. هاڻي انهن ٽنهي جو ارٿ ٻڌ:-

**پرماڻ گت سنشيه** — ويدانت شاسترن ۾ اهو سنسو ٿئي ته شاستر، جيو ۽ برهم جي هڪتائي جو ڪٿن ڪن ٿا يا ڀيائي جو ڪن ٿا. اهڙي سنسي کي "**پرماڻ گت**" سنشيه چئجي ٿو.

(٢) **پرميه گت سنشيه** - جا وستو جيو ۽ برهم، انهيءَ ۾ اهو سنسو ٿئي ته جيو ۽ برهم جي ايڪتائي مڃڻ درست آهي يا جدائي ٺيڪ آهي، اهڙي سنسي کي "**پرميه گت**" سنشيه جيو وڃي ٿو، ان ۾ ا- آتما ۽ برهم جي ايڪتا جي وشيه ۾ سنسو ٿئي ته ايڪتا جو ڪٿن ٺيڪ آهي يا جدائيءَ جو. اهو پرماڻ ۾ وشيه جو سنسو آهي.

٢- **ساڌن ۾ سنسو** — شاسترن ۾ جو موکيه جيو آهي سو ڇنڪ گيان (ڪٿني گيان) جي ڪري موکيه آهي يا شڌ سچي نرمل گيان جي ڪري آهي، يا ڪرم اپاسنا ڪرڻ سان موکيه حيل آهي. اهو پرماڻ گت ساڌن ۾ سنسو چئجي ٿو.

٣- **ڦل ۾ سنسو** — يعني ويدن شاسترن ۾ شڌ گيان سان جو

ٻيد مٿيا آهن، تيئن جيو ۽ برهم جو ڀيد ٻڌڻ ڪالپت جاڻڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح اهي دويت کي ناس ڪرڻ جون ڳڪتيون ۽ مثال آهن. هاڻي ايڪتا کي سڌ ڪرڻ واريون ڳڪتيون ۽ مثال هي:- جيو جو ۽ برهم جو ساڳيوئي سروپ ست، چت، آنند هڪ جهڙوئي آهي، فقط اپاڌيءَ ڪري ڀيد آهي.

مثال - جيئن گهٽ آڪاش ۽ مٺ آڪاش جي اپاڌيءَ دور ڪرڻ ڪري ٻنهين جي ايڪتا سڌ ٿئي ٿي وغيره اهڙين ڳڪتين سان مڃڻ ڪرڻ گهرجي. انڪري هڪ نشچو ٿيندو.

[illegible]

٥- **ارٿ واد-** پرڪرڻ ۾ جنهن وستوءَ جو ورڻن ڪري انجي مهما (وڏائي) ڪرڻ. تنهنکي "ارٿ واد" چئجي ٿو.

٦- **اُپپتي-** جنهن ڳالهه جو ڪٿن ڪري تنهن وستوءَ کي يڪتين ۽ درشٽانتن سان سمجهائڻ، ان کي "اُپپتي" چئجي ٿو. جهڙيءَ طرح (چاندوگيہ) اُپنيشد ۾ چيل آهي ته هڪ مٽيءَ کي ڄاڻڻ ڪري مٽيءَ جي سڀني ٺاون کي مٽيءَ ماتر ڄاڻو وڃي ٿو ۽ مٽيءَ جي باسڻن جا نالا ۽ روپ مٿيا ثابت ٿين ٿا. جيئن سون جا ڳهڻا حقيقت ڪري سون ئي آهن. اهڙي طرح يڪتين ۽ درشٽانتن دوارا، نالي روپ، سروپ جڳت کي مٿيا ورڻن ڪندي ادويت برهم کي ظاهر ڪيو آهي، ان کي چئجي "اپپتي".

اهڙي طرح هي شش! انهن ڇهن لنگن سميت ويدانت واڪيہ جي مطلب نشچي ڪرڻ، تنهنکي "شروڻ" چئجي ٿو.

**پرشن-** منن ڇا کي چئجي ٿو؟

**اتر— (منن ڪرڻ جو سروپ ورڻن)**

شروڻ ڪيل ڳالهه کي وري منن معنيٰ هردم چنتن ڪرڻ. جن مثال ۽ يڪتين سان جيو ۽ برهم جي ايڪتا سڌ ٿئي ۽ دويت جي اُوراپي ٿئي. اهڙن دليلن سان سوچ ڪري پڪ ڪرڻ. تنهن کي "منن" چئجي ٿو.

**پرشن—** دويت کي ناس ڪرڻ ۽ ايڪتا کي سڌ ڪرڻ وارين يڪتيون ۽ مثال ڪهڙا آهن، اهو ڪرپا ڪري سمجهايو.

**اتر—** دويت کي ناس ڪرڻ جون يڪتيون ۽ مثال هيٺيان آهن. جيئن برهم ۽ جيو جو ڀيد مٿيا آهي. جو ته اهو ڀيد نقط اپاڌين ڪري ڪوڙو ڀاسي ٿو. جيئن گهٽ آڪاش ۽ مها آڪاش جو ڀيد مٿيا آهي انهي مثال سمجهڻ گهرجي. جيئن پنڊ برهمانڊ جو ڀيد ڪلپت آهي، پر اليڪ گهٽ آڪاش جو هڪ اٿي ۾ ڀيد، سڀني جي جيون ۽ ساکي جو ڀيد، اوڙيءَ ۾ ڪلمت ناگر جو ڀيد، آهي جيئن سڀئي

شروعات ۾ هڪ برهم ادويت، *سوگت، سجاتيه ۽ وجاتيه ڀيد کان نيارو، ڪٿان ڪڙي، وري پرڪرڻ جي انت ۾ چيل آهي ته "سمورو جڳت، آتما روپ، ادويت آهي".

٢. **اڀياس**- پرڪرڻ ۾ جنهن ڳالهه جو ذڪر ڪرڻو هجي، ان کي وري وري نرنئه ڪرڻ، تنهن کي چئجي "اڀياس". جهڙيءَ طرح چاندوگيه اُپنشد ۾ اُدالڪ مني پنهنجي پٽ سويتڪيتوءَ کي اُپديش ۾ چيو آهي ته سو (برهم) تون (آتما) آهين، ۽ "تت توم اسي" مهاواڪيه جو وري وري اُپديش ڪيو آهي. انهيءَ کي اڀياس چئجي ٿو.

٣. **اپوُرْوَتا**- جا ڳالهه الوڪڪ هجي يعني لوڪ ۾ ظاهر نه هجي، انهيءَ کي پرگهٽ ڪرڻ واسطي ٻئي ڪنهن پرماڻ جي ضرورت نه لڳي، تنهن کي "**اپوُرْوَتا**" چئجي ٿو. جيئن ته ادويت روپ آتما الوڪڪ وستو آهي، ان کي ڄاڻڻ واسطي ٻئي ڪنهن پرماڻ (نياءِ وغيره شاستر) جي ضرورت ڪانهي، يا ته گروءَ جي مهاواڪيه کان سواءِ آتما جي ڄاڻڻ لاءِ انومان وغيره پرماڻ جي ضرورت نٿي پئي. اٿوا آتما سويم پرڪاش روپ آهي. اهو ستوائيءَ جي پرماڻ کان سواءِ ٻئي ڪنهن پرماڻ جي وشيه ڪانهي. انڪري آتما کي "اپوُرو" چيو ويو آهي.

٤. **ڦل**- جنهن پرڪرڻ (مضمون) ۾ وستوءَ جو ورڻن ڪجي، ان کي ٻڌڻ جو مطلب ڏيکارڻ. مثلاً- جيئن گيان جو ڦل موکيه پرائڻ، ان کي "ڦل" چئجي ٿو.

---

* نوٽ- سوگت ڀيد- معنيٰ هڪڙي ئي پدارٿ ۾ انگن جو ڀيد. جيئن شرير ۾ هٿ ۽ پير جو ڀيد، نڪ ۽ ڪن جو ڀيد وغيره.
سجاتي ڀيد- معنيٰ ساڳيءَ جاتيءَ وارن وستن جو ڀيد. جيئن هڪ ڳئونءَ جو ٻيءَ ڳئونءَ سان، هڪ دلي جو ٻئي دلي سان ڀيد آهي وغيره.
وجاتي ڀيد- معنيٰ نرالي جاتيءَ وارن وستن جو ڀيد. جيئن ڳئونءَ جو دلي سان ڀيد، ماڻهوءَ جو جهنگ سان ڀيد، وغيره. اهو ٽن قسمن جو ڀيد آهي.

**پرشن** — ٽين پومڪا - تنو مانسا جاکي جِئجي ٿو؟

**اتر - (٣- تنو مانسا پومڪا ورنن)**

دوهرا - تنو مانسا س تيسري، من ڪو پرتير اهار،
استر هنر شڌ سروپ ڪي، راکي لتير سنيار.

ارت - تنو مانسا معنيٰ من جي سوکم گتي، يعني پاهرين پدارٿن کان من کي ورائي انترمکه سوکيم وستوءَ ۾ استٿ ڪرڻ. اها اند ڌياس روپ اوستا، لڌهنگي تين پومڪا تنو مانسا جئجي ٿو. مٿيون ٽيئي پومڪائون شروڻ، منن، ند ڌياس، ساڌن روپ آهن. انهن ٽنهين اوستائن واري کي موکيه اڃو يعني مکتيءَ جي پائڻ جي اڃا وارو جئجي ٿو. ان شروڻ، منن، ند ڌياس ڌوارن ئي برهم جو ساکياتڪار ٿئي ٿو.

**پرشن** — مي مهربانِي ڪري سمجهايو ته شروڻ، منن ۽ ند ڌياسن جاکي ٿو جئجي؟

**اتر — (شروڻ جو سروپ ورنن)**

ويدانت شاسترن جي وچن جو جهن لنگن سميت شروڻ ڪري گروءَ ڌوارن پڪتيءَ ۽ ترڪ (دليل) سان مطلب نشچي ڪرڻ. انهيءَ کي "شروڻ" جئجي ٿو.

**پرشن** — اهي ڇهه لنگ (لکشڻ) ڪهڙا آهن؟

**اتر** — ١- اپڪرم اپ سنگهار، ٢- ابياس، ٣- اپوروتا ۴- ڦل ٥- ارت واد، ٦- اپپتي. اهي ڇهه لنگ آهن. هاڻي انهن جو ارت پڌ:-

**١- اپڪرم اپسنگهار** — جنهن سدانت تي ترڪرڻ شروع ڪجي، ان سدانت جو ڪٿن ڪري پڇاڙيءَ جو وري ساڳئي سدانت ۾ لين ڪرڻ. انهيءَ کي "اپڪرم اپسنگهار" جئجي ٿو. جيئڙيءَ طرح سام ويد جي ڇاندوگيه اپنشد جي ڇهين اڌياءِ ۾ ترڪرڻ جي

سنشيہ ڀيد پرڪار ڄاڻ، ڪارڻ ناش ٿيڪان.

**پرشن** — هي سوامي! توهان مٿي فرمايو تہ گيان جون
ڀومڪائون آهن. سي ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ ڪهڙيون آهن؟

**اتر** — هي شش! ڀومڪا معنيٰ جت جي استٿيءَ جي اوس
جيئن ماڙيءَ تي مٿي چڙهڻ واسطي ڏاڪا ٿين ٿا. تيئن گيان ج
استٿيءَ ۾ ٻہ ست ڏاڪا آهن. تنهنڪي ڀومڪا جيو وجي ٿو. اه
هي آهن— ١- شڀ اڇا، ٢- س وچارنا، ٣- تنو مانسا، ٤- س
آپتي، ٥- اسنگ سڪتي، ٦- پدارٿ ڀاوني، ۽ ٧- ترِيا آهي

**پرشن** — ڀرين ڀومڪا- شڀ اڇا ڇا کي چئجي ٿو؟

**اتر**— **(١- شڀ اڇا ڀومڪا ورنن)**

دوهرا— وشيہ وکي ٿئي دويشتا، گرو تيرٿ انوراڳ،
تاتي شڀ اڇا ڪهي، ڪٿا سروڻ من لاڳ.

ارٿ— سڀني وشين کي وکہ وانگر سمجهي تياڳ ڪري، شڀ
اڇا يعني سدا خيال— برهم جي پراپتيءَ واسطي ساڌن ڪرڻ جي اڇا،
۽ ست سنگ (هري ڪٿا) ٻڌڻ، تيرٿ وغيره شڀ ڪرم ڪرڻ ۽
ستگروءَ ۾ پورڻ ڀريہ، وچنن ۾ وشواس رکڻ وغيره. انهيءَ کي شڀ
اڇا چئجي ٿو.

**پرشن**— ٻي س وچارنا ڀومڪا ڪهڙي آهي؟

**اتر**— **(٢- س وچارنا ڀومڪا ورنن)**

دوهرا— دوجي ڪهي وچارنا، اُپجيو تتو-وچار،
ايڪانت هٺہ سوڌن لڳيو، ڪو هڱ ڪو سنسار،

ارٿ— س ويچارنا معنيٰ سرشٽ وستو آتم برهم تتو جي پراپتيءَ
جو ويچار ڪرڻ ۽ شروڻ ڪيل وچنن کي ايڪانت ۾ ويهي مدن ڪرڻ
تہ مان ڪير آهيان، سنسار ڪهڙي وستو آهي ۽ برهم ڇا آهي وغيره
اهڙو جو ويچار ڪرڻ تنهنکي س ويچارنا چئجي ٿو.

...ي ۽ أها ڌاري انهيءَ ۾ سي نميل ٿي ڦاٿم رهي ٿي، انهيءَ طرح درد
...ن ۾ مدائين بڪو ڦاٿم رهي ٿو. ستار جي ڪم ڪار ڪندي ۾
...لوان جي هروقت برهم درشٽي ڦاٿم ٻٽي رهي ٿي. اهو انهيءَ جو
...وپ آهي.

پرشن- ان درڍ اپروکيہ اپيد گيان جو ڦل ڪهڙو آهي؟
اتر- سيني پرين سسن وڪارن وشيرهہ دکن جي اگيان سميت
...نورلي ۽ جيتري ينهنڪي سروپ شڌ برهم آنند جي پراپتي ٿئي ٿي. ان
...ڪانسواءِ ديہہ جي انت ۾ پاڻ ودبهہ ڪتي يعني ڪيوليہ موکيہ جي
...حاصلات ٿيڻ (جوڻي جوت ۾ ليس ٿيڻ) اهو درڍ اپروکيہ اپيد ارهم گيان
...جو ڦل آهي؟

پرشن- انهيءَ متئين گيان جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟
اتر- سيڌي ٻرلي هنڌ ڪن (وگيٽن) جي نورليءَ تيڻ، ساڌن...
سميت مٽڻ ۽ ستگروءَ جي مہاواڪيہ جو شروڻ، منن، ندڌياسن جي...
بکيءَ اوستا لي پوڇڻ، اهو ڪارڻ آهي. اوڏي ڪهڙي آهي؟

پرشن- درڍ اپروکيہ اپيد برهم گيان جي اوڏي آهن ڪن مان ستيءَ...
اتر- گيان جون جڪي ست پومڪائون آهن برهم گيان جي اوڏي (حد)
پومڪا ۾ پهچڻ، اما درڍ اپروکيہ اپيد برهم گيان ۽ سدس...
آهي. هي شش! اهڙيءَ طرح متيون سورهن قسمن جو گيان ۽ ...
پيد ازت سميت ورلن ليا، جي تو هدا. انهيءَ کي ڌارڻ ڪري سچ...
آنند ٿيءُ.



## (٨) ترنگ اٺون

(گيان جون ست پومڪائون، سنسن پرهڻ جا قسم، تن...
سروپ ۽ ناس ٿيڻ جو ڪارڻ ورنن)
...ترنگ ۾ ست پومڪا گيان،
... ورنتي ...

آهي. اهو اپروکيہ اپيد برهم گيان ٻن ان قسمن جو آهي. د
ادرڍ اپروکيہ اپيد برهم گيان، ٻيو درڍ اپروکيہ اپيد برهم گيان آ

**پرشن** — ادرڍ اپروکيہ اپيد برهم گيان جو ڪارڻ ڇا آ

**اتر** — وپريت ڀاونا جي دوش جا سنسڪار ۽ ٻاهر وشئي مشن
سنگر هئڻ، يا انتشڪرڻ ۾ ٿورو مل ۽ وکيپ جو هئڻ، انهيءَ سب
سميت هوندي وري ستگروءَ جي مکہ دواران ويدانت مها واڪيہ جو شرو
منن ۽ ويچار هئڻ، انهيءَ ڪارڻ ڪري اپروکيہ اپيد برهم گيان ادر
ٿئي ٿو.

**پرشن** — ادرڍ اپروکيہ اپيد برهم گيان جو ڦل ڪهڙو آهي؟

**اتر** — جهڙي ڪجهہ ٿورو جيون مڪتيءَ جو آنند ۽ ٻوءِ برهم
لوڪ هرڻيہ گرڀ جي پراپتي ٿئڻ اهو ڦل آهي.

**پرشن** — ادرڍ اپروکيہ اپيد برهم گيان جي اوڏي ڪڏهن اچي ٿي؟

**اتر** — نڌڌياسن (برهم ڌيان) ۾ استر ٻڌي هئڻ سان اوڏي اچي
ٿي. جئن:

**درشٽانت** تہ ونڻ جي تاريءَ کي نمائي جيسين جهلجي ٿو
تيستائين نہ رهي ٿي، ۽ وري جڏهن هٿ ڇڏجي ٿو تہ تاري مٿي ٿي
وڃي ٿي. تئن ادرڍ گيان پڻ اهڙيءَ طرح آهي، يعني جيسين نڌڌياسن
ڪجي ٿو تيسين استر رهي ٿو، جي نڌڌياسن ڇڏجي ٿو تہ اهو برهم
گيان ۾ جلائمان ٿي وڃي ٿو.

**پرشن** - ٻيو درڍ اپروکيہ اپيد گيان ڪهڙو آهي؟

**اتر** - سدائين استي، ڀاتي، پريہ برهم ۽ آتما جي ايڪتا اهو سان
ڇجي ٿئي يعني برهم درشٽيءَ جي پورڻ پڪي استتي ۽ ساکياتڪار
ڇجي ٿيڻ تہ "مان شد برهم سرو وياپڪ آهيان" انهيءَ کي درڍ (پڪو)
کيہ اپيد برهم گيان چئجي ٿو.

**درشٽانت**- جيئن ڪنهن ونڻ جي تاريءَ کي نمائي، هڪ پاسي
يءَ سان ٻڌي ڇڏجي، انکي ڇهن ستن مهنن گذرڻ بعد جوڙي

**اتر**— جيئن جو تهنن اليو کان سواءِ قتط ڪٿن ڪرڻ ۽ جوڻ ته ”مان برهم آهيان“ اهو ادرڌ پروکير ايد گيان جو سروپ آهي سندس ڪارڻ— ويدانت شاسترن جو شروڻ (پڙهڻ) يا پڙهڻ آهي.

**پرشن**- ادرڌ پروکير ايد گيان جو ڦل ڪهڙو آهي؟

**اتر**-- ويدانت شاسترن پرپرش اتر (سوال جواب) ڪرڻ جو چالڪ پدت واڱر ڦرڻيلو ٿئي ٿو، اهو ڦل آهي. مگر انهيءَ گيان ڪٿن ڪرڻ ۾ ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار وغيره وڪار هٽڻ مشڪل آهن.

**پرشن** - انهيءَ مٿين گيان جي اوڌي ڪڏهن اچي ٿي؟

**اتر**- ويدانتي گروءَ دواران برهم سوتر، ۽ ويد اپنيشدن وغيره ٻڌڻ ۽ پورڻ ٿيڻ بعد اوڌي اچيتي.

**پرشن**- پيو- درڌ پروکير ايد گيان ڪهڙو ۽ انهيءَ جو ڪارڻ ڇا آهي؟

**اتر**- انتشڪرڻ جي شڌ هٽڻ سميت گروءَ شاسترن جي وچنن [illegible] وشواس هئڻ ۽ پها واڪيه پڻ هڏڻ. انهيءَ ڪارڻ ڪري (برهم [illegible] جو ساکيالڪار ٿيڻ کان سواءِ ٿي) سمرڻ ڪرڻ ته ”مان برهم [illegible] پروکير ايد گيان جو سروپ آهي.

[illegible] انهيءَ درڌ پروکير ايد گيان جو ڦل ڪهڙو آهي؟

[illegible] ڪروڌ وغيره وڪارن جو ناس ۽ برهم لوڪ جي

[illegible] ايد گيان جي اوڌي ڪڏهن اچي ٿي؟

[illegible] جي يادگيري پيهڻ ڪري اوڌي

**پرشن**- [illegible]

**اتر**- [illegible] برهم گيان ڪهڙو آهي؟

برهم [illegible] سروپ ڪري اشاچي سان ڏسڻ [illegible] ”مان شد برهم آهيان“ [illegible] ايد برهم گيان جو سروپ

پرماتما کان ڪڏهن به لڪائي نٿو سگهجي. هو درحقيقت موجود، سڀ ڪنهن ۾ ڏسڻ ۾ رهيو آهي.

**درشٽانت** — جيئن پرهلاد ڀڳت هرهنڌ سڀ ڪنهن وستو ۾ برهم جيتن ڏٺو. يعني پهاڙ، پاڻي، باهه ۽ ٿنڀ وغيره ۾ موجود ڏسي ڪنهن جو به ڀؤ ڪون ڪيائين. اهڙيءَ طرح سان جو استي ڀاتي پريه روپ برهم سڀ ۾ وياپڪ ڏسڻ، اهو آتما کان جدا اپروکيه برهم جو ڀيد گيان آهي. ان ڪري ڪوبه ڀيڙو ڪرم، سمجهو ماڻهو، ڪري ڪونه سگهندو، نڪي ڪنهن ڪڪرم ۾ ئي ڪرندو. ان ڪري انت ۾ ويڪنٺ اوڪ جي پراپتي ٿئي ٿي اهو انهيءَ جو ڦل سمجهڻ گهرجي.

**پرشن** — انهيءَ اپروکيه برهم ڀيد گيان جو ڪارڻ ڇا آهي؟

**اُتر** — انهيءَ جو ڪارڻ نام ۽ روپ جي درشٽي ڇڏي استي ڀاتي پريه روپ سان وياپڪ برهم جو چنتن ڪرڻ آهي اهڙيءَ طرح مٿيون ڀيد گيان جو ورنن ٿي چڪو.

## (اڀيد گيان جو ورنن)

ڀيد گيان جي معنيٰ آهي آتما ۽ برهم کي هڪ روپ نسچي ڪرڻ. اهو ...ري ٻن قسمن جو آهي. هڪ پروکيه اڀيد گيان، ٻيو اپروکيه اڀيد گيان آهي.

**پرشن** — پروکيه اڀيد گيان جو سروپ ۽ ڪارڻ ڪهڙو آهي؟

**اتر** — ويد شاسترن ۽ گروءَ جي وچنن ۾ وشواش رکي، انهن وچنن ...ن جاڻي جوئي ٿو ته "مان برهم روپ آهيان" پر برهم جو ساکياتڪار ...سڻ يعني انڀو ۾ نه آيو آهي، فقط شاسترن ۽ گروءَ دواران ٻڌي وشواس ...ن "مان برهم آهيان" ائين چوڻ. انهيءَ کي پروکيه اڀيد گيان چئجي ... اهو پڻ ٻن قسمن جو آهي - هڪ ادرڍ (ڪچو) پروکيه اڀيد گيان، ٻيو ...ڍ (پڪو) پروکيه اڀيد گيان آهي.

**پرشن** — ادرڍ پروکيه اڀيد گيان ڪهڙو آهي ۽ سندس ڪارڻ آهي؟

آهي. اهيءَ جو ڪارڻ (پيدا ڪندڙ) ڪرم اپاسنا سميت پرڪرتيءَ
پرش جو وويڪ ڪرڻ آهي.

**پرشن-** اهيءَ اپروکيه آتما ٻيد گيان جو ڦل ۽ اوڌي ڪهڙي آهي؟

**اتر-** اناتما اڀمان جي نورتي ٿيڻ ۽ اهيءَ جو ڦل آهي ۽ وري
اناتما اڀمان جو ڪڏهن به ڦرڻو نه ٿيڻ اها سندس اوڌي آهي.

**پرشن-** برهم جو اپروکيه ٻيد گيان ڪهڙو آهي؟

**اتر-** نام روپ جڳت کان جدا، استي، ڀاتي، پريه سروپ
برهم جو اپروکيه يعني جيئن جو تيئن ڄاڻڻ. اهو اپروکيه برهم ٻيد
گيان آهي. ان لاءِ هيٺ به درشٽانت ڏجن ٿا.

**درشٽانت—** جيئن ڪنهن سنت وٽ ٻه جڻا چيلا ٿيڻ آيا
انهن کان پريکيا وٺڻ لاءِ، هنهيءَ کي ٻه هنداڻا ۽ ٻه ڪپ ڏنائين. چيائين
ته ڌار ڌار وڃي انهن کي اهڙي هنڌ وڍي اچو جتي ٻيو ڪير به نه ڏسي.
تن مان هڪ جهٽي جهنگل وغيره ڦري سڄو هنداڻو موٽائي آڻي سنت
جي اڳيان رکيو. ٻئي جٽي ايڪانت جڳهه ۾ وڃي چوطرف نهاري
ڏٺو ته هتي ماڻهو نه آهي، پر پکي به ڪوئي، تڏهن ڪپ ڪيڏي
هنداڻي کي وڍي، ڪٽي آڻي سنت کي ڏنائين. سنت ٻنهين کان پڇڻ
لڳو ته توهان هنداڻو جو ڪونه وڍي آئين؟ تڏهن ٻي هٽ هڏي جواب
۾ چيائين ته مون سوامي توهان جو فرمايو ته جتي ڪير به نه ڏسي اتي
وڍي اچجو. پر مان جتي وڃان، اتي ٻيو نه ڪوبه ڏسڻ وارو ڪونه
هو. مگر پرماتما جتي ڪٿي پيو ڏسي. انهيءَ کان لڪائي ڪونه
سگهيس. جو ته هر هنڌ وياپڪ، هر وقت، ڏسي رهيو آهي. انڪري
مان سڄو هنداڻو موٽائي ڪٽي آيو آهيان. انهيءَ تي مهاتما ڏاڍو پرسن
ٿيو. ڪيس اپديش ڏيئي پنهنجو شش بڻايائين. ٻئي کي چيائين
ته تون اڃان شش ٿيڻ جو لائق نه آهين. جو ته تون ايشور کي سڀ
جڳهه وياپڪ نٿو سمجهين. جنهن ڪري تون پاپ ڪرم کان جتي
ڪٿي سگهندين. ماڻهن کان ته لڪائي پاپ ڪرم ڪجي ٿو، پر

ته دنيا ۾ اننت (بيشمار) پدارٿ آهن. ان ڪري انهن جو گيان
انيڪ پرڪارن جو آهي.

**پرشن-** ٻيو آتما گيان ڪهڙو آهي؟ اهو ڪرپا ڪري چٽي
طرح نروار ڪري ٻڌايو.

**اتر-** هي شش! آتمڪ گيان معنيٰ آتما ۽ پرماتما جي سروپ جي
جاڻ هجڻ. اهو گيان ٻن قسمن جو آهي، هڪڙو آتما ڀيد گيان، ٻيو آتما
اڀيد گيان، تنهن ۾ ڀيد گيان، وري ٻن قسمن جو آهي:- هڪ انتر آتما
ڀيد گيان، ٻيو برهم سروپ جو ڀيد گيان آهي. اهو ٻه پروکير ۽ اپروکير
ڀيد هجڻ ڪري ٻن نمونن جو آهي.

**پرشن-** ڀيد گيان ۾ انتر آتما ڀيد گيان جو سروپ ڪهڙو آهي؟
ٻيو برهم سروپ جي ڀيد گيان جيو سو ڪهڙو آهي؟

**اتر-** برهم، جڳت ۽ اسٿول، سوکيم، ڪارڻ شريرن کان ماٺ نيارو
آتما سروپ آهيان. اهو آتما ڀيد (ڀيائيءَ وارو) گيان آهي. ٻيو پرڪرتي
پرش کان جدا ست چت آنند سروپ برهم آهي. اهو برهم سروپ جو
ڀيد گيان آهي. انهيءَ کي ئي پروکير ڀيد گيان چئجي ٿو.

**پرشن-** انهيءَ پروکير ڀيد گيان جو ڪارڻ، ڦل ڪهڙو آهي ۽
انهي اوڌي (حد) ڪهڙي آهي؟

**اتر-** انهيءَ جو ڪارڻ نياءِ شاستر وشيشڪ شاستر جي پڙهڻ ۽
ٻڌڻ ڪري پيدا ٿئي ٿو. سدس ڦل- ٻين سان واد وواد ڪرڻ ۾
چتر (چالاڪ) ٿئي ٿو. انهيءَ جي اوڌي- آچاريه دوارا پڙهي پورڻ
ٿيڻ. اها پروکير ڀيد گيان جي حد آهي.

**پرشن-** آتم سروپ جو اپروکير ڀيد گيان ڪهڙو آهي ۽ سدس
ڪارڻ ڇا آهي؟

**اتر-** پنهنجي آتم سروپ کي ست چت آنند روپ ڪري
سمجهڻ، ته برهم کان جدا ماٺ آتما آهيان. اهو اپروکير آتما ڀيد گيان

ڪيهون ڪ دوديہ آمنڪ، بهت اوچي سر گاوي
ڪيهون ڪ ڇي مڪ مؤن، گگن ايسي رم جاوي
چت وت دوسون لڳيو، ساوڌان ڪيسي رهي
ڀهہ پريم لڪشڻا ڀڳتي دئي، ششيءسن سندر ڪهي.

ساڳيءَ طرح نارد مني ءَ ۾ ڀڳتي سوتر ۾ فرمايو آهي. اهيءَ ڀڳتيءَ ڪري ڀڳت جو چت ڀڳوان سان ملي هڪ روپ ٿي وڃيٿو. انڪري ڀڳوان جي اندت ڪريا هروقت رهي ٿي. هي شش اهڙيءَ طرح مٿي ورنن ڪيل ڀڳتي پورڻ ڍريہ سان ڪرڻ لڳوجي جنهنڪري چت جي چنچلتا (وکيپ) ناس ٿي وڃي ٿو. اهڙي شد چت ۾ئي پورڻ برهم جو اپيد نشچي گيان ٿئي ٿو، جنهن ۾ ٻرا ڀڳتيءَ جو شمار ڪيو ويو آهي.



## وويڪ ستون (٧)

**(اناتما گيان، آتما گيان، ۽ انهن جا قسم، سروپ ورنن)**

دوهرا – ورڻو سپتم وويڪ ۾، گيان ڀيوت پرڪار،
اناتم آتم ڀيد تي، ڪرڻ تانهن وستار.

**پرشن** – هي ٻئي گيان گهڻن قسمن جو آهي؟

**اتر** – هي شش گيان مکيہ ٻن قسمن جو آهي هڪ اناتما جو گيان ٻيو آتما جو گيان.

**پرشن** – اناتما جو گيان ڪهڙو آهي؟

**اتر** – سنسار جي پرپنچ وغيره پدارٿن جو گيان هئڻ، جنهن جي ڪري لوڪيڪ وهنوار هلي ٿو. جهڙوڪ – هوائي جهاز، ريلوايون، مشينون، تارون، ڀيا ڏاڪا، ۽ سائنس گيان وغيره. اهو سڀ اناتم ... ي. اهيءَ جو وڏيڪ وسعار نٿو ڪجي. جاڪا

انڀيءَ راڳاتمڪا ڀڳتيءَ جي بلڪل پڪي اوستا دمڻ بعد ڪ
پريما ڀڳتي پرپور ٿئي ٿي جنهنکي پريمالڪشڻا ڀڳتي ٻه چئجي ٿو.
**پرشن —** هي پريوا پريما ڀڳتيءَ جو سروپ (لڪشڻ) ڪهڙو آهي

**اتر — (پريما ڀڳتيءَ جو سروپ ورنن)**

پريما ڀڳتيءَ جي معنيٰ آهي وڏيءَ وغيره کان سواءِ ئي فقط پرما
جي پريم رس ساگر ۾ تبي هڻي پرماتما سان هڪ روپ ٿي وڃڻ. انکي
پريما يا پريم لڪشڻا ڀڳتي چئجي ٿو. جيڪو اهڙي پريم ۾ مگن ٿئي
ٿو، انڀيءَ جا باهريان لڪشڻ هيٺ ورنن ڪجن ٿا:-

**دوهرا —** پريم مگن جي جن پيي، تن ڪي مٽي اگهاد،
گاوت رووت ناچت ڪب، هنست ڪبهن سماڌ.

ارٿ — جنهن کي پريم جي مستي چڙهي ٿي، اهو مستيءَ ۾
مگن ٿي ڪڏهن وقت او جي آواز سان ڳائي ٿو، ڪڏهن مهل روئڻ
نچڻ لڳي ٿو، ڪڏهن وقت خوشيءَ کان کلي ئي کلي پيو، ڪڏهن تہ
مستيءَ ۾ مستانو ٿي مات ٻئي رهي ٿو. ڪنهن ست پرش جو چوڻ آهي:-

پريم لڳيو پرميشور سون، تب ڀول گيو سگرو گهر بارا
جيون اُنمت ڦري جت هي تت، نيڪ رهي نہ شرير سنڀارا
سواس اُساس اُٺي سب روم، چلي دڳ، نير اکنڊت ڌارا
سندر ڪؤن ڪري نوڌا وڌ، ڇاڪ پريو رس پي متوارا



ٻيا — ڪبهون ڪ هنس اُٺ نرتيہ ڪري، رووت ڦر لاڳي
ڪبهون ڪ گد گد ڪنٺ، شبد نڪي نهن آڳي

گهرجي. انڪري سچي ڦل جي پراپتي ۽ پورڻ ڪاميابي حاصل ٿئي ٿي.

**پرشن** - ڇهين نودا ڀڳتيءَ جو ڦل ڇا آهي؟

**اتر** - نودا ڀڳتيءَ جو ڦل - گوڻي ڀڳتيءَ جو پيو قسم راڳا تمڪا ڀڳتي آهي، جنهنکي پريم لڪشڻا ڀڳتي بہ چون ٿا.

**پرشن** - راڳا تمڪا ڀڳتيءَ جو سروپ (لڪشڻ) ڪهڙو آهي؟

**اتر** - مٿي ڇهين ساڌن روپ نودا ڀڳتيءَ جي ساڌن پوري ڪرڻ بعد ايشور جي پورڻ ڪرپا مڃڻ سان رات ڏينهن اشٽ ديوي جي چرڻ ڪملن جي ڌيان ۾ مگن رهڻ ۽ ڀڳت جو هردي ڪمل روپي گل ٽڙيل رهندو. ان ڪالسواءِ ڀڳوان ڏانهن سڌائين سڪ ۽ اٿل پريم ڌارائن جون لهرون وهڻ لڳن ٿيون، جنهن پريم ڌارا جي مڌر سواد ڪان ڌاول ڀڳت جي هردي روپي سنگهاسن تي ڀڳوان براجمان ٿي، هميشه هردي ۾ آتما رمڻ- آنند ۽ شانتيءَ کي پرگهٽ ڪري ٿو. اهڙي گهري ڀڳوت پريم جو نالو راڳا تمڪا ڀڳتي آهي. راڳا تمڪا ڀڳتيءَ جي اهڙي دا ۾ سري ڀڳوان سان ساڌڪ جي جت جي پريتي هميشه ڦڪر بٽي رهي ٿي.

مثال - جيئن گهوڙ ۾ نئين آيل استريءَ کي پتيءَ سان پريم پيدا ڪرڻ لاءِ سندس سيوا جا گهڻيئي رستا پورين ڏيکاريا وڃن ٿا؛ پر جنهن وقت پورنا جو ڀڪو سنبنڌ پتيءَ سان ٿئي ٿو تہ وري تنهن وقت هوءِ ازخود پريم ۾ مگن ٿي رهي ٿي ۽ وڏيءَ (رستي) ڏيکارڻ ڪان سواءِ پاڻهي ئي سيني ڪمن کي پالڻ ڪري ٿي. اهڙيءَ طرح ڀڳوان سان پريم اپايا وڌائڻ لاءِ پهرين نودا ڀڳتيءَ شروڻ، ڪيرتن وغيرہ رستن جي ضرورت رهي ٿي. جڏهن راڳاتمڪا ڀڳتيءَ جي حالت ۾ ڀڳوان ساڻ پتي براڻ سنتيءَ وانگر پريم حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ اپاس يا مٿين رستن جو ڪوبہ پريوجن نہ رهي. مطلب تہ ڀڳت ڀڳوان ساڻ پوار پريم ۾ پڌ جي سندس چرن ڪملن جي مڌر ڌيان ۾ هر هر مگن رهي ٿو. جنهن ڪري ڀڳت جي اندر ۾ هردم آنند ۽ شانتي رهي ٿي. اهو راڳاتمڪا ڀڳتيءَ جو ڦل سمجهڻ گهرجي.

**پرشن** — وندنا ڀڳتي ڪهڙن ڪئي آهي؟

**اتر** — وندنا ڀڳتي — اڪروڙ، ڀرت، راجا رگهو گڻ، نل ڪوبر

مڻي گريو وغيره انهن ڪئي آهي.

## (٧- داسيه ڀاو ڀڳتي ورڻن)

داسيه ڀڳتيءَ جي معنيٰ آهي هميشه داس ٿي رهڻ. فقط داس ڪهاڙڻ سان داس نٿي ٿي داخل ٿي نٿو سگهجي بلڪ هيڏيئن طرح ملت ڪرڻ سان ئي سگهجي ٿو. يعني ايشور اوتارن، گروئن، سنتن مهاتمائن جي آگيا کي پرم سان پالڻ ڪرڻ (انهيءَ پٺاندڙ هلڻ) اها داسيه ڀڳتي آهي.

**پرشن** — اها داسيه ڀڳتي ڪهڙن ڪهڙن ڪئي آهي؟

**اتر** — داسيه ڀڳتي — لڇمڻ، هنومان، سانيڪي راجا، ڀرت وغيره

انهن ڪئي آهي.

## (٨- سکا ڀاو ڀڳتي ورڻن)

سکا ڀاو معنيٰ پريتم ٿيڻ. ايشور اوتارن، سڪرو سنتن سان سچو

پريم رکي پريتم ٿيڻ ۽ سترداڻي حالت ۾ هردم حاضر رهڻ. اها سکا ڀاو

ڀڳتي آهي.

**پرشن** — سکا ڀاو ڀڳتي ڪهڙن ڪهڙن ڪئي آهي؟

**اتر** — سکا ڀاو ڀڳتي ارجن، اڌو، گنگا گوال، سگريو وغيره انهن

ڪئي آهي.

## (٩- آتم نويدن ڀڳتي ورڻن)

آتم نويدن معنيٰ پنهنجو پاڻ ارپڻ ڪرڻ. ايشور، گروئن ۽ سنتن

کي پرم شرڌا سان تن، من، ڌن، وڌن ناڻ سميت ارپڻ ڪري ڇڏڻ.

انهيءَ کي آتم نويدن ڀڳتي چئجي ٿو.

**پرشن** — آتم نويدن ڀڳتي ڪهڙن ڪئي آهي؟

**اتر** — آتم نويدن ڀڳتي راجا بلي، موردوج راجا، جنڪ راجا،

رنتي ديو، دروپدي وغيره انهن ڪئي آهي. وڌيڪ ساڌون لوڪا ڀڳتي

[illegible]

رکڻ. اها سمرڻ ڀڳتي آهي.

**پرشن**— اها سمرڻ ڀڳتي ڪنهن ڪنهن ڪئي آهي؟

**اتر**— سمرڻ ڀڳتيءَ وارا مکيه ڀڳت- پرهلاد ڀڳت، ڌروڀڳت، والميڪ
چيندر، گوپيون وغيره انهن ڪئي آهي.

## (٤- پادسيون ڀڳتي ورنن)

پادسيون يعني چرڻن جي شيوا ڪرڻ. اوتارن، ستگرو، سنتن
سنت پرشن جي چرڻن جي شيوا سک ۽ پريم سان ڪرڻ انهن جو
شرير زنده موجود هجي ته ان جي چرڻن کي زور ڏيڻ، چندن
لائڻ، گل چاڙهڻ ڪپن. جي شرير موجود نه هجي ته انهي مورتيءَ
(فوٽي) تي سچيءَ ڀاونا سان ساڳيءَ طرح چرڻن جي شيوا ڪرڻ گهرجي.

**پرشن**— اها پادسيون ڀڳتي ڪنهن ڪنهن ڪئي آهي.

**اتر**— پادسيون ڀڳتيءَ وارا مکيه ڀڳت لڇمي، هنومان، ڀرت،
لڇمڻ، ويسٽڻ وغيره انهن ڪئي آهي؟

## (٥- ارچن ڀڳتي ورنن)

ارچن يعني پوڄا ڪرڻ. ايشوري اوتار ۽ ستگرو، سنت انهن
جي سچيءَ ڀاونا سان واس ڏکائڻ، اگربتيون آرتي ۽ چندن ڪيسر،
ڪافور گل ڦل وغيره سان پوڄا ڪرڻ، سدان وستر وغيره ڪرائڻ. جي
شرير موجود نه هجن ته مورتيءَ (فوٽي) جي ڀاونا سان پوڄا ڪرڻ. اهڙيءَ
طرح اها ارچن ڀڳتي آهي.

**پرشن**— اها ارچن ڀڳتي ڪنهن ڪنهن ڪئي آهي.

**اتر**— ارچن ڀڳتي پرٿو راجا، نامديو، هريداس، نرسيءَ ڀڳت،
ميران بائيءَ، شبريءَ وغيره انهن ڪئي آهي.

## (٦- وندن ڀڳتي ورنن)

وندن معنيٰ نمسڪار ڪرڻ. پرماتما سرگڻ نرگڻ سروپ کي
ستگرو سنتن کي، ويدن، شاسترن وغيره کي پريم شرڌا سان نمسڪار
ڪرڻ- انکي وندنا ڀڳتي چئجي ٿو.

(١- شروڻ ڀڳتي ورنن)

شروڻ (ٻڌڻ) ڀڳتي ان قسم جي آهي. جهڙيءَ طرح ڀڪيءَ جا
ٻر ٿيندا آهن ۽ ڳاڙهيءَ جا ٻر ڦيٽا ٿين ٿا. تيئن ڏڪ سرڳڻ ساڪار سروپ
پرماتما جا اوتار رام، ڪرشڻ وغيره، انهن جا گڻ، ۽ چرتر ليلائون ٻڌڻ
۽ انهن سمبنڌي ڀاڳوت، رامائڻ، گيتا ڀڳت مالها وغيره شاسترن ۽
سنتن جون ڪٿائون پريم سان ٻڌڻ. ٻيو نرگڻ نراڪار جا گڻ ساڳيءَ
طرح گڻ، پراٿنائون، وڏائي وغيره سڻڻ. ٻه جهڙيءَ طرح ماري هرڻن
کي ڦاسائڻ وقت مٺو سرلنڊو وڄائيندا آهن ته هرڻ ان سرلنڊي ٻڌڻ وقت
شرير جي سڌ ٻڌ ڀلائي ڇڏيندا آهن، تيئن شروڻ ڀڳتي ڪرڻ گهرجي.

**پرشن—** اها شروڻ ڀڳتي ڪنهن ڪنهن ڪئي آهي؟

**اتر—** شروڻ ڀڳتي وارا مکيه ڀڳت راجا پريکشت، رشي ڀارد واج،
گرڙ، پاربتي، راجا جنميجيه وغيره انهن ڪئي آهي.

(٢- ڪيرتن ڀڳتي ورنن)

ڪيرتن (ڳائڻ) ڀڳتيءَ جا ٻه پاسا آهن. سرڳڻ ۽ نرگڻ، پرميشور
جا گڻ پريم سان ڳائڻ، پراٿنائون ڪرڻ، ڪٿائون وياکيان ڪرڻ،
ٻيو سنگر و سنت مهاتمائن جا گڻ، چرتر ڪٿا ڪرڻ وغيره اها ڪيرتن
ڀڳتي آهي.

**پرشن—** اها ڪيرتن ڀڳتي ڪنهن ڪنهن ڪئي آهي؟

**اتر—** ڪيرتن ڀڳتيءَ وارا مکيه ڀڳت سکديو، نارد منيءَ، والميڪ
رشيءَ، ڪاڪ ڀشنڊ، ميران ٻائي، وشنت منيءَ، سنت ڪمار گرو نانڪ
وغيره ڪئي آهي.

(٣- سمرڻ ڀڳتي ورنن)

پرماتما جي سرڳڻ نرگڻ سروپ جي نام جو پريم سان هميشه
سمرڻ (يادگيري) ڪرڻ. جيڪي سروڻ ڪيو تنهنکي من ڪرڻ. ان
ڪالسواءِ سڀ ۾ پرماتما جو سروپ ڏسڻ ۽ ائين سمجهڻ ته ايشور سڀني
جي هردي اندر، توڙي ٻاهر ٻاپ پڻ ڪي. ڏسي ٻيو وغيره اهڙيءَ طرح

ورق چوٿون

## نوڌا ڀڳتيءَ جو نقشو

| نمبر | ڀڳتيءَ جي قسم جو نالو | مثال - جن ڀڳتي ڪئي آهي |
| --- | --- | --- |
| ١ | شروڻ - يعني ڀڳوان جون ليلائون ۽ ڳڻ ٻڌڻ | راجا پريڪشت، بازدواج، پاربتي وغيره. |
| ٢ | ڪيرتن - يعني ڀڳوان جون ليلائون ۽ ڳڻ ڳائڻ. | سکديو، نارد، سنت ڪبار، بالميڪ، وغيره. |
| ٣ | سمرڻ - يعني ڀڳوان کي هردم ياد ڪرڻ. | پهلاج، ڌرو، گوپيون، کهيندر وغيره. |
| ٤ | پادسيون - يعني ڀڳوان جي چرنن جي شيوا. | لڪشمي، هنومان، ڀيمشڻ وغيره. |
| ٥ | ارچن - يعني ڀڳوان جي پوڄا ڪرڻ. | پرٿو راجا، نامديو، ميران بائي وغيره. |
| ٦ | وندن - يعني ڀڳوان کي برابر سان نمسڪار ڪرڻ. | اڪروڙ، پرسيرام گڻ راجا وغيره. |
| ٧ | داسيہ ڀاو - يعني ڀڳوان جو داس بڻجڻ. | لڇمڻ، هنومان، سائيڪي، وغيره. |
| ٨ | سکا ڀاو - يعني ڀڳوان جو پريتم بڻجڻ. | ارجن، اوڌو، سڪريو، سداما، وغيره. |
| ٩ | آتم نويدن - يعني ڀڳوان کي پنهنجو پاڻ ارپڻ ڪرڻ. | راجا بلي، مورڌوج، دروپدي وغيره. |

ڪيئه ڪي آيو ڪري سڏيو ويو آهي. ٻيءَ طرح اوتار شريرن کي برهم روپ ڄاڻو ويو آهي. ۽ ساڪيات نرگڻ برهم اوتار شرير ڪونه آهن جيئن جي اهو ساڪيات ڪار برهم جو درشن هجي ها ته ارجن، اڌو، لڇمڻ، ڪوشليا وغيره، هميشه اوتارن سان گڏوئي درشن ۾ رهندا هئا، ان کي گيان جي ضرورت نه پئي ها، جو اوتارن پاڻ هنن کي برهم گيان جو اپديش ڏيئي نرگڻ برهم ساڪيات ڪار ڪرايو آهي. جنهن ڪري شڪ موهه کان نيارا رهي جيون مڪتيءَ جو سک ماڻيو اٿن، ۽ ڪيولي موکيه کي پراپت ٿيا آهن. تنهن ڪري جيون مڪت سکس ۽ ڪيولي موکيه جو ڪارڻ، اڀيد اپروکيه برهم گيان آهي.

**پرشن** — هي سوامي! جيسين انتهڪرڻ ۾ وکيپ آهي يعني هنڌي وکيپ ڪري چنچل رهندي هجي، جنهنڪري اپروکيه برهم گيان ٿيڻ ناممڪن آهي، تنهن وکيپ کي ناس ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

**اتر**- هي پيارا! وکيپ (هنڌيءَ جي چنچلتا) کي ناس ڪرڻ لاءِ پورٻائين اپاسنا يعني ڀڳتي ڪرڻ گهرجي. ڀڳتيءَ بابت وڌيڪ هيٺ وويڪ ۾ پڙهو.

## وويڪ ڇهون (٦)

**(ڀڳتي، انهيءَ سروپ، ڪارڻ، ڦل اوڌي ۽ ڀڳتيءَ جا قسم ارٿ سميت ورنن)**

دوهرا— ڪشٽم وويڪ ۾ سنو، ڀڳتي ڀوت پرڪار،

سروپ لڪشڻ ورنن تنهن، ڀيد سهت وستار.

**پرشن**— هي ناٿ! ڪرپا ڪري ٻڌايو ته ڀڳتيءَ جو سروپ، ڪارڻ، ڦل، ۽ اوڌي (حد) ڇا آهي؟ ۽ اهو پڻ سمجهايو ته ڀڳتي ڪيترن قسمن جي آهي؟

**اتر**— هي شش پهرين ڀڳتيءَ جو سروپ ٻڌ:- ڀڳتيءَ جا ارٿ ۽ سروپ گهڻن ودوانن پنهنجي پنهنجي انيڪ سان گهڻئي قسمن جا ٻڌايا

٣- دويه سنگرم شڪتي- يعني توري پدارت مان تمام گهڻو ڪاريه رچڻ، وغيره. اها دويه سنگرم شڪتي آهي.

٤- اچنتيه شڪتي- يعني سامگريءَ کان سواءِ سرشٽيءَ جي رچنا ٿيڻ ليڪن يا پدارت رچڻ ۽ سنگرم ڪرڻ وغيره اها اچنتيه سنگرم شڪتي ڪلا آهي.

اهڙيءَ طرح هي ڇهه اهي ايشوري شڪتي وياپڪ سورهن ڪلائون آهن، جن جو جوڙ قسمن سان ارٿ سميت ورتل ٿيو.

**پرشن**— هي ٻڌايو آهي جي سورهن شڪتي ڪلائون جڻ قسمن جي شڪتيءَ سان اوهان ٻڌايون، تن مان ڪهڙي ڪهڙي شڪتي ڪهڙن ۾ آهي ۽ ڪهڙجي ڪهڙجي دواران سرشٽيءَ ۾ پرورت ٿي ملندي رهي ٿي.

**اتر**- انهن سورهن ڪلائن جي پهرين قسم واري ساماڻيه شڪتي سا ته ساڌارڻ طرح مڇن پسون پکين وغيره سڀني ۾ آهي، ۽ سورهن ڪلائن جي ٻي قسم واري وشيش شڪتي سا ادهمي مڇن جيون ۾ آهي، ۽ انهن ڪلائن جي ٽين قسم واري دويه شڪتي سا اوتارن ۾ آهي، ۽ سورهن ڪلائن جي چوٿين قسم واري اچنتيه شڪتي اها سرووياپڪ ايشور ۾ آهي. اهڙيءَ طرح اهي سورهن ڪلائون ايشوري عيرڻ شڪتي، ساري برهمانڊ ۾ وياپڪ ٿي ملندي رهي ٿي. هاڻي

[illegible]ڪو مٿي پرشن پڇيو هو ته رام، ڪرشڻ وغيره اوتارن جو درشن برهم جو
[illegible]ڪار ڪونهي ڇا؟ پر شاسترن ۾ اوتارن کي ساڪيات برهم روپ ڪري
[illegible]جو؟ انهيءَ سبب جو اتر توکي ملي چڪو ۽ پر ته رام، ڪرشڻ وغيره
[illegible] جن ڪري ته برهم روپ چيو اٿن. جو انهن رام ڪرشڻ
[illegible]جي درشن ڪرڻ سان داس ۽ ٻچ جي اُتپتي ٿئي ٿي.
[illegible] درشٽيءَ ۽ اُنهن دواران برهم جو ساڪيات ڪار ٿيڻ
[illegible] هي. تنهنڪري اُنهن کي شاسترن ۾ برهم روپ ڪري
[illegible] ٿي.

[illegible]— جڏهن ته [illegible] ۾ آيو (عمر) وڌائڻ جي ڪارڻ

جو سيڪو پنهنجو برو ڀلو ڄاڻي ۽ سمجهي ٿو. اها سپ سامانيہ گيان شڪتي آهي.

٢- وشيش گيان شڪتي- يعني ہريکيا سان ۽ سمرڻ ڪرڻ سان ڄاڻڻ. جيئن جوتش وغيرہ شڪن، لگن، سرودير (نڪ جي سرن) دواران ڄاڻي وجڻ. اها وشيش گيان شڪتي آهي.

٣- دوير گيان شڪتي- يعني سدڌ دواران تنهي وقتن کي ڄاڻڻ (گذريل، هلندڙ، ايندڙ وقت جي جنتن ڪيل ۽ گهڄها ہدارٿ تن جو گيان ٿئڻ.) وغيرہ اها دوير گيان شڪتي آهي.

٤- اڄنتير گيان شڪتي- يعني جنتن کان سواءِ سدائين سموري سرشٽيءَ جو گيان ٿئڻ اها اڄنتير پورڻ گيان وگيان شڪتي آهي.

(١٥) پريم شڪتي ڪلا- سڪ پيار هئڻ واري شڪتي. اها چئن قسمن جي آهي- ١- سامانيہ بريم شڪتي- يعني سڀ کي انڪول (وڻندڙ) پيارن پدارٿن ہر بريم ۽ سڪ هئڻ. ٢- وشيش بريم شڪتي- يعني ڪل، ذاتيءَ، گوٽ وارن وغيرہ ہ، تتا سنتن مهاتمائن وغيرہ ہر بريم هئڻ ۽ پهار لڳڻ. اها وشيش بريم شڪتي آهي. ٣- دوير بريم شڪتي- يعني ديش لاءِ بريم، ۽ ديش ڌرم وارن ہ سڪ ہريم لڳڻ وغيرہ. اها دوير ہريم شڪتي آهي.

٤- اڄنتير بريم شڪتي - يعني انٿ برهمانڊ روپ سموري سرشٽيءَ ہر ہريتا (پياري لڳڻ) اها اڄنتير بريم شڪتي آهي.

(١٤) سنگرهہ شڪتي ڪلا= رچنا ڪرڻ يا ڪني ڪرڻ جي شڪتي. جا چئن قسمن جي آهي.

١- سامانيہ سنگرهہ- يعني وڻندڙ پدارٿن جي رچنا رچڻ ۽ ڪنا ڪرڻ، اها سامانيہ سنگرهہ شڪتي آهي.

٢- وشيش سنگرهہ شڪتي — يعني گهڻن پدارٿن جي رچنا ڪري ڪم ہر آڻڻ، ہئن گهڻن جي لاءِ رچنا رچڻ ۽ سنگرهہ ڪرڻ وغيرہ. اها وشيش سنگرهہ شڪتي آهي.



ٻيهنجي ڪلپنا (ٻڪي سنڪلپ) سان آس کي پالڻ ڪن ٿيون، اهڙيءَ طرح جو وشيش ڪلپنا (ٻڪي خيال) سان ڪاربه ڪرڻ، اها وشيش ڪلپنا شڪتي آهي.

٣- دوبه ڪلپنا شڪتي- يعني سنڪلپ جي سڌنا هئڻ يا حنتا مٽي يا ڪلپ ورکش وغيره سان سمبند رکڻ ڪري سچو سنڪلپ ٿيڻ، وغيره اها دوبه ڪلپنا شڪتي آهي.

٤- اجنتير ڪلپنا- يعني مان هڪڙو آهيان گهڻا روپ ٿي پوان، اهڙو جو ٻڪو ايشوري سنڪلپ سرشتي روپ هئڻ، اها اجنتير ڪلپنا شڪتي آهي.

(١٣) شرڌا شڪتي ڪلا= وسواس جي شڪتي هئڻ. جا چئن قسمن جي آهي.

١- ساماڻير شرڌا- يعني لوڪڪ منش جو هڪ ٻئي ۾ وشواس هئڻ وبهار سان ورتاءُ ٿيڻ اها ساماڻير شڪتي شرڌا آهي.

٢- وشيش شرڌا- يعني سنتن ستگرن ۽ شاسترن ۾ آتم وشواس هئڻ اها وشيش شرڌا شڪتي آهي.

٣- دوبه شرڌا- يعني اوتارن ۽ ديوتائن ۾ وشواس هئڻ وغيره. اها دوبه شرڌا شڪتي آهي.

٤- اجنتير شرڌا يعني سڀ ۾ ايشور ڀاو سان وشواس هئڻ وغيره اها اجنتير شرڌا شڪتي آهي.

(١٤) گيان وگيان شڪتي ڪلا- سمجهه ۽ انڀوَ سان ڄاڻڻ جي شڪتي. جا چئن قسمن جي آهي.

١- ساماڻير گيان شڪتي - يعني ڀلي، بري کي ڄاڻڻ ۽ ٻيهنجي ڀلائيءَ، برائيءَ، نفعي، نقصان کي سمجهي وٺڻ. اها ساماڻير گيان شڪتي آهي جيئن ته بسون ٻکي آهن ته اهي سنتن مهاتمائن ۽ ڌرماتمائن کي ويجهو ڏسي به ٽتا ڄڃن ٺڪو ٻڇن ٿا، پرڌشٽن ماڻهن کي ڏسي ڊڃي ڀڄي وڃن ٿا. جيئن پيا ٻکي شڪري (باز) کي ڏسي ڀڄي وڃن ٿا، اهڙيءَ طرح سان

١- سامانيہ شڪتي- يعني ساڌارڻ طرح سان هلڻ، ڦرڻ، ڊوڙڻ وغيره اها سامانيہ ڪريا شڪتي آهي.

٢- وشيش ڪريا شڪتي- يعني موٽر، هوائي جهاز، آگگاڏي گهوڙا پلٽڻ وغيره هلائڻ، اها وشيش ڪريا شڪتي آهي.

٣- ديو ڪريا شڪتي- يعني آڪاس ۾ اڏامي هلڻ، وايو (هوا)، اگنيءَ ۾ پاڻيءَ وغيره ۾ هلڻ ۽ پرٿويءَ ۾ ٽبي هڻي وڃڻ، وغيره اها سڀ ديو ڪريا شڪتي آهي.

٤- اچنتيہ ڪريا شڪتي- يعني اننت برهمانڊ روپ سموري سرشٽيءَ کي هلائڻ، اها اچنتيہ ڪريا شڪتي آهي.

## (١١) وچن شڪتي ڪلا = ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي شڪتي. اها چئن قسمن جي آهي.

١- سامانيہ وچن شڪتي يعني شبد، ۽ ڪٿا وکيان ڪرڻ وغيره اها سامانيہ وچن شڪتي آهي.

٢- وشيش وچن شڪتي- يعني منتر وغيره ٻولڻ، ديوتائن کي ٻولي گهرائڻ، ڪارج ڪرائڻ، وغيره اها وشيش وچن شڪتي آهي.

٣- ديو وچن شڪتي- يعني ور ۽ سراپ ڏيڻ جو سچو ٿيڻ ۽ آڪاش واڻي ٿيڻ، وغيره اها ديو وچن شڪتي آهي.

٤- اچنتيہ وچن شڪتي- يعني جيڪي ڪجهہ چئجي سو سڀ سچ ئي ٿيڻ ۽ اوچتي اچرج نموني آڪاش واڻيءَ جو سچو ٿيڻ وغيره اها اچنتيہ وچن شڪتي آهي.

## (١٢) ڪلپنا شڪتي ڪلا = خيال يا سنڪلپ جي ويچار واري شڪتي. اها چئن قسمن جي آهي.

١- سامانيہ ڪلپنا- يعني ڀليءَ يا بريءَ ڪلپنا (ويچار) سان ڀلو يا برو ٿيڻ، جئن پاپ ويچارڻ سان پاپي دکي ٿيڻ ۽ پنج ويچارڻ سان پنجي سکي ٿيڻ وغيره. اها سامانيہ ڪلپنا شڪتي آهي.

٢- وشيش ڪلپنا- يعني جئن ڪونجون آنن کان پري رهي

يعني النت برهمانڊ روپ سرشٽيءَ جو جڙڻ، جيئن ته برهما، مهچيان ايڪ شڪتيون، ۽ سورهن ڪلائن سميت پرش (مڻش) جو ٺڪرڻ، وغيره.

**پرشن** — جن سورهن ڪلائن سان پرش ٺڪرن ٿا، اهي ڪلائون ڪهڙيون آهن؟

**اتر** - اهي سورهن ڪلائون هيٺيون آهن- جي رگ ويد جي پرشن اپنيشد ۾ ۽ آتم پراڻ جي ١٧ اڌياءِ ۾ ملادمنيءَ ڪيتا رشيءَ کي ٻڌايون آهن، جي هي آهن:-

١- پراڻ ٢- شرڌا ٣- آڪاش ٤- وايو ٥- اگني ٦- جل ٧- پرٿوي ٨- اندريون ٩- من ١٠- أن ١١- ويريه ١٢- تپ ١٣- منتر ١٤- ڪرم ١٥- لوڪ ١٦- نام. انهن سورهن ڪلائن سميت پرش ٺڪرڻ (مڻش ۾ اهي سورهن ڪلائون آهن) وغيره اها احنتيه وڪرڻ شڪتي آهي.

(٩) **جيون شڪتي ڪلا**= جيئري رهڻ واري شڪتي. اها چئن قسمن جي آهي:- ١- سامانيه جيون - يعني پراڻ جي ڌارڻ سان هميشه جيئرو تازو رهڻ. اها سامانيه جيون شڪتي آهي.

٢- وشيش جيون شڪتي - يعني اروگيتا (تندرستي) دواران ۽ سک سان جيوت گذارڻ، جيئن ته دوائن جي دواران، آسڻ، مدرڪائن، پراڻايام وغيره ۽ شڌ آهار وهنوار دواران، جيوت کي سک سان گذارڻ ٿا گيان، ايپاس دواران جئري جيون مڪتيءَ جو سک وٺڻ وغيره اها سڀ وشيش جيون شڪتي آهي.

٣- ديو جيون شڪتي - يعني مٺل کي امرت سان يا منتر، دوائن وغيره سان جيارڻ يا مهاتما، ستگرو جي ڪرپا درشٽي سان مڙدو جيارڻ، وغيره. اها ديو جيون شڪتي آهي.

٤- احنتيه جيون شڪتي - يعني النت برهمانڊ روپ سرشٽيءَ کي جيارڻ (جئرو رکڻ) اها احنتيه جيون شڪتي آهي.

(١٠) **ڪريا شڪتي ڪلا**= هر ڪم جي شڪتي. اها چئن قسمن جي آهي.

ديوتا، ڀوت، پريت، سرپ وغيره ڪشش ڪرڻ، ڀڳت جو
ڪي ڪشش ڪرڻ، جئن ڌروءَ ۽ پرهلاد ڀڳت وشنوءَ ڀڳوان
چڪيو هو، ۽ جئن شش سڪ سان گروءَ کي ڇڪي ٿو وغيره. اهڙ
طرح اها سڀ وشيش آڪرشڻ شڪتي آهي. ٣- دويه آڪرشن- يع
پهاڙن کي، درياهه، اگني وغيره وڏن پدارٿن کي ڇڪڻ، جيئن گ
نانڪ ولهي قنڌاريءَ نالي اولياءَ جي پاڻيءَ جي چشمي کي ڇڪي ورتو دو
ڀيو آئيڪ مڌشن جي مبدلين جئن کي ڪشش ڪرڻ، جئن ٻڌ، جين
ڌرم وارن انيڪ منشن کي ڇڪيو آهي وغيره. اهڙيءَ طرح اها سڀ دويه
آڪرشڻ شڪتي آهي. ٤- اچنتيه آڪرشڻ- يعني سورج، چنڊ، ڌروءَ
گرهن ۽ اپ گرهن ۽ پرٿوي وغيره جو هڪ ٻئي کي ڪشش ڪرڻ. تٿا
اننت (بيشمار) برهمانڊ روپ سرشٽيءَ کي ڇڪي رکڻ ۽ مايا ۾ ڪيدايچڻ
وغيره. اها اچنتيه آڪرشڻ شڪتي آهي.

**(٨) وڪرشڻ شڪتي ڪلا** = تياڳڻ (ڇڏڻ) شڪتي. اها چئ
قسمن جي آهي- ١- سامانيه وڪرشڻ- يعني وڪ واريءَ تٿا امبر
واريءَ هوا کي ڇڏڻ، جئن وڻ رانجو وڪ واري هوا (گئس) ڇڏ
ا، ڏينهن جو امبرت واري هوا ڇڏين ٿا. ڀيو ستي گٽي، رجي گٽي،
ي گٽي گئس (تيج) ڇڏڻ، ۽ شستر (هٿيار) وغيره هٿ مان ڇوٽ هلائي
ڻ وغيره. اها سڀ سامانيه وڪرشڻ شڪتي آهي. ٢- وشيش
ڪرشڻ- يعني وستر، ڌن، ڪنيا، وغيره ڇڏڻ (دان ڏيڻ) ڪنهن
وڪار کي ڇڏڻ، ۽ ڪنهن مٿان گهور گهوري ڇڏڻ، وغيره، اهڙيءَ
اها وشيش وڪرشڻ شڪتي آهي. ٣- دويه وڪرشڻ- يعني
سڌي ڏيڻ، آتم وديا ڏيڻ، ۽ ٻين وڏن پدارٿن کي ڇڏڻ
ڀڳت نرسيءَ جي پٽ ۽ ڌيءَ جي شاديءَ ... اتي
ڪپڙو قدرتي شڪتيءَ دواران ڇڏيو ويو
ڀيو جيئن ڀڳت ڪبير جو ڀڳيه پريت ... ڏي
طرح اها دويه وڪرشڻ شڪتي

طوفان، ڀلئگر وغيره جو طوفان ۽ گرميءَ، سرديءَ وغيره، انهن شڪتين
کي جو ناس ڪرڻ، اها سڀ دويہ ناشڪ شڪتي آهي. ٣- اڌيتم
شڪتي- يعني اننت برهمانڊ روپ سموريءَ سرشٽيءَ جو ناس ڪرڻ،
سا اڌيتم ناشڪ شڪتي آهي.

(٦) موهن ڪرڻ شڪتي ڪلا= موهت ڪرڻ يا ڀلائڻ. اها
ٽن قسمن جي آهي. ١- ساماڻيہ موهن شڪتي- يعني سندر پدارٿ
ڏيکارڻ ناچ، نادو، شرير سينگار ۽ل جي سوڀيا ڏسڻ ۽ وهنوار ڪريا سان
موهن ڪرڻ يا (ڀلائڻ) اها ساماڻيہ موهن شڪتي آهي. ٢- وشيش-
يعني جنتر، منتر، تنترن (دوائن جي ميلاپ) سان اليڪ مڻشن کي
موهڻ ۽ بازيگريءَ، جادوگريءَ وغيره سان ڀلائي ڇڏڻ اها سڀ وشيش
موهن شڪتي آهي. ٣- دويہ- اليڪ ماڻهن جا چتا (منڊلين= ٽولين)
کي موهي ڇڏڻ، جيئن تہ وشنو ڀڳوان سمندر ولوڙڻ ۽ امرت ورهائڻ
وقت موهني روپ ڌاري سڀني راڪشن کي موهت ڪيو هو وغيره
انهيءَ طرح موهت ڪرڻ، اها دويہ موهن شڪتي آهي. ٤- اڌيتم-
اننت برهمانڊ روپ سرشٽيءَ کي موهت ڪرڻ "جيئن مايا جي ڀرپار
سان سڀني جيون کي ايشور پنهنجو سروپ ڀلايو آهي ۽ نام روپ
جڳت ڏيکاري موهت ڪيو آهي". جيئن بازيگر طرح طرح جا روپ
ڏيکاري موهي ٿو، تيئن ايشور بہ انيڪ روپ ڏيکاري موهت ڪري
ڀلائي ٿو. اها اڌيتم موهن شڪتي آهي.

(٧) آڪرشڻ شڪتي ڪلا= ڪيڇڻ يا ڪشش ڪرڻ. اها ٽن
قسمن جي آهي ١- ساماڻيہ آڪرشڻ- يعني جئن چمڪ پٿر (چقمق)
لوهہ کي ڇڪي ٿو، جيئن اليڪٽريءَ جون تارون هڪ ٻئي کي
ڇڪيون ٿيون، جئن وڻ هوا کي ۽ جل کي ڇڪيندا رهن ٿا، استري
۽ پتي هڪ ٻئي کي ڪشش ڪن ٿا وغيره. اها سڀ ساماڻيہ آڪرشڻ
شڪتي آهي.

٢- وشيش آڪرشڻ- منترن، جنترن، تنترن، وغيره سان ڇڪڻ

ڪرڻ، اها سڀ دويه پالڻ شڪتي آهي. ٣ـ اجنتيه پورڻ شڪتي ـ يعني
آنت (بي انت) يعني سموري برهمانڊ* روپ سرشٽيءَ جو پالڻ (رڪ...
ڪرڻ اها اجنتيه پالڻ شڪتي آهي.

**(٤) رسائڻ شڪتي ڪلا** ـ معنيٰ پلٽو ڪارائڻ شڪتي. اها چئن
قسمن جي آهي. ١ـ سامانيه ـ جيئن ته زهر کي امرت، امرت کي زهر
ڪرڻ يعني جهڙيءَ طرح سنکئي وغيره زهر کي ماري شڌ ڪرڻ ڪري
ڪشتا وغيره. امرت جهڙو ڦل ڏئن ٿا، ۽ گيهه کي مٿن ڪرڻ ڪري
التو امرت مان زهر روپ ٿي پوي ٿو وغيره اها سڀ سامانيه رسائڻ شڪتي
آهي. ٢ـ وشيش ـ يعني ٽامي کي سون بڻائڻ، قلعيءَ کي چاندي بڻائڻ
پاري جو گٽڪو ٺاهي آڪاش ۾ اڏامڻ، گندڪ جو تيل وغيره ڪڍي
اڪسير ڪري پلٽائڻ وغيره. اها وشيش رسائڻ شڪتي آهي. ٣ـ دويه
رسائڻ ـ يعني پاڻيءَ کي پٽ (پرٿوي) ڪرڻ، پٽ کي پاڻي ڪرڻ.
جيئن پانڊون يگيه جي وقت ۾ ڪيو هو. يو جيئن گورک ناٿ پهاڙ کي سونو
بڻايو وري پلٽائي بلوري ڪيائين ۽ ويران ۾ بستي، بستيءَ ۾ ويران ڪرڻ
وغيره اها دويه رسائڻ شڪتي آهي. ٤ـ اجنتيه رسائڻ ـ يعني
آڪاش، وايو، اگن، جل، پرٿوي، مهتتو وغيره سرشٽيءَ کي پلٽائڻ،
اها اجنتيه رسائڻ شڪتي آهي.

**(٥) ناشڪ شڪتي ڪلا** = ناس ڪرڻ جي شڪتي. اها چئن
...من جي آهي ـ ١ـ سامانيه ـ روڳن ۽ بيمارين، دشمن، شرير وغيره
... جو ناس ڪرڻ اها سامانيه ناشڪ شڪتي آهي. ٢ـ وشيش ـ يعني
...ام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار وڪارن کي ناس ڪرڻ ۽
...تن جي شڪتيءَ وغيره کي ناس ڪرڻ، اها وشيش ناشڪ شڪتي
... ٣ـ دويه ناشڪ ـ يعني شري رام، ڪرشڻ وغيره اوتارن دوارا
...ت ٿي ڪري راڪشن، (دشٽن) طاقت وارن اڏرمين ۽ انيڪ شڪتين
...س ڪرڻ، جيئن ته هوا جو طوفان، برسات جو طوفان، ۽ گنديءَ جو

* برهمانڊ ڪل ايڪيهه آهن. اهي اڳتي يوگ ۾ لکيل آهن.

کان سواءِ ٻي اِسن کي پيدا ڪرڻ يا پاڻ اُپن ٿيڻ. جئين– ڏني ڄڳت جو کيت پما ٻج جي ڪدوئن پر ڪٽڪ سان پيدا ٿيو. گورک جيٺي مان، سيتا گوڙي مان، ڪنيپ مني ڪنيپ مان، سرنگي رشي سنگ مان، پاتنجلي انجليءَ مان، وغيره اهڙيءَ طرح قاعدي نيمن کان سواءِ پيدا ٿيا آهن اها سڀ دويہ (عجيب) اُپتي شڪتي آهي.

**چوٿين** – اڻ هوند مان اُپتي هئڻ، جيئن– پرماتما جڳت کي پيدا ڪيو ته پهريائين ڪجهه نہ هو. ايئن اڻ هوند مدجهان اُستي ٿيڻ کي اجنتير اُپن شڪتي جڻجي ٿو. (جدجهڙو جنتن نہ ڪري سگهوي، اهڙي جو اپار اُر وجنير روپ لين کي اجنتير جنبو آهي)

(۲) **ڌارڻ شڪتي ڪلا**– يعني ٻل (طاقت) سان جهلڻ. اها چئن قسمن جي آهي– ا– سهجي (سپاوڪ) پنهنجي طاقت الوسار سڀڪو بار کڻي رهيو آهي، اها ساماڻير ڌارڻ شڪتي آهي. ۲– وشيش– يعني ساڌارڻ طاقت کان واڌاري ٻل سان مونر وغيره جهلڻ، ويرتا (پهلواني) ڪرڻ اها وشيش ڌارڻ شڪتي آهي. ۳– دويہ معنيٰ عجيب يا قدرتي طاقت سان پهاڙ کڻڻ، ندي کي ٻيڻ، گنگا جو ويگ جهلڻ، زهر کائي حضم ڪرڻ، درياهہ کي حڪ وغيره، اها دويہ ڌارڻ شڪتي آهي. ۴– اجنتير ڌارڻ معنيٰ اننت (بي انت) برهمانڊ روپ سرشٽيءَ کي ڌارڻ ڪرڻ، اها اجنتير پورڻ ڌارڻ شڪتي آهي.

(۳) **پالن شڪتي ڪلا**– پالنا يا آجيوڪا هئڻ. اها چئن قسمن جي آهي. ا– ساماڻير– پنهنجو ٻارڻ کي پالن ڪرڻ، جئين وڻ پسون وغيره پنهنجي سوارت لاءِ جنو ڪٽنب جي پالنا ڪرڻ اها سڀ ساماڻير شڪتي آهي. ۲– وشيش پالڻ– يعني ڪل جو پالن، گوٺ، ڏاٿيءَ، ... جي پالڻ ۽ ڏين، اڙن وغيره جي ڏرم آءِ پالڻ ... وشيش پالڻ شڪتي آهي. ۳ دويہ شڪتي– ديش، کنڊ، ... ن ۽ سنتن، پترن، ديوتائن، وغيره جي پالنا

(۰) پرٿويءَ ٻي دويپ ست آهن.

# وويڪ پنجون (۵)

## (ايشوري وياپڪ چوهٺ ڪلائون، انهن جا قسم ۽ سروپ ورڻن)

دوهرا – پنچم وويڪ ۾ سدو، گپت شڪتي پرڪار،
ورڻو وياپڪ ايش ڪلا، سوڙش ڀيد وستار.

**پرشن** — ايشوري شڪتي وياپڪ ڪلائون ڪهڙيون آهن؟

**اتر** – سورهن ڪلائن جا نالا هيٺيان آهن:– (١) اپڻي (پيدا ٿيڻ) شڪتي، (٢) ڌارڻ (جهلڻ) شڪتي، (٣) پالن (پوشڻ) شڪتي، (٤) رسائن شڪتي (يعني پلٽي پوڻ واري شڪتي) (٥) ناشڪ (ناس ڪرڻ) شڪتي، (٦) موهن (موهت يا پلائڻ) شڪتي، (٧) آڪرشڻ (کيڪچڻ) شڪتي، (٨) وڪرشڻ (ورسائڻ) شڪتي، (٩) جيون شڪتي، (١٠) ڪريا شڪتي، (١١) وچن شڪتي، (١٢) ڪلپنا شڪتي، (١٣) شرڌا (وشواس) شڪتي، (١٤) گيان وگيان شڪتي، (١٥) پريم شڪتي، (١٦) سنگٺن (ڪٺو ڪرڻ) شڪتي. اهي سورهن ڪلائن جا نالا آهن اهي وري ساماني، وشيش، ديو، ۽ اڌتميڪ ڀيد (تفاوت) هئڻ ڪري هرهڪ ڪلا چئن قسمن جي آهي. انهيءَ حساب سان جملي چوهٺ قسمن جون شڪتي ڪلائون ٿيون. هاڻي هڪ هڪ ڪلا جو ارٿ خيال ڏيئي پڙهو:–

(١) **اتپن شڪتي** - ڪرمن جي وس تي پرڪرتيءَ جي نيم انوسار جڻن ڪاٺين ۾ اتپن ٿيڻ. اها اتپن شڪتي وري چئن قسمن جي آهي- ١– ساماني ٢– وشيش ٣– ديو ٤– اڌتميڪ پورڻ شڪتي. تن ۾ پهريون – پرڪرتيءَ جي قائدي نيمن انوسار سڀاويڪ اتپتي ٿيڻ (ٻٽي جيل) اها ساماني اتپن شڪتي آهي. ٻي – پرڪرتيءَ جي نيم انوسار پاڻ اتپتي ڪرڻ اها وشيش اتپن شڪتي آهي. ٽين– پرڪرتيءَ جي نيمن

اوتار ڪري جڳجي ٿو.

جيتوڻيڪ اهي اوتار مڪش جوڻيءَ ۾ ٻين جيون جي شريرن وانگر وڪار ڪندڙ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. تڏهن ۾ اهي ايشوري شڪتيءَ جا آڌار ۽ ٻين جيون کان وڌيڪ آهن. انهن ۾ وشيش (وڏي) شڪتي موجد آهي انڪري ايشوري اوتار آهن اهو ثابت ٿيو. باقي ڪلائن جي گهٽ وڌ هڻڻ ڪري ۽ پرڪرتيءَ جي لهرن ۾ ڦير گهير هڻڻ ڪري اوتارن جا ڀيد ٿين ٿا. جي مٿي ورنن ٿي چڪا. اهڙيءَ طرح اهي سورهن ڪلائون سموري سنسار ۾ وياپڪ ٿي رهيون آهن.

پرشن— هي سڳروا مان هميشه سنسه مهاتمائن جي مک دواران ۽ شاسترن ۾ ٻڌ سورهن ڪلائون ٻڌي پڙهي رهيو آهيان مگر اڄ ڏائين ڪٿان ۾ انهن سورهن ڪلائن جا نالا لکشڻ، ڀيد وغيره لونير ڪري ڪو ٻڌايا آهن. اوهان ڪريا ڪري اهو جٿيءَ طرح سمجهائيندا.

اتر— هي شش- سورهن ڪلائون خيال ڏيئي ٻڌ- اهي ٽن قسمن جون آهن- هڪ ايشوري شڪتي روپ وياپڪ سورهن ڪلائون آهن. ٻيو پرش روپ سورهن ڪلائون آهن. ٽيون اوم ڪار روپ اوستا ڀيد سان سورهن ڪلائون آهن. ٽن ۾ جيڪي پرش روپ سورهن ڪلائون سي رگ وند جي پرشن اپنيشد جي انوسار آهم پراڻ ۽ ويچار جندر اديه وغيره شاسترن ۾ جڳيءَ طرح ورنن ٿيل آهن. ٻيون جيڪي اومڪار روپ اوستا ڀيد سان سورهن ڪلائون سي لرسنهون تاپني هنومان تاپني وغيره ٻين شاسترن ۾ جٿيءَ طرح آهن. باقي ايشوري شڪتي روپ وياپڪ سورهن ڪلائون سي گپت (ڳجهيءَ) طرح آهن، يعني هر ڪنهن شاستر يا ساڌوءَ ٻوڏان لڌيون لهي سگهن. اهي تو کي ٻڌايون وڃن ٿيون هيٺ وويڪ ۾.



ارٿ- ٻهرين اڌ ٻيھ ڪاڻ اهيءَ ڪي جنڄي جا پاڻي ۽ پرٿو
ب ميلاپ هڻڻ ڪري پيدائش ٿئي ٿي. جهڙوڪ- وڻ ٻوٽا، ان
ٻجيون وغيره اهي اڌ ٻيج ڪاڻ ۾ آهن. ٻي سويدج ڪاڻ اهيءَ ڪي
جنڄي جا ٻگهر جي پيدائش آهي. جهڙوڪ- مڱهڻ، جيون، جڇڙ،
مڇر، جوا، مکيون وغيره جيو سويدج مان آهن. ٽي انڊج ڪاڻ اهيءَ
ڪي جنڄي جا آني جي پيدائش آهي. جهڙوڪ پکي، سرپ، ماڪوڙيون
وغيره جيو سي انڊج مان آهن. ۽ چوٿون جرايج ڪاڻ اهيءَ ڪي جنڄي
جا جر جي پيدائش آهي. جهڙوڪ- پسون، منش وغيره سي جرايج
مان آهن. انهن چئني ڪاڻين ۾ ايشور شڪتيءَ جي ڪلا ٿهليل آهي. جا
ٻنئين حساب سان آهي. پرماتما جي استول جيتن سرشٽيءَ ۾ اڌ ٻيج
رشٽي ٻهرين ليکجڻ ۾ اچي ٿي اهيءَ ڪري سورهن ڪلائن منجهان
هڪ ڪلا جو پرڪاش ان مئي ڪوش سميت اڌ ٻيج ڪاڻ ۾ ئي آهي
اما ڳالهه سام ويد جي چاند وگيہ اپنيشد ۾ چڱيءَ طرح لکيل آهي- ته
اهڙيءَ طرح هڪ ڪلا ان مير ڪوش جي دواران پرگهٽ ٿي آهي.
ائين درجي ۾ درجي سويدج جيون ۾ ٻه ڪلائون انڊج جيون ۾ ٽي
ڪلائون آهن ۽ جرايج ڪاڻ جي اندر پسون جو ٽين ۾ چئن ڪلائن
جو پرڪاش آهي. منشن ۾ ساڌارڻ طرح پنج ڪلائون ۽ ڪن اديمي
ڪمائيءَ وارن منش پرڳن ۾ ڇهن ڪان الن ڪلائن تاءِ ايشوري شڪتيءَ
جو پرڪاش ٿئي ٿو. (انهن ڪلائن وغيره جو درنش اڳتي چڱيءَ ريت
ٿي) مٿيئن طرح هڪ ڪلا کان ولي جو الن ڪلائن تاءِ شڪتيءَ جو
پرڪاش لوڪيڪ روپ سان پرگهٽ ٿئي ٿو، يعني پورڻ ڪلائن جي
ڪلائين، سالوڪيڪ جيو ڪوٽي جنڄي ٿي. لنهن ڪاڻپوءِ نون ڪلائن
کان ولي سورهن ڪلائن تائين شڪتيءَ جو پرڪاش جن شريرن دواران
پرگهٽ ٿئي ٿو، سو الوڪيڪ ايشري ڪوٽي آهي. اهيءَ ڪري
نون ڪلائن کان سورهن ڪلائن تائين جن ۾ شڪتي آهي، تنهن کي ايشوري

**اتر** - هي شِشيہ! ماٺي انهيءَ ڀڳوت شڪتيءَ جو پرڪاش ڪيئن ٿئي ٿو سو وچارڻ پوڳير سمجهاڻيءَ سميت ورڻن ڪجي ٿو. پرماتما جي سرب وياپڪ هئڻ سان انهيءَ جي شڪتي به سڀ ۾ وياپڪ ۽ انهيءَ جي آڌار تي ئي اسٿت آهي جڙ جيتن اسٿاور، جنگم، درسيہ جڳت جي دواران (ظاهر) انهيءَ جي شڪتي جو پرڪاش ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري جڙ جيتن روپ سموري سنسار ۾ جيڪا به ڪجھ شڪتي ڏسي وڃي ٿي. اها انهيءَ پرماتما جي ئي شڪتي آهي. لذهن ۾ ڪو به شڪ ڪونهي، لڪا شنڪا هٽي سگهي ٿي. اهائي ايشوري شڪتي آهي جا، اگني ۾، جل ۾، اوشڌين، (ٻوٽين دوائن) سڀني ونسپتين ۾، انسان سڀني سنسار ۾ وياپي رهي آهي. ادوئي شڪتيءَ جو پرڪاش آهي. انهيءَ وشيہ ۾ پنهنجي دشي شاستر ڪرتا، وديارڻ سوامي به لکيو آهي ته ادويت برهم ۾ شڪتي پورڻ آهي. تڏهن ظاهر جڳت ۾ انهيءَ شڪتي جو قدرت دواران پرڪاش ٿئي ٿو. جهڙي طرح پورما جو چندر سورهن ڪلائن سان پورڻ ٿيو وڃي ٿو. تهڙيءَ طرح پورڻ شڪتي کي به سورهن ڪلائن واري شڪتي ٿيو وڃي ٿو. انڪري پرماتما ۾ پورڻ شڪتي جي موجود هئڻ ڪري پرماتما سورهن ڪلائن سان پورڻ چون ٿا، جي ڪلائون هن جڙ جيتن روپ سڄي جڳت ۾ وياپي رهيون آهن.

**پرشن** - هي پربوا اهي سورهن ڪلائون جڳت ۾ ڪيئن ۽ ڪهڙيون آهن؟ ڀيو دڪ جولي واري جيون ڪان هئن جولي واري جيون جي اتي ۽ شڪتي وڌيڪ ڏيکي ڏسجي سو ڇا جي ڪري؟

**اتر** - هي شش! هن سنسار ۾ چار ڪاٽيون آهن ته جهڙن ڪاٽين جي اندر جڪي جوٽيون انهن ئيل آهن ته ۾ اهي شڪتي ڪلائون وياپڪ آهن اهي چار ڪاٽيون هي آهن.

١- اد ڀڃ ڪاٽ ٢- سويدج ڪاٽ ٣- انڊج ڪاٽ ٤- جرايج ڪاٽ آهي.

ارٿ- پهرين ادڀج ڪاڻ انهيءَ کي چئجي جا ڀاڄي ۽ پرڳو
جي ميلاپ هئڻ ڪري پيدائش ٿئي ٿي. جهڙوڪ- وڻ ٻوٽا، ان
ڀاڄيون وغيره اهي ادڀج ڪاڻ ۾ آهن. ٻي سويدج ڪاڻ انهيءَ کي
جئجي جا ڳهر جي پيدائش آهي. جهڙوڪ- مڱهڻ، جيون، جچڙ،
مڇڙ، جوا، مکيون وغيره جيو سويدج مان آهن. ٽي انڊج ڪاڻ انهيءَ
کي جئجي جا آني جي پيدائش آهي. جهڙوڪ پکي، سرپ، ماڪوڙيون
وغيره جيو سي انڊج مان آهن. ۽ چوٿون جرايج ڪاڻ انهيءَ کي جئجي
جا جر جي پيدائش آهي. جهڙوڪ- پسون، منش وغيره سي جرايج
مان آهن. انهن چئني ڪاڻين ۾ ايشور شڪتيءَ جي ڪلا ڦهليل آهي. جا
هينئين حساب سان آهي. پرماتما جي اسٿول جيتن سرشٽيءَ ۾ ادڀج
سرشٽي پهرين ليکجڻ ۾ اچي ٿي انهيءَ ڪري سورهن ڪلائن منجهان
ـڪ ڪلا جو پرڪاش ان مئي ڪوش سميت ادڀج ڪاڻ ۾ئي آهي
ـا ڳالهه سام ويد جي چاند وگيه اپنيشد ۾ چڱيءَ طرح لکيل آهي- ته
ـريءَ طرح هڪ ڪلا ان مير ڪوش جي دواران پرگهٽ ٿي آهي.
ـن درجي ۾ درجي سويدج جيون ۾ ٻه ڪلائون انڊج جيون ۾ ٽي
ـلائون آهن ۽ جرايج ڪاڻ جي اندر پسون جوڻين ۾ چئن ڪلائن
ـپرڪاش آهي. منشن ۾ ساڌارڻ طرح پنج ڪلائون ۽ ڪن اديمي
ـئيءَ وارن منش بزرگن ۾ ڇهن کان الن ڪلائن تاءِ ايشوري شڪتيءَ
ـڪاش ٿئي ٿو. (انهن ڪلائن وغيره جو ورنڻ اڳتي چڱيءَ ريت
ـمثيڻن طرح هڪ ڪلا کان وٺي جو اٺن ڪلائن تاءِ شڪتيءَ جو
ـ لوڪيڪ روپ سان پرگهٽ ٿئي ٿو، يعني پورڻ ڪلائن جي
ـ سالوڪيڪ جيو ڪوٺي چئجي ٿي. لڏهن ڪانپوءِ نون ڪلائن
ـ سورهن ڪلائن تائين شڪتيءَ جو پرڪاش جن شرين دواران
ـٿئي ٿو، سو الوڪيڪ ايشرري ڪوٺي آهي. انهيءَ ڪري
ـن کان سورهن ڪلائن تائين جن ۾ شڪتي آهي، تنهن کي ايشوري

اُتر - هي شِشيه! ماٺي اِهيءَ ڀڳوت شڪتيءَ جو پرڪاش ڪيئن ٿئي ٿو سو وِچارڻ ۽ ڪيمر سمجهاڻيءَ سميت ورڻن ڪجي ٿو. پرماتما جي سرب وياپڪ هئڻ سان اِهيءَ جي شڪتي به سڀ ۾ وياپڪ ۽ اِهيءَ جي آڌار تي ئي اِسٿت آهي جڙ چيتن اِستاور، جنگم، دِرشيه جڳت جي دوارا (ظاهر) اِهيءَ جي شڪتي جو پرڪاش ٿئي ٿو. اِهيءَ ڪري جڙ چيتن روپ سموري سنسار ۾ جيڪا به ڪجهه شڪتي ڏٺي وڃي ٿي. اها اِهيءَ پرماتما جي ئي شڪتي آهي. تڏهن ۾ ڪو به شڪ ڪونهي، لڪا شنڪا اُٿي سگهي ٿي. اهائي ايشوري شڪتي آهي جا، اگني ۾، جل ۾، اوشڌين، (ٻوٽين دوائن) سيني ونسپتين ۾، اِتان سڄي سنسار ۾ وياپي رهي آهي. اهو ئي شڪتيءَ جو پرڪاش آهي. اِهيءَ وشيه ۾ پنچ دشي شاستر ڪرتا، ودّيارڻ سوامي به لکيو آهي ته اَدويت برهم ۾ شڪتي پورڻ آهي. تڏهن ظاهر جڳت ۾ اِهيءَ شڪتي جو قدرت دوارا پرڪاش ٿئي ٿو. جهڙي طرح پورڻما جو چندر سورهن ڪلائن سان پورڻ ٿيو وڃي ٿو. تهڙيءَ طرح پورڻ شڪتي ڪي به سورهن ڪلائن واري شڪتي ٿيو وڃي ٿو. انڪري پرماتما ۾ پورڻ شڪتي جي موجود هئڻ ڪري پرماتما سورهن ڪلائن سان پورڻ چون ٿا، جي ڪلائون هن جڙ چيتن روپ سڄي جڳت ۾ وياپي رهيون آهن.

**پرشن** - هي پڀو! اهي سورهان ڪلائون جڳت ۾ ڪيئن ۽ ڪهڙيون آهن؟ ٻيو ڊڪ جولي واري جسون ڪان هئڻ جولي واري جيون جي اُنتي ۽ شڪتي وڌيڪ پيٽي ڏسجي سو ڇا جي ڪري؟

اُتر - هي شش! هن سنسار ۾ چار ڪاٽيون آهن ته جئن ڪاٽين جي اندر جڪي جوٽيون اُنس ٿيل آهن ته ۾ اهي شڪتي ڪلائون وياپڪ آهن اُهي چار ڪاٽيون هي آهن.

١- اُدڀج ڪاڻ ٢- سويدج ڪاڻ ٣- انڊج ڪاڻ ٤- جرائيج ڪاڻ آهي.

اڌوت- جنهن ۾ ايشوري شڪتي جوٿين حصي کان گهٽ هجي،
انشا اوتارن جي شڪتيءَ کان ڪجهه شڪتي گهٽ هجي سي
اوتار آهن، جهڙوڪ رشي گڻ، منو گڻ، ديوتا گڻ، مهايج وان منو پتر گ
پرجا پتي گڻ، (يعني ديوتائن جي ذات) وغيره انهن سڀني کي ڪلا او
ڪري ڄاڻجي ٿو. انهن کي انشا انشي اوتار ۽ امڪيہ اوتار ۾ ڪري جون ٿا هي
ششير! اهڙيءَ طرح اوتارن جا ڀيد پيا ۽ گهٽيون ئي قسمن جا آهن.

نوٽ- ٻين اوتارن مان ڪي هيءَ آهن جهڙوڪ:- ليلا اوتار، وشيش
اوتار، اوشيش اوتار، انيا انيہ اوتار، ۽ پيا. پنهنجو اپاسنا جي انوسار مهاوشنوءَ
جا اوتار، مهاديو جا اوتار، مهاسوريہ جا اوتار مهاشڪتيءَ (ديوي) جا
اوتار مهاگڻيش جا اوتار اهڙيءَ طرح ورڻ ديوتا وغيره انيڪ اوتار آهن
اپيا جي انيا انيہ وغيره اوتارن جو جي وستار ڪولي لکبو ته فقط اوتارن
جي وشنو تي ئي هڪ وڏو شاستر ٿي ويندو. اوتارن جي پنهنجي پنهنجي
پراڻن ۾ ڪٿا ۽ مهما (واکاڻ) لکيل آهي. مطلب ته اهي سڀئي پور
برهم جي شڪتيءَ جو وشيش پرگهٽ ٿيڻ آهي. سا شڪتي سا
طرح ساري سنسار ۾ وياپڪ (موجود) آهي.



## وياپڪ چوٿون - (۴)

يشوري شڪتي وياپڪ، ڪلائون ۽ چار ڪاٽيون ورنن

را- وڏو چترت وياپڪ ۾، وياپڪ شڪتي جوءِ،
چو وة ڪاٽي روپ جڳہ، ڪلا ڄ سوڙس سو ۽

پرشن- هي پرڀو! مٿي توهان جيئو ته پورڻ برهم جي شڪتي
طرح سڀ ۾ وياپڪ آهي سا ڪيئن آهي ۽ ڪهڙيءَ طرح
جو پرڪاش ٿئي ٿو، سو ڪولي سمجهايو.

## شلوڪ- نابي صاحب جي ڀڳت مالها جو

جي جي مين، واراه، ڪمٺ، نرهر، ٻلِ باونئي
پرسرام، رگهوير، ڪرشڻ، ڪيرت جڳ پاونئي
ٻوڌ، نهڪلنڪ، وياس، پرٿو، هر، هنس، منونتر،
يڳيه، رکيديو، هيه گريو، ڌرو، ار ديسن ڌنونتر.
بدري پت، دت، ڪپلديو، سنڪادڪ ڪرڻا ڪرو
چوويس روپ ليلا اُچر اگرداس پد اُر ڌرو

ارٿ- ١- متسيه، ٢- واراه، ٣- ڪورم، ٤- نرسنگهه، ٥- وامن ٦- پرسرام، ٧- رامچندر، ٨- ڪرشن، ٩- ٻوڌ، ١٠ نهڪلنڪ ١١- وياس، ١٢- پرٿو، ١٣- هري، ١٤- هنس، ١٥- منو، ١٦- يڳيه، ١٧- رشڀديو، ١٨- هيه گريو، ١٩- ڌرو، ٢٠- ڌنونتر، ٢١ بدري نارائڻ، ٢٢- دتاتريه ٢٣- ڪپل ديو، ٢٤- سنڪادڪ. اهي چوويهن اوتارن جا نالا آهن.

انهن چوويهن ۾ ڏهه مکيه آهن سي هي آهن. (١) متسيه (٢) ڪورم ٣- واراه ٤- نرسنگهه ٥- وامن ٦- پرسرام ٧- رام ٨- ڪرشڻ بلرام ٩- ٻڌ ۽ ١٠- ڪلڪ اهي ڏهه اوتار مکيه چيا ويا آهن ۽ ڪي ٻيا چوويهن کي ئي مکيه ورنن ڪن ٿا. ان ۾ جيڪي سورهن ڪلائن سان سمپورڻ تن کي پورڻ نيمتڪ اوتار چيو وڃي ٿو.

**پرشن** — (٢) انشا اوتار جاکي چون ٿا؟

**اتر**— جيڪي ان ڪلائن کان گهٽ پندرهن ڪلائن جي اندر پرگهٽ ٿين ٿا سي انشا اوتار آهن. جهڙوڪ دتاتريه، رشڀ ديو، پرٿو، ڌن ونتري، نارد، پرسرام وياس ديو، بلرام، ٻوڌ وغيره ٿيا آهن سي انشا اوتار نيمتڪ آهن.

**پرشن** — (٣) ڪلا اوتار جاکي چون ٿا.

اُتر- جنهن ۾ ايشوري شڪتي جوٿين حصي کان گهٽ هجي، يعني انشا اوتارن جي شڪتيءَ کان ڪجهه شڪتي گهٽ هجي سي ڪلا اوتار آهن، جهڙوڪ رشي گڻ، مدو گڻ، ديوتا گڻ، مهاڀيج وان مدو پتر گڻ، پرجا پتي گڻ، (يعني ديوتائن جي ذات) وغيره اهي سڀئي ڪي ڪلا اوتار ڪري ڄاڻجي ٿو. انهن کي انشا انشي اوتار؛ امکيه اوتار ۽ ڪري جون ٿا هي ششيه! اهڙيءَ طرح اوتارن جا ڀيد ڀيا ۾ گهڻن ئي قسمن جا آهن.

نوٽ- ڀين اوتارن مان ڪي هيءَ آهن جهڙوڪ:- ليلا اوتار، وشيش اوتار، اوشيش اوتار، انيا انيه اوتار، ۽ ڀيا. پنچ اپاسنا جي انوسار مهاوشنوءَ جا اوتار، مهاديو جا اوتار، مهاسوريه جا اوتار مهاشڪتيءَ (ديوي) جا اوتار مهاگڻيش جا اوتار اهڙيءَ طرح ورڻ ديوتا وغيره انيڪ اوتار آهن ڀيا جي انيا انيه وغيره اوتارن جو جي وستار ڪولي لکبو ته فقط اوتارن جي وشيه تي ئي هڪ وڏو شاستر ٿي ويندو. اوتارن جي ڀهڻجي پڻهڻجي پراڻن ۾ ڪتا ۽ مها (واڪاڻ) لکيل آهي. مطلب ته اهي سڀيئي پورڻ برهم جي شڪتيءَ جو وشيش پرڪهت ٿيڻ آهي. سا شڪتي سامانيه طرح ساري سنسار ۾ وياپڪ (موجود) آهي.



## (٣) - وويڪ چوٿون

(ايشوري شڪتي وياپڪ، ڪلائون ۽ چار ڪاٽيون ورنن)

دوهرا- ورڻو چترت وويڪ ۾، وياپڪ شڪتي جوءِ،
چئو وڏ ڪاٽي روپ جڳ، ڪلا ج سوڙس سوءِ

پرشن- هي پڀو! مٿي توهان چيو ته پورڻ برهم جي شڪتي سامانيه طرح سڀ ۾ وياپڪ آهي سا ڪيئن آهي ۽ ڪهڙيءَ طرح شڪتيءَ جو پرڪاش ٿئي ٿو، سو ڪولي سمجهايو.

## شلوڪ- نائين صاحب جي پنگت مالها جو

جيءِ جيءِ مين، واراه، ڪمٽ، نرهر، بل ٻاونئ
پرسرام، رگهوير، ڪرشڻ، ڪيرت جڳ پاونئ
بوڌ، نهڪلنڪ، وياس، پرٿو، هر، هنس، مننتر،
يگيہ، رکيديو، هيہ گريو، ڌرو، ار ديس ڌنونتر
بدري پت، دت، ڪپلديو، سنڪاڪ ڪرٽاڪرو
چوويس روپ ليلا اُڇر اگر داس پد اُر ڌرو

ارٿ – ا- متسيہ، ۲- واراه، ۳- ڪورم، ۴- نرسنگهہ، ۵- وامن ٦- پرسرام، ۷- رامچندر، ۸- ڪرشن، ۹- بوڌ، ۱۰ نهڪلنڪ ۱۱- وياس، ۱۲- پرٿو، ۱۳- هري، ۱۴- هنس، ۱۵- منو، ۱٦- يگيہ، ۱۷- رشڀديو، ۱۸- هيہ گريو، ۱۹- ڌرو، ۲۰- ڌنونتر، ۲۱ بدري نارائڻ، ۲۲- دتاتريہ ۲۳- ڪپل ديو، ۲۴- سنڪادڪ. اهي جويهن اوتارن جا نالا آهن.

انهن جويهن ۾ ڏهہ مکيہ آهن سي هيءُ آهن. (۱) متسيہ (۲) ڪورم ۳- واراه ۴- نرسنگهہ ۵- وامن ٦- پرسرام ۷- رام ۸- ڪرشڻ ۹- بلرام ۹- بڌ ۽ ۱۰- ڪلڪ اهي ڏهہ اوتار مکيہ چيا ويا آهن ۽ ڪي ودوان جويهن کي ئي مکيہ ورڻن ڪن ٿا. ان ۾ جيڪي سورهن ڪلائن سان سمپورڻ تن کي پورڻ نيمتڪ اوتار جيو وجي ٿو.

**پرشن** — (۲) انشا اوتار جاکي جون ٿا؟

**اتر**— جيڪي الن ڪلائن کان گهٽ پندرهن ڪلائن جي اندر پرگهٽ ٿين ٿا سي انشا اوتار آهن. جهڙوڪ دتاتريہ، رشڀ ديو، پرٿو، ڌن ونتري، نارد، پرسرام وياس ديو، بلرام، بوڌ وغيره ٿيا آهن سي انشا اوتار نيمتڪ آهن.

**پرشن** — (۳) ڪلا اوتار جاکي جون ٿا.

نتيم اوتار جيو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح اهي ٽن قسمن جا نتيم اوتاورن ٿيا.

**پرشن**— هي پربوا پيا نيمتڪ اوتار ڇا کي چون ٿا؟

**اتر**- هي ششيرا جيڪي ڪنهن نمت جي ڪري يعني ڪنهن ڪارڻ ڪري سمٿ ۽ پرگهٽ ٿئن ٿا انهن کي نيمتڪ اوتار ڄڻجي ٿو. جيئن ته:- جڏهن ڪن دشٽن اڏرمين جو تمام گهڻو زور لڳي ٿو، اپتري قدر جو اپديش دواران هٽي اٿو سگهي، انهيءَ جي ناس ڪرڻ واسطي وغيره اهڙي ڪارڻ نمت تي جو وشيش شڪتيءَ سان پرگهٽ ٿئي، سو نيمتڪ آهي جئن درناڪش جي ناس ڪرڻ لاءِ نمت نرشدگهه اوتار ٿيو. راوڻ جي ناس ڪرڻ لاءِ شري رام، ڪنس وغيره جي ناس ڪرڻ لاءِ ڪرشن بلرام ٿيو ۽ دشٽن کيترين جي ناس ڪرڻ واسطي پرسرام. اهڙي دستو جو ڪنهن نمت لاءِ ٿئن سي نيمتڪ اوتار سمجهڻ گهرجن. اهي وري ٽن قسمن جا آهن جن جا نالا مٿي پڌايا ويا آهن.

**پرشن**— ٽن ۽ پوريان پورڻ اوتار ڪنهن کي چون ٿا؟ ڪهڙا آهن؟

**اتر**- جو سورهن ڪلائن سان سمپورن هجي. جهڙو شري ڪرشڻ، رام هري، نرنارائڻ وغير پورڻ ڪلا اوتار ٿيا آهن.

**پرشن**— اوتار سيٺي گهڻا آهن.

**اتر**- اوتار مکيه ڪل چوويهه آهن ٽن جووهين ۾ (١٠) ڏهه اوتار مکيه ڄيا اٿن.

**پرشن**— انهن چوويهن اوتارن جا نالا ڪهڙا ۽ ڏهه مکيه ڪهڙا آهن

**اتر**- چويهه اوتارن جا نالا ۽ ڪرتب شريمد ڀاڳوت ۾ پورئين اسڪند جي ٽيئن اڏياءَ ۾ چڱيءَ طرح لکيل آهي انهن جا نالا هيٺين طرح آهن.

رام تيرٿ وغيره سربشٽ آچار ۽ ڌرم وارا سچا سنت سي سڀ اپديشڪ
نئين اوتار آهن.

**پرشن** — هي سوامي! توهان مٿي جيو ته جيڪي ڌرم پرچارڪ
ڪم ڪندڙ مهاتمائون سي اوتار آهن، پر مون اڄ ڪالهه جي ساڌو ڀڳت
سڏائيندڙن جي مک مان ٻڌو آهي ته جيڪي سنت پرچار ڪندا گهمن
ديش ديش ۾ وڃي ڦرن ۽ اپديش ڪن ٿا اهي تمام گهٽ درجي جا
ساڌو آهن، اهڙي طرح ٻيون به ڳالهيون گهٽتائيءَ جون انهن لاءِ ڪن
ٿا سي ڪيئن آهن؟ اهو ڪرپا ڪري سمجهايو.

**اتر** — هي ششيا! جيڪا مٿي ڳالهه ڪئي ويئي آهي سا
پنهنجي گهر جي ٺاهيل ڪانه ڄاڻي آهي بلڪ اها ويدن، شاسترن،
پراڻن جي انوسار ڄاڻي ويئي آهي تنهنڪري مٿين لکيل وارا
ڌارميڪ سچا ڌرم پرچارڪ سنت اهي ئي اوتار آهن. باقي جيڪي
انهن کي گهٽ سمجهن ٿا سي ويد شاسترن جا وروڌي، بي سمجهه،
گهٽ ٻڌيءَ وارا، بکيه ڀاڳي مذهبي ايماني ۽ پرشارٿ کان ڪوريل آهن
جنهنڪري هو انهن کي گهٽ سمجهن ٿا.

**درشٽانت** — جيئن جواري يا وڀچاري اشد وشين ۾ ٻڌل
(ڦاٿل) مڙس پنهنجي اند ۾ انهن چڱن ماڻهن ۽ سنتن کي گهٽ
سمجهن ٿا.

ٻيو — جيئن ڪنهن مڙس کي تاپ ڏنگيندو آهي ته انهيءَ کي
سٺي ماني به ڪڙي لڳندي آهي، جي ان کي ڪا ڪڙي گهوٽي ڀيارجي
ته انهو مٺي لڳندي اٿس. تيئن وشئي خورن ۽ گهٽ ٻڌيءَ وارن، پرشارٿ
کان ڪوريلن کي سچا پرش ۽ شڀ ڪرمي پرشارٿي ڪارا ٿا لڳن، اٿا
وڏن، انڪري اهي ٻليل آهن جو ته گرو نانڪ صاحب، شري شنڪر
آچاريه، ڪبير، وويڪانند وغيره سنت گهٽ هئا ڇا؟ جن ديش
ديش ۾ وڃي خوب سچ ڌرم جو پرچار ڪيو آهي، ان ۾ لون
لسچو رکي، ته ديش سڌارڪ وشيش شڪتيءَ وارا ليت تن کي اپديشڪ

**پرشن**- ٽن ۾ (١) پريرڪ اوتار ڪهڙا آهن؟

**اتر**- ڪوئي گجهيءَ طرح شڪتيءَ سان هردي اندر شد پري
ڪري ۽ اشڀ ڪان روڪي (پريرڻا معنيٰ هلائيندڙ) اهو پريرڪ او
سمجهڻ گهرجي. اهو آتم پراڻ وغيره شاسترن ۾ لکيل آهي جنهنجو
ساکي آتما آهي. جو هميشه اندر ۾ شد پريرڻا ڪري ٿو ۽ اشڀ پاپ
ڪرم ڪرڻ وقت چمڪندڙي وجهي ٿو ۽ شڀ ڪرم (پنج) ڪرڻ
وقت پرسن (خوش) ٿئي ٿو. اهڙو ايشوري جيتن شڪتيءَ جو هردي
اندر اتهڪرڻ ۾ پريرڪ نتيه اوتار آهي.

**پرشن**- (٢) آويشڪ اوتار جاکي جون ٿا ۽ ڪهڙا آهن؟

**اتر**- ظاهر استول شرير ۾ ڪنهن وقت وشيش شڪتيءَ
جو آويش (واسو) اچي ڪري شڀ ڳالهين جو اپديش ڪري. جئن
يجرويد جي برهدارڻيڪ اپنشد ۾ لکيل آهي ته (شري ياڳيولي
رشيءَ جي ڪنيا ۾ ديوي گندرو آويش ٿي، سوتر آتما جو سچو
سروپ پڌايو آهي) پيو جئن برهما جي واهن هنس ۾ آويش ٿي ڪري
سنڪادڪن کي اپديش ڪيو، ۽ لوڪ ۾ پڻ وقتين ائين ڏسڻ ۾ ايندو
آهي ته ڪنهنجي پڌي ۾ گهٽ هوندي آهي پر ڪنهن ايشوري
ديوي (گجهيءَ) شڪتيءَ جي آويش اچڻ ڪري هو اونهيون ۽ الوڪيڪ
(عجيب) ڳالهيون ماڻهن کي پڌائڻ لڳندو آهي اهڙيءَ ريت اهو آويشڪ
نتيه اوتار آهي.

**پرشن**- ٽيون- اپديشڪ نتيه اوتار جاکي جون ٿا ۽ ڪهڙا آهن؟

**اتر**- جيڪي سنت مهاتمائون آچاريه روپ ٿي ڪري سچ ڌرم
جو اپديش ڪن، يعني پاڻ انهيءَ شڀ آچرڻ (رهڻيءَ) ۾ هلي ۽ ٻئن
کي ۾ ڏيکاري هلائين ۽ اپديش ڪن ٿا. اهي سنت مهاتمائون پرر گر
اپديشڪ نتيه اوتار جيا وجن ٿا. جهڙوڪ شري شنڪر آچاريه، گرو
ڪ، ڪبير، راماند، پرم هنس رامڪرشن سوامي وويڪانند سوامي

ٿي، جاڪاڻ تہ اوتار ڪو ڪنهن ڪرڻي جي جي ڪلياڻ لاءِ ڪونہ ٿين ٿا. بلڪ سموري سرشٽيءَ جي جيون جي ڪلياڻ لاءِ پڌا ٿين ٿا. ڌرم جي رکيا ڪري وري ايشوري شڪتيءَ ۾ لين ٿين ٿا. اهڙيءَ طرح اوتارن جي پڌا ٿيڻ جا ڪارڻ جيا ويا آهن.



## ووِيڪ ٽيون

### (اوتار ڪيترن قسمن جا آهن، تن جا ڀيد، ڪلا ۽ ڪرتب ورنن)

دوهرا — ترتيہ وويڪ ۾ ڪهون، اوتارن ڪي ڀيد
نام تهين ڪرتب ڀن، ورڻو واڪيہ مں ويد

**پرشن—** مي پربوا ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ امي اوتار ڪيترن قسمن جا آهن، ڪهڙا ڪهڙا ۽ ڪيترا آهن؟

**اتر—** مي ٻت! اوتار مکيہ ٻن قسمن جا آهن— ڪڙا نتيہ اوتار، ٻيا نيمتڪ اوتار آهن. تن ۾ وري نتيہ اوتار ٽن قسمن جا آهن، جي ھيءَ آهن.

(۱) پربرڪ (۲) آويشڪ (۳) اپديشڪ اوتار آهن. ٻيا نيمتڪ اوتار بہ ٽن قسمن جا آهن.

(۱) پورڻ اوتارڻ (۲) انشا اوتار (۳) ڪلا اوتار آهن. اهڙيءَ طرح امي مکيہ اوتار ڇهن قسمن جا ٿيا. ان ڪانسواءِ ٻيا امکيہ اوتار ٻڻ آهن جي ڪيترن ئي قسمن جا آهن. جن مان ٿورا ميٺ ورلن ٿيندا.

**پرشن —** نتيہ اوتار جا ڪي جون ٿا؟

**اتر—** نتيہ معنيٰ جو هميشہ هجن يعني ايشوري وشيش شڪتيءَ جي هميشہ پرگهٽتا، تنهن کي نتيہ اوتار چئجي ٿو.

ادو ڌرم جو لکشڻ آهي انهيءَ ۾ گهٽ وڌتا ڪرڻ ۽ رڪاوٽ وجهڻ
اڌرم آهي، ادوئي پرڪرتيءَ جي راجدانيءَ ۾ ڌرم، اڌرم جو ڪنو نيم
تي ورتاءُ هلندو اچي ٿو جيستائين پرڪرتي راجيه جي نيمن ۾ ڪنهن
به قسم جي باڌا (رڪاوٽ) لڳي ٿي، تيستائين سنسار اندر اوتار روپ ۾
شڪتيءَ پيدا ٿيڻ جي ڪا به ضرورت ڪانهي. جي ڪڏهن ڪنهن
وقت ڪنهن پرڪرتيءَ جي مخالف، مريادا نيمن ۾ ڪجهه رڪاوٽ
ورود، ڏسڻ ۾ ايندو آهي ته ان ڪلائن تائين ٻڌوان وڏيون ڪلا
ڌاران ٿي يعني (سنت مهاتمائن وغيره) ڌاران انهيءَ وروڌي ڀاو اڌرم
کي اپديش رستي ناس ڪندو آهي تنهنجي ناس ٿيڻ بعد وري
سموري سرشٽيءَ جو ميلاپ ورتاءُ نيمن تي ٺيڪ طرح هلي ٿو پر ڪنهن
اهڙي ڪارڻ وس هٺ ڪري جڳهه جي مريادا انوسار ڌرم جو ورتاءُ
۽ نيم ٺهو ٺيڪ هلي، جنهن ته ڪوئي اسر يا راڪاش پيدا ٿي ڪنڊڻ
تپسيا ڪرڻ ڪري وڏيءَ شڪتيءَ سديءَ کي پراپت ڪري وٺي ٿو"
ته انهيءَ شڪتي ڌاران سيڌي جيون جي ڪرمن کي پنهنجو پرڀاو پائي
ٿو. سرشٽيءَ جي ڪارڪن جي نيم ۾ رڪاوٽ وجهي ٿو. پيو
پرڪرتيءَ جي ڌرمن ۽ نيمن کي روڪي نربل ڪري بگاڙو وجهي
ٿو ۽ تمام ٻل وان ٿي اڌرم کي وڌائي ٿو. ايتري قدر جو ان ڪلائن
تائين ويوتي شڪتي ۽ ڌاران ڌرم جو ٺيڪ ورتاءُ ٺهو هلي سگهي. تڏهن
ان وقت جڳت جي ڌرم، نيم، رکيا جي واسطي پرڪرتي راجدانيءَ ۾
وشيش شڪتي اوتار پرگهٽ ٿيڻ جي ضروت لڳي ٿي. جو ان ڪلائن
ڪان وڏيڪ ايشوري شڪتي ڪنهن قدرتي شرير ڌاران پرگهٽ ٿي
ڪري، سيڌي جيون جي ڪرم ۽ يگ انوسار ڌرم جي وڌڪري ۽
سرشٽيءَ جي نيمن کي ٺيڪ ڪري ٿي. يعني جن اڌرمين پاپي
اسورن راڪشن جي ڌاران جو پرڪرتيءَ جي نيمن ۽ ڌرم جي ورتاءُ
کي دٻائي روڪي ڇڏيو هو تنهنکي ناس ڪري سداري ٺيڪ ڪري

پاڻ اچي وشيش روپ ۾ پيدا ٿي ساڌو ڀڳتن پريمي پيارن جي رکيا ڪري ٿو.

**درشٽانت** — جيئن ته جڏهن وقت گج کي گراهه (هاٿيءَ کي واگونءَ) پاڻيءَ ۾ پڪڙيو هو ۽ ڪيس ٻوڙائيندو ٿي. جڏهن هاٿي زور لاهي ٿڪو ۽ ڏٺائين ته مترن سنبنڌين ۾ ڪو به اوکيءَ ۾ سهائتا ڪار ڪونه ٿيو. تڏهن ڏاڍي ورهه ۾ پرڀو پريم سان پرماتما کي "هي هري! هي هري!! هي هري!!!" ڪري پڪارڻ لڳو. اهڙيءَ طرح پريم جي پڪار ٻڌي ڀڳوان پنهنجي واهن (سواريءَ) گرڙ کي ڇڏي پاڻ جلدي ڊوڙي آيو ته متان گرڙ ئي هلڻ ۾ دير نه ٿئي. اهڙي جلد ئي اچي رکيا ڪيائين.

ٻيو— جيئن ارجن جي استريءَ دروپديءَ کي ڪورون جڏهن ڀريءَ سڀا (ڪچهريءَ) ۾ ڪپڙا لاهي ننگن ٿي ڪيو. انهن وقت دروپديءَ ٻي ڪا واهه نه ڏسي، پرماتما کي پريم سان پڪاريائين. جنهن ئي جلد اچي انهيءَ جي رکيا ڪيائين.

ٽيون— جيئن پرهلاد ڀڳت کي سندس پتا هرڻاڪش جڏهن بلڪل گهڻو ستائڻ لڳو ۽ پڇاڙيءَ ۾ جو ٿنڀ تپائي پرهلاد کي چيائين ته هن کي ڀاڪر پائي نه ته توکي هن تلوار سان ماريو ويندو تڏهن پرهلاد پرڀوءَ کي پريم سان پڪاريو آهي. جنهن ئي جلد نرسنگهه روپ اوتار ڌاري اچي رکيا ڪيائين وغيره.

اهڙيءَ طرح گهڻيون ڪٿائون شري مد ڀاڳوت ۽ ڀڳت مال ۾ لکيل آهن. ننڍڪڙي ۾ اڪبر بادشاهه جيئن لون سهي نه سگهيو تئين ايشور به پريمين ساڌو ڀڳتن پيارن جو دک ۽ پڪار ٻڌي سهي نٿو سگهي. اهو جلد پنهنجي مايا جو آسرو وٺي شرير ڌاري پاڻ رکيا ڪرڻ ۽ سک ڏيڻ لاءِ پرگهٽ ٿئي ٿو. ايشور جي اوتار پيدا ٿيڻ جو ٻيون ڪارڻ هيءُ به آهي سو ٻڌو:- پرڀو پرڪرتيءَ جو هيءُ اٽل نيم آهي ته هرڪنهن ... ۾ ڌرم جي مريادا انوسار سڀني جيون جو پالن ورتاءُ ٿيندو رهي.

۾ چڙهي درياهه جو سير ڪريون اها صلاح ڪري دريائي سير ڪرڻ واسطي ٻيڙ
۾ چڙهيا. ان وقت ٻريان دائي اهو ميڻ وارو لهيل ٻالڪ ڪڇي ۾ آئي. تنهنتي
سڀني وزير چوڻ لڳا ته سائين اڄ توهانجو شهزادو (پٽ) دائي ڪڇي ۾ اچي
تنهنڪي به ٻيڙيءَ ۾ چاڙهي گهمائجي. تنهن تي بادشاهه حڪم ڪيو ته جلد
شهزادي کي وٺي وهاريوس. تڏهن هڪ وزير ٻيڙيءَ تي ٻهي ٻرسان دائي
کان ٻالڪ وٺڻ لڳو، جو دائي ٻڻ هن کي ڏيڻ لڳي، ٻر اتڪل سان
ٻالڪ هيٺ ڪيرائي ڇڏيائين چالاڪ جو بيربل اڳيئي دائيءَ کي سمجهائي
ڇڏيو هو ته ڏيڻ وقت، اتڪل سان کسڪائي پاڻيءَ ۾ ڪيرائي
ڇڏ جانءِ. ان ٻالڪ جي ڪرڻ وقت بادشاهه پاڻ جلهي نه سگهيو.
ٻهنجو پٽ درياهه ۾ ڪرندو ڏسي بادشاهه يڪدم ڪپڙن سوڌو
ان ۾ ٽپو ڏنو ۽ ٻالڪ هڪدم پاڻيءَ مان ڪڍي ورتائين، ٻر جا
تو ڏسي ته ٻالڪ ڏسڻ ۾ هو ٻهو مهنجي پٽ جهڙو مگر منجهس پران
ڪونهن ٻناوٽي مصالحن جو لهيل آهي. اها حالت ڏسي اڪبر بادشاهه
بيربل تي ڏاڍو غصي ٿيو، چيائينس ته هي تنهنجي چالاڪي آهي تو
مهنجي ٻي عزتي ڪئي آهي ۽ ٻڻ تڪليف ڏني اٿئي. تڏهن ٻيربل
ادب سان چوڻ لڳو سائين اهو توهانکي سوال جو جواب ٻرتيڪ مليو آهي. ٻر
توهان ٻهريائين ٻڌايو ته تنهنجا هتي وزير نوڪر حاضر وينا هئا تن
کي توهان حڪم ڪونه ڪيو يڪدم پاڻ ڪپڙن سوڌو گهڙي
پيا انهيءَ جو ڪهڙو ڪارڻ؟ اڪبر بادشاهه چوڻ لڳو ته مان ٻهنجو
پيارو ٻچو پاڻيءَ ۾ ڪرندو ڏسي پاڻ جلهي نه سگهيس. جيسين
ٻئن کي حڪم ڪريان تيسين توري دير لڳي متان ڇوڪرو ٻڏي
وڃي، اڪري سهي نه سگهيس، ۽ يڪدم مان ٻهنجو پاڻ گهڙي پيس.
تنهن تي بيربل چوڻ لڳو ته سائين اهڙيءَ طرح جيڪي ساڌو ۽ ڀڳت آهن
سي پرماتما جا پيارا پٽ آهن تن کي ڪي دشت دئيت ڏکوئن (ستائين)
تا تڏهن پرماتما انهن جي ٻير ٻوڻ وقت ٻڪار ٻڌي سهي نٿو سگهي.
۽ ٻين ڪارڪن کي حڪم ڪرڻ ۾ هلجي ٿو وڃي، جنهنڪري جلد

سرشٽيءَ جي ڪارڪن دوارن ڏيکاري سڀ ڪجهہ ڪرائي سگهي ٿو يعني جهڙوڪ:- برهما، وشڻو، شو، سورج وغيره جيڪي مکيہ ڪارڪ آهن تن جي دوارا حڪم ڪرڻ سان سڀ ڪرائي سگهيٿو، تہ پوءِ پاڻ اوتار ڌارڻ جو ڇو اڇي؟

اتر- مي شش! اوتار ڌارڻ ڪرڻ جا ٻہ ڪارڻ آهن- هڪ تہ ساڌو ڀڳتن جي وينتي ۽ آگرهہ آهي تہ ”هي پربوا توهان شرير روپي مورتيءَ ۾ اچي پرگهٽ ٿيو“ جيئن تہ منوءَ ۽ ست روپا تپسيا ڪري ور گهريو تہ مي پربوا توهان جهڙو اسانکي پٽ ٿئي وغيره انهيءَ طرح ڪيترن ئي ڀڳتن جي ڀاونا انوسار دلي مراد پوريءَ ڪرڻ لاءِ پاڻ اچي ٿو.
ٻيو- پنهنجي پيارن پريمين ساڌو ڀڳتن کي پيڙ ۾ آيل ڏسي پرماتما جلد اچي ٿو، جو وڏيڪ ڪهنڪي آگيا ڏيڻ ڌائين ۾ نٿو ترسي سگهي! جو تہ جيسين ٻين کي حڪم ڪري ۽ انهن جي وڃڻ ۾ ضرور دير ٿيندي، تيسين ڀڳتن جو دک سهي نٿو سگهي. انڪري پاڻ جلدي وشيش طرح سان پيدا ٿئي ٿو، انهيءَ تي اڪبر ۽ بيربل جو درشٽانت آهي-

**درشٽانت**— هڪ دفعي اڪبر بادشاهہ بيربل کان پڇيو تہ هندن جي شاسترن ۾ لکيل آهي تہ ايشور پاڻ اوتار وٺي ايندو آهي سو ڇا جي ڪري؟ جاڪاڻ تہ هو سرو شڪتيءَ وارو آهي انهي رهندئي حڪم ملائي ٻين جي دوارا سڀ ڪجهہ ڪرائي سگهي ٿو تہ پوءِ پاڻ شرير ڌارڻ ڪرڻ جي تڪليف ڇو ٿو وٺي؟ تنهن تي بيربل وراڻي ڏني تہ سائين هڪ مهني جي موڪل ملي تہ انهيءَ سوال جو جواب توهانکي پرتيڪ ڏيندس. تيڏس مهني جي موڪل مليس، بيربل انهيءَ عرصي اندر ڪنهن ڪاريگر کان ميڻ ۽ مصالح ملائي اڪبر بادشاهہ جي پٽ جهڙو ٻالڪ ٺهرائين. فقط مخصوص پران ڪونہ هوا باقي ڏسڻ ۾ هوبهو انهيءَ جهڙو هو. هڪ ڏينهن بادشاهہ کي بيربل چيو تہ سائين! اڄ پيڙيءَ

سروپ ۾ قائم رهي ٿو. تيئن ايشور انيڪ روپن کي ڌاريند
هو ہاڻ نيارو ۽ نروڪار آهي.

٥- شنڪا- پرماتما کي اوتار وٺي شرير ڌاري اچڻ ۾ ڪ
مطلب ٿو حاصل ٿئي؟

**اتر**— هڪ ته پنهنجي ستيہ سنڪلپ ڪيل ۽ مريادا جي پور
ڪيا ڪري ٿو. ٻيو پنهنجي پرتگيا قائم رکڻ لاءِ ۽ ٻين جڳت جي وڏ
وڪيم نيتائن کي سيکارڻ واسطي شرير روپ اوتار ۾ اچي اهو (مثيون)
مطلب حاصل ڪري ٿو، يعني پنهنجي پرتگيا اوسار ساڌو، ڀڳتن ڌرمين
جي رکيا ڪري ٿو ۽ اساڌو دشٽ اڌرمين ۽ اڌرم کي ناس ڪري
ٿو. انڪري سدس مريادا ۽ پرتگيا سنڪلپ پورڻ طرح قائم رهي
ٿو. ٻيو جڳت جي نيتائن آچار جن کي مريادا ۾ هلائڻ لاءِ ڏيکاري ٿو. ان
ڪري ٿو ڏيکاري ته هو ڏسي انهيءَ ريت شڌ آچرڻ (هلت) ۾ هلندا،
مريادا ۽ پرتگيا جو پورو پالن ڪندا. اهو مطلب حاصل ٿئي ٿو.

٦- شنڪا— ته جڏهن پرماتما سرو شڪتي وان آهي ته اسٿول
شرير ڌارڻ ڪرڻ کان سواءِ ئي فقط اڇا ماتر (سنڪلپ) سان ئي دشٽن کي
ناس ڪري، ساڌو پرشن کي سک ڏيئي ۽ سنسار مريادا ڌرم جي رکيا
ڪري سگهي ٿو. ته پوءِ اوتار وٺڻ جو ڪهڙو ضرور آهي؟

**اتر**— سرو شڪتيءَ هوندي به پنهنجي مريادا جي ڇاپ ڏيکارڻ
ي سيڌي لوڪن کي يادگيريءَ ڏيڻ لاءِ شرير ڌارڻ ڪري ٿو، ٻيو
ڀڳتن جو مان وڌائي، ۽ دشٽن کي ڏنڊ ڏئي ٿو. جيئن راجا پنهنجي
ن لي ۽ مريادا لي هلڻ وارن کي ظاهر انعام ڏيئي مان وڌائي ٿو ۽
دشٽن ۽ ڏوهين کي ظاهر ظهور ڏنڊ ڏئي ۽ همٿ ڏيکاري ٿو. اها
ت آهي. تيئن ڀڳوان کي به اسٿول شرير اوتار ۾ اچي نيتي مريادا
ڏيکارڻ جو ضرور آهي.

٧- شنڪا— هي سوامي! پرماتما سرو شڪتي وان آهي هو ٻين

ٿـ شنڪا- ايشور ديش، ڪال، وستو، تنهن پرڇيدن (حد احڙ) کان رهت جو برهما اڳيئي مرڻ ويا پڪ (وجود) آهي، اهو ڪ منڊان ٿي هنڌ يعني ڪ ديش ۾ ڪيئن اچي سگهيو؟ جو ٿ جا وستو سڀ هنڌ وياپڪ ٿيل آهي ان ۾ احڙ وڃڻ نٿو ٿي سگهي.

اُتر- ايشور سرو شڪتي ۽ سرو وياپڪ هئڻ ڪري ۾ ڪنهن ڪ هنڌ وشيش شڪتيءَ جو پرگهٽ ٿيڻ سان ڪ ديشي ٿي پاسڻ ۾ اچي ٿو يعني ڪ هنڌ آيل پاسي ٿو. جئن:-

درشٽانت- جهڙيءَ طرح اگني سيني ڪاٺين ۾ سروويا پڪ آهي پر جتي وشيش پرڪاش ڪري ٿي (يعني جتي بجليءَ بتيءَ وغيره روپ سان پرڪاش ڪري ٿي) اتي ڪ ديشي ٿي پاسي ٿي. تئن برهما سرو وياپڪ هئڻ ڪري ۾ ڪتي وشيش شڪتي پرگهٽ ڪرڻ ڪري ڪ ديشي ٿي پاسڻ ۾ اچي ٿو. پرلڌمن ۾ ايشور جو سروياپڪ هئڻ جئن جو تئن قائم آهي.

مثال- جيئن سورج جو پرڪاش سڀ هنڌ وياپڪ ۾ آهي، پر تڏهن ۾ صبوح ٿي، ان پٺرن ٿي يا شام ٿي ڪنهن هنڌ اڻ جيو وحي ٿو. ٿر ٿ واستو ۾ سورج منجهه صبوح، شام وغيره وقت ڪجهه ۾ ڪونهي، جو پرڪاش روپ ۽ نيارو آهي. تيئن ايشور پر ۾ سمجهڻ گهرجي.

ڪ شنڪا- جو مايا کان مڪت ۽ نرآڪار برهما، سو وري مايا روپ ۾ ۽ استول آڪار شرير ڌاري سنساري جيون وانگر ليلا جو ٿو ڪري؟ ۽ اهڙيءَ حالت ۾ پاڻ ڪيئن ٿو ٿئي؟

اُتر- جن پڳتن کي ڪڏهن ۽ ليلائون اهاس پيارا لڳن ٿا، تن جي ڪتا ۽ گرڻ، گائڻ ۽ پڙهڻ جي لاءِ ليلا ڪري ڏيکاري ٿو، پر پاڻ انهن ليلائن کان نيارو رهي ٿو.

مثال- جيئن نٽ (بهروپي) انيڪ روپ ڌاري ڏيکاري ٿو، پر پاڻ روپن کان نيارو آهي يعني انيڪ روپن هوندي ۾ پاڻ پنهنجي

تاريندڙ. تنهنڪري اوتار چئجي ٿو. اهڙي وشيش شڪتي (ڪلا) ايشوري
اوتار ۾ئي ٿئي ٿي.

**ششو واچ** — هي مهاراج! جيڪي توهان مٿي فرمايو سو بلڪل
ٺيڪ آهي، پر انهيءَ اوتارن جي ٻاهت مونکي تمام گهڻيون شنڪائون
پيدا ٿيون ٿيون. نه رڳو مونکي پر سنسار ۾ ٿوريءَ ٻڌيءَ وارن منشن
کي ٻڌ ڏسجي پيو ته گهڻن مت متنترن جي پيد هٺ ڪري وڏو
مونجهارو ٿي پيو آهي. طرح طرح جون ڳالهيون ٻڌي گهڻا سوال پيدا
ٿين ٿا، جي هيٺ ظاهر ڪجن ٿا، ڪرپا ڪري انهن جو اتر سمجهائيندا.

١- شنڪا — پهرين ٻڌايو ته ايشور جي اوتار پرگهٽ ٿيڻ ۾ ڪهڙو
پرماڻ (شاهدي) آهي؟

**اتر**- رگ ويد جي ڪين اپنيشد ۾ لکيل آهي ته پرمرئي
يکس (اچرج) روپ ۾ ظاهر ٿيو، اندر اگن ۽ وغيره ديوتائن جو ايمان
دور ڪري گيان ۾ استت ڪيائين. ٻيو پرماڻ شري گيتا ۾ ڪرشڻ
ڀڳوان پاڻ چيو آهي ته "سادو ڀڳتن ڌرمي پرشن جي رکيا ڪرڻ لاءِ ۽
دشٽن پاپين جي ناس ڪرڻ واسطي ڌرم مريادا کي چڱيءَ طرح رکڻ لاءِ
جڳ جڳ ۾ مان اوتار وٺي پرگهٽ ٿيان ٿو." اهڙيءَ طرح ٻين شاسترن
۽ پراڻن ۾ به گهڻئي هندن پرماڻ ملن ٿا. ساڳيو گرو گرنٿ صاحب
۾ به چيل آهي ته

**"جڳ جڳ ڀڳت رکندا آئيا رام راجي"**

٢- شنڪا سرو وياپڪ ۽ نرآڪار پرماتما جيڪو نر اڇا (اڇائن کان
سواءِ) تنهن ڀڳوان کي شرير روپ سان پرگهٽ ٿيڻ جي اڇا ڇو
ٿي ٿئي؟

**اتر**- سادو ڀڳتن جي پرارٿنا موجب اڇا پورڻ ڪرڻ لاءِ ۽
ڀڳتن جي گيرپ (ايمان) کي ناس ڪرڻ واسطي اوتار وٺڻ جي اڇا
ٿئي ٿي.

ساکيات ايشور برهم روپ آهن. اهو ويدن شاسترن ۾ سگهڻي صاحب
۾ ٻڌ لکيل آهي، پڙهي ڏسندا. هي شش تو جو مٿي جيو ۽ اوتارن
جو هڻن اکين سان درشن ٿيڻ سوئي برهم جو ساکيات ڪارڪون آهي جا؟
ان جو اثر سمجهي ويو هوندو ته يعني برهم ۽ ڪيون ۾ الدري جي وشيہ
ڪاهي. اهو مٿي ٻڌجين گيان لهر ۾ ٻڌايو ويو آهي. باقي اوتارن کي
جو شاسترن ۾ ساکيات برهم روپ جيو ويو آهي انهيءَ جو ۾ مطلب ته
سمجهيو سو سمجهي ڪر.



## وويڪ پيو (٢)

### (اوتارن جي معنيٰ انهيءَ ڪارڻ ۽ انهيءَ تي سوال جواب)

دوهرا— ورڻو ڏنيہ وويڪ ۾، ارٿ اوتار سجان،
پرشن اتر پهووڏ تنهن، ڪارڻ ڏاس بکان.

**پرشن**— هي سوامي اوتار لفظ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**اتر**— هي شش جو اوترڻ يعني هيٺ لهڻ، وشيش ڪلائن سان جو انهن
ٿي لهڻڪي اوتار جڻجي ٿو.

پرشن- هي ديالو! اوهين ته سڀني جيو انهن ليل آهي ۽ انهن ۾
ٻڌ شڪتي (ڪلا موجود آهي جو ڪوڙا ۽ وڏا وڏا سالنمدان ڪم ڪري
ڏيکارين ٿا ته پوءِ سڀ جيو اوتار جڻبا، باقي ٻيو ڪهڙو ٿيو؟

**اتر**— هي شش برابر لهجي جوڻ موجب سڀني کي اوتار جڻي
سگهجي ٿو، پر جيون کان ڪلائن جي طاقت وڌيڪ هئڻ ڪري ايشوري
اوتار چيا وڃن ٿا. ٻيو اوتار لفظ جو ارٿ وياڪرڻ موجب هيءُ ٻڌ آهي
آڌ معنيٰ رکيا ڏار معنيٰ تارڻ وارو يعني سڪن جي ۽ سڪن جي ڪارڻ
ڌرم جي رکيا ڪندڙ، دکن ۽ دکن جي ڪارڻ ادرم کان جدائي

آهي ته جيون جي مٿان ڪرپا ڪرڻ ڪري، پرماتما جيون کي
ڌارڻ وانگر مايا جي ٻل سان رام، ڪرشڻ روپ ٿي ڀاسڻ ۾ ا
ٿو، در حقيقت جنم ولڻ وغيره کان نيارو آهي. جيئن ٽيڪ واسد
دواران ديوڪيءَ جي گرڀ مان جنم ڏسڻ ۾ آيو آهي پر سو ۾ مايا جي
ٻل ڪري ئي ڀاسڻ ۾ آيو آهي اهڙيءَ طرح شري شنڪر آچار جن
ڪرشڻ وغيره اوتار شرير مايا جو ڪاريه ثابت ڪري ڏيکاريو آهي
ڇوته ڪري انهن جا شرير ڀوتن جو ڪاريه ڪونهن، انهن جي شريرن جو
اپادان ڪارڻ ساکيات مايا آهي.

هيو جيئن جيون کي شرير وغيره اناتم پدارٿن ۾ آتم ڀرانتي آهي،
جا رام ڪرشڻ وغيره اوتارن کي ڪونهي ڇو ته جيو جي اپاڌي اوديا
آهي (ملين ستوگڻ واري) ۽ رام ڪرشڻ وغيره اوتارن شريرن جي
اپاڌي مايا آهي (شڌ ستوگڻ واري) انهيءَ ڪري ئي جيون ۾ اوديا
ڪري ڀرانتي (اگيان) ۽ رام ڪرشڻ وغيره ۾ سروگيتا (سڀجو گيان)
ٿئي ٿو. پر جيون کي اگيان ڪري سروپ جو آورڻ (پڙدو) ۽ ڀرانتي
آهي انهيءَ جي ناس ڪرڻ واسطي ستگروءَ دواران مهاواڪيه جي اپديش
دواران گيان پائڻ جي ضرورت ٿئي ٿي. تهڙيءَ ريت رام ڪرشڻ وغيره
اوتارن کي سروپ جو آورڻ ۽ ڀرانتي ڪانهي. جنهنڪري انهن کي
گروءَ ۽ اپديش گيان جي به ضرورت ڪانهي ڇو ته شڌ ستوگڻي مايا
ي ورتيءَ دواران اوتارن کي سروپ جو گيان سته سڌ (قائم) آهي.
ي رام وشسٽ ۽ ڪرشن سانديپني گرو مڃيو آهي. سو لوڪ مريادا
ي سيکارڻ واسطي ڪيو آهي اهڙيءَ طرح رام ڪرشڻ وغيره اوتارن
 جيون کان وشيش (وڌيڪ) آهن. انهيءَ ڪرئي اوتارن کي
بات برهم روپ ڪري ورنن ڪيو اٿن. هيو اوتار ايشوري ڪوٽيءَ
آهن، ۽ ٻيا اوديا اپاڌيءَ جي ڪري جيو ڪوٽيءَ ۾ ليکيا ويا آهن.
يڪي شڌ برهم گياني مڪت پرش آهن، سي به اوتارن جي سمان

جڏهن شري ڪرشڻ کي ٻالڪ اوستا ۾ ماتا جسودا اکريءَ سان ٻڌي ڇڏيو، تڏهن ٻڌجڻ ۾ ڪين آيو. ماتا ڪيترا حيلا ڪيا پر اوڙي پوري ڪين ٿي، آخر ڀڳوان پاڻ ٻڌجي ليلا ڏيکاري، ٻوڙيءَ کي وڌائي، پاڻ کي اکريءَ سان ٻڌايائين. جو ٻوڙهه ٻه وڻ پيرن جا وچ ڪيرايائين. جي ٻئي رشي سراپ جي ڪري وڻ ٿيل هئا، ان جو اڌار ڪيائين. (اها ڪٿا شريمد ڀاڳوت ۾ لکيل آهي.) اهڙيءَ طرح مکڻ جا مٽيءَ کائيندي ماتا پڪڙي وات کولي ڏٺس، جنهن ۾ پيو ڪجهه ته ڏٺائين ٿو تٿ ٽيئي لوڪ مک ۾ نظر آيس.

اهڙيءَ طرح جو ٻوڙيءَ وغيره جي ٻڌجڻ ۾ نه اچڻ، اهڙيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته هو مايائي (قدرتي) شرير آهن. پنجڀوتڪ پوتن جو ڪاريه ڪونه آهن.

پرشن- جي پرڀو! اوهين ته پنچڀوتڪ پوتن جا رچيل (ڪاريه) شريرن ۾ ته اوتارن جهڙي شڪتي ڏسڻ ۾ اچي ٿي ڪانه. جيڪي سڌ پرش يوگي شرير آهن ان کي ته ٻڌجڻ، سڙڻ وغيره ڪجهه ٿي سگهي.

اتر- هي پيارا اهو توهان جو چوڻ ٺيڪ آهي، سڌ پرش يوگين ۾ ٻڌجڻ سڙڻ وغيره ٿئي ٿو، پر تڏهن ته سڌ يوگين جي شرير ۾ پربائين ٻڌڻ وغيره سڀ ڪجهه آهي. پر جڏهن اهي يوگ اڀياس وغيره پرشارت ڪيو آهي تڏهن اهڙي سڌتا پراپت ٿي آهي. مگر رام ڪرشڻ اوتارن جي شريرن ۾ سڌ يوگين وانگر يوگ اڀياس پرشارت وغيره ڪرڻ ڪري سڌتائي ڪانه ٿي آهي، بلڪ هو سهجيئي سڌ آهن. جيئن ڪٿرا سڌ يوگي يا پرلجان يوگي، يا ڀڳت يوگي ٿيندا آهن. تنهن ڪري اوتار شرير ڀڳت يوگي آهن جو ته منهن کي سهجيئي سڌي وغيره شڪتي آهي، ان ڪري پوتن جو ڪاريه ڪونه آهن. باقي ... جي شرير وانگر پاڻ ۾ اچن ٿا،- وماما جي ٻل ڪري ائين پاسن ... ڳالهه ٻي شري شنڪر آچاريه ڄڻ گيتا ڀاشيه شاستر ... ٻڌايو

نہ اهو مٿيا (اڄايو) واد وواد آهي. مطلب تہ ست پرشن اوتارن ۾ ڪجهہ بہ نٿو ٻڌي سگهي. اهو اڌيانم رامائڻ ۾ شوماهراج پاروتيءَ کي چيو آهي تہ هنومان جي ڀيٽڻ تي ماتا سيتا هنومان کي رامائڻ جا سمورا چريتر ٻڌائي ٻڌائي ڀاڙيءَ ۾ رهينيان وچن چيا اٿس - ٻال ڪانڊ جي پهرئين سرگ ۾ شلوڪ ٣٢ - ٣٤ جنهنجو ارٿ هيءُ آهي سيتا ماتا چوي ٿي تہ جنم ڪان ولي بن واس ولڻ، ۽ راوڻ وغيرہ مارڻ ۽ راڄ گاديءَ تي وهڻ وغيرہ ڪاروبار سو سڀ منهنجو ئي ڪيل آهي. جو تہ مان مايا سروپ آهيان. مگر شري رام ڪجهہ بہ نٿو ڪري، انجو سروپ سڀ کان نيارو ۽ آنند روپ آهي، هو نہ هلي ٿو نہ ٻهي ٿو، نڪو ڪنهن ڳالهہ جو ڪو سوچ ويچار ڪري ٿو، نڪا ڪا هن کي اڇا آهي، هو نڪي گرهڻ ڪري ٿو نہ تياڳي ٿو، ٻلڪ هو اڇل نروڪار آهي. باقي جدهن جدهن مايا گڻن ۾ وشيش روپ سان پرويش ڪري ٿي، تهڙو تهڙو لوڪن کي ڀاسڻ (ڏسڻ) ۾ اچي ٿو. تنهن ۾ جيڪي اڻ ڄاڻ بي ويچار ماڻهو آهن سي گهٽيڻ اڻيون ڳالهيون ڪري اڻ هوندا دوش (اوگڻ) ڪلپنا ڪري لڳائين ٿا سي اڄايا آهن. تنهن ڪري هي شش اهو سنسو ڪيڏي ڇڏ ۽ ڪ سمجهہ تہ رام، ڪرشڻ وغيرہ اوتارن جي شريرن ۾ دک سک جو ڀوڳہ بلڪل ڪونہ ٿيو آهي. جو تہ هو پنهن جي ئي سمشٽي پاپ پنج ڪرمن تي پيدا ٿيل آهن، جنهنڪري پنهن جي لاءِ دک، سک جو ڪارڻ آهن. تنهنڪري ثابت ٿيو تہ اوتار شرير پنهنجي پاپ پنج جي آڌين ڪونهن، اهو شاسترن جو جوڻ ليک آهي. تهڙيءَ طرح پنجن ڀوتن جو ڪاريہ بہ سندن شرير ڪونہ آهن. جو تہ پين جيون جا شرير پنهنجن ڪرمن انوسار پنجن ڀوتن ۽ پنجيڪرڻ ۽ پرڪرتين جا ٺهيل آهن.

**پرشن**— اوتارن جا شرير ڇا منجها ٺهيل آهن؟

**اتر**- چيتن جي آسري تي جا مايا رهي ٿي خاص تنهن مايا جو پريڻام (ڪاريہ) آهن. جو تہ جيڪڏهن پنچيڪرت ڀوتن جو ڪاريہ اوتار شرير هجن تہ شاسترن ۾ لکيل وچنن جو وروڌ ٿو ٿئي.

اڌو— ڏي شش! اهو مطلب پوريءَ طرح نه سمجهڻ ڪري لِينهجي درشٽيءَ ۾ ڏک ڀاسي ٿو، مگر شري رامچندر کي ڏک ذرو به نه هو. پر ٻه وحڻ وغيره اها هنن ٻڌيهي ليلا ڪئي آهي. جو نه اوتارن جو شرير ٽيوڻي ايتري واسطي آهي ته ساڌن ڀڳتن کي درشن وغيره سک ملي ۽ اساڌو دشٽ راڪشن کي سندن پاپ ڪرم انوسار ان کي ڏک (ڏنڊ) ملي. (اهو مٿي ڪٿن ٿي آيو آهي) جيڪڏهن رامچندر جن ٻه وحڻ وغيره ليلا نه ڪن ها نه ڪيئن مهاتمائن، لڇمڻ وغيره ساڌن کي ٻه ۾ درشن وغيره سک ملي ها! ۽ راڪش دشٽ جيڪي رشين، مهاتمائن کي ٻه ۾ ڏک ڏيئي رهيا هئا تن کي ڪهڙي طرح ماريو وڃي ها! جيڪڏهن راوڻ جي هٿان سيتا جي جوراڻ وغيره جي ليلا نه رچين ها. نه راوڻ وغيره راڪشن کي ڪهڙي سبب سان ناس ڪيو وڃي ها! ان ڪان سواءِ سنسار ۾ ڪتري ڏرم وغيره نيتي ڪيئن قائم ٿئي ها! انڪري ئي شاسترن ۾ شري رامچندر جن کي نيتي مريادا پرشوتم ڪري سڏيو ويو آهي.

مطلب نه اهڙي ليلا هنن ٻڌيهي هلائي آهي، جنهنڪري هنن کي شرير ۾ ڪنهن به قسم جي سک ڏک جو ڀوڳ نه ٿيو آهي. اهڙيءَ طرح رام ڪرشن اوتارن جي ليلا ملائڻ ۾ گهٽيئي سوال جواب آهن جنجو مطلب گوڙ آهي باقي جيڪي ٻيهون اوتارن ۾ اڄايون اڻٽيون سڀٽيون ڳالهيون ڪليس ٿا اها انهن جي ٻي سمجهائي (مورکتائي) آهي. جو نه اهي جڳيءَ طرح نه ٻڌي گهڻي مطلب کي حاصل نٿا ڪن. ڪو ڪ اڌ شاستر مختصر (مٿاجرو) ٻڌي ٻيا ويچار جي، گڻن جي پنڊار مان به اوگڻ جوندي ست پرشن کي دوش (ڪلنڪ) لڳائين ٿا. سي پاڻهي پنهنجي ٻڙي هيٺ ڪن ٿا.

نوٽ— انهن ٻي سمجهڻ جي اهڙن سوالن جو ذڪر هتي اولي [illegible] لکجي چاڪاڻ نه هڪ نه پستڪ تمام گهڻو وڏي ويندو پيو

پاپ تي رچيل آهن. ڇاڪاڻ تہ رام، ڪرشڻ وغيره اوتارن شريرن مان ساڌو پرشن کي سک ملي ٿو ۽ اساڌو دشٽن کي ڏ پهچي ٿو. سو بہ ساڌو پرشن کي سک جو ڪارڻ سندن پنج ۽ اساڌو دشٽن کي ڏک جو ڪارڻ انهن جا پاپ آهن، ايشور ۾ دوہ درشٽي ڪانهي. تنهنڪري اوتار شرير جنهنجي سک يا ڏک ڪارڻ ٿين ٿا، سو تن جي ئي پاپ ۽ پنج ڪرڻ ڪري اتپن ٿين ٿا. انڪري جيتوڻيڪ پاپ پنج جي اڌين جيا وڃن ٿا، (يعني اوتارن جا شرير سڀني ساڌو پرشن جي سک جو ڪارڻ هئڻ ڪري انهن جي سموري پنجن تي، ۽ اساڌو دشٽن جي ڏک جو ڪارڻ هئڻ ڪري انهن جي سموري پاپن تي ملي ڪري رچيل آهن.) تنهنڪري اهو چوڻ بہ نٿو ٿئي تہ رام، ڪرشن وغيره اوتار شرير پاپ پنج جي آڌين ڪونهن، بلڪ پاپ پنج جي آڌين شرير آهن، پر تڏهن بہ جهڙيءَ طرح ٻين جيون پورو شرير ۾ پاپ پنج ڪرم ڪيا آهن تن جو ڦل وري ٻين شريرن ۾ انهن کي ڏک سک ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري ڏيهہ اڀماني جيون کي پورو ۾ پنهنجي ڪيل ڪرمن (پاپن پنجن) جي آڌين هئڻ ڪري هٿي شرير (جنم) جي پراپتي جٽڃي ٿي. تهڙيءَ طرح رام، ڪرشن وغيره اوتار پنهنجي ڪرمن تي رچيل شرير ڪونہ آهن، ۽ نڪي تن کي پنهنجي شرير ۾ سک ڏک جو ڪو ڀوڳ ئي ٿئي ٿو. جو تہ اهو ڪڏهن ڪنهن بہ شاستر ۾ ائين لکيل ڪونهي تہ رام، ڪرشن وغيره اوتارن کي ڪو مٿي ۾ سور يا تپ وغيره ڏک ٿيو.

**پرشن**— هي پڀو! توهان فرمايو تہ اوتارن کي شرير ۾ سک ڏک جو ڀوڳ ڪونہ ٿو ٿئي، لکيل آهي تہ رامچندر کي بن واس آيو، سيتا راوڻ جي هٿ چوريءَ ڪڃي ويٺي وغيره ڏک پراپت ٿيا آهن ۽ توهان ڪيئن ٿا چئو تہ ڏک ڪونہ ٿيو؟

نيارو اروپ اڪري آهي، انهيءَ ساڻ ايڪ تو ٿي سگهي. تنهنڪري
رام ڪرشن وغيره جو شرير ڌارڻ ڪرڻ. مگر انهيءَ ۾ هيءُ گجهه
مطلب رکيل آهي-

ٻين سڀني جيون جا شرير پاپ ۽ پڃ جي آڌين آهن ۽ ڀڄڻ
ڀوڳڻ جو ڪارڻ آهن، ان کان سواءِ جيون کي شرير وغيره اناتما (مٿيا)
پدارٿن ۾ اوديا جي ٻل ڪري آئون، ممت ۽ اڀياس آهي ۽ گرو
ڪرڻ ڪري اپديش دواران برهم جي ٻورلي ٿئي ٿي. ليڪن اوتارن
جا شرير نه آهن يعني رام ڪرشن وغيره اوتارن جا شرير پنهنجي پاپ
پڃ لئي رچيل ڪونهن ۽ ڀڄڻ ڀوڳڻ جو نه ڪارڻ، ڪوڙ آهن.

جڏهن سرشٽيءَ جي شروعات ۾ جيون جا ڪرم ڦل ڀوڳڻ ڏيڻ
۾ سنمک (تيار) ٿين ٿا، تنهن وقت ٿي پورڻ ڪام (ستيه سنڪلپ)
ايشور ۾ جيون جي ڪرمن انوسار سنڪلپ (ڦرڻو) ٿيو ته "مان جگت
جي اتپتي ڪريان" ان سنڪلپ ٿي جگت جي اتپتي روپ سرشٽي
ٿئي ٿي. سرشٽيءَ اتپن ٿيڻ کان پوءِ "مان جگت جو پالن ڪريان"
اهڙو ايشور ۾ سنڪلپ ٿئي ٿو، جنهن سنڪلپ ڪري جگت جو
ڪرمن موجب پالن ٿئي ٿو (ڪرمن جي انوسار سک دک جي سنبنڌ
روپ کي پالن چئجي ٿو.) تنهن پالن روپ سنڪلپ جي وچ ۾ وري
اپاسڪن (ڀڳتن) جي اپاسنا (ڀڳتيءَ جي ٻل ٿي، ايشور ۾ هيءُ به سنڪلپ
پيدا ٿئي ٿو ته "ڀڳتن جي ڀاونا انوسار رام، ڪرشڻ وغيره نالن
سميت شرير روپ مورتي سڀني کي ڀاسڻ ۾ اچي" تنهن ايشور جي
سنڪلپ مٿڻ ڪري ئي ظاهري نالي روپ کان نياري ايشور ۾ رام،
ڪرشڻ وغيره نالا ۽ پيتامبر ڌاري وغيره شيام سندر سروپن جي
اتپتي ٿي، جا ڀاسڻ ۾ اچي ٿي. انڪري اوتارن جا شرير پنهنجي
ڪرمن جي آڌين ڪونهن.

**پرشن** — اوتارن جا شرير ڪنهنجي ڪرمن لئي رچيل آهن؟

**اتر**- اوتارن جا شرير ساڌو ڀڳتن جي ڀڄ ۽ اساڌو دشٽن جي

**گرو واچ** — هي پٽ! انهيءَ ڪي برهم جو ساڪيا تڪار نٿو چئي سگهجي. سڀني شاسترن جو ڀڻ اهو چوڻ آهي ته جيڪي ڪجهه اکين سان ڏٺو وڃي ٿو سو سڀ ناسونت آهي. گرو نانڪ گرنٿ صاحب ۾ فرمايو آهي ته "جو ديسئي سو سگل بنا سئي" يعني جيڪي ڏسڻ ۾ اچي ٿو سو سڀ ناس ٿيڻ وارو آهي. ليڪن شري رام، ڪرشن اوتارن جا شرير ڀڻ مايائي رچيل آهن، سامايا ته اڳيئي ڪلپت آهي، ويد جو ڀڻ ساڳيوئي سڌ ڪيو ويو آهي ته اکين وغيره اندرين جي برهم وشيه ڪانهي، اهو مٿي سڌ ڪيو ويو آهي. باقي سوال رهيو ته شاسترن ۽ پراڻن ۾ شري رام ۽ ڪرشن وغيره اوتارن کي برهم روپ ڪري ڪٿن ڪيو اٿن. انهيءَ جو ڪو اهو مطلب ڪونهي ته مايائي رچيل شريرئي برهم آهي. ائين هرگز ناهي. وري ڪن جو چوڻ آهي ته انهن جي شريرن جو اڌشٺان چيتن سو برهم آهي، جنهنڪري برهم روپ چيو اٿن. تنهن ۾ هي سوال ٿو اٿي ته برهم سڀني شريرن جو اڌشٺان چيتن آهي نه رڳو رام ڪرشن اوتارن جو. جيڪڏهن اڌشٺان چيتن جي مطلب هئڻ ڪري [اوت]ارن کي برهم چئبو ته منش پسن پکين سڀني سريرن جو اڌشٺان چيتن [آه]ي جنهنڪري منش، پسو، پکي وغيره ۾ برهم روپ چيا ويندا. ان[ڪ]ري رام ۽ ڪرشن وغيره اوتار به انهن پسن پکين جي برابر ٿيندا. [جنه]نڪري شاسترن جو اهو به مطلب ڪونهي ته اڌشٺان چيتن هئڻ [ڪ]ري برهم سروپ آهن. انهن جو بيديئن طرح مطلب آهي ته اوتارن کي [...] جيون کان وشيش (واڌاري) سڌ ڪرڻ واسطي "نن جو شريرئي [برهم] آهي" ائين چيو ويو آهي. ان مطلب کان سواءِ مٿين ڳالهه نٿي [چئي] سگهجي. چاڪاڻ ته جي شرير درشٽي جڏهن اوتارن کي برهم روپ [چئبو] ته سڀني شريرن جي درشٽيءَ جو ناس ڪرڻ تي سيئني برهم [روپ] آهن ائين مڃڻو پوندو. جي شرير درشٽيءَ کي ناس نه ڪبو [ته بر]هم سان ابيد ٿي ڪين سگهندو. جو ته شرير نه هٿن، پيرن وغيره [...] سميت روپ (آڪار) وارو آهي، ۽ برهم انگن وغيره کان سواءِ

ڪليش ۾ پاپي هوءِ، ڏکي دل ڪري سوءِ

ياد ڪري جن جوءِ، سک ۾ سمائيسي

اسمسي ليس ڏورڏار، چنچلتا جت ٽار

شُرتي سنيار سار، سماڌي لڳائيسي

جوڳ ڪي جُڳت جان، پد وِڌ تا پڇان

ڪرشن ڪيول مان، برهمانند پائيسي.



## وويڪ پوربون [1]

**(اندر برهم ساکياتڪار ۽ ٻاهر ڪرشن، رام اوتارن جي درشن ساکيات ۾ ڀيد ڪهڙو تنهنتي سوال جواب)**

دوهرا— وويڪ پرٿم اُتم سدو، وڏو برهم ساکيات،

پد برهم اوتارن ۾، تاڪو ڪرهون وکيات.

**ششيو واچ**— هي ديِن ديال! توهان مٿي فرمايو تہ گيان دوارا اندر ۾ اهو ڪري برهم جو ساکياتڪار ڪرڻ گهرجي. اهو ٺيڪ آهي. پر ٻيو جو ٻاهران اوتارن شري رام، شري ڪرشن ڀڳوان وغيره روپ جو جنهن ظاهري اکين سان ڀڳتن کي درشن ٿئي ٿو، سو ساکياتڪار ڪونہ آهي ڇا؟ شاسترن ۾ شري رام ڪرشن اوتارن کي ساکيات برهم ٿي ڪري ورڻن ڪيو آهي. تنهن ڪري مان سمجهان ٿو تہ انهن جي درشن ڪرڻ سان ساکيات برهم جو ئي ساکياتڪار آهي.

# گيان لهر ڇهبن [٦]

## ڪبت

ڇتين گيان لهر ايهه، سرو شڪتي جان ليهه
ٻاهر ڀيتر ڏيهه، ٻرهم کو ڏسائيتي
ايش ڪلا آوتار، جا ڪي ٻهت پرڪار
سرشٽي مانهن ڪاڍي چار، ڀيد تاڪو ٻائيتي
ٻوڌ ٻڌو ورڌ ڌوءِ، آنند آتم جوءِ
گيان سيجي سات سوءِ، سشٽيم نسائيتي
جهتي مڪتي سک ماهه، ڪهتي ٻڌي ٻند آهه
ڪهول ڪرشن تاهه، وچار سين وائيتي
تتو ڪو اڀياس ڪر، من مست داس ڪر
واشنا وناس ڪر، ترتا جمائيتي

کھي وڻ جي روپ ۾ ھو سوڙي ھکي وڻ جي روپ ۾ ڏارين وغيره
سان ظاھر ٿئي ٿو. ليکن واڻيءَ جي اُچارڻ جا اکر بلکل ھکا جيئن جو
ليکن ٻاھر مطلب سان ظاھر ٿين ٿا. ٿنھنکي ويکري واڻي چيو وڃي ٿو. اھا الن
الگن جي ميلاپ سان جنمي وڃي ٿي، اُھن الن الگن جا ڏاڍا گيان لوڙائيءَ
ھيءَ کرڻ ۾ ورن ٿي آيا آھن. اجا وڏيڪ لوڻو اڳتي ٻوگ ۾ ٻڻ
لکيل آھي. ھي شش اِنڙيءَ طرح اھا واڻي شبد جو ساڌن سمجھڻ گھرجي.
انھيءَ ساڌن دواران شبد کي ڄاڻي، شبد جي لکير ارت دواران پڙھڻکي
آلم برھم سروپ جو انيؤ کري ساکياتڪار کرڻ گھرجي.

**گيان لھر پڙھين سترھين وويڪ سميت پوري ٿي**



آنند پيدا ٿيو آهي. هاڻي ڪرپا ڪري ٻڌايو ته مٿي توهان جيڪو ش
جو ساڌن واڻي ڄڻي ان واڻيءَ جو سروپ ۽ شروعات ڪيئن آهي؟

**اتر-** هي شش واڻيءَ جو سروپ ٻڌ:- گهڄهن سنسڪارن کي ظا
ڪرڻ ( يعني اندر جو مطلب پرگهٽ ڪرڻ ) تنهڪري واڻي ڄڻجي ٿو
اها واڻي سنسڪارن دواران مستڪ کان اچي ٿي يعني شروعات ٿئي ٿي
جاڪاڻ ته پهريائين سنسڪارن جي شروعات ( خيالن جو ڪارڻ )
مغز ۾ ٿئي آهي. اِن لاءِ ناڀي ( دن ) استان ۾ واڻي اچي ٿي. جنهن کان
پوءِ جيئن قسمن جي ٿئي ٿي- هڪ پرا، ٻي پشيدنتي، ٽين مدما ۽ چوٿين
ويکري واڻي آهي.

**پرشن-** پرا واڻيءَ جو سروپ ڪهڙو آهي.

**اتر-** جا ناڀيءَ ( دن ) استان ۾ گهڄي ۽ تمام سوکيم ڀاو روپ سان
رهي، مثال — جيئن ٻيج انگور جي روپ ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو. تنهڪري
پرا واڻي ڄڻجي ٿو

**پرشن-** ٻي پشيدنتي واڻيءَ جو استان ۽ سروپ ڪهڙو آهي؟

**اتر-** پشيدنتي واڻي هردي استان ۾ آهي جيئن مٿيون ٻج
انگور جي روپ مان ڦٽي ٻن پنن جي آڪار ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو.
ئين واڻيءَ جي اکرن جو سوکيم آڪار هردي ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو. تنهن
ي پشيدنتي ڄڻجي ٿو.

**پرشن-** ٽين مدما واڻيءَ جو استان ۽ سروپ ڇا آهي؟

**اتر-** مدما جو استان ڪنٺ ۾ آهي. جيئن مٿيون ٻن پنن
و سلو وڌي پڇجن ستن پنن سان ڪچي وڻ جي آڪار ۾ پيدا ٿئي
تيئن واڻيءَ اچارڻ جا اکر پڪا ٿي جوڙ نه جوڙ جي نسچي سان
ٺ ۾ استت ٿين. تنهڪري مدما واڻي ڄڻجي ٿو.

**پرشن—** ويکريءَ واڻيءَ جو استان ۽ سروپ ڪهڙو آهي؟

**اتر—** ويکريءَ جو استان مک ۾ آهي. جيئن مٿين مثال ۾ جو

جڪر ۾ لٽ (جيئون سان جڪر ڦيراليندا آهن) انهيءَ کي نمت ڪارڻ جندجي ٿو.

تيڙيءَ طرح شبد جو اپادن ڪارڻ آڪاش آهي. (جو ته شبد آڪاش جو گڻ آهي) ۾ شبد جو نمت ڪارڻ ستگرو آهن. جو ته ستگرو مردي اندر شبد کي پرگهٽ ڪن ٿا.

(۲) شبد جو سروپ- پرڪاش آهي يعني گيان سروپ آهي. پيو انهيءَ شبد جو سروپ رحب صاحب جن بهنجهي جيبہ جند ۾ ڪلبنا سان سيجي الگن سميت پڌايو آهي، اهو اگهتي پوگر ۾ ورڻن ڪيو ويو آهي.

(۳) سيني دکن جو ناس ۾ برم آنند جي پراپتي، اهو شبد جو ڦل آهي.

(۴) شبد جو لين ٿيڻ (حد) برهم ۾ آهي.

(۵) ستوگڻ روپ هڻڻ ڪري شبد جو رنگ سفيد مڃيو ويو آهي.

(۶) شبد جو سواد مٺو آهي.

(۷) جيو ۾ برهم جي ايڪتا، اهو شبد جو ارت سمجهڻ گهرجي.

(۸) سواس ۾ اچارڻ ۾ هٿي کي دان ڪرڻ (يعني اڏڪاريءَ کي شبد جو اپديش ڏيڻ) اهو بهجي قسمن سان شبد جو خرچ آهي.

(۹) واچيہ ارت ۾ لکيہ ارت، اهو شبد جو ووڪ آهي.

(۱۰) سوهنگ اهو شبد جو نالو آهي.

(۱۱) شبد کي اچار ڪرڻ وارا پران آهن.

(۱۲) شبد کي جاڻڻ واري پڌي آهي.

(۱۳) شبد جو ساڌڪ من آهي.

(۱۴) شبد جو ساڌن واڻي آهي.

هي پريوا نوهان جا وجن پڌي مهنجي اندر ۾ ڏاڍو

(١٩) جيئن اگني ۽ اگنيءَ جا ڏيا ٻجليون وغيره. تن ۾ اپاڌي ڪري ڀيد ڀاسي ٿو. پر واسو ۾ سڀ جوت هڪ روپ آهي.

(٢٠) جيئن پٽ ۾ ٺهيل مورتون سڀ پٽ روپ ئي آهن.

(٢١) جيئن رنگ جون مورتون سڀ رنگ ئي آهي.

(٢٢) جيئن باغ ۽ گل ڦل ٻوٽا وغيره اهي سڀ باغ کان جدا ڪو نہ آهن بلڪ باغ جوئي روپ آهن.

(٢٣) جيئن کير ۽ کير جو ڪارج- برفي، ملائي، رٻڙي، پس، پيڙا وغيره اهي سڀ کير جوئي روپ آهن. هي شش اهڙيءَ طرح بيا بہ ڪيترائي درشٽانت آهن. سڀني مان مطلب سمجهڻ گهرجي تہ سڀ اپاڌيءَ ڪري نالا ۽ روپ ڪلپت آهن، پر اپاڌيءَ درشٽي ڇڏي فقط واستوتي نظر ڪجي تہ در حقيقت ۾ سڀ هڪ روپ ئي آهي. تيئن ايشور، جيو، مايا ۽ اوديا اپاڌيءَ ڪري ڀاسڻ ۾ اچي ٿو. نہ تہ واستو ۾ سڀ برهم چيتن ئي آهي. جيئن ڪٻير جيو آهي-

دوهرا- آهو پٽر ڪيجي نهين، رنچڪ ائيسو ڀرم
ڪهان جڳت ايشور ڪهان، يهہ سڀ من کي ڌرم

ارٿ- هي شش! تون اهڙو ڀيد ڀرم وغيره سنسو ذرو بہ نہ رکہ ويچار ڪري ڏس تہ جڳت ايشور ۽ جيو ڪٿي آهي، اهي سڀ مايا اوديا اپاڌيءَ ڪري من جا ڪلپيل آهن واستو ۾ توهين سرووياپڪ شڌ چيتن آهين. اهو ستگروءَ جي مهاواڪيہ (شبد) دواران نسچو ڪري اسٿتي رکہ تہ جئيري برهمانند جيون مڪتيءَ جو سک پائين.



آهي ايو جو سوگر شڌ سڳروڙ ين ٿا ئبهنجو بر لت لوسي، والگر سڳهوئي ارت سمجهڻ گهرجي. ان ڪي ٻ لکنڻ سان چاهي، آر ايفر جو هڪ روب لشجو ڪجي. انهي، ڪي ئي ساکيات ڪار جون ٿا.

مي شش انهي، ايڪٽا جي باہت ہيا ٻ ڪيترا درشٽانت آهن امي خيال ڏيٺي ہڏ سہ جيہ درسٽانت مٿي ڏيا ويا آهن.

(٧) جيئن جل ؛ جل جا ترنگ (لهريون) وغيرہ امي اہاڻي ڪري جدا ڏاڻ ؛ پيد ياسي ٿو واستو ۾ جل ئي جل آهي.

(٨) جيئن مٽي ؛ مٽيءَ جا ياڙ (ٺانو) ويچار ڪري انهن جو پيد ڪوبهي.

(٩) جيئن سون ؛ سون جا گيڻا، ويڪ ڪري هڪ روب سون ئي آهي.

(١٠) جيئن لوهر ؛ لوهر جا هٿيار وغيرہ هڪ روب آهن.

(١١) جيئن شرير ؛ شرير جا انگ، پڻ ڪان ياهر جدا ڪونهن، بلڪ شرير جوئي روب آهن.

(١٢) جئن ڪاٺ ؛ ڪاٺ جو ڪارہ هڪ روب آهي.

(١٣) جئن ست ؛ وستر (ڪپڙا) آهن، تہ انهن جي آڪارن ؛ ڏاس جي ڪري پيد ياسي ٿو. پر ويچار ڪري، سڀ ست ئي ست آهي

(١٤) جيئن ہتر جون ہتليون طرح طرح جي روپن مڙهه ڪري پيد آهي. ويچار ڪري سڀ هڪ روب ہترئي ہتر آهي.

(١٥) ٻن ؛ وڻن جو ٻاڻ ۾ هڪ روب آهي.

(١٦) جئن ٻج ؛ وڻ هڪ ٻٽي ڪان جدا ڪراهي.

(١٧) جيئن ڪند ؛ ڪند جا ڪلوٽا (مٺائي) انجي طرح طرح جا ٺاهن. پر ويچار ڪري سب ڪندئي ڪند آهي.

(١٨) جيئن وايو (هوا) ؛ انهيءَ جا واجوڙا ؛ طرح طرح جون گهرٻون امي سڀ وايوءَ جو روب ئي آهن.

اتر — هي شش جيو ارهر جي ايڪتا لئي ٻيا مثال ڏجن ٿا:-

**درشٽانت** — جيئن آڪاش هڪڙوئي آهي، پر اپاڌيءَ هيٺ
ڪري ڌار ڌار نالن سان سڏيو وڃي ٿو. جهڙوڪ گهٽ آڪاش
(گهڙي جي اندر جو آڪاش) ۽ مٺ آڪاش (جڳهه جي اندر جو آڪاش)
تيئن مها آڪاش جيڪو اندر ٻاهر وياپڪ برابر آهي اهي ڀيد ٿيا
ماڻي انهن جي ايڪتا ڪئي وڃي ٿي. ته گهٽ آڪاش ۽ مٺ آڪاش
جي ڀاڳ ۾ ايڪتا نٿي ٺهي سگهي، ڇاڪاڻ ته مٺ آڪاش کي وڏي
اپاڌي جڳهه جي آهي جنهنڪري مخصوص ڊگهائين ۾ ان ڀٽي سگهي ٿو ۽
گهٽ آڪاش کي ننڍي اپاڌي گهڙي جي آهي جنهنڪري مخصوص ڏهه
ٻارهن سير ان جا ماپ ٿين ٿا ايتري تفاوت هوندي گهٽ ۽ مٺ هڪ
روپ نٿا ٿي سگهن. تڏهن ٻه مخصوص جو اڪشتان آڪاش ماتر ۾ لکيو
رکڻ ڪري ايڪتا ٺهي ٿي يعني مٺ جي اپاڌي وڏي ۽ گهٽ جي
اپاڌي ننڍي انهن ٻنهي تان نظر ڪڍي ڇڏي باقي رهيو ٻنهي ۾ وياپڪ
آڪاش ماتر سو مها آڪاش روپ هڪڙوئي آهي. اهڙيءَ طرح ايڪتا
ثابت ٿي.

**ٽيئين سدانت** — ايشور ۽ جيو ۾ وڏي مايا ۽ ننڍي اوديا
جي اپاڌي آهي، جنهنڪري تفاوت پئي ٿو ۽ ايڪتا نٿي ٺهي، پر
ٻنهين جو اڪشتان وياپڪ شڌ چيتن الهيءَ ۾ لکيو رکي ۽ اپاڌين تان
نظر ڪڍي ڇڏڻ ڪري باقي برهم چيتن برابر ساڳوئي هڪ روپ آهي

(٣) **درشٽانت** — جيئن ٿيون ايڪ نمونن جون آهن يعني ڪاچ،
مٽيءَ، پتل، ڪوپر، چيني ۽ ٽس وغيره جي ٿيءَ ۾ ڏيو ٻارجي ٿو،
انهن جي گهٽين اپاڌين ڪري جدا جدا هيٺ سڀ ٿيئن جي ايڪتا نٿي ٺهي
سگهي، پر تڏهن ٻه ٿيئن جي اپاڌي ڇڏي باقي اگني ماتر ۾ ايڪتا ٺهي
ٿي يعني سڀني ۾ اگني (جوت) ساڳي هڪ ئي آهي.

(٤) **درشٽانت** — جيئن درياهه ۽ درياهه مان ڀريل پاڻيءَ
جو گلاس رکيو ۽ اپاڌيءَ ڪري درياهه ۽ گلاس جي ايڪتا نٿي ٺهي

دوهرا — ويد اهڙي بن گرو لکيءُ - لاکي لؤن سمان،
بادل گرمکر دوار هئي - امبرت سمن اڏڪان.

ارٿ - ويد شاسترن روپي سمنڊ رآهي سو گروءَ کان سواءِ جيڪو پڙهي تو انهن‌کي پيد روپي کارائ حاصل ٿئي ٿي. جئن ڪو منش سمنڊ مان جل پري پئندو تہ کاروئي لڳندس ۽ دست وغيرہ دک ٿيندس پر اهو ساڳيو سمنڊ جو جل بادلن جي دوارن ملي ٿو تہ امبرت جهڙو مٺو لڳي ٿو. تيئن ويد شاسترن روپي سمنڊ، ارٿ روپي جل ۽ بادلن روپي برهم نيشٺي ستگروءَ ۽ سچا سنت آهن. جيڪو گروءَ دوارن شاسترن کي پڙهندو ۽ سمجهندو تنهن کي امبرت کان وڏيڪ آنند ايندو. اهڙيءَ طرح هي شش نشچي ڪرڻ گهرجي تہ گرود جي سمجهاڻيءَ کان سواءِ فقط پنهنجي مهڙ شاسترن پڙهڻ سان گهڻو مطلب آتم گيان ٿيڻ ناممڪن آهي تنهن ڪري هٺ ۽ اهان ڇڏي مها پرشن کان سمجهہ ولي انيو ڪري آنند پائجي.



# ويڪ سورهون (١٦)

## (انيڪ درشٽانتن سان جيو ۽ برهم جي ايڪتا ورنن)

دوهرا — سوڙس ويڪ ۾ سنو، ايڪتاکي وياکيان،
نامي ڏي درشٽانت پهو، جيو هي برهم سمان.

**شنشيہ واچ**

هي ستگرو! توهان جي اولي وچنن جي پڌڻ سان منهنجو ڀرم (سنسو) دور ٿي ويو آهي ۽ اندر ۾ ڏاڍو آنند پيدا ٿيو آهي. هاڻي ڪرپا ڪري جيو ۽ برهم جي ايڪتائيءَ ۾ پيا ۾ ڪي درشٽانت ٻڌايو.

جيئن تاريخ ١٤ سوا ٻهر سج چڙهڻ الهيءَ جي لکڻ جو ڪوڙو ضرور
هو. جاڪاڻ ته هرڪنهن ڏينهن ۾ سج ڦرندو رهي ٿو. جي جيئن
ڏينهن کان سواءِ ٻئي ڪنهن ڏينهن ۽ مندر جي جوڙيءَ جي ٻاهرلي
لي زمين کوٽجي ها ته ٻه ڏن ڪوڙ لهجي ها. انهيءَڪري لکٺي
موجب برابر سوا ٻهر سج جو چڙهي، جيئن مندر ۾ تاريخ ١٤ هجي
تڏهن الهيءَ نشان تي ڏن ملي سگهي ٿو. الهيءَ جو اهو مطلب هو،
۽ تو ڪنهنڪان ٻجيو ڪونه ٻاڻ کي هوشيار جاڻي ٻنا ويچار سمجهڻ
جي ملئين، جنهنڪري دکي ٿيڻ. جاڻي تنهنجو دکر دور ٿيو ۽
مطلب حاصل ٿيو. اهڙيءَ طرح هي شش سدالت ۾ ٻه سمجهڻ گهرجي،
ٻلي ڪٺي شاسترن جي پڙهڻ سان ارٿ سمجهي ۽ وڃجي تڏهن ٻه
ڪي اهڙيون سوکيم گجهيون ڳالهيون آهن جن جو مطلب گروءَ کانسواءِ
شرير روپي مندر جي جائو ۾ آتما روپي ڌن نٿو حاصل ڪري سگهجي.

**ٻيو درشٽانت-** جيئن ڪنهنجو پتا جن جو واپار ڪندڙ هو،
هڪ دفعي جن جون پيڙيون پرائي وڪڻڻ ويو. ان ڏينهن گذرڻ بعد
اوچتي سنڌس پٽ کي جلي آئي جنهن ۾ لکيل هو ته تنهنجو پتا
درياه تي ٻاڙيءَ ۾ ٻڏي مري ويو. اهڙي جلي پڙهي مطلب نه سمجهي
اعتبار نه ڪائين ۽ سنڌو رهجي ويس. تڏهن ڪنهن وڏي ڄاڻو
ويچارون کي جلي ڏيکاريائين جنهن مطلب سمجهايس ته جن جي ٻيڙي
۾ ٻاڙي ٻيو هوندو ۽ ٻاڙي ٻوڙ ڪري جن کي ٻام لڳي هوندي، جنهن
ڪري تنهنجو پيءُ الي ان ٻاڙيءَ ۾ ٻڏي مري ويو هوندو. وري الهيءَ
ڳالهه جي ثابتي پڻ ملي برابر الين ليڪ هو. اهڙيءَ طرح هي شش هو
جلي پڙهي نه وڻو ۽ ان جو گجهو مطلب حاصل ڪري نه سگهيو. تيئن
هتي ۾ گروءَ کان سواءِ ڪٺي ڪيترا ۾ شاستر پڙهي ٻرسچو مطلب حاصل
ڪري نه سگهندو. جيئن شاستر ۾ چيل آهي ته-

وويڪ پنڌ رهون

تيار ڪري وري انهيءَ مٽر وٽ ويو. مٽر جيس ته جيئن بند
جهنگ جو مهنو تاريخ ١٤ لکيل آهي ان ڏينهن اچج. جڏهن
مهنو ۽ ١٤ تاريخ آئي تڏهن ان وٽ ويو. جو مزور ولي معدر
آيو جڏهن سوا پهر سج جو چڙهيو تڏهن شوالي جي گدبذ جي جو
جي ڇايا (پاڇولو) جنهن هنڌ زمين تي پيو اها گنبذ جي جوٽيءَ وار
زمين کوٽائين ته برابر ست لک رپيا نڪتا. تڏهن مان مٽر جو ۽
قرض سڀئي لاهي آزاد ٿيو، ۽ پنهنجي مٽر جي پلائي مڃائين. وري
اڳئين وانگر شاهوڪار ٿيو. پيو جو پٽس جي ڳالهين لکڻ ني ته سمجهي
ملڻ سان جو دکي ٿيو، تڏهن سمسي مٽائڻ ۽ مطلب سمجهڻ لاءِ مٽر
کان پڇائين. تڏهن سمجهايس ته پهريون ڇانو ۾ اچڻ ۽ ڇانو ۾ رچڻ جو
اهو ڪو مطلب ڪونهي ته مٿان ڇتر اڏئي ۾ سڄو ڏينهن پيو اچج ۽
وڃج. انهيءَ جو هيءُ مطلب آهي ته صبوح جو سوير دڪان تي وڃڻ
۽ وري سج لٿي ڇانو ۾ موٽي اچڻ ۽ سڄو ڏينهن پنهنجي دڪان
تي ڏندي ۾ لڳو رهڻ. اهو مطلب آهي.

ٻيو – ٻه ٽن مني کائڻ جو اهو مطلب ڪونهي ته رڳو سيرا،
حلوو، ڪيرڻيون، شربت پيو کائو ۽ پيءُ انهيءَ جو هيءُ مطلب آهي ته
جڏهن وقت مني بکر لڳي تڏهن وقت کائجي، تکي بکر لڳڻ ۾ تمام
ڏڍو ڪاڌو به ميٺاج ۽ سواد ڏيڻ وارو لڳي ٿو انهن کان سواءِ هاضمو ۽
تندرستي ٺيڪ رهندي آهي. تنهنڪري سڄي ۽ مني بکر لڳي تڏهن
کائڻ گهرجي. انکي مٺو ڪري کائڻ جڳجي ٿو.

ٽيون – قرض ڏيئي نه گهرجانءِ انهيءَ جو اهو مطلب ڪونهي ته
ڏيندو وڃجي ۽ گهرجي اصل نه. انهيءَ جو هيءُ مطلب آهي ته
قرض ڪٽائجي جو وري گهرڻو ئي نه پوي. يعني گهڻن يا گروي
تي ڏجي جو پاڻهي گهر ويدي ڏيئي وڃن. اهو مطلب آهي.
چوٿون – شوالي جي خاص جوٽيءَ ۾ جي ڏن ڏنجي ها ...

ڀاڻ مري ويو. جنهن کان پوءِ سندس پٽ انهن ڳالهين جي پيروي ڪرڻ
لاءِ ميهڻن ريت ملت هلڻ لڳو - ١. ڄاڃو ۾ اچڻ ۽ وڃڻ واسطي گهر
کان ولي وينديءَ هزار ۾ پنهنجي دڪان وائين مٿان ڇٽر (ڊڪ) اڏائي
ڇڏيائين، جنهن ۾ ڪئين هزارين رپيا خرچ اچي ويس. ٢- کائڻ پيئڻ
وقت هميشه مٺا مال يعني سيرا، مالپڙا، کيرڻيون، مٺايون ۽ شربت
وشيرم کاڌيندو پيئندو رهيو. ٣- جنهن کي قرض ڏئي ته ان کان وري
گهري ئي ڪونه. انهن ٽنهي ڳالهين جي گجهي مطلب کي نه سمجهي
مٿيڻ ريت ملت هاڻ ڪري جلدئي ڪنگال ٿي پيو. باقي
جوڻين ڳالهه ست لک رپيا ڏن جي ڪيڻ لاءِ ضرور ولي شوالي جي
جوڻي ڪيرائيائين مگر هڪ پائي به هٿ ڪانه آيس، لڏمن سڄو مندر
ڪيرائي کوٽايائين لڏهن به ڪوڏي ڪانه حاصل ٿيس. جڏهن ڪري
تمام گهڻو ڏکي ٿيو ۽ شهر ۾ گهر گهر سندس گلا ٿيڻ لڳي ته پيءُ
هزار خرچي مندر ڀرائي ويو ۽ پٽ اهڙو ڪپوت سمايو جو مندر به
ڊهرائي ڇڏيائين. اهڙيءَ طرح اهو جو طرف دکن جي ڄڪڙ ۾ اچي ويو
۽ رات ڏينهن دل ۾ خيال پچائڻ لڳو ته هيءُ ڇا ٿيو! شايد بابو پنهنجي
پي ڪوڙ لکي ويو. آخر ڪنهن صلاح ڏنيس ته ڪنهن جهوني مٽر
پرئي مڙس وٽ لنگهي وڃي حال احوال پڌاءِ ۽ پنهنجي به ڏيکار.
لڏمن شاهوڪار جو پٽ ڪنهن جهوني مٽر پرئي مڙس وٽ لنگهي ويو
اهيءَ کي پنهنجي دک جو ۽ پيءُ جي حڪن ڳالهين تي هلڻ جو احوال
پڌايائين. جنهن پنهنجيءَ ۾ مٿيڻ ريت لکيل ڏسي چيس ته هن ۾ ڪوڙ
ڪونهي برابر سچ لکيل آهي، پر تنهنجي سمجهڻ جي چڪ آهي. هن
لکڻي موجب توکي ڪنهن کان صلاح ولي سمجهي هلڻ ها ته هميشه
خوش گذارين ها ۽ ميترو دکي به ڪونه ٿين ها. جڳو هاڻي ڪر
ته ڪر جيڪو مندر ڊهرايو اٿيئي اهو وري ساڳئي نموني وڃي ڀرا
ته توکي سڀ لک رپيا ڪيڏي ڏيڻ ۾ ايندا. لڏهن تي شاهوڪار جي
پٽ اهيءَ مٽر کان کين هٿي هزار اڌارا ولي شوالو ساڳئي نموني ڀرائي

بزرگين ۽ سمرٿين ۾ ٻڌڻ انيڪ وچن سان اهوئي اپديش مليل آهي ته
"جيو ۽ برهم ۾ ڪو ڀيد ڪونهي" اهڙيءَ طرح گروءَ جي مها واڪيه
سان لکيه ارٿ دواران اهيو ڪري نسچو رکڻ گهرجي.



# وويڪ پندرهون (۱۵)

## (گروءَ کان سواءِ ئي شاسترن پڙهڻ مان گيان پائڻ)

دوهرا — وويڪ پندرس ۾ ڪهون، ڪر بن پڇ ڪي گيان،
پرشنوتر درشٽانت سهه، تا ۾ جان سجان.

**پرشن —** هي سوامي! توهان مٿي فرمايو ته ستگروءَ جي مک دوارا
واڪيه جو سروڻ ۽ ڀاڳ تياڳ لکشڻا سان ايڪتا سمجهڻ گهرجي
اسين انهيءَ ڳالهه کي پنهنجو ڀاڳي شاسترن مان پڙهي سمجهي سگهون
ته پوءِ گروءَ وغيره کان سمجهڻ جو ڪهڙو ضرور آهي؟

**اتر —** هي شش! جيتوڻيڪ پنهنجي مهڙ شاستر پڙهي ۽ انهيءَ جي
ڳالهه ڪٿي سمجهي به وڃجي پر تڏهن به ستگروءَ جي اپديش بنا شبد
سچو پڇو مطلب حاصل ٿي نه سگهندو ۽ سيني سنتن کان سواءِ پورو يعني
گيان ٿيڻ مشڪل آهي. انهيءَ تي هڪ.

**درشٽانت —** هڪ ساهوڪار مرڻ وقت پنهنجي پٽ کي جا
پون لکي ڏنائي ويو. هڪ ته چانو ۾ اچجانءِ ۽ وڃجانءِ پيو- پوڄن
ن ته منو ڪري کائجانءِ، ۽ ٻيو- ڪنهن کي قرض ڪٽائين ته گهرجانءِ
جو ٽون - مايا کٽي وڃي ۽ ڏن جي گهرج ٿئي ته جيت پهي
تاريخ ۱۴ سوا پهر سج چڙهي گهر واري سوالي جي گنبذ جي
... لکي ... کيا ... آهي ... جا ... ڳالهيون ... ڏنائي

ڪاڻ ني ڏسجي لڪو وڪروئي آدي سو جو؟ اتي شش جواب
ڏنو ته سالين ۾ ۽ ٻڙيون وغيره ڪرڻ آهن جو ته هتي لوڻو لڌيو
آهي ۽ هتي اندي وڏي آدي ناتي حل ته ساڳيو گندا جوئي آهي. تنهن
تي گروءَ اپديش ڪيو ته هي شش ليڪن لون ۽ آهو لشجي ڪرڻ
جيتوڻيڪ لو ۾ سروگيتا وغيره ايشور وارا ڏرم ڪٺي نه ٿا آهن پر تڏهن
۾ ايشور ۽ لو ۾ جيئن ساڳيو هڪئي آهي. انڙيءَ طرح ڀاڳ تياڳ
لکشنا سان مهاواڪيه جو ارٿ ثابت ٿئي ٿو.

**ٻرشن-** هي ستگرو توهان مٺي فرمايو ته شبد پرماڻ مها واڪيه
سان آتما کي ڄاڻو وڃي ٿو ته پوءِ آتما سويم پرڪاش نه ٿو ڄڻبو؛ جو ته
مهاواڪيه آتما کي پرڪاشڪ يعني ڄاڻيندڙ ٺهيو تنهنڪري آتما
پرپرڪاشڪ ٿيو، سويم پرڪاش نه ڄڻبو.

اتر— هي شش! آتما سويم پرڪاش آهي (سڀ کي پاڻ پرڪاش
ڪندڙ جنهن کي ٻيو ڪو به نه پرڪاش ڪري يعني ڄاڻي سگهي) تنهن
ڪري شڪ ڪرڻ آهي. باقي مهاواڪيه جي لکيه ارٿ ڄاڻڻ سان
اگيان جو پردو دور ٿي وڃي ٿو. مثلاً جيئن هوا لڳڻ ڪري سج جي
آڏو بادل دور ٿي وڃن ٿا. باقي سج ته جيئن جو تيئن اڳي
روشن [illegible] هي. تيئن آتما سدائين جوئي سروپ سويم پرڪاش
آهي. [illegible] هي شش گروءَ جي اپديش دوارا مهاواڪيه
واچيه ارٿ [illegible] لکيه ارٿ کي گرهڻ ڪرڻ سان سڀئي موج ما
[illegible] جن کي اڪري ۽ ڪٽي آهن ۽ ۾
انى [illegible] تياڳ [illegible] گرهڻ ڪرڻ سان بکم دور
ڪمت [illegible] جي اپديش کي جڏهن شڪ جيئن جو
ايشور) [illegible] ڪرشن ڀڳوان پڻ ڀڳوت گيتا جي
[illegible] سيئي شريون ۾ ڏيهه، پران، من،
[illegible] سروپ جاڻ" ساڳيءَ طرح وند

اُهي هڪڙو روپ ڪيئن ٿي سگهندو؟ جاڪاڻ ته ايشور سرو شڪتيوان، سروگيه، سرو وياپڪ، هڪڙو ۽ ٻنڌڻجي آڌين (سوتنتر) آهي ۽ سمرٿ وغيره ايشور جا ڌرم مڃيل ڏيکاريل اٿو جو ايشور آهي. ۽ هيڏاهن جيو الپ (ٿوري) شڪتي وارو، الپ گيان، پرڇن (جدا جدا ” وياپڪ نه)، ڪاما (گهڻا) ۽ پرآڌين (ڪرمن آڌين) آهي ۽ اسمرٿ وغيره مڃيل ڏيکاريل ڌرمن وارو جيو سو ايشور سان هڪ روپ ڪيئن ٿي سگهندو؟ انهيءَ سدسي مٽائڻ لاءِ ايشور جيو جي ايڪتا نشچي ڪرڻ واسطي ڀاڱ تياڱ لکشڻا ڪئي وڃي ٿي. ڀاڱي واچيه ارٿ مان وروڌي ڀاڱ (جيڪا اپاڌي) جنهن ايشور ۽ جيو ڀيد سڌ ڪيو آهي، تنهن اپاڌيءَ کي تياڳي باقي جو رهيو هڪ وستو لکيه ڀاڱ چيتن، سو نشچي ڪرڻ گهرجي. جيئن مٿي ڏنل لڇمڻداس واري درشٽانت ۾ هتان راجائي ڀٽي جي اپاڌي ڇڏي ۽ ۽ هتان فقيري لباس سنياسي ڀٽي جي اپاڌي ڪڍي، باقي پرش ماتر ۾ ايڪتا ڪئي ويئي. تيئن هتي به ايشور مان ايشور ڀٽي جي مايا اپاڌي وڏي جنهن جي ڪري ايشورتا سڌ ٿئي ٿي، سا ڇڏي ۽ هيڏاهن جيو ۾ جيڪا جيو ڀٽي جي اوديا اپاڌي نڪري، جنهن جي ڪري جيو ڀٽو سڌ ٿئي ٿو سا ڪڍي ڇڏجي، ته باقي رهيو ٻنهي جو اڌشٽان چيتن ماتر برهم، سو ٻنهي ۾ ساڳيو ئي آهي، انهيءَ ريت ايڪتا ٿئي سگهي ٿي. جو ته جيڪو وروڌ يعني تفاوت آهي سو اپاڌين ۽ سندن ڌرمن ۾ آهي، باقي شڌ چيتن ماتر سو هڪئي آهي.

**درشٽانت** — جيئن ڪنهن مهاتما شش کي لوٽو ڏيئي چيو ته هيءَ گنگاجيءَ کان ڀري اچ. شش گنگا نديءَ مان لوٽو ڀري آيو گروءَ لوٽي ۾ نهاري چيو ته بابا هيءَ جل ڪٿان ڪٿي آيو آهين، هتان ڪوه جو پاڻي آندو اٿيئي؟ شش قسم کڻي چيو ته نه سوامي مان ته گنگا مان ئي لوٽو ڀري آيو آهيان. تڏهن گروءَ پڇيو ته گنگا نديءَ ۾ ته تکو وهڪرو آهي ۽ ٻيڙيون ٻيون هلن پر هتي ته هڪ به ٻيڙي

**اتر—** هي ششيا مهاواڪيه جو ارٿ خيال ڏيئي ٻڌ—

"ا- تت ٢- توم ٣- اسي" آهي تي پد آهن جنجو ارٿ آهي "ا- سو ٢- تون ٣- آهين" "سو" جو واچيه ارٿ آهي ايشور ۽ "تون" جو واچيه ارٿ آهي جيو. ايشور جي اپاڌي مايا آهي جنهنڪري ايشور سرو شڪتيوان، سرو گيه ۽ سرو وياپڪ آهي. جيو جي اپاڌي اوديا آهي، جنهنڪري جيو الپ شڪتيوان، الپ گيه ۽ پرڇن يعني ايڪ ديشي (هڪ هنڌ آهي ته ٻئي هنڌ نه آهي) هنن مهاواڪيه جي واچيه ارٿ موجب جيو ۽ ايشور جي ايڪتا ٿي نٿي سگهي. انڪري لڪشڻا ڪرڻ جو ضرور آهي. انهن ۾ جهڙتي اجهڙتي، لڪشڻا ڪارگر نه آهي. ڇاڪاڻ ته جهڙتي لڪشڻا موجب سموري واچيه ارٿ جو تياڳ ٿئي ٿو. جيئن مٿي ڏيکاريل مثال ۾ گنگا نديءَ جي وهڪري سميت تياڳ ٿي ويو. هنن جي مهاواڪيه ۾ اها لڪشڻا لڳائبي ته جيو ايشور جي اپاڌين سميت جيو ۽ ايشور جي چيتن ڀاڳ جو به تياڳ ٿي ويندو ۽ ڪجهه به نه رهندو. جو نه جيو ۽ ايشور ۾ واچيه ارٿ ۾ آهي ته جهڙتي لڪشڻا ۾ واچيه ارٿ سموري جو تياڳ آهي. جنهنڪري مهاواڪيه ۾ جهڙتي لڪشڻا نٿي لڳي. هي اجهڙتي لڪشڻا موجب ڪجهه نه الهه واچيه ارٿ سمورو رکيو وڃي ٿو. جيئن مٿي ڏنل مثال ۾ ڳاڙهي رنگ جو گهوڙو به رکيو ويو. جيڪڏهن هيءَ لڪشڻا مهاواڪيه ۾ لڳائبي ته اهو ارٿ نڪرندو ته مايا اپاڌيءَ وارو سرو گيه ايشور ۽ اوديا اپاڌيءَ وارو الپ گيه جيو ايڪ (هڪ ئي) آهي، جا ڳالهه ناممڪن آهي.

جو نه سرو گيتا ۽ الپ گيتا هڪ ٻئي جي برخلاف آهي ان ڪري اجهڙتي لڪشڻا سان به مها واڪيه جو مطلب ثابت ٿي نه سگهندو. ڀاڳي ڀاڳ تياڳ لڪشڻا سان سچو مطلب حاصل ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته "تت توم اسي" مهاواڪيه جو واچيه ارٿ هيءَ آهي. تت معني سو (سروياپڪ ايشور) توم معني تون (هي جيو) ۽ اسي معني آهين. (اسي پد ايڪتا جو اپديشڪ آهي) اهي سموري جملي جو ارٿ ٿيو- "سو ايشور هي جيو تون آهين" هاڻي انهيءَ واچيه ارٿ ۾ ڪسو ٿو پوي ته ايشور ۽ جيو

**اُتر**— جتي واچيہ ارٿ جو ڪجھ ٻہ تياڳ ٿو ٿئي بلڪ واچيہ ارٿ سان جو سنبنڌي لکيہ ارٿ (مطلب) تنهنجو ٻہ گرهڻ ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ کي اڄهتي لکشڻا چئجي ٿو. جيئن

**درشٽانت**— ڪنهن هنڌ گهوڙن کي ڊوڙائڻ جي شرط لڳي، جتي طرح طرح جي رنگن جا گهوڙا ڊوڙائي رهيا هئا. اها تماشي ڏسڻ وارن مان ڪنهن پنهنجي سنگتيءَ کي ويجهو اچڻ آءِ سڏ ڪري چيو ته ادا ڏيکارين اڄ هاڻي ”ڳاڙهو ٿيو ڊوڙي“ هاڻي انهن ٻدن جو واچيہ ارٿ ٿيو ته ڳاڙهو جو رنگ سو پيو ڊوڙي، پر فقط ڳاڙهي رنگ ٻہ ڪو ڊوڙڻ هٿي ٿو ڪو جوڻ واري جو مطلب ٿي سڏ ٿئي ٿو. تنهنڪري ڳاڙهي رنگ جو سنبنڌي گهوڙو انهيءَ جو گرهڻ ڪري لکشڻا سان لکيہ ارٿ جاتو ويو ته ”ڳاڙهي رنگ جو گهوڙو پيو ڊوڙي“ انهيءَ ۾ واچيہ ارٿ جو ڪجھ ٻہ تياڳ نہ ٿيو بلڪ ان جي سنبنڌي گهوڙي جو وڌيڪ گرهڻ ٿيو.

**ٻيو درشٽانت**- جيئن ڪنهن چيو ته ”ڪانگن کان ڏڌ جي جي سنڀال ڪجانءِ“ اهو پرسنگ ۾ ربت آهي ته ماڪوڙين جي اچڻ واسطي ڏڌ جي ڍڪي اس ۾ رکي سيٺ نوڪر کي وداري چيو ته هن ڏڌ جي ”ڪانگن کان سنڀال ڪجانءِ“ هاڻي انهيءَ جوڻ ۾ فقط ڪانگن کان سنڀال ڪرائڻ ۾ مطلب ڪونهي بلڪ وڌيڪ ڏڌ جا جي دروڏي ٻلا، ڪتا وغيره ٿن کان ٻہ سنڀال ڪجانءِ اهو مطلب آهي. انهيءَ ۾ واچيہ ارٿ جي سنبنڌيءَ جو وڌيڪ گرهڻ ٿيو، انهيءَ کي اڄهتي لکشڻا چئجي ٿو. اهڙيءَ طرح ٻيا ٻہ گهڻائي مثال آهن، جيئن ته ڪنهن چيو ته ”ٻيها ٻيا پڪارين“؛ ٻيو ”پروان جتي ٻيٺي وڃي“ ”ڳاڙهو جهنڊو پيو وڃي“ اهڙيءَ طرح انهن ۾ اڄهتي لکشڻا سمجهڻ گهرجي.

**پرشن**— هي پربوا تين ڀاڱہ تياڳ لکشڻا ڪهڙي آهي؟

**اُتر**- هي شش! جتي واچيہ ارٿ منجهان ڪجھ دروڏي ڀاڱہ

**پرشن** — جهتي لکشڻا ڇا کي ٿا چون؟

**اتر** — جنهن ۾ واچڪ ارٿ سموري جو تياڳ ڪري ۽ واچڪ جي سنبندي ارٿ مطلب جو گرهڻ ڪجي ٿو، سا جهتي لکشڻا آهي. جيئن —

**درشٽانت** — ڪنهن ماڻهوءَ چيو ته ”کوهه ٻيو وهي“.
انهيءَ شبد جو واچڪ ارٿ ٿيو پاڻيءَ سان ڀريل ۽ ٻيڙل کوهه. پر کوهه ۾ ته وهڻ ٿئو بڻجي سگهي نڪي چوڻ واري جو مطلب ئي حاصل ٿئي ٿو. تنهنڪري لکشڻا سان مطلب حاصل ڪرڻ واسطي کوهه جو سنبندي نار ۽ نار ۾ ڏنو وهندڙ تنهن ۾ چوڻ واري جو مطلب آهي، تنهنڪري واچڪ ارٿ کوهه جو تياڳ ڪري ۽ انهيءَ جو سنبندي نار ۾ ڏٺو ٻيو وهي يا نار ٻيو وهي انهيءَ ارٿ جو گرهڻ ڪيو وڃي ٿو. تنهنڪي جهتي لکشڻا چئجي ٿو.

٢ — **درشٽانت** — ڪنهن چيو ته ”رستو ٻيو وهي“ ته رستي پد جو تياڳ ڪري رستي سنبندي ماڻهوءَ جي طرف ۾ جهتي لکشڻا آهي.

٣ — **درشٽانت** — ڪنهن مسافر کان پڇيائون ته تنهنجو گهر ڪٿي آهي؟ مسافر چيو ته ”گنگا ۾ گهر آهي“ هاڻي انهن پدن جوڙ سان شڪتيءَ ورتيءَ شڪيه ارٿ ڪي جاتو ته گنگا جيءَ ۾ گهر اٿس ۾ چوڻ واري جو مطلب ٺيڪ نه معلوم ٿيو. تنهنڪري ورتي انهيءَ جي سنبندي لکيه ارٿ ڪي لکشڻا ورتيءَ سان جاڻڻ گهرجي جو ته شڪيه (واچڪ) ارٿ ۾ ته گنگا ندي آهي، پر ويچار ٿو ڪجي ته گنگا جيءَ ۾ جل ڀريل جنهنجو تمام تکو پرواهه (وهڪرو) ۽ لهرين سميت پاڻي، تنهن ۾ گهر ڪٿين ٻيهي سگهندو. يعني ٿئو لهي سگهي. تنهنڪري انهيءَ واچڪ ارٿ جو سنبندي يعني گنگا جل، تک ۽ لهرين جو ڪنارو آهي، اهو لکيه ارٿ ڪنارو لکشڻا ورتيءَ سان سمجهي مطلب حاصل ڪيو ويو ته گنگا جي ڪناري تي گهر اٿس. اهڙيءَ ريت جاڻڻ واريءَ لکشڻا کي جهتي لکشڻا چئجي ٿو.

**پرشن** — هي پربو! اجهتي لکشڻا ڪهڙيءَ طرح آهي؟

ٻي لکشڻا ورتي آهي. ٽين ۾ **شڪتي ورتي** اها آهي جنهنجو ته جي ارٿ ساڻ ساڪيات سمبنڌ يعني ته اچارڻ سان جو ارٿ سمجهه ۾ اچي وڃڻ. جيئن ته اگني ته چوڻ سان باهه جو گيان، گهٽ ته چوڻ سان دلي جو گيان ٿيڻ. اهڙيءَ شڪتيءَ ورتيءَ سان ڄاڻڻ واري ارٿ کي شڪيه ارٿ، مکيه ارٿ ۽ واچيه ارٿ به چيو وڃي ٿو.

ٻي لکشڻا **ورتي** اها آهي جنهن سان شڪيه ارٿ جي سمبنڌي ڪجهه ٻي مطلب لکيه ارٿ جو گيان ٿئي. اهڙيءَ لکشڻا ورتيءَ سان ڄاڻڻ واري ارٿ کي لکيه ارٿ چئجي ٿو. جو ته ته جو ساڪيات سمبنڌ شڪيه ساڻ آهي ۽ شڪيه جو سمبنڌ لکيه ساڻ ٿئي ٿو. هاڻي سوال اٿندو ته لکشڻا جا جي واسطي ٿي ڪتي وڃي؟ اهڙيءَ جو جواب ته-

جتي جنهن ته ۾ شڪتي ورتي لئي ٺهي سگهي يعني لبڪ مطلب نٿو ملي سگهي ته اتي وري شڪيه سمبنڌي روپ لکشڻا ورتيءَ جي ضرورت آهي. اهڙيءَ ڪارڻ ڪري ٿي شري شنڪر آچاريه جن لکيو آهي ته جتي شڪيه ارٿ ۾ چوڻ واري جو مطلب لهي نه سگهجي، اتي لکشڻا ورتي مڃي ڪري ته جي لکيه ارٿ سان مطلب حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ جتي ته جي شڪيه ارٿ مڃڻهائين چوڻ واري جو مطلب ملي سگهي ته اتي لکيه ارٿ مڃڻ جو ضرور ڪونهي.

مثال- جيئن ڪو ماڻهو کير وڪڻڻ واري وٽ وڃي اهڙيءَ کي چيائين ته ٻائي ٽولکي "اڌ سير ڏي" هاڻي اهڙيءَ چوڻ واري جي لفظن مان واچيه ارٿ ته اهو ٿو نڪري ته اڌ سير (وٽ) ڏي، پرگهرڻ واري جو مطلب اڌ سير (وٽ) ۾ ڪونهي. تنهن ڪري انهن لفظن (پدن) جو سمبنڌ کير سان ڄاڻي کير جو اڌ سير توري گراهڪ کي ڏنائين ۾ لکي وٽ ڏنائين اهڙي طرح اهو لکيه ارٿ لکشڻا ورتيءَ سان ڄاتو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح اهڙيءَ لکشڻا جا وري ٽي قسم آهن- (١) جهتي لکشڻا، (٢) اجهتي لکشڻا، (٣) ڀاڳ تياڳ لکشڻا آهي.

٨- اوديا اپاڌيءَ وارو هئڻ، اهي جيو جا ٽي ڌرم آهن. انهن سميت
سميت اوديا انهن ۾ پرتيبنب روپ جيتن جو آڀاس ۽ انهيءَ
اڌشٽان ڪوٽسٿ آتما، انهن ٽنهي کي گڏي ڪري جيو نالو جڳهجي
ٿو. اهو جيو ”توڻم“ پد جو واچيہ ارٿ آهي. انهيءَ سوري [illegible]
اپاڌيءَ اوديا سميت چد آڀاس ڀاڱي جو تياڳ ڪري، باقي جو
اڌشٽان ڪوٽسٿ آتما جيتن اهو توڻم پد جو لکيہ ارٿ آهي. اهڙو
نسچو ڪرڻ گهرجي. (ان جو وڌيڪ نرنو هيٺ وويڪ ۾ آهي).

**پرشن-** اهو نشچو ڪهڙيءَ ريت ٿيندو؟

**اتر-** انهيءَ جو ڀاڳ تياڳ لڪشڻا سان ايڪ گيان نسچي ٿئي ٿو.
اهڙيءَ طرح ستگروءَ جي مهاواڪيہ هڪيہ ساڌن دواران ارٿ کي سمجهوي،
پرم پرشارٿ روپ ڪيوليہ موکيہ کي پراپت ڪري سگهجي ٿو.



## وويڪ چوڏهون (١٤)

**(واچيہ ارٿ، لکيہ ارٿ ۽ ٽن قسمن جي لڪشڻا ورنن)**

**دوهرا-** ڪهون وويڪ چوڏس ۾، لڪشڻا تهن پرڪار،
واچيہ ر لکيہ ارٿ نرنو، ايڪ برهم نرڌار،

**پرشن-** هي دين ديال! توهان مٿي ڀاڳ تياڳ لڪشڻا جنهن
ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ لڪشڻا ڇا کي ٿا چئون ۽ لڪشڻا ڪيترن قسمن
آهي؟

**اتر-** جنهن پد (لفظ يا شبد) جو اچار ڪيو وڃي ٿو، تنهن
[illegible] (لفظ) جي ارٿ سان جو خيال جو سمبنڌ ٿيڻ تنهن کي ”ورتي“
ٿو. اها ورتي وري ٻن قسمن جي آهي. هڪ شڪتي ورتي،

هروش ليلا والين سرشٽيءَ جو هيٺ ادو اهنور جو ڪار
(۷) اهنور جا اٺ ڏرم- ۱- سرو شڪتي هٺو، ۲- سرو
۳- وياپڪ هٺو، ۴- ايڪ هٺو، ۵- سو آڌين (پنهنجي اڌين
۶- سمرت هٺو، ۷- نروکيہ هٺو ۽ ۸- مايا اڏاڪڙيءَ وارو هٺو. اهي
جا اٺ ڏرم آهن. انهن مٿين سڀني سميت مايا، ڪڏهن مايا ۽ اڙ
روپ آڀاس ۽ انجو اڌشٽان برهم انهن سڀني کي گڏي ڪري
ڏالو ڄاڻجي ٿو. "ادو تت" اٺ جو واچيہ ارت آهي، انهيءَ سمو
اڏاڪڙيءَ، مايا سميت جڏ آڀاس ڀاڳي جو تياڳ ڪري، باقي جو اڌش
چيتن شڌ برهم رهيو سو تت پد جو اکيہ ارت آهي.

**پرشن**— توڱم پد جو واچيہ ارت ۽ لکيہ ارت ڪهڙو آهي؟

**اتر**- جيو جو ديش، ڪال، وستو، شرير، ابهالي، جيو جو
ڪارڻ ۽ جيو جا ڏرم انهيءَ سموريءَ اڏاڪڙيءَ اوديا سميت گڏي جيو
ڄاڻجي ٿو. ادو جيو توڱم پد جو واچيہ ارت آهي.

**پرشن**- هي سوامي! جيو جو ديش، ڪال ۽ وستو وغيره
ڪهڙا آهن؟

**اتر**- هي ٻچا! (۱) اکيون، ڪنٺ ۽ هردو اهي ٽي جيو جا ديش
آهن، (۲) جاگرت، سپنو ۽ سکوپت اهي ٽي جيو جا ڪال آهن. (۳) پنجن
ڪوش روپ ٽيئي شرير جيو جون وستو آهن (يعني ڪرم ڪرڻ ۽
سک ڏک ڀوڳڻ جي سامگري آهي) (۴) اسٿول، سوکيم ۽ ڪارڻ اهي
ٽي جيو جا شرير آهن. (۵) وسو، تئجس ۽ پراگيہ اهي ٽي جيوبٽي جا
ابهالي آهن. (انهن سڀني جي سمجهاڻي گيان لهر ۾ پنجڪرڻ ۾
وستار سان ٿي ڪئي آهي) (۶) جاگرت کان وٺي وهندي سوکيہ
ڻ ڏلين جيڪوئي ڀوڳه روپ سنسار اهو جيو جو ڪارڻ آهي.
(۷) جيو جا ڏرم اٺ- ۱- الپ شڪتي (ٿوري طاقت) هٺو ۲- الپ
(ٿورو گيان) هٺو، ۳- پرڇن (جدا جدا) هٺو، ۴-
ڪي) هٺو، ۵- پراڌين هٺو، ۶- اسمرت هٺو، ۷- اپروکيہ هٺو

# ووڪ تيرهون (١٣)

## مها واڪيه جو واچيه ارٿ، لکيه ارٿ ۽ ايشور ۽ جيو جا ڏرم ورڻن)

دوهرا— ووڪ ڏيوس ڪهون، ستگرو واڪيه وچار،
ايش، جيو ڪي ڌرم، اپاڌي، تج ڪر ايڪتا ڌار

**پرشن**— هي پرڀو! تو دان متي واچيه ارٿ ۽ لکيه ارٿ جيو سو ڪريا ڪري ٻڌايو ته "تت توم اسي" وغيره مهاواڪين ۾ واچيه ۽ لکيه ارٿ ڪيئن جاڻجي، جنهنڪري پرم پرشارٿ ڪيوليه موکيه کي پائجي.

**اتر**— هي شش! ٻڌ جي مهاواڪيه جي "تت" پد ۽ "توم" پد جي واچيه ارٿ کي اپاڌي سميت تياگ ڪري ۽ لکيه ارٿ کي ڀاڳ تياڳ لکشڻا سان ايڪتا جو نسچو ڪري استت رهجي. ان ڪري پرم پرشارٿ ڪيوليه موکيه جي پراپتي ٿئي ٿي. اهو ارٿ هينين ريت آهي- پهرين تت پد جو ارٿ— جيڪو ايشور جو ديش، ڪال، وستو، ايشور جا شرير، ان جا ابهاني، ايشور جو ڪاريه ۽ ايشور جا ڌرم نهيءَ سموريءَ اپاڌيءَ سميت ايشور چئجي ٿو اهو "تت" پد جو واچيه ت آهي.

**پرشن**— ايشور جو ديش، ڪال، وستو شرير وغيره ڪهڙا آهن؟

**اتر**— (ايشور جو ديس، ڪال، وستو وغيره ورڻن

) ايشور جو ديش مايا آهي. (٢) اتپتي، استتي ۽ پرلئه اهو ايشور جو ڪال قت) آهي. (٣) ستوگڻ، رجوگڻ ۽ تموگڻ اهي ايشور جون وستو آهن. ) وراٽ استول شرير، هرڻيه گرڀ سوکيم شرير ۽ اوياڪرت ڪارڻ ر اهي ٽي ايشور جا شرير آهن. (٥) ويسوانر، سوتر آتما ۽ انترجامي ٽي ايشور پڻي جا ابهاني آهن. (٦) "مان هڪ آهيان گهڻا روپ اهڙي جو ايشور جي اڇا تڏهن ڪان ولي ويندي جيو روپ ۾

اتر- مي شش ! شرڌا وڏيءَ ٻما ۽ گرو مدائڻ کان سواءِ جيڪ
مِها واڪيہ ڪيهن حدان جهتي اجاري تو انهيءَ کي سچو ڦل حاصل
ٿمڻ محال آهي، ادو اجارڻ خالي جتونءَ جي اجار سمان آهي، وڏيڪ
آنند جي پراپتي هرگز نہ ٿيندي ٻس. جيڪڏهن ائين محمي ها تہ نارد
ملٻءَ جهڙن جارئي ٻويد وٽيرم ٻما سيٺي شاستر پڙهيا هٿا ۽ ويدن
جا مها واڪيہ پڻ پڙهي ياد ڪيا هٿائين، پر تڏهن بہ سچو ڦل حاصل
ڪونہ ٿيس يعني پرم شانتي پراپت نہ ٿيس. جهڙيڪري ڏاڍو شوڪ
۽ وياڪل ٿي سنت ڪمار وٽ ويو انهيءَ کي سرنوائي دل جو حال
ٻڌائي گرو مڃائين. سو جيڪر ڪين ڪري ها. جڏهن ليتيءَ ۽
وڏيءَ موجب گرو ڪري اپديش ورتائين تڏهن پرم سک شانس کي
پراپت ٿيو. انهيءَ مان ثابتي ملي جڪي نہ گروءَ ۽ وڏيءَ کان سواءِ
جيڪو ايشور يا مها واڪيہ جو فقط سمرڻ آهي سو ڦل نٿو ڏئي بلڪ
ٿيءَ جو لکيہ ڦل ڏئي تو (اڄ ڪلہ جي گرن والگر دلت ڪا گرو
ات ڪا جيلا ائين نہ دجي، ستگرؤ جا لکشڻ ۽ سچالب گيان لپ
ن ۽ لکيل آهي) تهڙيڪري جيڪو ويد مريادا ۽ وڏيءَ موجب
م ڪيو وجي تو نہ انهيءَ جو ڦل بہ سدو ۽ سچو ملي ٿو. انڪري
ءَ دواران وڏيءَ سان مهاواڪيہ جنهنڪي اجبا جاب بہ جون تا ادو
ڻيءَ ڪتيءَ سان ابياس ڪرڻ گهرجي ۽ ان جي لکيہ ارت
مڻ ڪري پنهنجي برهم سروپ جو گيان دواران انبو ڪري
ڪرڻ گهرجي. انڪري اکنڊ آنند رهندو.



واڪيہ آهن.

(۳) **اوانتر واڪيہ** - معنيٰ جيڪي جيو ۽ ايشور جي سروپ
ڪٿن ڪندڙ وچن آهن. جهڙين ته ويد ۾-
"ستيم گيان مننتم برهم" "آنند برهم" وري ويد ۾ ٻئي هنڌ
(**ساڪي چيتا ڪيولو نرگڻسچ ايڪو ديوهہ سرو ڀوتيشو گوڍ**
**ارٿ** - ايشور ستيہ سروپ، گيان روپ ۽ آنند سروپ آهي
لتا آتما ساڪي، چيتن، ڪيول روپ، نرگڻ هڪ ئي ديون جو ديو سڀني ڀوت
پراڻين ۾ وياپڪ آهي. وغيره اهڙيءَ طرح جا وچن سي اوانتر واڪيہ
جهڙين تا.

(۴) **مهاواڪيہ** - معنيٰ جيڪي جيو ۽ برهم جو هڪ روپ سان
گيان ڪرائڻ وارا وچن تن کي مهاواڪيہ جيو وجي ٿو. اهي چئني
ويدن ۾ چار مهاواڪيہ هيٺيان آهن- سام ويد ۾ **"تت توم اسي"**
ٻو رگ ويد ۾ **"پرگيان مهانندم برهم"** تيون يجر ويد جو
**"اهم برهما سمي"** جوٿون اٿروڻ ويد جو **"ايم آتم برهم"**
هاواڪيہ آهي. اهڙيءَ طرح اهي چئني ويدن جا مکيہ جا
ماواڪيہ آهن.

**پرشن** - مهاواڪيہ منجهان ڪهڙيءَ طرح پرتيکہ گيان ٿئي ٿو.
**اتر** - پورڻ شرڌا رکي وڏيءَ سان ستگروءَ کان مهاواڪيہ
ي، وري ان مهاواڪيہ جي واچيہ ارٿ ۽ لکيہ ارٿ کي چڱي طرح
ي، واچيہ ارٿ کي تياڳي لکيہ ارٿ جو گرهڻ ڪري ايڪتا کي
ي ڪرڻ گهرجي. تڏهن آتم سروپ جو پرتيکہ گيان ٿئي ٿو، جڏهن
ي جيون مڪتيءَ جو سچو آنند پائي سگهجي ٿو.
**پرشن** — هي سوامي جيڪڏهن ڪو مڌش مهاواڪيہ گروءَ کان
ئي ان وڏيءَ بنائي ڪنهن شاستر مان پڙهي يا ڪتان ڪتا
مان ٻڌي ياد ڪري اچاري ته انهيءَ کي سچو ڦل حاصل ٿيندو

اتر- هي شش! برهم جي گيان ليءِ اٺ ساڌن آهن. ١- وويڪ ٢- ويراڳ ٣- ڪت سمپت ٤- مموکيا ٥- ويدانت شاستر جو سروڻ ٦- منن ڪرڻ ٧- ندڌياسن ۽ ٨- سٽگروءَ جو مهاواڪيه (جيو برهم جي ايڪتا جو گيان ڪرائيندڙ منتر) اهي اٺ آهن. (ڪي وري لنو اڀياس، منو ناس، واسنا کشر انهن کي گڏ ٻاراهن به جوڙيندا آهن.

**پرشن-** انهن سڀني ساڌن مان مکيه ويجهو ساڌن (ڪارڻ) ڪهڙو آهي.

**اتر-** انهن ۾ مکيه ۽ ويجهو ڪارڻ آهي سٽگروءَ جي مک دواران ويد منتر (مها واڪيه) جو سروڻ ڪرڻ.

**پرشن-** مهاواڪيه ڇا کي چون ٿا ۽ ويد واڪيه ڪيترن قسمن جا آهن؟

**اتر-** ويدن ۾ واڪيه (وچن) مکيه چئن قسمن جا آهن. اهي هي آهن- هڪ نشيڌي واڪيه، ٻيو وڌي واڪيه، ٽيون اوانتر واڪيه ۽ چوٿون مهاواڪيه، انهن جو ارٿ هيٺين ريت آهي.

**(١) نشيڌي واڪيه-** مطلب جي ٻاب ڪرڻ ڪان منع ڪندڙ وچن. جيئن ته اٿرو ويد ۾ **(مديم نه پبيت، مانس نه ڀکييت، پردارا نه سيويت، استيم نه وديت).**

**ارٿ-** شراب نه پيئڻ، ماس نه کائڻ، پرائي استريءَ سان سنڀوڳ نه ڪرڻ ۽ ڪوڙ نه ڳالهائڻ، وغيره اهڙا وچن نشيڌي واڪيه.

**(٢) وڌي واڪيه-** جيڪي ڪرم اپاسنا وغيره جي آگيا ڏيندڙ وچن. جيئن ته ويد ۾-

**(ستيم وڌ، ڌرمم چر، آچاريه ديوو ڀو، ماتري ديو ڀو، پتري ديو ڀو، اتيٿي ديوو ڀو).**

**ارٿ-** سچ ڳالهائڻ، ڌرم تي هلڻ، گروءَ کي ديوتا، ماتا کي ديوتا، پتا کي ديوتا سمجهي پوڄڻ، وغيره. اهڙا وچن وڌي

سنبنڌ ٿئي ٿو. تيئن آتما ۽ ٻاهر جي وشيہ ڪانهي. جو اندرين دوارن سنبنڌ ٿي سگهي. ڇاڪاڻ ته آتما اندر جي وشيہ انجو سک دک جي پرتيکہ گيان وانگر اندرين کان سواءِ ئي اندر ۾ گيان جو پرتيک انڀو ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح هي شش برهم آنر جي گيان ٿيڻ وقت انتهڪرڻ جي ورتي اندرئي برهم آڪار ٿئي ٿي، تنهن ورتيءَ سان برهم جو سنبنڌ آهي تڏهن برهم جو اپروکيہ گيان ٿئي ٿو. ۽ انهيءَ ۾ ۽ هيترو ڀيد آهي سک، آڪار دک آڪار ورتيءَ ۾ ٻاهرين سادنن جي ضرورت ڪانهي. جو ته سکہ دکہ ساکي ٻاسيہ جيا وڃن ٿا، ۽ برهم آڪار انتهڪرڻ جي ورتيءَ ۾ ٻاهرين سادنن جي ضرورت رهي ٿي. جهڙوڪ ستگروءَ جي مکہ دوارا ويد وچن مهاواکيہ جو ڪنن سان سروڻ ڪرڻ وغيره اهو ٻاهريون سادن گهرجي ٿو. (گيان جا ٻيا سادن هينئين وويڪ ۾ آهن) اهڙيءَ طرح برهم آڪار ورتي ٿيڻ ڪري (يعني جو مهاواکيہ "اهگہ برهما سمي" يا سوهگہ" وغيره اهڙيءَ ورتيءَ جي وشيہ برهم، تنهن سان سنبنڌ آهي) انهيءَ سان برهم جو پرتيکہ گيان ٿئي ٿو. هي شش ماٺي لنهجي اندر جو سنسو دور ٿي ويو هوندو. مٿيئن ريت برهم آڪار ورتي بڻائي سچي آنند کي حاصل ڪر.



# وويڪ ٻارهون (١٠)

**(گيان پائڻ جا انت سادن ؛ ستگروءَ جو مهاواکيہ ورنن)**

دوهرا — وويڪ ٻوادس ۾ ڪهون، گيان ڪي سادن آٿ
مکہ ڪارڻ مهاواکيہ سنو، پڙهہ ستگر سين پاٿ

**پرشن** — هي گرو مهراج! برهم جي پرتيکہ گيان ٿيڻ ۾ سڀئي سادن ڪيترا آهن؟

ايتري ۾ ڪو واهڙو اچي لنگهيو. انهيءَ ممن کان روئڻ جو سبب پڇي ممن کي پريميل سمجهي دلداري ڏني ۽ اوهان رئو نه اوهانجو ڏهون ڄڻو آهي. انڪري ممن کي شانتي آئي ۽ خوش ٿيا پر اهو پروکيہ گيان ٿيو (يعني ڏهون ڄڻو آهي) مگر اپروکيہ (پرتيڪ) ڪونہ ٿيو نہ ڪوڙو آهي. تڏهن انهن مان ڪڙي پڇيو ته سائين ڪٿي آهي! واهڙوءَ چيو تہ توهان مان ڪو ڳڻتي ڏيکاري، جڏهن تي هڪڙو ڄڻو ڳڻڻ لڳو ساڳيءَ ريت پاڻ نون کي ڳڻي ويو پر پاڻ کي ڪونہ ڳڻيائين، تنهن تي واهڙوءَ سکيا ڏيڻ ۽ ثابت ڪرڻ لاءِ کيس ڇمات هڻي جنهن ته ڏهون تون آهين ان وقت انهيءَ جي انهيءَ ۾ نڪي آيو ۽ اپروکيہ گيان ٿيس تہ برابر ڏهون مان آهيان. پوءِ ڪي پڻ ساڳيءَ طرح گيان ٿيو، پوءِ سڀيئي خوش ٿي پنهنجي ڪم تي هليا ويا.

**سڌانت** – اهڙيءَ طرح ممن ڪوڙي سنسار روپي درياهہ ۾ منش پنهنجو پاڻ کان پلجي آتما کي وڃايو وهو رهي، جڏهن ستگروءَ روپي واهڙو ملي ٿو، اهو مهاواڪيہ جي شبد پرماڻ دوارا اپديش ڏيئي ٿو. تڏهن پنهنجي سروپ آتما جو پرتيڪ گيان ٿئي ٿو. انهيءَ مان ثابت ٿي جڪو تہ اندرين جي سمبند کان سواءِ ٿي فقط ورتيءَ جي وشيہ آڪار ٿيڻ ڪري اپروکيہ گيان ٿئي ٿو. ان ورتيءَ جو سمبند جادي ڪنهن وقت اندرين جي دوارا ممي يا شبد جي وسيلي ممي. جيئن مٿي درشٽانت ۾ "ڏهون تون آهين" انهيءَ شبد تي ڏهون جو پاڻ تنهسان انتهڪرڻ ورتيءَ جو سمبند ٿيڻ ڪري ورتي ڏهين آڪار ٿي، جنهنڪري پرتيڪ گيان ٿي ويو. اهڙيءَ طرح شبد پرماڻ دوارا ۾ پرتيڪ گيان ٿئي سگهي ٿو. اهڙي طرح جڏهن وقت انتهڪرڻ ۾ سک ۽ دک ٿئي ٿو، تنهن وقت سک آڪار دک آڪار ورتي ٿئي ٿي، ان ورتيءَ جي سمبند ممڻ ڪري اندرين جي سمبند کان سواءِ ٿي سک دک جو گيان پرتيڪ ڄڃي ٿو. باقي باهرين گهٽ وشيہ پدارٿن پرتيڪ گيان واسطي ورتيءَ جو اکين، ڪن وشيہ اندرين دوارا

جو ڪارڻ آهي. اهو ورتيءَ جو وشئه سان سمبنڌ ڪنهن وقت اند رين جي دوارن ٿئي ٿو ڪنهن وقت اند رين ڪانسواءِ ۽ شبد وغيره سان ٿئي ٿو. انهيءَ تي هيٺ مها پرشن جي ڪوت ڏيئي ۽ درشٽانت سان سمجهايو وڃي ٿو.

## ڪوت

ڪوئي ڌس چاهي ڳام، ريت ڪو سو ديکي ٿهان،
ندي ڪو پرواهه جان، پرم من آيو هتر.
جوئي جوئي گئي سوئي، آپڪو نه گدي ڦير،
ٻوڏيو پهچان ڪر، سوچ اُپجايو هتر.
پنٿي جب آيو پاس، گنڪي بتايو تاس،
ديکت پرتيک ڌس، تبي سک پايو هتر.
ٽيسي ئي گلاب داس، سنت اُپديش ڪري،
تيروئي سروپ تجي، ڦير ڪي جتايو هتر.

**درشٽانت** — ڪنهن شهر ۾ ڏهه ڄڻا ڏاهري ڳڏجي مسافريءَ تي نڪتا، ۽ هلندي هلندي وات تي رچ کي درياهه سمجهڻ لڳا. ٻاڻ ۾ صلاح ڪري ترڻ پار تيرڻ لاءِ ڪپڙا لاهي مٿي جهلي هلڻ لڳا. جڏهن ڪجهه هلي ڪري ويا وري پٺيان نهاريائون ته اها رچ درياهه مثل ڏسڻ ۾ آئين، سمجهيائون ته درياهه تري آيا آهيون، هاڻي ٻاڻ ۾ ماڻهو ڳڻيون ته پورا ڏهه آهن يا نه. تڏهن هڪڙو منجهان هڪ ٻه ڪري ٻين نون کي ڳڻي ويو پر پاڻ کي ڪونه ڳڻيائين جنهنڪري ڌاهن ڪري چيائين ته ادا هڪڙو مٽس ڏهون ٻڏي ويو؛ وري ٻيو ڳڻڻ لڳو ته اهو به ٻين نون کي ڳڻي ويو پاڻ کي ڪونه ڳڻيائين اهڙيءَ طرح سان واري تي سڀئي لڳا ڳڻڻ پر پاڻ کي نه ڳڻڻ ڪري نو ماڻهو سمجهي نشچي ڪيائون ته ڏهون سنگتي پاڻ مان ٻڏي ويو؛ جنهنڪري ڏاڍو دکي ٿي روئڻ لڳا

جنهن آيا آهيو ته اپروکيه (پرتيک) برهم گيان بابت ئي سورو اوديا جو
چار داس ٿئي ٿو، پروکيه گيان بابت نٿو لٿي.
برهم اکين اندرين جي وشيه ڪونه آهي. جاڪاڻ ته اکيون
روپ واري پدارٿ کي ڏسن ٿيون يعني ڳاڙهي، پيلي، سائي
رنگ روپ وغيره جو گيان ٿئي ٿو. برهم نه رنگ روپ (آڪار)
کان نيارو آهي. انڪري برهم جو اکين جي دوارا نه گيان نٿو ٿي سگهي.
ڪن اندريه شبد کي وشيه ڪن ٿا، برهم نه شبد وشيه روپ نه ڪوٺجي
جهڙي اندري سپرش وشيه کي گرهڻ ڪري ٿي، برهم نه سپرش وشيه
روپ نه ڪوٺجي. جيب اندريه کي رس جو گيان ٿئي ٿو، مگر
برهم رس وشيه روپ نه ڪوٺجي. تهڙيءَ طرح نڪ اندريه کي خوشبوءِ
جو گيان ٿئي ٿو، برهم نه خوشبوءِ روپ نه ڪونه آهي. ڪرم اندريون
نه گيان جا ساڌن ئي ڪونهن بلڪ بولڻ وغيره ڪريا جا ساڌن آهن.
برهم نه ڪريا روپ نه ڪوٺجي. اهڙي طرح ثابت ٿيو نه برهم ڪنهن
به اندريه جي وشيه ٿي نٿو سگهي. تنهنڪري برهم جو اپروکيه يعني
پرتيک گيان نه ٿو ٿئي. فقط شبد سان گيان ٿئي ٿو جنهنڪري پروکيه
ئي گيان آهي.

## گرو واچ

اتر– هي شش! تو جيڪو نه اندرين جي سنبنڌ کان سواءِ پرتيک
گيان ٿي نٿو سگهي. اهيءَ جي اهو ڪو نيم ڪونهي نه اندرين جو
سنبنڌ کان سواءِ گيان پرتيک ڪونه ٿيندو بلڪ انهن کانسواءِ به ٿئي ٿو.
جاڪاڻ نه ڪي ٻاهر پرتيک، ٻيو اندر پرتيک گيان آهي. جنهن ته سک
۽ دک ٿئي ٿو نه اهو ٻاهر پرتيک ڪوٺجي ۽ ڪي اندرين جو ڪو
سنبنڌ آهي. جهڙيءَ طرح اهو سک ۽ دک جو گيان اندرين جي سنبنڌ
کانسواءِ پرتيک ٿئي ٿو. تهڙيءَ طرح آتما برهم جو گيان نه اندرين جي
جي سنبنڌ کانسواءِ پرتيک ٿي سگهي ٿو. اهيءَ جو مهڙ مطلب آهي نه
نقطو رليءَ جو سنبنڌ ٿيڻ ۽ ان جو وشيه آڪار ٿيڻ ئي پرتيک گيان.

ڏسڻ ۾ اچي ٿو. انهيءَ ۾ ويچار ڪبو ته گهڻو تفاوت آهي، جيئن
انومان پرماڻ جي سامگريءَ ۾ دونهون ۽ باهه ساڳئي ئي وقت ۾ هڪ
هنڌ رهن ٿا، پر ارٿاپتي گيان ۾ ڪاٺ ۽ سرير جي ٿولهه هڪ وقت رهندڙ
نه آهن. اهڙيءَ طرح ٻيا به گهڻا تفاوت آهن. انهيءَ ارٿاپتي پرماڻ جا ٻيا
ٻه قسم آهن. جهڙوڪ:- درشٽا ارٿاپتي، شرتا ارٿاپتي، اهي ڏانا انپپتي
وغيره. انهن جو وڌيڪ وستار سان ورڻن ورتي پرڀاڪر شاستر جي پنجين
پرڪاش ۾ ڏسي سگهبو.

**٦- ان اپلبڌي پرماڻ -** جنهن سان وستوءَ جي اڀاو (نه هئڻ)
جو گيان ٿئي ٿو. جيئن گهر ۾ ڪا شيءِ رکيل ڪو منش ڪٿي وڃي ٿو
ته انهيءَ جي نه هجڻ جو گيان ٿئي ٿو ته هتي فلاڻي شيءِ هئي سا آهي
ئي ڪانه. انهيءَ کي ان اپلبڌي پرماڻ چئجي ٿو.

اهڙيءَ طرح ٻيا به پرماڻ آهن، جهڙوڪ:- اڀاس پرماڻ، سمڀو
پرماڻ، جيشٽا پرماڻ وغيره. انهن هتي وستار ڪونه ٿو لکجي، ڇو
جگياسوءَ کي ڪو ان جو ضرورئي آهي.

## ششم واچم

**پرشن —** هي سوامي! توهان هتي پرماڻ لکشڻ چيو ته ورتيءَ
اندرين جو وستوءَ سان سمبنڌ هئڻ ڪري گيان ٿئي ٿو. انهيءَ
مونکي سنسو ٿو پيدا ٿئي. اهو هيءُ آهي ته ٻاهرين پدارٿن جي
اڻڻ واسطي ته ورتيءَ ۽ اندرين جو انهن سان سمبنڌ ٿي سگهي ٿو،
ڀنڪري پدارٿن جو گيان ٿئي ٿو، پر آتما جي ڄاڻڻ لاءِ ته ورتيءَ ۽
رين جو سمبنڌ نٿو ٿي سگهي. ڇاڪاڻ ته ويدن ۽ شاسترن ۾ ٻڌڻ
ل آهي ته آتما سڀني اندرين ۽ من ٻڌيءَ وغيره کان پري آهي
ڪنهن به اندريه جي وشيه ڪانهي، نرگڻ نراڪار آهي ان ڪري
يءَ ۽ اندرين جي سمبنڌ کانسواءِ آتما جي ساڪياتڪار (پرتيڪش) گيان
مشڪل آهي. باقي پروکيه گيان سمجهڻ ۾ اچي ٿو. توهان

...ي ڪرڻ سان جڏهن انتہڪرڻ شڌ (صاف) ٿين ٿا تڏهن نرمل گيان پيدا ٿئي ٿو. انهيءَ گيان سان ئي اگيان ناس ٿئي ٿو ۽ جنهنڪري آتما جو ساڪيا ڪار درشن ٿئي ٿو.

**پرشن** — هي گرو مهراج! آتما ته پنهنجو پاڻ سروپ آهي انهيءَ جو درشن ڪيئن ٿيندو؟ جو ته درشن انهيءَ وستوءَ جو ٿيندو آهي جيڪا پاڻ کان جدا ئي هجي ۽ ڏسڻ ۾ ايندڙ هجي، تڏهن ٻئي ڪيئن؟

**اتر** - هي شش! پراڻن شاسترن ۾ جو آتما جو درشن چون ٿا، انهيءَ جو اهو مطلب ڪونهي ته آتما کي جدا وستو وانگر ڏسڻ ۾ ايندو جاڻڻ، ته آتما لفظ جي معنيٰ آهي پنهنجو پاڻ، سو پنهنجي پاڻ کي ڏسڻ (درشن) خود سروپ ڪي آهي جاڻڻ. تنهنڪري ئي آتما جو درشن ڪجهي ٿو.

**پرشن** - پنهنجو پاڻ کي ڪيئن ڏسي (ڄاڻي) سگهبو؟

**اتر**- آتما (پنهنجو پاڻ) کي ڏسڻ ۽ انيو پرماڻ آهي، يعني پنهنجي انيو داران پاڻ کي ڄاڻي نسجي ڪرڻ گهرجي. اهوئي پنهنجي سروپ جوگيان يا آتم درشن آهي. مٿين انيو پرماڻ کان سواءِ ٻيا ۾ جيڪي پرماڻ ڄاڻڻ ۽ ويدانت واري مڃيا آهن اهي هيٺ ورنن ڪجن ٿا-



## وويڪ يارهون (۱۱)

### (ڇهه پرماڻ انهن جو لڪشڻ ۽ سروپ ورنن)

دوهرا- وويڪ ايڪادس ڪهون، ڪت پرماڻ پرڪار،
تاس الڪشڻ سروپ ڪهون، سن ليو سهه وستار.

**پراشن** — هي سوامي! ڪرپا ڪري ٻڌايو ته پرماڻ جاڪي جنهي ۽ اهي پرماڻ ڪهڙا آهن؟

**اتر**- هي شش! جنهن: ساڌن' (اوزار يا وسيلي) داران...

# وويڪ ڏهون (١٠)

(اوهڪار ۽ ستگروءَ جي مها واڪيہ جو اپيد گيان ۽ آتم درشن ورنن)

دوهرا — ورڻو دسم وويڪ ۾، ستگرو واڪيہ اپيد،
ڏيئو مڪت ڪو ڪمان ٿئي، سنسي سروئي ڇيد.

**پرشن** — هي پريو! گيان ته ستگروءَ جي مها واڪيہ جي وويڪ سان پيدا ٿئي ٿو، انهيءَ کان سواءِ گيان ٿيڻ ته مشڪل آهي، توهان مٿيون چنتن ئي گيان جو ڪارڻ ٻڌايو، انهيءَ ۾ موکي سنسو آهي سو ناس ڪريو.

**اتر** — هي شش! برابر ستگروءَ جي مها واڪيہ جي وويڪ کان سواءِ گيان ڪو نه ٿيندو آهي، پر مٿيون اوهڪار جو چنتن به ساڳيءَ طرح مها واڪيہ جي وويڪ سمان آهي. انهيءَ ۾ سنسو ڪرڻ اجايو آهي.
...وئي ستگروءَ دوارن وويڪ سمجهي شڪ شبهہ سڀ مٽائي ڇڏجن.
جاڳ جگياسوءَ کي اهڙيءَ طرح گيان حاصل ڪري ڀرمن کي ناس ڪرڻ گهرجي، ان ڪري ئي پرم پد ڪيوليہ موکيہ کي پائجي ٿو. انهيءَ ثابت ٿيو ته موکيہ جو ڪارڻ فقط گيان ئي آهي، سو نشچي ڪر.

**پرشن** — هي سوامي! جيڪڏهن موکيہ جو ڪارڻ فقط گيان ئي ته پوءِ ڪرم ۽ اپاسنا جو ڪرڻ گهرجن يعني اهي نسقل آهن.

**اتر** — هي شش! ڪڏهن به ڪرم اپاسنا نسقل نه آهن جيئن موکيہ ...ڻ گيان آهي تيئن گيان جو به ڪارڻ ڪرم اپاسنا آهن.
...ته انتهڪرڻ جي شدي ۽ دواران انهيءَ جو ڦل گيان آهي. جهڙيءَ ...ڙي کي رنگ لڳائڻ لاءِ ڪپڙو پهرين صفا ڪبو آهي تڏهن ان ...جهٽ پٽ سڌو لڳي ويندو آهي. تهڙيءَ طرح ڪرم اپاسنا

ايڪاگرچت ڪري نسچي ۽ انڀو سان اهو جتن ڪرڻ کپي ته جو
برهم روپ اومڪار جيڪو پرمارٿ سروپ آهي سو مهيکوئي سروپ
آهي، هيءُ اڻ ڪار، جنگم روپ سڀ، ۽ اسنگ، ادويت، اسنساري (يعني
جمڻ مرڻ وغيره کان نيارو) سدا مڪت، نربڌ ۽ اسعي ناتي، برهه
برهم سروپ مان ئي آهيان. اهڙي جتن ڪرڻ سان ادويت گيان پيدا
ٿئي ٿو. جنهنڪري ڪيولي موکه ملي ٿو. جيڪڏهن ڪو اها مٿين
اڀياسا نسچي کان سواءِ فقط هٺ سان ڪري يا ڪا برهم لوڪ جي وڏن
ڀوڳن جي ڪامنا ڪٿي مجي ته برهم لوڪ ۾ ويندو ۽ سايو جهه مڪتي
پراپت ٿيندي. جي واشنائو ٿيا آهي، نيارو ٿي ۽ برهم جگياسا رکي مٿين
اهو نرگڻ اڀياسا ڪبي ته سڀ کان سريشٽ ڪيولي مڪتي ملندي
۽ جٿري جيون مڪتيءَ جو پڻ سکر (اکنڊ آنند) ماڻي سگهبو. جيڪو
مٿين رهت اومڪار جي سروپ کي ڄاڻي ٿو ۽ ڏيان (جتن) ڪري
ٿو تنهنکي شاسترن ۾ مني سڏين ٿا، ۽ جو انهيءَ کي نٿو ڄاڻي تنهنکي
مني ڪڏهن به نٿو چئجي. جو ته مني ٿالو آهي - مٿن ڪرڻ واري جو،
مٿيون جلتن ئي مٿن ڪرڻ ٿو ڪيو آهي. جنهنڪي اومڪار جو جتن
مٿن نه آهي سو مني به ڪوڙ آهي اهو مانڊوڪيه اپنيشد ۾ چيل آهي.
اهو اومڪار جو جتن ئي پرمهنس مهاتمائن جو ڳجهو ڏن آهي. باهر مکر
ورتيءَ وارن واسطي اهو ڪوڙ آهي. جنهنجي بلڪل انتر مکر ورتي ۽
ستو گڻي سڀاءُ آهي سو ئي انهيءَ جو لائق آهي، اهو ئي ڪيولي موکه
جيون مڪتيءَ جي موج ماڻي سگهي ٿو. هي شش توکي جيڪو مڪتين
جي باري ۾ سنسو هو سو ماڻي دل تي ربو. پيو جيڪي پڙهو ربو آهي
تنهنتي نسچو ڪري اسٿت رهه.



وڀاڳ تن مان جيڪي ڀيرڀان ٿي ٻاد آهن سو اپرمارٿ سروپ سمجهڻ گهرجي ۽ جوٿون ٻاد ترييه اهو پرمارٿ سروپ آهي. جهڙيءَ طرح اهي آتما جا سروپ آهن، تهڙيءَ طرح اومڪار جا ٻڻ ٻ سروپ آهن، اهي هيءَ آهن- آڪار، اُڪار، ۽ مڪار اهي ٽي ماترائون روپ اکر سو اپرمارٿ روپ آهي ۽ تنهن ماترائن ۾ وياپڪ جيڪو اماترا روپ اڌشٿان چيتن، استي، ڀاتي ۽ پريه سروپ، اهو پرمارٿ سروپ جيو وجيتو. انهيءَ اومڪار جي پرمارٿ سروپ کي شاستر ڪارن اماترا نالي سان ڪري سڏيو آهي. ڇاڪاڻ ته پرمارٿ (در حقيقت) سروپ ۾ ماترا ٻا اکر يا انجو ڀاڳو اصل ڪونه آهي. انڪري ماترا کان نيارو اماترا نالي سڏين ٿا. اهڙي نموني ٻن سروپن وارو اومڪار آهي، تنهنڪري ٻن سروپن واري آتما سان ايڪ (هڪ روپ) ڄاڻي ڌيائڻ ريت لئه چنتن جي يڪتيءَ سان هڪو نشچو ڪرڻ گهرجي.

## (اومڪار سان لئه چنتن جي يڪتي ورڻن)

وشٽ اسٿول پرپنچ ۽ سمشٽ اسٿول پرپنچ تنهن سميت وسو ۽ ويراٽ جو اڪار سان ايڪ ڄاڻجي. ساڳيءَ ريت وري سو ڪيم پرپنچ سميت جيڪو هرڻيه گرڀ روپ تئجس آهي تنهنڪري اڪار روپ ايڪ ڄاڻجي. اهڙي نموني ڪارڻ اپاڌيءَ سميت جو ايشور روپ پراگيه آهي تنهنڪري مڪار روپ ايڪ ڄاڻجي. انهيءَ ريت انهن تنهين منجهه جو وياپڪ پرمارٿ سروپ ترييه روپ آهي تنهنڪري اومڪار جي جا پرمارٿ روپ اماترا تنهن سان ايڪ ڄاڻجي. انهيءَ ريت پرم آتما جا ٻاد ۽ اومڪار جون جي ماترائون آهن، انهن جي ايڪتا ڄاڻي ڪري وري هڪ ٻئي ۾ لئه چنتن ڪجي يعني هڪ هڪ ٻاد کي ٻئي سوکيم ٻاد ۾ لين ڪري هڪ روپ ٿيڻ گهرجي. جيئن ته: ويراٽ وسو روپ جيڪو آڪار آهي، سو تئجس روپ اُڪار کان جدا ڪونهي باڪ اُڪار سروپ ئي آهي. اهڙيءَ طرح سان جو چنتن ڪرڻ تنهنڪري لئه چنتجي

اهڙي طرح اپاڌيءَ جي ڦير گهير هٽڻ ڪري تنهي جو ڀيد ڀاسي ٿو. پر واستو ۾ پرمارٿ ڪري تيئي هڪ روپ آهن ڀيد ڪجهه به ڪونهي. باقي چوٿين پاد جو ارٿ هيءُ آهي وسو تئجس ۽ پراگيه انهن ٽنهي ۾ جيڪو وياپڪ چيتن آهي سو پرمارٿ ڪري ٽنهي اپاڌين جي سمبنڌ کان نيارو آهي. جيڪو ٽنهي اپاڌين جو اڌشٽان چيتن تريه نالي آهي، سو نه اندر پرگيه نه ٻاهر پرگيه آهي. نڪي ڪرم اندرين ۽ گيان اندرين جي ڪا وشيه آهي. ڇاڪاڻ ته استوُل پدارٿ ئي اندرين جي وشيه ٿين ٿا، چيتن سڀ کان نيارو ۽ تمام سوکيم آهي، سو ڪنهن به اندريه جي وشيه نه آهي ۽ ٻڌيءَ جي يا شبد جي به وشيه ڪانهي. اهڙو جو تريه روپ چيتن آهي تنهنڪي برهم جو چوٿون پاد ايشور جو ساکي يا شد برهم چئجي ٿو. ساڳيءَ طرح اومڪار جو چوٿون ڀاڱو امانرا آهي انجو به ابيد ڄاڻي ڌيان ڪجي. اهڙيءَ طرح هي شش! اومڪار، برهم ۽ آتما هڪ روپ ڄاڻي انهن جي پرمارٿ سروپ جو چنتن ڪرڻ گهرجي. انجو وڌيڪ نرنو هيٺ پڙهو.



## وويڪ نائون (٩)

### (آتمان جا پنج سروپ اوم سان لڳ چنتن يڪتي ورنن)

دوهرا دو ودآتم سروپ ڏيئي نوم ڪهون س وويڪ،

لڳ چنتن يڪتي تنهن، لشچيه برهم هي ايڪ.

**پرشن** — هي پربو! توهان مٿي آتما جو پرمارٿ سروپ جو چنتن ڪرڻ جي آگيا ڪئي سو ڪرڻ ڪري پڌايو ته آتما جو پرمارٿ سروپ ۽ اپرمارٿ سروپ ڪهڙو آهي؟

**اتر** — هي شش! مٿي جيڪي برهم آتما جا چار پاد ڪٿن ڪيا

تيئن اومڪار جي ماترائن روپ چئن پادن مان ٻهريون پاد اڪ
اهڙيءَ طرح تنهي ۾ سمان ڌرم هڻڻ ڪري وسوءِ وراٽ ۽ آ
ايڪ (هڪ روپ) چنتن ڪري. ٻيو هرڻيه گرڀ معنيٰ سمشٽ
پرپنچ سميت چيتن، سو هرڻيه گرڀ چئجي ٿو، ۽ وياشٽ (پرپنچ
جدا جدا) سوڪيم پرپنچ جو ابهماني، تنهنڪري تيجس چئجي ٿو.
ست انگ ۽ اوڻيه مک مٿي وسو جا چيا آهن ٿهڙائي تئجس جا ٻ سمج
گهرجن. انهيءَ ۾ فقط هيءُ تفاوت آهي ته وسو جا جيڪي انگ ۽ مک
آهن، سي ايشوري رچيل آهن، ۽ سپني ۾ تئجس جا اهي اندريون
ديوتا، وشيون، ترپوٽيون ۽ مستڪ وغيره انگ، سي سڀ مدو مٿي
رچيل يعني من جي ڪلپنا (ڪرڻي) سان پيدا ٿيل آهن، ۽ وسو جا ڀوگ
استول آهن. تئجس جا ڀوگ سوڪيم آهن. جو ته وسو ٻاهر ٻرگيه
(چانڊر) آهي. تئجس اندر ٻرگيه آهي. ڇاڪاڻ ڪري جو وسو جي
جيڪا اتڪرڻ ورتي روپ ٻرگيا (چانڊر ٻڌي) سا ٻاهر وڃي ٿي.
تئجس جي ٻرگيا ٻاهر ڪانه ٿي وڃي، (اندرئي آهي) هاڻي جهڙي طرح
وسو جو ۽ وراٽ جو ايڪ آهي. تيئن تئجس ڪي ٻ هرڻيه گرڀ
روپ چائجي، ڇاڪاڻ جهڙي سوڪيم اپاڌي تئجس جي آهي، اهائي
سوڪيم سمشٽ اپاڌي هرڻيه گرڀ جي آهي.
انهيءَ ڪري ٻنهي جي ايڪتا چائجي. تهڙي طرح اومڪار جي
اڪار ماترا انهن سان ايڪ چنتن ڪجي جو ته آتما جي چئن پادن
ٻيو پاد تئجس آهي، برهم جي چئن پادن مان ٻيو پاد هرڻيه گرڀ
۽ اومڪار جي ماترائن روپ چئن پادن مان اڪار ٻي ماترا آهي. اهو
۾ سمان (هڪ جهڙو) ڌرم آهي. تنهن ڪري تنهي جو ايڪ چنتن
گهرجي. تهڙيءَ طرح ٽيون - پراگيه کي ايشور روپ چائجي جو
ڪيه جي ٻ ڪارڻ شرير اپاڌي آهي ۽ ايشور جي ٻ ساڳي ڪارڻ
اپاڌي آهي. آتما جي چئن پادن مان ٽيو پاد پراگيه آهي، برهم
پادن مان ٽيو پاد ايشور آهي، ۽ اومڪار جي ٽين ماترا مڪار

آڪاش سميت، سو آڪاش آهي، ٥- مولر استان سو سمند آهي، ٦- ٻين پراوي آهي، ٧- مک، اگني آهي. اهڙيءَ طرح اهي وسو جا انگ جيا ويا آهن. ان ڪري وسو جو وراٽ سان ابيد آهي، ساڳيءَ طرح وراٽ روپ وسو جا (١٩) اوڻيهه مک ۽ آهن، اهي هيءَ آهن- پنج پران، پنج ڪرم اندريون، پنج گيان اندريون، ۽ چار انتهڪرڻ، اهي اوڻيهه ئي مکن وانگر ڀوڳڻ جا ساڌن آهن جنهنڪري مک جيا ويا آهن. جو ته اهن اوڻيهن مکن جي ڪريءَ ئي باهريان جاڳرت اوستا جا استول ڀوگ ڀوڳيجن ٿا. جهڙي وراٽ جي اپاڌي استول آهي، اهڙي وسو جي ٻه استول اپاڌي آهي، جاڪاڻ ته جيئن گيان لهر ٻيءَ پنچيڪرڻ ۾ جيو جا ٽي شرير اهن جون اوستائون ۽ ديش وغيره جتي آيا آهيون، تيئن ايشور جا ٻه شرير، اوستائون وغيره آهن.

پرشن — هي ٻريوا ايشور جا ٽي شرير، اهن جا ابماني، اوستائون، ديش، ڪال ۽ وستو اهي ڪهڙا آهن؟

اتر- هي شش! ايشور جا شريرهي آهن- هڪ ١- وراٽ استول شرير، ٢- هرڻيه گرڀ سوکيم شرير، ٣- اويا ڪرت ڪارڻ شرير اهي ٽي آهن. هڪ وسوانر ٻيو سوتر آتما ۽ ٽيون انترجامي، اهي ايشور ٽئي جا ابماني آهن. جيڪا اويا ڪرت مايا سا ايشور جو ديش آهي. اُهتي، پالن پرلئه اهي ٽي ايشور جا ڪال يعني وقت آهن، ۽ ٽيئي گڻ ايشور جون وستو آهن يعني سرشٽيءَ جي سامگري آهي. ٻيو ايشور جو ڪارج ۽ ايشور جا ڌرم وغيره سڀ اگهي ورلن ڪيل آهن. هاڻي هتي ادم جو ابيد ارٿ ڪجهي ٿو. مٿي جي ڏيکاريل جوڙهن اڙاوڻيون ۽ پنج پراڻ اهي اوڻيهه مک وراٽ سروپ وسو جا ملايا ويا آهن. جنهن وراٽ سان وسو جو ابيد آهي، تنهن ادم ڪار جي پهرين ماترا آڪار ان جو به وسو روپ وراٽ سان ابيد آهي. جو ته ٻرهم جي جهڙن پادن مان پهريون پاد وراٽ آهي ۽ آتما جي جهڙن پادن مان پهريون پاد وسو آهي.

هي شش! جيئن شاسترن ۾ چيل آهي ته برهم جا چار پاد آهن ليئن آتما جا چار پاد آهن. پاد معنيٰ پاڱو يا انس. ٻه چئجي ٿو. ليئن اومڪار اکر جا ٻه چار پاد آهن. تن ۾ برهم جا چار پاد (انس) هي آهن- ١- هڪ ويراٽ انس، ٢- هرڻيه گرڀ، ٣- ايشور ٤- ايشور جو ساکي يا شڌ برهم ٻه چئجي. آتما جا چار پاد هي ۽ آهن- ١- هڪ وسو ٢- تئجس ٣- پراگيہ ٤- جيو جو ساکي يا ڪوٽستت آتما ٻه چئجي. اوم اکر جا چار پاد هي ۽ آهن- ١- هڪ آڪار ٢- اُڪار ٣- مڪار ٤- آرڌ ماترا يا اماترا ٻه چئجي. چاڪاڻ ته اوم اکر ٻڌيوئي ٽن اکرن مان آهي. هڪ آڪار يعني (अ) آئو اکر ٻيو اُڪار يعني (उ) اُڙو اکر ٽيون مڪار يعني (म) ممو اکر ۽ چوٿين لڪير يعني (ँ) ارڌ ماترا يا اماترا ٻه چوندا آهن. اهي اوم جا چار پاد آهن. هاڻي مٿين برهم جي چئن پادن جو ارٿ هي ۽ آهي. پهريون- ويراٽ معنيٰ سمشٽ برهمنڊ يعني سموري استول سرشٽي ۽ سميت جيئن سو ويراٽ جو ن ٿا. جئين شري گيتا جي يارهين ادياء ۾ لکيل آهي، ۽ يوگ واششٽ ۾ وششٽ منيء ويراٽ سروپ جو ورنن ڪيو آهي ته آڪاس جنهنجو مستڪ آهي، پاتال جنهن جا پير ۽ وچه مذجهان ست لوڪ هيٺيان يعني وچ جي سرشٽي اهو ڌڙ آهي، هوا پراڻ آهي، اگني مکه آهي، وڻ ٻوٽا سي وار آهن، ست سمنڊ موتر استان آهي، پرٿوي چيلهه آهي، ۽ پهاڙ هڏيون آهن چنڊ ۽ سورج اکيون آهن. اهڙي طرح سارو برهمانڊ استول پرپنچ سميت ويراٽ سروپ آهي. ۽ ويشٽ سرشٽي يعني جدا جدا استول بدڻ (شرير) تنهجو ابماني وسؤنالي جئجي ٿو. ويراٽ جي ۽ وسو جي اپاڌي هڪڙي ئي استول آهي. تنهڪري وسو ويراٽ جو سروپ آهي ۽ ويراٽ، وسؤ کان نيارو ڪونهي. ساڳيء ريت ويراٽ سروپ وسو جا پڻ ست انگ آهن- ١- مستڪ، سرگ لوڪ آهي، ٢- اکيون، سورج چنڊ آهن، ٣- پراڻ، هوا آهي، ٤- هردي

## اوهڪار، برهم ۽ آتما جي چئن پادن جو نقشو

| نمبر | (١) | (٢) | (٣) | (٤) |
|---|---|---|---|---|
| اوهڪار جي ماترا | اڪار (अ) | اڪار (उ) | مڪار (म) | اماترا (ٺ) |
| آتما جا چار پاد | وسو | تئجس | پراڳيہ | جيو ساکي يا ڪوٽست |
| برهم جا چار پاد | ويراٽ | هرڻيہ گرڀ | ايشور | ايشور ساکي يا شڌ برهم |
| اپاڌي | اسٿول | سوکيم | ڪارڻ | مها ڪارڻ يا شڌ سنڪلپ |
| اوستا | جاگرت | سپنو | سکوپت | ترييا |
| گڻ | تمو گڻ | رجو گڻ | ستو گڻ | نر گڻ |
| | | مڌيما | پشيئنتي | پرا |

برهم جو آتما سان ٻڻ ايڪ آهي. جنهڪري ٻنهنجي آتما کي اومڪار برهم سان ايڪ ڄاڻي جنتن (ڏيان، ڪرڻ گهرجي. اهڙي نشچيه کي برهم گيان چئجي ٿو. وڌيڪ سمجهاڻي هيٺ پڙهو.

## وويڪ اٺون (٨)

**(اومڪار، برهم ۽ آتما انهن ٽيئهين جو هڪ روپ چنتن ۽ چئن پادن جو ورنن)**

دوهرا — اشٽم وويڪ ۾ سنو، ڪارڻ اوم وچار،
چار چار پد برهماتم ڪي، چنتن اڪ روپ ڌار. "

**پرشن** — هي سوامي! اومڪار، برهم ۽ آتما انهن کي ڪيئن هڪ روپ ڄاڻي جنتن ڪرڻ گهرجي؟

**اتر** — انهي لاءِ پهريائين هيٺ نقشو ڏنو وڃي ٿو.

جيئن مٽيءَ جا ٺاهيو ٺهيا انهن جي ناس ٿيڻ کان پوءِ بہ باقي مٽي رهي ٿي، ۽ ٺاهيو ٺهيل مٽيءَ کان ڌار ڪا وستو ڪونہ آهن، بلڪ مٽيءَ جوئي سروپ آهن. تيئن پدارٿن جي روپ ناس ٿيڻ کان پوءِ جو باقي ٺهيو رهيو، ان کان آڪار ڌار ڪونهن، بلڪ ٺالي جوئي سروپ آهن. جيئن سيئي پدارٿن جا روپ آڪار ٺالي کان جدا ڪونهن يعني نام جو سروپ ئي آڪار آهن. ايئن سڀئي ٺالا اومڪار کان جدا ڪونهن بلڪ اومڪار جوئي سروپ آهن. جاڪاڻ تہ واچڪ شبد کي (يعني وات مان لفظ) ٺالو چئجي ٿو، ۽ لوڪڪ ٺالا ۽ ويدن جا سڀئي شبد

# وويڪ ستون (٧)

## (برهم گيان جو ڪارڻ اهنگره، ڌيان ۽ اوم جو ارٿ ورنن)

دوهرا - ڪارڻ برهم گيان ڪهون، سپٿر وويڪ مانهن،

اوم اکير ارٿ ڪرون، تن من ڏي سن ڏانهن.

**پرشن** - برهم گيان ڪيئن حاصل ٿئي ٿو؟

**اتر** - ستگروءَ جي مهاواڪيه دواران، نرگڻ برهم جو اومڪار-روپ سان اهنگره، جنهن ڪرڻ ڪري برهم گيان پيدا ٿئي ٿو.

**پرشن** - هي سوامي! ڪرپا ڪري ٻڌايو ته ستگروءَ جو مهاواڪيه ڪهڙيءَ طرح آهي ۽ اومڪار جو برهم سروپ ۾ اهنگره جنهن ڪيئن ڪجي ۽ اوم جو ارٿ ڪهڙو آهي؟

**اتر** - هي شش! مهاواڪيه جو ورنن اڳتي لکيل آهي. اوم جو ارٿ مٿي ڏنل ويدن وغيره شاهدين موجب ورنن ڪجي ٿو، جنهنڪري نرگڻ برهم اهنگره اپاسنا ۾ جنهن ٿو سو تون خيال ڏيئي ٻڌ:-

سنسار ۾ جيڪي ڪجھ ڪاريه، ڪارڻ روپ وستو ڏسجن ٿيون، اهي سڀ اوم جو سروپ آهن، جنهنڪري سيئي اومڪار سروپ آهي. جيڪي ويدن جا منتر وغيره ۽ پدارٿن جا نالا آهن سي سڀ اومڪار منجهان ئي پيدا ٿيا آهن. ويچار ڪري ڏسبو ته سيئي پدارٿن (وستن) ۾ نالو ۽ روپ اهي ٻه ڀاڱا آهن، تنهن ۾ روپ يعني آڪار ڀاڱو پنهنجي پنهنجي نالي ڀاڱي کان جدا ڪونهي بلڪ آڪار نالي جوئي سروپ آهي جاڪاڻ ته پدارٿن جا جيڪي روپ يعني آڪار آهن تن سيني جو نالن وارا ڪري گرهڻ تياڳ يعني ولڻ ۽ جڏڻ ٿئي ٿو. نالي جاڻڻ کانسواءِ فقط روپ تي وهنوار سڌ ٿي ڪونه سگهندو، تنهنڪري نالوئي سار سمجهڻ گهرجي. جو ته روپ جي ناس ٿي وڃڻ کان پوءِ ۾ نالو باقي رهي ٿو.

ويدن شاسترن ۾ آهن تنهنڪري آتم گيان کي ئي پراپت ڪرڻ ضروري آهي، جو ته موکير ليڻ جو پيو ڪو ساڌن ڪونهي.

گيتا ۾ گيان مارگ کي ڪٺن سمجهي بيا پاسو ڪندا آهن بلڪ ٻين کي ۾ هتائيندا آهن اها انهن جي تنگ دلي لنڌڻ يوگر آهي. جاڪاڻ ته ڪنڌڻ ڪارڻ کي سولو ڪرڻ ٻنهنجي ئي وس ۾ آهي، پر انهيءَ انهيءَ لاءِ ڪي شؤق ۽ ابياس. اهڙو ڪوئي ڪارڻ ڪونهي جو شؤق ۽ ابياس سان سڌ ئي نه سگهي. انهيءَ شؤق پيدا ڪرڻ لاءِ گيانوان مهاتمائن جو سنگ ڪرڻ گهرجي، جتي گيان ڪانسواءِ ٻيون واهياتي ڳالهيون ملندڙ نه هجن.

ڪي جون تا نه جگياسو پورين نشڪام ڪرم ۽ اپاسنا ڪري ۽ پوءِ ان کي آتم گيان جو اپديش ٻڌڻ گهرجي. اها ڳالهه ليڪ آهي پر انهن کي پورين ايترو نه سمجهڻ گهرجي ته جيڪو گيان مارگ کي جادي ٿو تنهن جگياسوءَ هن جنم کان اڳ به نه ڪئين جنم پاتا هوندا ۽ انهن جنمن جي ڪيل ڪرم ۽ اپاسنا سي به نه هن جنم ۾ ضرور ڦل ڏيندا. ان ۾ سوال اٿندو ته انسان ڪيئن ڄاڻي سگهون ته جگياسوءَ اڳين جنمن ۾ ڪرم اپاسنا ڪري آيو آهي يا نه؟ انهيءَ لاءِ مهاتمائون جون تا نه ان جي ذاتي انهيءَ جي سنسڪارن خيال ۽ رهڻيءَ دواران ملي سگهيتي، يعني جڏهن ڏسجي ته جگياسوءَ جي جادا گيان پائڻ ۾ تڪي ئي تڏهن سمجهڻ کپي ته هن جو پورب جنم ۾ ڪيل ڪرمن جو پنج ڪليو آهي. پوءِ اهڙي جگياسوءَ کي گيان مارگ تان هٽائڻ مهاپاپ آهي بلڪ ان کي همٿائي پنج ڪٽڻ گهرجي. اهڙن جگياسن کي آتم گيان جوئي اپديش ٻڌڻ گهرجي. هردي جي اندر اگيان جي گنڍ مضبوط ٻڌل آهي ان کي ناس کي ڪرڻ منشن جو فرض آهي.

**پرشن** — اها اگيان جي گنڍ ڪيئن ناس ٿيندي؟

**اتر** — اگيان جي گنڍ آتم گيان سان ئي ناس ٿئي ٿي. اگيان جي ناس ٿيڻ بعد ڪيولير مڪتي پراپت ٿئي ٿي.

ٿئي ٿو آخرين جوتي جوت ٻر ٻرهم ۾ سمائجي وڃي ٿو، جنهڪري جنم مرڻ کان آزادي پائي ٿو ؟ ٻر ٻرهم جو روپ ٿي اکنڊ آنند ۾ لين رهي ٿو.



# وويڪ چهون (٦)

## (ڪيوليه موکيه جو ڪارڻ گيان ورنن)

دوهرا — ڪهون ڪشنم وويڪ ۾، اٿر ڪيوليه مڪت،
ڪارڻ آٿر گيان تنهن، انپو آنند يڪت.

**پرشن** — هي ٻريوا توهان مٿي جيو نہ ڪيوليہ موکيہ کان سواءِ ٻيا جيڪي موکين وارا سڄي ٻرهم آنند جيون مڪتيءَ جو سک نٿا وٺي سگهن، ؟ ڪي وري جنم مرڻ جي چڪر ۾ اچن ٿا، ڪي ٻرلئہ تائين رهن ٿا. تنهن ۾ ٻڌايو تہ پرماڻ (شاهدي) ڪهڙو آهي؟

**اُتر** — هي شش ! اهو شري ڀڳوت گيتا جي اٺين اڌياءِ شلوڪ نمبر ١٦ ۾ لکيل آهي تہ:- **” آبرهم ڀونات لوڪ پُنرا ورتي نو ارجن “**

**ارٿ** — هي ارجن ! هن لوڪ کان وٺي برهم لوڪ تائين جيڪي سڀ لوڪ آهن سي ٻنر يعني موٽي وري جنم مرڻ جي چڪر ۾ اچن ٿا، ساڳيءَ ريت شنڪر آچاريہ ٻڻ شنڪر ڀاشيہ ۾ جڳيءَ ريت لکيو آهي. جنهڪري هي شش ! ڪيوليہ موکيہ ئي سڀني کان اتم (سرشٽ) آهي. جنهيءَ جو ڪارڻ (پيدا ڪندڙ) برهم گيان آهي. ادو ويد جي اپنيشدن ۾ چيل آهي **”رتي گيا نات نہ موکش“** ارٿ- گيان کان سواءِ موکيہ نو ٿئي. ٻئي هنڌ ۾ **”گيانا ديو تو ڪيوليہ م“** ارٿ- گيان سان سچي ڪيوليہ مڪتي ملي ٿي. اهڙيءَ طرح گهڻئي پرماڻ (شاهديون)

ڏيان ۽ اپاسنائن جو مول ڏيان آهي. انهيءَ جو ورڻن مانڊوڪيہ رشيءَ اپنيشد ۾ جنگيءَ طرح ڪيو آهي، ۽ ٻجروپد جي برشن اپنيشد ۾ لکيل آهي. ساڳيءَ ريت شري ويدوياس ۽ شري شنڪر آچاريہ ٻڻ برهم سوتر، شنڪر ڀاشيہ ۾ نرنئہ ڪيو آهي، ۽ شري سريسر آچاريہ ۽ ٻنهي ڪرڻ شاستر ۾ چڱيءَ طرح لکيو آهي. اوائي ساڳيو جن جي ٻڌيءَ ۾ ايتري سامرٿي ڪانهي يعني مٿئن ويدن شاسترن جي پڙهڻ جي طاقت نہ آهي، تن جي واسطي هتي سنڌيءَ ۾ اومڪار روپ اپاسنا جو طريقو ٻڌائجي ٿو

اومڪار روپ جنتن (ڏيان) اپنيشدن ۾ ان نموان سان جيو آهي-

هڪ اربرهم سروپ ٿي اومڪار جو جنتن، ٻيو اپر برهم روپ ٿي ڏيان جيل آهي. جيڪو نرگڻ برهم (مايا ۽ گڻن کان نيارو) شڌ آهي تنهنکي پر برهم جئجي ٿو. ٻيو سرگڻ برهم (مايا گڻن سان ملبل ايتي پالن ۽ سنگهار ڪندڙ ڪرتار) ايشور تنهنکي اپر برهم جئجي ٿو. انهيءَ ۾ پر برهم يعني شڌ چيتن سروپ جي اومڪار سان جا امنگرم اپاسنا آهي، تنهن سان ڪيوليہ موکيہ پراپت ٿئي ٿو. انجو نرنو اگتي لکيل آهي.

اپر برهم يعني ايشور روپ ٿي جا اومڪار جي اپاسنا ڪئي وڃي ٿي اڪري برهم لوڪ ۾ وڃي سايوجيہ مڪتي حاصل ڪجي ٿي، يعني ايشور جهڙي ويڀوتي ۽ سامرٿي ٿئي ٿي فقط ۳ ڳالهيون-
۱- اپتي ۲- پالنا ۳- سنگهار اهي نہ ٿي سگهندا، ٻي سڀيئي ايشور جهڙي طاقت ۽ وڏا دوبہ (عجيب) يوگہ ۽ ويڀوتي پراپت ٿين ٿا. انهيءَ کي سايوجيہ موکيہ چون ٿا. انهن چئني موکين مان جيڪي پهريان چار موکيہ آهن ٿي کي ڪرم مڪتي نہ چون ٿا ۽ آڌار مڪتي ۾ جئجي اهي سڀيئي ديرسان ڪيوليہ مڪتيءَ کي پائين ٿا، جاڪاڻ تہ تي گيان ليندو لڌهن اما مڪتي حاصل ليندي. اماڻي مڪتي سڀ کان سريشت آهي انهيءَ ڪيوليہ موکيہ کي نگد موکيہ بہ چون ٿا.
۾ ٿي جيون مڪتيءَ جو سک (جيئري برهم آنند)

روپ سايوڄيہ مڪتي ملي ٿي.

**پرشن-** هي ستگروا ايشور پرماتما جي اومڪار منتر سان ڪي
۽ ڪهڙيءَ وڌيءَ سان اپاسنا ڪرڻ پراڄي ٿي؟ ۽ اها اپاسنا گهڻن قسـ
جي آهي؟

**اتر-** هي شش! اها اهنگرهہ اپاسنا ٻن قسمن جي آهي هڪ نرگڻ
ٻي سرگڻ. تن ۾ سرگڻ اپاسنا وري ٻن قسمن جي آهي- هڪ نرآڪا
سرگڻ، ٻي ساڪار سرگڻ. تنهن ۾ ساڪار سرگڻ اپاسنا ته گهڻن قسمن
جي امولڪ جي آهي. چاڪاڻ ته ايشور جا ساڪار سرگڻ اوتار ۽ گهڻيئي
ٿيا آهن. تن مان جنهن ۾ من لڳي انهيءَ سان اپيد درشٽي رکي
ڏيان لڳائڻ. اها سرگڻ ساڪار سروپ جي اهنگرهہ اپاسنا آهي. انهيءَ
جو ڦل ٻڻ سارويہ مڪتي (مٿي ٻڌايل) آهي. هي شش اهي مٿي
جيڪي پنجن قسمن جا موکيہ جيا ويا، تن ۾ سرگيہ ۽ سالوڪيہ مڪتيءَ
وارا ته جنم مرڻ کان نٿا ڇٽي سگهن. چاڪاڻ ته انهن جا جڏهن پنج
پورا ٿيين ٿا، تڏهن وري هيٺ ڪرن ٿا ۽ جمڻ مرڻ جي چڪر ۾
اچن ٿا. ٻيا ۽ ساميپيہ ۽ سارويہ مڪتيءَ وارا تن ۾ جيڪي سڪامي
ٿهن ٿا سي ته پنجين پوري ٿيڻ بعد مٿئن وانگر هيٺ ڪرن ۽ جمن ۽
مرن ٿا. انهن ۾ جيڪي نشڪامي آهن سي اڌار موکيہ آهن، يعني تنهن
وڪ ۾ پرلئہ ڪال تائين رهن ٿا، جڏهن انهن اپاسيہ ديوتائن جي مڪتي
ڻي تڏهن اهي اپاسڪ الي گيان پائي پوءِ سايوڄيہ مڪتيءَ کي پراپت
ن ٿا. انهيءَ کي اڌار مڪتي پڻ چون ٿا. ٻيو جو مٿي نرآڪار سرگڻ
ڻور ڇيو ويو سو مايا وشٽت چيتن سمجهڻ گهرجي جو ته اهو رنگ، روپ
رهہ آڪار کان نيارو نرآڪار ته آهي پر مايا گڻن واريءَ سان مليل آهي
ڪري سرگڻ نر آڪار ايشور جڻجي ٿو. انهيءَ ايشور جي اهنگرهہ
نا ڪرڻ سان پڻ سايوڄيہ موکيہ ملي ٿو. ٻيو نرگڻ نرآڪار سو شد
چيتن سمجهڻ گهرجي. انهن جي اومڪار روپ سان اهنگرهہ
ا هيٺ ورنن ڪئي ويندي- اهائي اپاسنا سڀني کان اُتم ۽ سڀني

وسٿي آهي. ان جو وڏيڪ نرلوهن رهت ۾ آهي ۽ اسٿو سروپ ساڪار سرگڻ روپ جي اپاسنا ڪرڻ يعني جنهن ديوتا - وشنو، شو، ڀڳوان رام، ڪرشن وغيره مان ڪنهن ۾ به نشچو رکي پيد ڀاوسان (ڀاڻ کي جدا ڄاڻي) جو ڀڳتي ڪري ٿو، اها سنبد اپاسنا آهي. ان ڪري سايبير مڪتي يعني ويجهو لواس ٿئي ٿو. جنهن ڏرو ڀڳت ۽ جٿر وجٿر وغيره ڀڳت ڀڳوان جي سنمک درشن ۾ ويجها رهيا آهن، ليڪن رهڻ.

**پرشن** - هي گرو چوٿين سارو پيه مڪتي ڄاڪي تا چون؟

**اتر** جو جنهن ديوتا کي ڏيائي ٿو انهيءَ کي تنهن ديوتا جهڙوئي سروپ پراپت ٿيڻ. جيئن مٿي راجا جي درشنانت ۾ راجا جو مرهي ٻت راجا جو سروپ آهي ليڪن سارو پيه مڪتي سمجهڻ گورجي.

**پرشن**- سارو پيه مڪتي ڄا جي ڪري ملي ٿي؟

**اتر**- مٿي ڪٿن ڪيل ڏيهه انوسار سروپ جي اپاسنا ڪرڻ سان يعني ساڪار سرگڻ سروپ جو اندر ۾ هوبهو آڪار ٻڌائي داس ڀاو درشٽيءَ سان جو اپاسنا ڪري ٿو سو انهيءَ لوڪ ۾ وڃي انهيءَ ڀڳوان جهڙوئي سروپ پائي ٿو. جيئن ته وشنو ڀڳوان جو اپاسڪ آهي ته ان کي چترڀج روپ سنک، چڪر، گدا، پدم سمت سا ڳيو ڀڳوان جهڙوئي سروپ حاصل ٿئي ٿو. تنهنکي سارو پيه مڪتي ڄٽجي ٿو.

**پرشن** — ڀعجين سايوجيہ مڪتي ڪهڙي آهي؟

**اتر**- برهم لوڪ ۾ وڃي ايشور جهڙي وڀولي ۽ سامرٿي حاصل ڪرڻ. تنهنکي سايوجيہ مڪتي ڄٽجي ٿو. جيئن مٿي راجا جي ڏال درشٽانت ۾ جيڪو راج سنگاسن تي وهي ٿو اهو حڪم جو حاڪم خود راجا ئي ٿئي ٿو. ليڪن سمجهڻ گورجي.

**پرشن**- سايوجيہ موڪيہ جو ڪارڻ ڇا آهي؟

تو- ايشور نرآڪار برماتما جي خواص ساڪار روپ جي اومڪار ۽ اپد (ڀاڻکي ۽ ايشور کي هڪ روپ) سمجهي ڏيان لڳائڻ لڪرم اپاسنا جون تا. انڪري انهيءَ برهم لوڪ جي پراپتي

"مان وشٽو آهيان" جيئن پرلاد ڪيو. شو جو ڌيان ڪري ته "
شو آهيان" جيڪڏهن برهم جو ابياسڪ سمجهي ته "مان برهم آهيان" ا
سمجهي وغيره اها اهنگرهه ابياسا آهي. انهيءَ جا ڀيد (قسم) ۽ ڦل هنن
وويڪ ۾ لکيل آهي.

# وويڪ پنجون (۵)

## (ڇهن قسمن جي مڪتي ۽ انهيءَ جو ڪارڻ ورڻن)

دوهرا - وويڪ پنجم ۾ سنو، مڪتي چار پرڪار،
ڪارڻ تنهن ار ابياسا، ڌرليو ڌانهن ادار.

**پرشن** - هي گرو مهراج! مٿي ان مڪتين جو ورڻن ٿي چڪو
مالي ڪرپا ڪري ٻڌايو ته تين ساميپيه مڪتي ڪهڙي آهي؟

**اتر** - هي شش! جڏهن ديوتا جي ابياسا ڪندڙ آهي انهيءَ جي
تمام ويجهو يعني سنمک رهڻ تنهن کي ساميپيه مڪتي چئجي ٿو. انهن
مڪتين کي سمجهڻ لاءِ هيٺيون درشٽانت خيال ڏيئي ٻڌ-
جهڙيءَ طرح ڪو راجا آهي ته ڪي ماڻهو ان جي ديش ۾ خوش
رهن ٿا، ڪي راجا جي خاص رهڻ واري شهر ۾ نواس ڪن ٿا، جيڪي
وزير آهن سي راجا جي بلڪل ويجهو سنمک آهن، راجا جو مربي پٽ
ـو ته راجا جوئي سروپ آهي، ۽ جهڙيءَ راجا راج تلڪ ڏيئي سنگاسن
ي وهاري اهو حڪم جو حاڪم خود راجائي ٿيو.

**سدانت** - انهيءَ طرح راجا جي ديش ۾ خوش رهندڙ جي
مان سرگير مڪتي سمجهڻ گهرجي. ٻيو جيئن راجا جي خاص رهڻ واري
ر ۾ رهن ٿا تن ساوڪير مڪتي جاڻڻ گهرجي. تيون جيئن راجا جا وزير
جا جي ويجهو سنمک آهن تيئن مٿي ٻڌايل ساميپيه مڪتي سمجهڻ گهرجي.

**پرشن** - انهيءَ ساميپيه موکير جو ڪارڻ، ڪرپا ڪري ٻڌايو؟

**اتر** - انهيءَ جو ڪارڻ مٿي چوٿين وويڪ ۾ سنپد ابياسا چئي

(۲) جل (۳) سورج (۴) متيءَ جو مورت (۵) پٿر جي مورت (۶) ڪاٺ جي مورت (۷) ڪاغذ جو فوٽو ۽ (۸) ڀت تي رنگ جي مورت
اِهي اٺ قسم مان ڪنهن نہ ڪنهن ۾ ڌيہ سروپ جو لکيہ رکي
اپاسنا ڪبي آهي. انهيءَ اٺ قسم مجهوان ورري پيون ڪيترپون ٽي
اپاسنائون ٿيون. جيئن تہ الٽي، ٻين تلوار، ترشول، ٻاڻ،
آنگري جو وڻ ۽ پدچا انگڻي وغيرہ. اهي سيئي هرايڪ اپاسنا جي
اندر آهن. تنهن ۾ جنهنجو جنهن ۾ نشچو آهي يعني من لڳي، اهو
انهيءَ ۾ ايشور ڀاونا رکي ڌيان لڳائي. انهيءَ هرايڪ اپاسنا جو ڦل
سالوڪيہ مڪتي آهي يعني جنهن ديوتا جي اپاسنا ڪري تہ انهيءَ
ديو لوڪ ۾ نواس ٿيڻ، تنهن کي سالوڪيہ موکيہ چئجي ٿو. پر
ڪاشيءَ ۾ مرڻ واري کي بہ اهائي سالوڪيہ مڪتي ملي ٿي.

**پرشن** – مي پربوا ٻي سنبد اپاسنا ڪهڙي آهي؟

**اتر** – مڪڙي انگ ۾ سموري سروپ جي درشٽي رکي ڌيان
ڪرڻ جيئن ايڪ گڻن وارو ديو يا شڪتي هجي تہ انهي مان مڪڙي
گڻ ۾ سڀني گڻن جو لکيہ رکي ڌيان لڳائڻ. جيئن تہ سموري وراٽ
سروپ جو مڪڙي انگ ۾ ڌيان لڳايو وڃدو آهي. اهڙي طرح سنبد
اپاسنا آهي. انهيءَ جو ڦل ساميپيہ مڪتي آهي. ان جو سروپ
مٿي پڙهندا.

**پرشن** – ٽيون ڌيہ انوسار اپاسنا ڇاکي چون ٿا؟

**اتر** – جنهنجو ڌيان لڳائجي تنهن ڌيہ سروپ جي صورت
[illegible] ۾ خيال سان ڪلپنا ڪري استاپن ڪرڻ (ڌيان لڳائڻ) انهيءَ
[illegible] انوسار اپاسنا چئجي ٿو. انهيءَ جو ڦل هڪٽين روپ ۾
[illegible] آهي.

**پرشن** – چوٿين اهنگرہ اپاسنا ڇاکي چون ٿا؟

[illegible] جنهنجو ڌيان لڳائجي تنهن ديو کي ۽ پاڻ کي ايڪ [illegible]
[illegible] ڌيان ڪرڻ. جيئن تہ وشنو ڀڳوان جو ڌيان ڪري تہ

اٿيپ ڪرمن کان آزاد ٿي ويندا، اڪري سگهي ٿيندا. هيو جيڪ
ڪامنا سان ساڪار سرگڻ سروپ جي اپاسنا ڪري ٿو ان کي ٻه سالوڪ
ڪتي ملي ٿي. اها ڳالهه اڌيام رامائڻ ۾ اڻ لکيل آهي ته اپاسڪ
ان اپاسيه ديوتا ۾ وڃي نواس ڪري ٿو. اپاسنا جي لاءِ وڌيڪ
هيٺ ڏڄو.



# وويڪ چوٿون (۴)

## ( اُپاسنا جا چار قسم ۽ انهيءَ جا پيا پيد ورنن )

دوهرا — جان چترٿ وويڪ ۾، اپاسنا کي پرڪار
چار وڌ پن پيد تهين، ورڻو سهه وستار

**پرشن** — هي ڀڳوان ڪرپا ڪري ٻڌايو ته اپاسنا جو سروپ ڇا آهي، ۽ ڪيٽرن قسمن جي آهي؟

**اتر** — هي ڀت پُرش اپاسنا جي معني هي: جنهن ديو کي ڏيائجي ٿو انجو اڪا گرجت سان استت ٿي يڪ تڪ ڏيان لڳائڻ، ان کي اپاسنا چئجي ۽ ڀڳتي به چون ٿا. اها اپاسنا مکيه چئن قسمن جي آهي- ١- پرتيڪ اپاسنا ٢- سمپد اپاسنا ٣- ڏيهه الوسار اپاسنا ۽ ٤- اهنگره اپاسنا.

**پرشن** — پرتيڪ اپاسنا ڇا کي چون ٿا؟

**اتر** - پرتيڪ اپاسنا معنيٰ اپاسيه ديو جي عيوض ڪنهن ٻيءَ وستوءَ ۾ ڏيهه سروپ جو لکيه رکي ڏيان ڪرڻ. مثلا جيئن شاديءَ ڪرڻ واري جو پتا نه هوندو آهي ته هٿي ڏارئين ۾ پتا جو لکيه رکي مڃايو ويندو آهي. اها پرتيڪ اپاسنا به مکيه الن قسمن جي آهي- (ا) اڳيي

روپ ۾ نہ آهن ۾ جيڪو ڪاما رکي ڪندو الهيءَ کي پاپ ناس ڪري اڃ لوڪ سرگ، جي پراپتي ڪرائين ٿا. مگر موکيہ اڃا واري کي نہ سرگ وغيرہ جي پوگن جي ڪاما آهي ئي ڪانہ الهيءَ جا نقط پاپ ناس ٿيندا. جنهن ويدانت مت ۾ سيني شبہ ڪرم سڪامي منش لاءِ سنسار جو ڪارڻ ۽ نشڪامي منش لاءِ انتش ڪرڻ جي شڌي ڪري موکيہ جو اٿئي بڻائين ٿا. تهڙي طرح مٿيان شبہ ڪرم- گنگا سنان، اپنور نام اُچارڻ وغيرہ سڪامي منش کي نہ ڪاميہ ۽ پراسچيت روپ آهن ۽ نشڪاما واري لاءِ فقط پراسچيت روپ (پاپ ناشڪ) آهن.

تنهنڪري موکيہ اڃا وارو ساڌارڻ پراسچيت ڪرم ۾ ڪندو ڪري. اهڙيءَ طرح سيني جنمن جا سيني پاپ گيان ڪانسواءِ ئي ڪرمن ڪرڻ سان ناس ٿي وڃن ٿا. اهڙي اموني پاپن کان آزاد ٿيڻ ڪري منش موکيہ ٿي وڃي ٿو. جاڪاڻ نہ سڪام ڪرم نثو ڪري جنهنڪري اڃ لوڪ سرگ، ۾ ڪونہ ويندو ۽ نند (خراب) ڪرم ۾ نثو ڪري تنهنڪري نيچ لوڪ يا نيچ جونين ۾ ڪونہ ويندو، اڳئين جنم جا پرالبڌ ڪرم ٿن کي هن شرير ۾ دک سک، پوڳي آزاد ٿيندو. جيڪڏهن پورب جنم ۾ نند ڪرم گهڻا ڪيل هوندس يا ڪي ڪرم اڃا رهيل هوندس نہ اهي سپ ملي اپوڪڙو جنم وٺائيندا. اهو هڪڙو جنم وٺي، تنهن ۾ ڪرمن جو ڦل پوڳي آزاد ٿيندو. الهيءَ ريت ڪرمن مان موکيہ پراپت ثابت ڪري ڏيکارين ٿا. جي ڪاما سان ڪندو نہ سرگيہ مڪتي ملندي. سوال اٿندو نہ سرگ کي مڪتي جوڻا جون؟ الهيءَ ۾ هيءُ مطلب آهي نہ موکيہ جنهن آهي دک جي نورليءَ ۽ سک جي پراپتيءَ کي، سرگ ۾ دکن جي نورلي آهي ۽ وڏا پوگ آنند جي پراپتي آهي، تنهنڪري سرگ جي پراپتيءَ کي بہ موکيہ جون ٿا. ۾ الهيءَ موکيہ ۾ موهرشن گهڻو مطلب رکيو آهي يعني درحقيقت ۾ اهي وس ڪرمن کان ڪرڻ پامر (مورک) منش کي شبہ ڪرمن ۾ لڳائڻ جي واسطي آهن. جڏهن اهي منش شبہ ڪرمن ڪرڻ ۾ مشغول رهندا نہ

ويدڪ ٽيون

جوٿان ڪاميه ڪرم هي آهن- ڪامنا رکي ڪنهن ڦل
پراپتي واسطي ڪرم ڪرڻ، جهڙوڪ:- برسات پوڻ جي ڪامنا ر
ڪاريري يگيه ڪرڻ لکيل آهي، سرگ لوڪ جي وڏن ڀوڳن
پراپتيءَ جي ڪامنا واسطي اگني هوتر، سوم يگيه وغيره لکيل آهن
پتر سنتان پيدا ٿيڻ جي ڪامنا واسطي پتريشٽا يگيه آهي وغيره
اهڙيءَ طرح سڪامتا سان ڦل پراپتيءَ واسطي شڀ ڪرم ڪرڻ سي
ڪاميه ڪرم جنجن ٿا. اهي مٿيا ڇهن قسمن جا ڪرم ۽ ٻيا نشد
ڪرم (يعني جن اشڀ ڪرمن جي ويدن ۾ منع آهي) اهي سڀ
ملي پنجن قسمن جا ڪرم ٿيا. جيڪي ڪرم ڪاندي ڪرمن
مان ئي موکيه جون ٿا تن جي هيءَ ريتي آهي ته موکيه جي اڇا
وارو مدش ڪاميه ڪرم ۽ نشد ڪرم نه ڪري. ڇاڪاڻ ته ڪاميه
ڪرمن ڪرڻ سان سرگ لوڪ ۾ ويندو ۽ نشد ڪرمن ڪرڻ
ڪري نيچ لوڪ ۾ ويندو تنهنڪري انهن ٻنهي جو تياڳ ڪري. باقي
نتيه ڪرم سدائين ڪري ۽ نيمتڪ ڪرمن جو جڏهن جڏهن نمت (ٿيه)
اچي تڏهن اهي به ڪرم ڪندو رهي. ڇو ته جي نتيه ۽ نيمتڪ
ڪرم نه ڪندو ته پاپ ٿيندو، تڏهن پاپ جي ڪري نيچ جوڻين
۾ جنم وٺندو. تنهنڪري ٻنهي کي روڪڻ واسطي نتيه ۽ نيمتڪ
ڪرم ضرور ڪري. ٻيو جيڪڏهن پرماد جي ڪري ڪنهن ڪو
نشد (اشڀ) ڪرم ٿي پوي ته انهيءَ پاپ ناس ڪرڻ واسطي
پراسچيت به ڪري. جي هن وقت ۾ نشد ڪرم نه ٿيو هجي تڏهن
اڳئين جنمن جا ڪيل پاپ آهن تن جي ڪرڻ لاءِ ساڌارڻ پراسچت
ڪرم ڪندو رهي. جيتوڻيڪ گنگا سنان يا ايشور جو نام اچارڻ
وغيره ڪرم فقط پراسچيت روپ ڪونه آهن يعني ڪاميه روپ
پراسچيت روپ ٻئي ڦل ڏيڻ وارا آهن. ڇو ته گنگا سنان سان ۽
ايشور جي نام اچارڻ سان به اتم لوڪ جي پراپتي شاسترن ۾ لکيل
آهي تنهنڪري ڪاميه روپ به آهن ۽ پاپن کي ناس ڪندڙ پراسچين

يعني ڪو سنياس آشرم وارو مڃي ته برهم چاري ۽ برهمڻ ڏٺلي نه اٿي
انکي آدر ڏيلي، آشرم ورڻ پر ڏري وڏيا وارو ورڻ (وڏو) آهي، وڏيا
ورڻ کان وري ڌرمي وڏو آهي يعني جو وڏيوان ۽ ڌرمي نه آهي سو
فقط وڏيا پڙهيل واري کان وڏو آهي، ۽ ڌرمي ورڻ کان گياني ورڻ آهي
يعني جيڪو تنهجي برهم گياني آهي سو سڀني کان وڏو آهي. انهيءَ
طرح پورلين پورنين کان پوءِ پوءِ هڪ ٻئي کان وڏا آهن اُنهن کي
جو اُني ڪري آدرستڪار ڪرڻ سي اُتان ڪرم جيا وڃن ٿا، اهي نه
نيمتڪ ڪرم ٿي آهن. انهن نتير ۽ نيمتڪ ڪرمن جي نه ڪرڻ ڪري پاپ
پوي ٿو ۽ ڪرڻ ڪري پاپ نٿو لڳي بلڪ مت شڌ ۽ خوش رهي ٿو.

ٻيان ڪرم جيڪي پاپ کي ناس ڪرڻ واسطي جن ڪرمن
جو اپديش آهي سي پراسچيت جئيجن ٿا. جهڙوڪ: تياڳي جني پوش
پرمادي ڪري (يعني ڀولي ۽ مت يا غفلت ڪري) ڏن ڏاڻو جو
گرهڻ ڪري وجهي ته انهيءَ پاپ جي ناس ڪرڻ واسطي ڏن ڏاڻو جو
تياڳ ڪري ۽ ٽي ڏينهن اپواس رکي، اهو الهو پراسچيت آهي. پيو جيئن
سنياسي ڪو يوگ ڪري وجهي ته انهيءَ پاپ جي ناس ڪرڻ
واسطي اپواس لنگها ڪرڻ ۽ منتر اچارڻ لکيل آهي، جي ڪنهن کان
برهم هتيا يا گئو هتيا ٿي پوي ته انهيءَ پاپ اُجڻ لاءِ گرميڌ نه بکير
اشوميڌ يگيه وغيره لکيل آهي. پيو جيئن لوڪ ۾ پڻ ڏٺو وڃو آهي ته
ڪولي مڇي يا ڪتو ماري وجهندو آهي ته هنئنج ان کي ڏار وماري
متو ڪوڙائي، تيرٿ، دان پنج وغيره ڪرائيندا آهن. انهيءَ ريت
اهي پاپن جي ناس ڪرڻ واسطي جي ڪرم جيا ويا آهن سي پراسچيت
ڪرم جئيجن ٿا. اهي پراسچيت وري ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا ساڌارڻ
ٻيا وشيش. ساڌارڻ پراسچيت انهيءَ واسطي آهن جن پاپ ڪرڻ جي
اسانکي خبر ڪانهي ۽ ڪي پورب جنم جا پاپ ڪيل آهن انهن جي
ناس ڪرڻ لاءِ ساڌارڻ پراسچت ڪرم ڪيا وڃن ٿا. جهڙوڪ: سنڌيا
ڪرڻ، تيرٿ ياترا ڪرڻ، ڌرم پنج ڪرڻ ايشور جو نام اچارڻ وغيره آهن.

**پرشن**— هي پرڀو! مهرباني ڪري سمجهايو ته ڪرم ڇا کي ٿا چون ۽ ڪرم ڪيترن قسمن جا آهن.

**اتر**— هي شش! ڪرمن جي معنيٰ جيڪا شرير، من ۽ اندرين ڀان ڪريا ٿئي ٿي، جنهن مان پاپ پنڇ پيدا ٿئي تنهن کي ڪرم چون ٿا. هڪڙا ڪرم ٻيا وڪرم ٽيان اڪرم آهن. تن ۾ ڪرم مکيه ٻن قسمن جا آهن - هڪ وهيت ڪرم ٻيا نشد ڪرم آهن. جن ڪرمن ۾ پرورت ڪرڻ واسطي ويدن اپديش ڪيو آهي سي وهيت ڪرم چيا وڃن ٿا. ٻيا جيڪي منشن جي نروِرتيءَ واسطي يعني جن ڪرمن ڪرڻ کان منع ڪيل آهي سي نشد ڪرم چئجن ٿا. اهڙيءَ طرح اهي ڪرم ٻن قسمن جا آهن. تن ۾ وهيت ڪرم وري چئن قسمن جا آهن. ١- نتيه ڪرم ٢- نيمتڪ ڪرم ٣- پراسچيت ڪرم ٤- ڪاميه ڪرم. تن ۾ نتيه ۽ نيمتڪ ڪرم اهي آهن جن جي* نه ڪرڻ ڪري پاپ ٿئي ٿو ۽ ڪرڻ ڪري ڪو نه ٿئي، مگر فرض ادائي پوري ٿئي ٿي جنهنڪري چت صاف ۽ پرسن رهي ٿو. نتيه ڪرم معنيٰ جي روز مره (سدائين) ڪرڻ ۾ اچن جهڙوڪ سنان، سنڌيا، پاٺ، پوڄا ۽ پنڇ يگيه، روزاني جي ڀڳوت گيتا ۾ پڙهڻ لکيل آهن سي ڪرڻ ۽ سچ ڳالهائڻ وغيره هميشه ڪرڻ يوگيه سي نتيه ڪرم چيا وڃن ٿا. ٻيا جيڪي ڪڏهن نيم ٻائي اچن ٿا سي نيمتڪ آهن. جهڙوڪ ورت، شراڌ، جنما اشٽمي، گرهڻ، سورهان سنسڪار ۽ ڏياري وغيره اهي سڀيئي نيمتڪ ڪرم چئجن ٿا. ٻيا اٺان ڪرم ٻه انهيءَ جي انترگت آهن. اهي اٺان ڪرم هيءَ آهن:- اوستا ورڻ، آشرم ورڻ، وديا ورڻ، ڌرم ورڻ، تتا گيان ورڻ. انهيءَ جو مطلب هيءَ آهي ته ورڻ معنيٰ وڏو، جيڪڏهن ڪو وڏيءَ اوستا وارو آهي ته ننڍن کي گهرجي ته ان کي ادب سان اٿي سنمان (آدر) ڪرڻ کپي، اوستا ورڻ واري کان ذاتي ورڻ (وڏو) آهي يعني جيڪو برهمڻ ذاتي اچي ته وڏيءَ اوستا وارو به اٿي ان کي سنمان ڪري، ذاتي ورڻ کان وڌيڪ آشرم ورڻ آهي

۾ جيڪو گجهو راز رکيل آهي، تنهن کي ڪو ورلو سجاڳ (گياوان) جاڻي سگهندو. سڀني جي جوڻ موجب برابر موکي ني سگهي ٿو. ھر اھو موکيه جدا جدا ڇهن قسمن جو آهي. جهڙو منش جنهنجي جوڻ ماندڙ هلي ٿو تنهن کي اهڙولي موکيه ملي ٿو. وڌيڪ هيٺ پڙهو-

## وويڪ تيهون - (۳)

### (ڇهن قسمن جي مڪتي ۽ ڪرمن جي سمجهاڻي ورنن)

دوهرا - ورڻو ترتيه وويڪ ۾، کشت مڪتي ڪئي ٺام

ڪٿ وڌ ڪرم سروپ ڇهون، پن دو ء مڪتي ٺام

**پرشن-** مي پريوا ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ ڇهن قسمن جو موکيه ڪهڙو آهي ۽ اھو ڪهڙي ڪهڙي ڪرم ڪري ڪهڙو ڪهڙو موکيه ملي ٿو؟

**اتر-** مي شش! ڇهن قسمن جي مڪتي هيء آهي:-

۱- سرگيه مڪتي ۲- سالوڪيه مڪتي ۳- سامپيه مڪتي ۴- سارو پيہ مڪتي ۵- سايو جيہ مڪتي ۶- ڪيولہ مڪتي آهي.

**پرشن-** سرگيه مڪتي جا ڪي جون نا ۽ ڪيئن ملي ٿي؟

**اتر-** سڪام (ڪامنا سان) شڀ ڪرمن ڪري سرگ ۾ وڃن ٿا وغيرہ پدارٿن جي پراپتي ٿئي ٿي ۽ عمر وڏي رهي ٿي. انکي سرگيه مڪتي جون نا.

**پرشن-** سالوڪيہ مڪتي جا ڪي نا جون ۽ ڪيئن پراپت ٿئي ٿي؟

**اتر-** لوڪيہ مڪتي معني آهي ديولوڪ ۾ وڃي نواس ادا نشڪام ڪرم ڪرڻ سان پراپت ٿئي ٿي.

# وويڪ ٻيون (٢)

## (شنڪا – گيان ڪانسواءِ ٻيا مڪتيءَ جا ڪارڻ ورڻ

دوهرا – شش شنڪا موکيہ ۾ دوسر وويڪ مانهن،
ڪوءِ ٻن گيان مڪتي ڪهي، ورنن ڪرهون

**ششيہ واچ** – هي گرو مهراج! توهان چئو ٿا تہ گيان کان موکيہ نہ ٿيندو، انهيءَ ۾ موکي وڏو سنسو ٿو پيدا ٿئي. ڇاڪاڻ تہ مهاتمائون ۽ شاستر ڪيئن ٿا چون تہ ڪي وري ڪيئن ٿا چون. جيئن جئميني رشيءَ سندس ميماسڪ نالي ڪرم شاستر ۾ ڏيکاريو آهي سا ڳيءَ طرح ٻين ڪرمن ڪاندين جا ۾ رايا آهن تہ فقط شپ ڪرمن ڪرڻ سان ئي موکيہ ملي ٿو، ۽ اهي ڪرمن کي ئي ايشوريہ لڳا. ڪ وري جون ٿا تہ ”فقط رام نام اچارڻ سان ئي مڪتي ملي ٿي.“ جيڪ اُپاسڪ ڀڳت جن تنهنجو جوڙ آهي تہ اُپاسنا (ڀڳتيءَ) جي ڪرڻ ڪري موکيہ ٿئي ٿو. ڪي چون ٿا تہ ڪاشيءَ ۾ مرڻ ڪري مڪتي ملي ٿي. ڇاڪاڻ تہ تنهن ديوتائن جو ور ڏنل آهي تہ جيڪو بہ ڪاشيءَ ۾ مرندو سو موکيہ پائيندو. ٻيا وري گياوان ويدانت (ويدن جو آخرين فيصلو) موجب چون ٿا تہ گيان کان سواءِ موکيہ ڪونہ ٿيندو فقط گيان ئي موکيہ جو ڪارڻ آهي. اهڙيءَ طرح هي ستگرو! مان گهڻيون ڳالهيون ٻڌي منجهي پيو آهيان! منهنجي ٻڌي ڀرم جي چڪر ۾ اچي وئي آهي. مهرباني ڪري سمجهايو تہ ڪنهنجي ڳالهہ سچي آهي ۽ ڪوڙيءَ ڳالهہ ٻي ڪو وشواس رکي اهو رستو وٺجي، جنهنڪري موکيہ پراپت ٿئي؟

## (گرو واچ)

**اتر** – هي شش سڀئي مهاتمائن ۽ شاسترن جو جوڙ سچو آهي. جو تہ مها پرشن جا وچن ڪڏهن بہ ڪوڙا نہ ٿيندا آهن. مگر انهن

ڏالت کي ٻراپت ٿيو، تڏهن ٻاڻ سڌسن جي نورلي ڪرڻ آءِ هت ٻڌي گروءَ کان ٻڇڻ لڳو.

**پرشن** — هي ديِن دِيال! ڪرپا ڪري ٻڌايو ته مڪتي جا آهي؟

**اتر**— هي پيارا! مڪتيءَ جي معني آهي جنم يعني جنم مرڻ وغيره سڀني دکن کان آزاد ٿيڻ ۽ پرم آنند کي پائڻ. اها مڪتيءَ جو سروپ آهي.

**پرشن**- هي ڪرتارا انهيءَ مڪتيءَ جو ڪارڻ (پيدا ڪندڙ) ڪهڙو آهي؟

**اتر**— هي ٻت! موکي جو ڪارڻ آتم گيان آهي. گيان کانسواءِ موکي نه ٿيندو. جئين ويد ۾ ٻڻ چيل آهي "رتي گيانات نه موکش" يعني سواءِ گيان جي موکش نٿو ٿئي. "گياناد ڪيوليم" يعني گيان سان موکش ٿئي ٿو. جئين:-

**درشٽانت** — جهڙيءَ طرح وڻ ۾ ڪل ٿل ديٽ ڪرڻ جي اجا ۾ نه ڪري، پر تڏهن ۾ سمٿ پوري ٿيڻ بعد جلد ڪري پوي ٿو. تهڙي طرح گيان جي ٻراپتي ٿيڻ بعد اجا نه ۾ ڪري پر تڏهين ۾ موکي جي ٻراپتي ضرور ٿئي ٿي. مگر جو انهيءَ جي الٽو آهي يعني گيانيءَ کان ابتو جو اگياني آهي اهو ائين چاڻ جئين ڪو ڪوهه ۾ آدمي ڪرهل هڇي اهو هزارين ڪٺي لپا ڏئي تڏهن ۾ هو ٻاڻ ٻاهر نٿو نڪري سگهي. تهڙيءَ طرح اگياني منش ۾ ڪٺي لکين اپائون ڪري پر موکي ٻراپت نٿو ٿي سگهي. جا ڪاڻ ته موکي جو ڪارڻ آتم گيان ئي آهي. انهيءَ سواءِ ٻيو اپاءُ ڪوبه.



# گيان لهر پنجبن-٥

## ڪوت

پنڇي گيان لهر ڏياءِ، مڪتي ڪت وڌ آهه
ڪت هي ڪارڻ تاهه، ڪرم آه ڪايي هٿي
ڇٿين ج ڪيول مڪت، گيان بن ناهه پڪت
ليه ڇنش ڪي اُڪت، اوم ۾ سنايي هٿي
مهاواڪيه واڇيه ڇوڙ، اکيه ارٿ سات جوڙ
ساڌن مِن آت لوڙ، گيان جانتي پايي هٿي
شبد سوڪه نرڌار، واڻي ڪي پرڪار ڇار
جيو برهم پيد ٽار، سروپ سمايي هٿي.

## وويڪ پوربون (١)

(مڪتي ۽ انهيءَ جو ڪارڻ ورڻن)

دوهرا- وويڪ پرٿم ۾ ڪهون، مڪتي ڪارڻ تاس
گرو ششيه سنواد تهين، پرم سنسيه سڀ ناس
جڏهن ڪنشت جڳياسوءَ ڏلو ته مديه جڳياسو پنهنجا سنسا مٽائي

ٿو ۽ نه ڳالهائي ٿو. سڀ ڪرم سرشٽ وهنوار ڪري ٿو، ٿو ۽ سڀ
رس وڏيءَ موجب وٺي ٿو نه ته ٿو ته ڪجهه ڪري ٿو ۽ نڪو سواد
ٿو وٺي، اندرين سان سڀ ڪجهه گرهڻ ڪندي دواڻي ٿو ته ڪجهه
نٿو گرهڻ ڪري، هلي چلي ٿو پر هو نٿو هلي ٿير هلن چلن ٿا ۽
گرهست ۾ ويد مريادا موجب يوگ يوگي ٿو ته اهو سدائين سنياسي آهي
(نيارو آهي).

مٿيون مضمون جو مطلب هيءُ آهي ته گياواڻن جي نشچي ۾ ڪرتا
پڻي جو ايمان اصل ڪونهي. جٿين شري گيتا جي پنجين اڌياءِ ۾ ڪرشن
ڀڳوان فرمايو آهي ته "گڻن جي ڪري سڀئي اندريون پنهنجي پنهنجي
وشين ۾ ورتاءُ ڪن ٿيون ۽ گياواڻ پنهنجي آتما سروپ کي سدا ساکي،
اڪرتا نيارو ٿو سمجهي" مطلب ته گياني ائين سمجهي ٿو ته اکي اندريون مان
آهيان، نه منهنجون اندريون آهن. مان ساکي ڪوٽست، اسنگ آهيان
(اندرين ۽ ان جي وشين سان منهنجو ڪو به سنبنڌ ڪونهي) اهو مهاپرشن
مهاتمائن جي اندر جو نشچو آهي. اهڙيءَ طرح هي شش ٿون ته شاستر
نيتي لئي اوسار سرشٽ آچار پيلي ورتاءُ ڪن، پر اندر ۾ اڪرتا، ابوڳتا
ٿي رهن. اهڙي جيون مڪتيءَ جو سچو سک ماڻيندا آهن. اهڙيءَ
طرح مدبر جگياسوءَ کي ستگروءَ گهڻي گيان جو اپديش ڪيو جنهن
گيان کي پائي جگياسوءَ جو اگيان ڪليو، انتر مک وڃي وڃائي اکنڊ سک
سماڌيءَ ۾ اسٿت ٿيو.

(گيان لهر چوٿين وريڪ چوٿين سميت پوري ٿي.)



# گيان لهر پنجين-٥

## ڪوت

پنچين گيان لهر ڏيا، مڪتي ڪت وڌ آهه
ڪت هي ڪارڻ تاهه، ڪرم آهه ڪايي هئي
چتين ج ڪيول مڪت، گيان بن ناهه ڀڪت
ليه چتن ڪي اُڪت، اوم ۾ سمايي هئي
مهاواڪيه واچيه چوڙ، لکيه ارٿ سات جوڙ
ساڌن مين آت لوڙ، گيان جاتي پايي هئي
شبد سو ڳڻ نرڌار، واڪي ڪي پرڪار چار
جيو برهم ڀيد ٽار، سروپ سمايي هئي.

## وويڪ پهريون (١)

(مڪتي ۽ انهيءَ جو ڪارڻ ورڻن)

دوهرا — وويڪ پرٿم ۾ ڪهون، مڪتي ڪارڻ تاس
گرو ششيه سنواد تهين، پرم سنسيه سڀ ناس

جڏهن ڪنشت جگياسوءَ ڏلو ته مڏيم جگياسو پهنجا سنسا مٽائي

ٿو ۽ نہ ڳالهائي ٿو. سڀ ڪرم سريشٽ وهنوار ڪري ٿو ۽ سڀ رس وٺي ٿو، پر جڏهن ٿو ته ڪجهہ ڪري ٿو ۽ نڪو سواد ٿو وٺي. اندرين سان سڀ ڪجهہ گرهڻ ڪندي ٿو، ۽ ڪجهہ نٿو گرهڻ ڪري، هلي چلي ٿو، پر هو نٿو هلي پير هلن ٿا ۽ گرهست ۾ ويد مريادا وڃڻ ٿو جڏهن يوڳي ٿو سدائين سنياسي آهي (نيارو آهي).

مٿيون مضمون جو مطلب هي آهي ته گياوان جي نشچي ۾ ڪرتا پڻي جو ايمان اصل ڪونهي. جنهن شري گيتا جي پنجين ادياءِ ۾ ڪرشن ڀڳوان فرمايو آهي ته ”گڻ جي ڪري سڀئي اندريون پنهنجي پنهنجي وشيہ ۾ ورتڻ ڪن ٿيون ۽ گياوان پنهنجي آتما سروپ کي سدا ساکي، اڪرتا نيارو ٿو سمجهي“مطلب ته گياني ائين سمجهي ٿو ته اکي اندريون مان آهيان، نہ منهنجون اندريون آهن. مان ساکي ڪولست، اسنگ آهيان (اندرين ۽ ان جي وشين سان منهنجو ڪو سنبنڌ ڪونهي) اهو مهاپرشن مهاتمائن جي اندر جو نشچو آهي. اهڙيءَ طرح هي شش تون ۾ شاستر ليتي ٿي الوسار سريشٽ آچار ۾ پلي ورتڻ ڪر، ۾ اندر ۾ اڪرتا، ابوگتا ٿي رهہ. اڪري جيون مڪتيءَ جو سچو سک ماڻيندين. اهڙيءَ طرح مذير جگياسوءَ کي ستگروءَ گهڻهي گيان جو اپديش ڪيو جنهن گيان کي پائي جگياسوءَ جو انيؤ کليو، انتر مک ورلي ورائي اکنڊ سکہ سماڌيءَ ۾ استٿ ٿيو.

**(گيان لهر چوٿين وويڪ چوٿين سميت پوري ٿي.)**



جنهن ۾ نه مول اگيان نه اسٿول سوکيم وغيره شرير، نه سمشٽ پڻو
نه ويشٽ پڻو آهي، نه ايشور نه سوتر آتما، نه ويراٽ آهي. ۽ نڪي
تنهنجي سروپ ۾ جيو پڻو نه پراگيه نه تيجس، نه وسو سروپ آهي.
جنهن ۾ نه ڀوڳ نه ڀوڳي نه ڀنڊ، نه ڀوڪيم آهي، اهو سڀ معاملو ٻڌيءَ
وغيره سوکيم شرير ۾ آهي، مگر آتما سروپ ۾ ڪجهه به نٿو ٿي سگهي. هيءَ
جو جاگرت ۽ پرپنچ پرڪاش سان ڀاسي رهيو آهي ۽ اهو به سڀ
ٻڌيءَ جو ولاس هڪ قسم جو کيل آهي. اهو ڪلپت سمجهڻ گهرجي.
جيئن سپني ۾ نه ڀوڳ نه ڀوڳڻ وارو آهي، پر تڏهن به هڪ اجرج روپ
سرشٽي، ڀوڳ ۽ ڀوڳيندڙ سڀ ٻڌيءَ جي خيال ڪري مٿيا ڀاسي اچن
ٿا. جنهن وقت سکوپت ۾ يا سماڌيءَ ۾ ٻڌي من وغيره لين آهن.
ته ان وقت ڪوبه تفاوت ڪونه ٿو ڀاسي. فقط هڪ روپ سونيه
(شانت) آتم برهم ئي ڀاسي ٿو. هي ششيه! اهڙي گهجهي گيان جو
جنهنجي هردي ۾ پرڪاش ٿيو آهي، تنهنجو اگيان روپي اندارو سڀ
ناس ٿي ويو آهي. انهيءَ کي هرهند سدا اسنگ، هڪ رس آتما
برهم سيم پرڪاش، پنهنجو پاڻ ئي ڀاسي ٿو نه ڪجهه پيو ڏسيو نه ٿيو
وندو، هيءَ جگت سڀ من جي ڪلپنا ماتر مٿيا آهي، ڪنهن
ڻ جيو آهي.

دوهرا — من اُنميش جگت پيو، پن اُنميش نشاي،
ڪهو جگت ڪت سنيوي، من هي جهان وليه

**ارٿ** — من جي ڦرڻي ڪري جگت ٿيو، من جي ڦرڻي شانت
ٿيڻ ڪري جگت ناس ٿيو وڃي، جيئن ته جنهن وقت سکوپت اوسٿا
۾ ٿي من لين آهي ته جگت جي بوءِ به نٿي ڀاسي. آخرين سڀ
برهم ۾ لين آهي. تنهنڪري هڪ ادويت برهم ئي ست آهي، سو
تنهنجو سروپ نتيه پراپت آهي. انهيءَ جي پراپتيءَ ۽ نورتيءَ جي اڇا
ڪرڻ وڏي ڀل آهي. هي شش گيان وان کي ڪا به اڇا (واشنا) ڪانه
ٿي ٿئي، ڀلي ڪٿي جيڪڏهن هو ٻڌي ۽ ڳالهائي ٿو ته به هو نڪي ٻڌي

اتر- هي ٻت! جستوطيڪ آتما گيان کان ٻوربن نه سدا مڪت ۽ برهم سروپ ئي آهي، ٻر گيان کان اگر آتماکي ڪرتا ۽ ڀوڳتا مڃي ڪري، ڪوڙن سکن جي ٻراپتيءَ ۽ ڏکن جي ناس ڪرڻ واسطي ايڪ ساڌن ڪري ٿو، جنهنڪري ڪليش کي ئي حاصل ڪري ٿو. جڏهن ڪو اڙو سچو ستگرو ملي ٿو، جو مهاواڪيه سميت ويدانتي وچنن جو اپديش ڪري ٿو، تڏهن انهن ويدانتي وچنن جي ٻڌڻ کان ٻوء اڙو گيان ٿئي ٿو ”مان آتما ڪرتا ۽ ڀوڳتا ڪونه آهيان“ بلڪ ”مان برهم سروپ نيارو آهيان“ يعني مون منجهه ڪجهه نه ڪرڻ ڪرڻي، اڪريه ۽ آنند روپ آهيان. اهڙيءَ طرح جاڻ ٿئي ٿو اهو گيان سو وويڪ، ويراڳ- سروڻ وغيره ساڌنن جو ڦل آهي.

ٻر ائين نه سمجهڻ گهرجي ته ڪو برهم جي ٻراپتي وڌانت جي شروڻ وغيره جو ڦل آهي. جو ته برهم آتما (ٻهنجو ٻاڻ) سروپ آهي اهو ته هميشه ٻراپت ئي آهي. باقي فقط وچ ۾ ٻولو ٻئجي ويو هو تنهن ٻولي کي ناس ڪرڻ لاء گيان جا ساڌن آهن. اهوئي انهن ساڌنن ۽ ويدانت سٽڻ جو ڦل ثابت ٿيو، تنهنڪري تون ٻهنجي سروپ ۾ ڪرتا، ڀوڳتا ۽ ڪرم ڪرڻ ڪجهه به نه سمجهه. ٻنجهه ڏشي شاستر ۾ وڏيارڻ سواميءَ ڪٿ ڪيو آهي ته جيڪر ٻاڻ منجهه ڪرتا ۽ ڪرم مڃي ٿو (يعني مان هي ڪرم ڪريان ٿو مون کي هيءَ ڦل ملندو وغيره) اهڙيءَ ريت ٻهنجي سروپ ۾ مڃي رهڻ اهوئي اگيان جو نيشان آهي. جنهن کي سروپ ۾ ڪراوپه ڪوئي، اهڪار ۽ ڪرتا ٻئي ٻاو کان جو نيارو، ٻهنجي شانت سروپ ۾ استٿ آهي سوئي گياني جڻجي ٿو. تنهنڪري تون ٻڻ ٻهنجي اصلي سروپ ۾ استٿ ٿي ٻڪو نشچو رک. هي شش تنهنجو سروپ سڀ ۾ وياپڪ، اکند برهم ۽ اسنگر آهي، اجنم، يعني جمڻ، مرڻ کان نيارو ۽ ڏسڻ کان ٻري، سڀني اندرين کان سوکيم ۽ خود الهڙ روپ آهي تنا رنگم روپ کان سواء ۽ نام روپ کان نيارو ۽ استي ڀاتي ٻريه سروپ آهي.

ويٺي. پيو جيئن مرگهه جل (رج جو پاڻي) پاسي ٿو پر اهو پرٿويءَ
کي ڪڏهن به ڀسائي آلو ڪري نٿو سگهي. جيئن نوڙيءَ ۾ نانگ
پاسي اچي ٿو پر جي ان مان بير کڻي اچي وجهي ته به زهر ڪونه
چڙهندو ۽ نڪا نوڙي ڏک واري ٿي سگهندي. تهڙيءَ طرح هي شش
مٿيا پرپنچ ۽ وهنوار ڪڏهن به تنهنجي سروپ آتما کي ڪونه بگاڙي
سگهندو. جيتوڻيڪ سڀ ڪجهه ڪريا ڪندي پاسڻ ۾ اچڻ ٿو،
پر تنهنجو سروپ ڪرتا هوندي به اڪرتا ۽ نيارو اسنگ آهي.
اهڙو جو اجرج روپ سوئي تنهنجو سروپ آهي. انهيءَ جو مطلب اهو
آهي ته برهم سان هڪ روپ استي، ڀاتي، پريه تنهنجي سروپ ۾ هيءُ
جيڪي پاسي رهيو آهي (اسٿول، سوکيم شرير ٽن جي شي اشي
ڪريا، تنهنجو ڦل جمڻ، مرڻ ۽ دک سک وغيره) سو سڀ اوديا
جي ڪري پاسي ٿو، مگر اهو ڪلپت ڀرم آهي. انهيءَ ڪلپت سامگريءَ
ڪري تنهنجو برهم پاءُ بگڙڻ جو ڪونهي. گيان کان پوءِ پاين ۾ آتما
برهم روپ ئي آهي. ساڳيءَ طرح يوگ واشسٽ ۾ وششٽ مني رامچندر
کي اپديش ڪيو آهي:-

دوهرا — جي جاڻي تو آپ هٿي، نهن جاڻي تو پي آپ
ان جاڻي ۾ دوت هٿي، مڌيه ڪال سنتاپ

...ي رام جي جي جاڻي ته به پاڻ برهم روپ آهي. جي نه ڄاڻي تڏهين
... برهم سروپ ئي آهي. باقي وجهه اگيان جي ڪري دک پائي ٿو اهو
اگيان ٿيڻ ڪري دک ناس ٿي وڃي ٿو. درحقيقت ۾ آتما ٽنهين ڪالن
(وقتن) ۾ آنند سروپ استت آهي انهيءَ سان نه شرير، نه شريرن جي
...رمن جو ڪو سنبنڌ آهي. بلڪ آتما هميشه مڪت آهي، انهيءَ جو
...هم سان ڪڏهن به ڀيد ڪونهي، اڀيد آهي.

**پرشن** — هي گرو مهراج! جيڪڏهن آتما نتيه مڪت برهم سروپ
... آهي ته پوءِ ڪرم اپاسنا کان ولي وويڪ ويراگيه وغيره ۽ سروڻ مڻن
...برهم گيان جي سادنن جو ضرور ڪهڙو آهي؟ اهي سڀ نشڦل ٿي ويندا.

**اتر** – هي پيارا! در حقيقت ۾ برهم ناليه يا جيتن نالو ۽ ڪوبہ ڪجھہ ۾ بٽي نتو سگهي فقط جگهيلوءَ جي سمجهائڻ لاءِ سڀئي نالا ڪلپت رکيا ويا آهن. واستو ۾ تہ تڪو ايشور آهي، تڪو جيو آهي، اڪا مايائي آهي، تڪو گيان نہ اگيان، ۽ تڪا ست نہ است آهي اهڙو جو اهرج سروپ جنهنجي مهما ڪٿن ڪري نٿي سگهجي سوئي تنهنجو سروپ آهي. ڪبهن سنت ٻڌ جيو آهي:-

دوهرا – اهو پتو ڪوبجتي لهون، رلچڪ انسو پرم،
ڪهان جگت ايشور ڪهان، يہ سب من ڪي ڌرم.

هي شش! اهڙي اڏول نشچي کي ڌارڻ ڪري، ادويت روپ ٿي شڌ چيتن برهم سروپ ۾ استت رهہ.



## وويڪ چوٿون (٣)

### (مٿيا پرپنچ ۽ ادويت برهم سان هڪ روپ ورنن)

دوهرا – وويڪ چوٿان اهو ڪهون، ڪلپت سب پرپنچ،
ايڪ ادويت برهم بن، دوسر روپ نہ رنچ.

**پرشن** – هي سگروا توهان مٿي جيو تہ هڪ برهم سروپ ست آهي، بيو سڀئي ڪلپت (مٿيا) آهي. تہ هي سوامي! برهم کان سواءِ اي مٿيا وستو ڇا تہ آهي تہ؟

**اتر** – هي شش! جيتوڻيڪ مٿيا (ڪلپت) وستو آهي پر اها اڏشتان کي ڪڏهن ڪونہ بگاڙيندي.

**درشٽانت** – جيئن ڪنهن راجا سپنو لڌو جنهن ۾ راڄ وڃائي بيڪاري ٿي پيو ۽ دردر ڀٽڻ لڳو، پر راجا سپني ۾ بکيا ڀٽڻ ڪري ڪو ڪنل يا ڪنگال ڪونہ ٿي پيو تڪا سندس ڪا راجائي ٽڳڙي

شش ويدن شاسترن ۾ جيه ۽دارٿ (وستو) انادي ورنن ڪيل آهن. ١- برهم ٢- مايا ٣- مايا ۽ برهم جو سنبنڌ ٤- جيو ٥- ايشور ۽ ٦- انهن جو ڀيد. اهي جي ڇهئي پدارٿ انادي ڄيا ويا آهن تنهن ۾ برهم جيئن سو اننت انادي آهي يعني جنهنجو انت ڪڏهن ۾ ڪونهي. ٻيا جي مايا جيو وغيره پنج پدارٿ سي شانت انادي آهن. يعني جن جو انت اچي، وڃي ٿو. جاڪاڻ جو گيان ٿيڻ کان پوءِ مايا، جيو، ايشور، ڀيد وغيره سڀني جو انت (ناس) ٿئي ٿو، تنهنڪري شانت انادي آهن.

پرشن— هي سوامي! انادي ڪيترن قسمن جي آهي؟

اتر— هي شش! انادي پنجن قسمن جي آهي ١- سروپ سين انادي ٢- پرواهه روپ سين انادي ٣- ڪلپت انادي ٤- شانت انادي ٥- اننت انادي. هي شش انهيءَ انادي واد (ڪٿن) تي شاسترن ۾ سوال جواب تمام گهڻا آهن انهن جو هتي سنڌيءَ ۾ وستار ڪري نٿو لکجي جو ته تمام ڪٺڻ آهي ۽ جگياسن کي انهيءَ جي ضرورت پڻ ڪانهي مٿي جيه پدارٿ جيڪي انادي ڄيا ويا تن ۾ هڪ برهم کي اننت انادي سمجهڻ ڪرڻ گهرجي ٻيا پنج پرواهه روپ سين ڪلپت انادي آهن انهن کي ئي شانت انادي ۾ ڄاڻجي ٿو جو گيان ٿيڻ بعد ليس ٿي وڃن ٿا.

## (پيو- مايا جو سروپ ورنن)

مايا جو سروپ نه ست نه اَست يعني ست ۽ اَست کان نيارو ٽئي قسم جو آهي، جنهنکي انر وچني مايا ۾ ڪري سڏ پيدا آهن. اما ست اَست کان نياري هن طرح آهي- جنهن وستوءَ جو ڪڏهن ۾ ناس نه ٿئي تنهن کي ست ڄاڻجي ٿو ته مايا ست ۾ ڪانهي جاڪاڻ نه گيان کان پوءِ مايا ليس ٿي وڃي ٿي. مايا کي اَست ۾ نٿو چئي سگهجي. جاڪاڻ نه اَست انهيءَ کي چئجي جا وستو ڏسڻ ۾ ئي نه اچي، جيئن سهي جا سڱ، وانجهيءَ جو پٽ، آڪاش جا گل ۽ ڪڇئونءَ جا وار اهي ڏسڻ ۾ ئي نٿا اچن جو نه اهي اصلي اَست آهن جنهنڪري انهن جي پرڪٽتي ۾

ڪانهي، پر مايا ترگيان کان پريائين جيئن جو تيئن پاسڻ ۾ پيئي اچي،
مايا جو ڪاريه به ڏسڻ ۾ پيو اچي. جيئن ته :- جاڳرت ۾ جيو جو ڪي ٿو ته
ان اگياني آهيان ۽ برهم ڪي نٿو ڄاڻان وغيره اهڙي طرح اها مايا پاسي
جي ٿي. سپني ۾ به ڪئين پدارٿ پاسن ٿا تن جو به اپادان ڪارڻ
مايائي آهي. وري سکوپت اوستا ۾ به اگيان پاسڻ ۾ اچي پيو، اگيان
مايا هڪئي شئہ آهي. اهڙيءَ طرح سان ٽنهين اوستائن ۾ مايا پاسڻ
اچي پيئي. تنهنڪري اِست به ڪانهي. اهڙي نمونيءَ ست ۽ اِست
ن نياري مايا تنهن جو ڪاريه پرپنچ به ست اِست کان وِلکڻ (نيارو)
ي. انهي ست اِست کان نياريءَ شئہ کي ويدانت مت ۾ مٿيا چون
۽ انر وچني نالي سان به سڏين ٿا.

**پرشن** — هي پڀوا مايا جو سروپ توهان ٻڌايو سو مون سمجهيو
اهيءَ توهانجي چوڻ مان به دويت (پيائيءَ جو ڀاڳو) ثابت ٿئي ٿو.
ڪارڻ ته هڪ برهم ٿيو ۽ ٻي مايا ڪاريه سميت اهي به وستو ٿيون ته
ت سڏ ٿيو.

**اتر**- هي پت! دويت تڏهن سڏ ٿئي جڏهن ٻئي پدارٿ هڪ
ست ۽ هڪبئي جا وروڌي (برخلاف) هجن. هتي ته ائين آهي ئي
نه. مٿي ڏيکاريل ويدن موجب مايا مٿيا آهي ۽ برهم ست آهي.
برهم ۾ ڪلپت طرح رهي ٿي. مطلب ته جهڙيءَ طرح برهم جيتن
سروپ آهي، تهڙيءَ طرح مايا ۽ سندس ڪاريه پرپنچ به ست
پ هجي ته پوءِ دويت به سڏ ٿئي. پر مايا ۽ سندس ڪاريه ست
ت ٻنهين کان وليکڻ هئڻ ڪري مٿيا (ڪلپت) آهي. انڪري
پدارٿن جو دويت ڪڏهن ڪونه ثابت ٿيندو. جيئن سپني جا
ي مٿيا آهن ته انهن جو دويت به ڪونهي.

**پرشن** — هي سوامي! جي دويت آهي ئي ڪونه ته پوءِ ٻالا ۽
يا ويا آهن؟

شش ويدن شاسترن ۾ ڇهه پدارٿ (وستو) انادي ورنن ڪيل آهن. ١- برهم ٢- مايا ٣- مايا ۽ برهم جو سنبنڌ ٤- جيو ٥- ايشور ۽ ٦- انهن جو ڀيد. انهي ڇهه ئي پدارٿ انادي ڄيا ويا آهن تنهن ۾ برهم جيتس سو اننت انادي آهي يعني جنهنجو انت ڪڏهن ۾ ڪونهي. ٻيا جي مايا جيو وغيره پنج پدارٿ سي شانت انادي آهن. يعني جن جو انت آهي، وڃي ٿو. جاڪاڻ جو گيان ٿيڻ ڪان پوءِ مايا، جيو، ايشور، ڀيد وغيره سڀني جو انت (ناس) ٿئي ٿو، تنهڪري شانت انادي آهن.

**پرشن**— هي سوامي! انادي گهڻن قسمن جي آهي؟

**اتر**— هي شش! انادي پنجن قسمن جي آهي ١- سروپ سين انادي ٢- پرواهه روپ سين انادي ٣- ڪلپت انادي ٤- شانت انادي ٥- اننت انادي. هي شش انهيءَ انادي واد (ڪٿن) ني شاسترن ۾ سوال جواب تمام گهڻا آهن انهن جو هتي سنڌيءَ ۾ وستار ڪري تو ڪجهي جو نه تمام ڪرڻ آهي ۽ جگياسن کي انهيءَ جي ضرورت ڀڻ ڪاڻهي مٿي ڇهه پدارٿ جيڪي انادي ڄيا ويا تن ۾ ڪ برهم کي اننت انادي سمجهي ڪرڻ گهرجي ٻيا پنج پرواهه روپ سين ڪلپت انادي آهن انهن کي ئي شانت انادي ۾ ڄڻجي ٿو جو گيان ٿيڻ بعد لين ٿي وڃن ٿا.

## (ٻيو- مايا جو سروپ ورنن)

مايا جو سروپ نه ست نه است يعني ست ۽ است ڪان نيارو انهي قسم جو آهي، جنهنکي انر وچني مايا ۾ ڪري سڏ پيدا آهن. اها ست است ڪان نياري هن طرح آهي- جنهن وستوءَ جو ڪڏهن ۾ ناس نه ٿئي تنهن کي ست ڄڻجي ٿو ته مايا ست ۾ ڪاڻهي جاڪاڻ ته گيان ڪان پوءِ مايا لين ٿي وڃي ٿي. مايا کي است ۾ ٿو ڄڻي سگهجي. جاڪاڻ ته است انهيءَ کي ڄڻجي جا وستو پيدا ۾ ٿي نه اچي، جيئن سهي جا سڱ، وانجهيءَ جو پٽ، آڪاس جا گل ۽ ڪچڙنءَ جا وار اهي ڏسڻ ۾ ئي ڪتا اچن جو نه اهي اصلي است آهن جنهڪري انهن جي پرلهتي ۾

# وويڪ ٽيون (۳)

## (مايا، ايشور ۽ شڌ برهم ٽنهين جو سروپ ورنن)

دوهرا- ڪهڙو ترتيه وويڪ ۾، مايا ايش سروپ،
ڪس تي اُپجي يه، برهم ڪهڙو شڌ روپ.

**پرشن-** هي گرو مهراج توهان مٿي مايا، ايشور ۽ شڌ برهم جيو سو ڪرپا ڪري ٻڌايو ته انهن ٽنهين جو سروپ ڪهڙو آهي؟

**اتر-** هي شش من کي ايڪا گر ڪري ٻڌ:— پهرين شڌ برهم جو سروپ— جيڪو جيو ۽ ايشور جي ڀيد ڀاو کان ٻري يعني جنهن ۾ نڪو جيو پڻو نه ايشور پڻو آهي انهن کي شڌ چيتن يا برهم چئجي ٿو. انهيءَ جي آسري تي مايا رهي ٿي جنهن کي برهم جو ڀاڃو يا شڪتي ۾ ڪٿي چئجي. سا مايا انادي آهي يعني جنهنجي آد (اُتپتي) ڪانهي. جيڪڏهن ڪو مايا جي اُتپتي انگيڪار ڪٿي ڪري ته ثابت ڪار تيندي چاڪاڻ ته مايا جي اتپتي ڇا منجهان جوڻ ۾ ايندي؟ نڪي مايا جي ڪاريه پرپنچ مان سنڌس اتپتي ٿي سگهي، اها ڳالهه ائين آهي جئين ڀتا جي اتپتي پت مان جئجي سا ٿي نٿي سگهي. جيڪڏهن ڪو جيو يا ايشور مان مايا جي اتپتي چوي ته به ٿي نٿي سگهي. ڇو ته ايشور پڻو ۽ جيو پڻو سو به مايا جي ڪري مايا جو ڪاريه (پيدا ٿيل) آهي. مايا جي نه هجڻ ڪري جيو ۽ ايشور جو سروپ ثابت ٿي نٿو ٿي سگهي. تنهن ڪري مايا جي اتپتي جيو يا ايشور مان نٿي ٿي سگهي. جيڪڏهن شڌ چيتن منجهان اتپتي چئجي ته به ڪار ٿي سگهندي. ڇاڪاڻ ته شڌ چيتن اسنگ، اڪريه ۽ نروڪار آهي. انهي مان مايا جي اتپتي مڃڻ ڪري چيتن کي وڪاري ۽ سنگ وارو چوڻو پوندو، سا ڳالهه ويدن جي برخلاف آهي. تنهنڪري مايا جي اتپتي ٿي نٿي سگهي انڪري مايا کي شاسترن ۾ انادي سڏيو ويو آهي اهو ثابت ٿيو. هي

**پرشن** — جي پريوا جيڪڏهن سنسار اصل ۾ آهي ئي ڪوڙ يعني مٿيا آهي ته پوءِ انهيءَ جي نورتيءَ لاءِ وري ڪيترا اپاءُ ڇو ٿا ورتا وڃن؟

**اُتر** — جي شش! جنهنءَ طرح ڪنهن ماڻهوءَ کي سپنو (خراب سپنا ايندا آهن جنهنڪري ڏاڍو وياڪل ٿيندو آهي. جيتوڻيڪ هو جاڳڻ کان پوءِ سمجهي ٿو ته هيءُ سپنو ڪوڙو آهي، پر تڏهن به انهيءَ جي نورتيءَ ڪرڻ (وري پيانڪ سپنو نه اچڻ) لاءِ اپاءُ ڪري ٿو. جيئن ته- ڪي نامي جو جلو پڙهائي پائين، ڪي رانجو سمهڻ وقت پير هٿ ڌوئي سمهندا آهن، ڪي صبوح جو اٿي ڄار ۾ هٿ پير مليندا آهن، ڪي ڪاڏاڏا يا دان پنج وغيره ڪندا آهن ته اهڙو خراب سپنو وري ڏسڻ ۾ نه اچي. تهڙيءَ طرح هيءُ سنسار به ڪوڙو سپني سمان آهي پر انهيءَ جي پرتيت ڪري اگيانين ماڻهن کي ڪليش وغيره دک ستائين ٿا جنهنڪري جيو ويچارا ڏاڍا وياڪل رهن ٿا. انهيڪري انهيءَ اڻ هوندي سنسار سپني سمان مٿيا هوندي به انجي نورتيءَ جو اپاءُ ڪرڻو ضرور پوي ٿو. جڏهن گيان روپي جاڳرت ٿئي ٿي ۽ آتما جو ساکيات ڪار اشجي ٿئي ٿو تڏهن ڀرم روپ سنسار ۽ دک ڪليش سڀ ناس ٿي وڃن ٿا. هي شش پيو تو مٿي سوال پڇيو هو ته برهم مان جگت جي اتپتي ڪيئن ٿي؟ انجو جواب ته برهم شڌ آهي تنهن مان جگت جي اتپتي ٿي نٿي سگهي. جاڪاڻ ته شڌ برهم اسنگ، نروڪار ۽ اڪريه آهي تنهن مان سنسار جي اتپتي هوڻ بلڪل اڻ گهٽي آهي. باقي جيڪو جيئن جو مايا سان مليل انش يعني ايشور تنهن مان سنسار جي اتپتي شاستر ڪارن ورلن ڪئي آهي. اهو هيٺئين روپ ۾ پڙهندا.



ڪٿي نہ وري سڀني جي اپتي گڏ پرميشور مان چيل آهي، يعني درجي بہ درجي نہ ٿيل آهي، وري شريمد ڀاڳوت ۽ گرنٿ صاحب پڻ ڪير سمنڊ ۾ شري نارائڻ ڀڳوان جي نابيءَ (دن) مان ڪنول پيدا ٿيو انهن مان پهرين برهما ٿيو انهيءَ جي سنڪلپ سان ست رشي چار مني پيدا ٿيا وغيره اهڙي نموني اپتي چيل آهي. هي شش اهڙيءَ ريت جدا جدا نمونن سان جڳت جي اپتي ويدن، شاسترن ۾ ڄڻي ويئي آهي. اها فقط جگيياسن کي سمجهائڻ لاءِ آروپ (اڻ هوندي بناوت) ٿيل آهي ۽ آخرين مطلب اهوئي آهي تہ جڳت ڪوڙو (مٿيا) ڏسڻ ماتر آهي. مثلا جيئن مرگ جل (رڃ جي پاڻيءَ) جي ماپ ڀري ڪان جيڪو جيتري ٻڌائي انجي اوتري لهي اجهي ٿي. پر واستو (در حقيقت ۾) تہ ڪوڙو پڻ آهي. ساڳيءَ ريت هيءَ سنسار بہ سمجهڻ گهرجي ۽ انهيءَ جي جدا جدا نموني اپتي ٿيڻ جي ڳالهين ۾ سنسا ۽ شڪ شبهہ آڻڻ وڏي ڀل آهي. ڇاڪاڻ تہ ويدن شاسترن جو مطلب پڻ سنسار جي مٿيا رچنا ڪري انجي اڏائڻ ۾ آهي.

درشٽانت — جئين ڪنهن خوشيءَ جي واسطي بارود جو هاٿي اڏائڻ لاءِ ٺهرايو، تنهن جو ڪن يا پڇ ڪو ڏنگو ڦڏو ٿي پوي تہ انهيءَ جي سوڌي ڪرڻ لاءِ اپاءُ نٿو ڪري، فقط هن جو مطلب آهي باهہ ڏيئي اڏائڻ ۾. تهڙيءَ طرح برهم جي ادويت گيان ٿيڻ واسطي ۽ پرپنچ جڳت جي ناس ڪرڻ لاءِ، برهم ۾ پرپنچ جو آروپڻ ڪيو اٿن. سو بہ هڪ نموني ناهي، ڪنهن ڪهڙيءَ طرح پرپنچ جي بناوت جو ڪٿن ڪيو آهي تہ ڪنهن ڪهڙيءَ ريت جڳت جي اپتي ٻڌائي آهي. انهيءَ مان ائين سمجهڻ گهرجي تہ ويدن شاسترن جو مطلب پرپنچ جي اڏائڻ (ناس ڪرڻ) ۾ آهي نڪي اپتيءَ ۾. ان سبب ڪري ئي ويدن شاسترن ۾ جڳت جي اپتيءَ جو رستو هڪ نموني ٻڌائڻ لاءِ اپاءُ ڪونہ ڪيو آهي مگر جنهن جگياسوءَ جيئن سمجهيو آهي تنهن کي تنهن نموني سمجهايو ويو آهي.

نرواڻ پرڪرڻ ۾ وشسٽ منيءَ درشٽي سرشٽي واد جڳيءَ طرح ورنن ڪيو آهي، مطلب ته سنسار اڻ هوندو ڀرم آهي ۽ پيدا ڪونه ٿيو آهي. جيڪو سنسار جي پيدا ٿيڻ جو رستو ٿو ڳولهي سو ڄڻ رڃ جي مٿيا پاڻيءَ ۾ ڪپڙا ڌوئي ٿو نچوڙي. مثلاً جيئن ڪو ماڻهو آڪاش جا گل پٽي هار ناهي سنڌ جي ڀت کي ٿو پائي. جيئن ڪوسنڌي جي سڱن مان تير ڪمان ٺاهي وانجهه جي پٽ سان لڙائي ڪري. اهڙيءَ طرح سنسار جي اتپتيءَ جو رستو سمجهڻ گهرجي. مطلب ته جيئن مٿيون ڳالهيون اڻ ٿيڻيون آهن، ايئن سنسار جي پيدا ٿيڻ جو رستو جوڙڻ به اڻ هوندو آهي.

**پرشن** - هي سوامي! توهان جا وچن هڏي موڪي وڏو سنسو ٿو پيدا ٿئي. ڇاڪاڻ ته ويدن اپنشدن ۽ شاسترن وغيره ۾ جڳت جي اتپتيءَ جا رستا گهڻن ئي نمونن سان ورنن ٿيل آهن سي سڀئي ڪوڙا ٿي پوندا!

**اتر** - هي پيارا! جيتوڻيڪ ويد اپنشدن ۾ جڳت جي پيدا ٿيڻ جا گهڻا رستا (نمونا) ڄاڻايل آهن پرلڏهن ۾ ويدن جو ڪو جڳت جي پيدا ڪرڻ ۾ مطلب ڪونهي، پاڪ ادويت برهم ڄاڻائڻ واسطي ۽ جڳت جي ناس ڪرڻ لاءِ ڪنهن اپنشد ڪهڙيءَ طرح ڪنهن ڪهڙيءَ طرح اتپتيءَ جو آروپڻ ڪٿي ڪيو آهي. سو به فقط جگياسوءَ کي سمجهائڻ واسطي آهي. ۽ جڳت جي اتپتي ڪري ٻڌائڻ ۾ ويد اپنشدن جو ڪو به مطلب ڪونه آهي. ڇاڪاڻ ته جڳت هڪ قسم جو ڀرم آهي. جيڪڏهن جڳت ڪا پدارٿ (وستو) سچي ها ته انهيءَ جي اتپتي ويد شاستر جدا جدا نموني سان نه چون ها. ڏسو شام ويد جي ڇاندوگيه اپنشد ۾ ته ست سروپ پرماتما منجهان پهرين اگني پوءِ جل پرٿوي وغيره درجي به درجي يعني هڪ ٻئي منجهان نمبر وار اتپتي ڄاڻايل آهي. وري يجر ويد جي تيتريءَ اپنشد ۾ پهرين آڪاش پوءِ هوا، اگني جل ۽ پرٿوي، درجي به درجي هڪ ٻئي مان اتپتي لکيل آهي.

پنهنجي سچي جي ڏيهه کي ست جاڻين ڏيهه وڃائي ٿو، جيئن اونده ۾ ڪو ماڻهو بند کي چور سمجهي ڊڄي ڪائي ٿو، جيئن سج لٿي جو ماڻهو نوڙيءَ کي نانگ سمجهي ڇرڪ پري ٿو. انهيءَ ريت جيو ۾ اوبچار ڪري اناتما پدارٿن کي ست، سندر ۽ آنند ڏيڻ وارا سمجهي انهن ۾ اٽڪي پاڻ سروپ کان پلجي دکي ٿيو آهي.

پنهنجي سچدانند سروپ جي وسارڻ ڪري ئي برهم مان جيو، جيئن مان جڙ آتما مان اناتما، اونڪار مان اهنڪار بڻي، اسر ۽ جسر (نام روپ) ۾ گرفتار ٿي ٽن تاپن جا دک پوڳي رهيو آهي. تنهنڪري هي شش تون پڪو نشچو رک ته مان ٽن تاپن وغيره کان نيارو نت سک سروپ ۽ ساکي آهيان. انڪري سڀئي دک دور ٿي ويندا.



# وويڪ ڀبون (۲)

## (سنسار جو پيدا ٿيڻ ۽ سروپ ورڻن)

دوهرا — ورڻو ڏيه، وويڪ ۾، رچنا پهر وڌ سنسار
ششير سنسو دور ڪرڻ، ويدن ڪو ڪهه سار

**پرشن** — هي گرو مهراج! برهم سرپ جي اگيان هٿڻ ڪري جو برهم مان سنسار پيدا ٿيو، سو ڪريا ڪري ٻڌايو ته ڪهڙيءَ ريت سان ٿيو يعني ڀرين جا ۽ پوءِ جا جا ٿيو؟

**اتر** — هي شش! جهڙيءَ طرح سچي جي اپنيءَ جو ڪو رستو ڪونهي، ائين ئي پڪدم اڻ هوندو پيدا ٿيل ڀاسي اچي ٿو. تئين هيءَ مثيا جڳت به پرم ڪري اڻ هوندو اوچتوئي ڀاسي آيو آهي، انهيءَ ... ڪو رستوئي ڪونهي. ساڳيءَ طرح يوگ، شاستر جي

**پرشن** – هي ستگروا توهان مٿي ٽي تاپ ٻڌايا آهي ڪرپا ڪري ٻڌايو ته ڪهڙا آهن؟

**اتر** – هي شش! تاپ معني دک سو ٽن قسمن جو آهي. هڪ اڌياتم، ٻيو اڌ ڀوت، ٽيون اڌ ديو تاپ (دک) آهي. انهن جو ارت هن طرح آهي ته ١ – اڌياتم (جنهن ۾ آتم ايمان آئون ٻڌو ٿئي سو) جيڪو شرير ۽ اندرين ۾ وياڌي ۽ (بيماري ۽) ۽ ڀکر اڄ وغيره ڪري دک ٿئي ٿو، اهو اڌياتم تاپ آهي. اهو وري ٻن قسمن جو آهي هڪ آڌي (من جو دک) ٻيو وياڌي (شرير جو دک) ڪري سڏبا آهن.

٢ – اڌ ڀوت (جنهنجو دک ڏيندڙ ڏسڻ ۾ اچي ٿو سو) جهڙوڪ ٻاهريان ڀوتڪ پدارٿ يعني چور، شينهن يا نانگ وغيره جي دوارا جيڪو دک ٿئي ٿو سو اڌ ڀوتڪ تاپ سڏجي ٿو.

٣ – اڌ ديو (جنهنجو دک ڏيندڙ ڏسڻ ۾ نه اچي سو) جيڪو ديوتائن جي دوارا دک ٿئي جهڙوڪ گهڻي گرمي گهڻي سردي، هوا جو طوفان، ڌرتي ڌڙڻ، پليگ ڪالرا گهڻي برسات ڏڪار ۽ گرهه وغيره دک ديوتائن جي دوارا آيل ٿين ٿا، اڌ ديو تاپ سڏجي ٿو. هي شش اهي ٽي تاپ آهن جن ۾ جگت جا منش اگيان هيٺ ڪري رات ڏينهن جلي رهيا آهن. انهن جو ڪارڻ اگيان آهي. جڏهن پورڻ گيان کي پراپت ڪبو تڏهن اهي سنسار جا دک ناس ٿي ويندا. جا ڪارڻ ته جنهن آتما سروپ جي اگيان (نه ڄاڻڻ) ۽ اوچار ڪري جيو پاڻکي دکي ٿيو آهي، سو وري وچار دوارا انهيءَ آتما سروپ کي ڄاڻڻ ڪري ئي دائما سکي ٿئي ٿو. جيسين ٻارڻ کي جيڻ جو ليڻ نه ڄاڻندو، تيسين پيائيءَ ۾ پڻ جي دک ئي دک پائيندو رهندو. جيڻ ڪنهن شش محل ۾ پهچي پاڇي کي ٻيو ڄاڻي ٻارڙا کي ڦٽي دک پائي ٿو، جيڻ ٻالڪ ٻنا وچار جي پنهنجي پاڇي کي ڀوت سمجهي پڻ ڪائي دکي ٿئي ٿو، جيڻ شينهن کوهه ۾ پنهنجي پرڇانب کي ڏسي ٻيو شينهن ڄاڻي سر وڃائي ٿو، جيڻ جيو سڀني ۾ اوچار ڪري

# گيان لهر چوٿين - ۴

## ڪـوت

چؤٿين گيان لهر جان، تين ٿاپ ڪر هان،
نج روپ ڪو پڇان، اکنڊ سکهہ پائيي،
ديست جـڳت جو ڏُوَ، نمت نہ تاڪو ڪوڏُوَ،
ياسي مٿيا ڀرم سوڏُوَ، من نہ ڏلائيي.
مايا س اناد جوءِ، ايش جهو ٿاتي هوءِ،
برهم شـڌ سيم سوءِ، وڪار نہ پائيي.
اڌيست ڪو اڌشٽان، سوئي روپ ٿاهن مان،
ڪهول ڪرشن ڏيان، ڏر ديت ڀاڄيي.



## وويڪ پهريون (۱)

(ٽن تاپن جو سروپ ۽ ناس ٿيڻ ورڻن)

دوهرا - وڏو چترت گيان اپ، پرٿم ٿاهن وويڪ
ٿاپ ٿين سروپ تنهن، ڪارڻ ناشڪ ايڪ

آنند روپ ۽ ادويت روپ آهيان“ بلڪ اٿين ڄاڻندو ته ”مان دکي ۽ ايشور کان جدا آهيان “ اهڙيءَ طرح ڀاسڻ، اهو اڻاتما جو آتما ۾ اڌياس (ڀرم). آهي. وري آتما جا جي ڌرم ست ۽ چت بطور، انهن ۾ لکشڻ اڻاتما جي است ۽ جڙ هئڻ کي ڏکي ڇڏيو آهي. انهيءَ سبب ڪري ئي اڻاتما پدارٿ (اهنڪار کان وٺي لنگ شرير سميت جيڪي آهن) سي اٿين ڀاسن ٿي ته ”است ۽ جڙ روپ آهن“ بلڪ اٿين ٻيو معلوم ٿئي ته هميشه ”ست ۽ چيتن روپ آهن“ اهڙيءَ طرح ڀاسڻ اهو آتما جو اڻاتما ۾ اڌياس آهي انهيءَ طرح آتما ۽ اڻاتما جو برابر (ڪ ٻئي ۾) اڌياس آهي. انهيءَ ڪري ئي الٽيا اڌياس جنمجي ٿو. هي شش! انهن اڌياسن (ڀرانتين) جي ڪري ئي هيءُ جيو ٽن تاپن (ڏکن) ۾ تپي ۽ ڏکي ٿئي ٿو، تنهنڪري انهن اڌياسن کي ڪلپت (مٿيا) ڄاڻي، ناس ڪجي، جنهن ڪري سڀني ڏکن کان ڇٽي وڃجي. ڀيڻيجي آتم سروپ گيان لاءِ رکجي ورري ڪنهن نه ڀلجڻ کپي.

(گيان لهر ٽين وويڪ چوڏهين سميت پوري ٿي.)



۽ ٿوري ۾ هڏيءَ واري کي سمجهڻ ۾ مشڪل ٿي پوندو. جي
ڪنهنکي وڏيڪ ڏسڻ جي خواهش هجي ته "نياءِ پرڪاش" ۽
پرياڪر" شاسترن ۾ ڏسي سگهي ٿو. هتي مطلب ماتر ڏنايو ويند
**پرشن** — هي پڀو! سيٺي اڌياسن ۾ مکيه اڌياس ڪهڙ
جنهنجو سيٺي اڌياسن سان لاڳاپو هجي ۽ سولو سمجهي مطلب
ڪري سگهجي؟
**اتر** - هي پٽ! اهو انوانيا اڌياس آهي. سو هيٺ ورنن ڪ
ٿو. انوانيا معنيٰ پرسپر (هڪ ٻئي ۾) ۽ اڌياس معنيٰ ڀرم يعني ڀن جو ه
ٻئي ۾ اڌياس ٿيڻ تنهنکي انوانيا اڌياس چئجي ٿو.
**پرشن** — هي سوامي! ڪرپا ڪري ڏنايو ته آتما ۽ اناتما جي مڊ
ٻئي ۾ انوانيا اڌياس ڪهڙيءَ طرح آهي؟
**اتر** - هي شش! انوانيه اڌياس ۾ پرسيائين مثال ڏڏ:- جهڙيءَ طرح
لوهه جو ٽڪر چورس ۽ ڊگهو هجي اهو جنهن وقت باهه ۾ تپي لعل ٿي
وڃي ٿو ته ان وقت انهيءَ مڃجهه اگني به چورس ۽ ڊگهي پيئي ڀاسڻ
۾ اچي. جيتوڻيڪ چورس پڻو ۽ ڊگهائي اگنيءَ ۾ ڪانه آهي پر لوهه
سان سنبند ڪري لوهه جي چورس ۽ ڊگهائيءَ جو اڌياس باهه ۾ ڀاسي
ٿو. پڻو جو ان وقت لوهه ۾ ساڙڻ جي شڪتي ۽ لعل روپ پرتيت ٿئي
ٿو سو در حقيقت لوهه جو ڪونه آهي پر باهه سان سنبند ڪري
اهو باهه جي ڌرمن جو اڌياس لوهه ۾ ڀاسي ٿو. تهڙيءَ طرح سدائت ۾
آتما جا چار وشيشڻ يعني لڪشڻ آهن. ا- ست ٢- چت ٣- آنند ۽
٤- ادويت پڻو. اهڙيءَ طرح چار وشيشڻ (لڪشڻ) اناتما جا آهن ا- است
٢- جڙ ٣- دک، ٤- دويت پڻو. ان ۾ اناتما جي وشيشڻن آتما جي
شيشڻن کي ڍڪي ڇڏيو آهي ۽ آتما جي وشيشڻن اناتما جي وشيشڻن
ي ڍڪيو آهي. اهو هن ريت آهي:- اناتما جا جيڪي ڌرم دک
دويت پڻو انهن ۾ لڪشڻن آتما جي آنند ۽ ادويت کي ڍڪي ڇڏيو
ي. انهيءَ سبب ڪري آئي آتما ۾ انهن محسوس نٿو ٿئي ته "مان

جي جا وشيہ مٿيا وستو ناٽڪ وغيرہ (جيئن تہ نوڙيءَ ۾ نانگ جي ڀرانتي ٿئي ٿي تہ انهيءَ ڀرانتيءَ جي وشيہ نانگ آهي ۽ سپيءَ ۾ چاندي ڀاسي ٿي تہ ان ڀرم جي وشيہ چاندي آهي) تنهنڪري ارٿا اڌياس جنهنجي ٿو (ارٿ معنيٰ وشيہ يا وستو تنهن ۾ اڌياس معنيٰ ڀرم)، سو گيان اڌياس جي معنيٰ هئي:- مٿي جيڪا ڀرانتي گيان جي وشيہ مٿيا وستو ناٽڪ، چاندي وغيرہ تنهنجو ٻرتڪ ڀاسي اچڻ يعني مٿيا ڀرانتيءَ جو گيان اپجڻ تہ هيءُ نانگ وغيرہ آهي، تنهنڪري گيان اڌياس جنهنجي ٿو. تهڙيءَ طرح سدانند ۾ هيڏيئن زيت سمجهڻ گهرجي تہ آتما ۾ ني شرير ۽ شريرن جي ڌرمن جي ڀاسي اچڻ جي ڀرانتي ٿئي ٿي، انهيءَ جي وشيہ جا مٿيا وستو شرير وغيرہ آهن، سو ارٿا اڌياس آهي. تنهن مٿيا وستوءَ جو گيان ڀاسي اچڻ، سو گيان اڌياس آهي. جيو تہ جڏهن مٿيا گيان ڀاسي ٿو تڏهن تہ مڃي ٿو تہ مان شرير آهيان ۽ جمڻ مرڻ وغيرہ (شريرن جا ڌرم) سڀ مون منجهہ آهن. اهڙيءَ طرح ڪوڙي ڀرانتي گيان کي گيان اڌياس جنهنجي ٿو. اهو ٻن قسمن جو اڌياس ورتل ٿي چڪو. لن ۾ ارٿا اڌياس وري ڇهن قسمن جو آهي. (١) ڪيول سنبند اڌياس (٢) سنبند سميت سنبنڌيءَ جو اڌياس (٣) ڪيول ڌرم اڌياس (٤) ڌرم سميت ڌرميءَ جو اڌياس .(٥) انيونيا اڌياس (٦) انيتر اڌياس، انهيءَ پيد ڪري اڌياس ڇهن قسمن جو ٿيو. (ڪي شاستر ڪار وري هڪ سروپ اڌياس ٻيو سنسرگ اڌياس انهيءَ پيد ڪري ارٿا اڌياس ٻن قسمن جو چون ٿا.) تهن ۾ مٿيون ڇهن نمونن وارو اڌياس انهن جي انترگت يعني اندر اچي وڃي ٿو. ان کان سواءِ مٿي ١٢ ورتڪ ۾ ورتل ٿيل ٻنهي قسمن جون ڀرانتيو وغيرہ سڀيئي انهن اڌياسن جي اندر آهن.

**نوٽ** - اهڙيءَ طرح ٻيا ۾ اڌياس گهڻا آهن جهڙوڪ آوپاس اڌياس، تد آتم اڌياس، ۽ لکت رسا اڌياس وغيرہ. هي شش اڌيون اڌياس، جو جي وستار هتي ڪولي نڪبو تہ ٻستڪ تمام گهڻو وڌي وينده

تولا ٿي. جنهن ڪري صراف ڀڳت کي انهي مورتن جا پئسا هڪ جيتر
ڏيڻ لڳو. تنهن تي ڀڳت کي ڏاڍا خار لڳا، سو ڪيس چوڻ لڳو ته ڀائي
تو سمجهيئين! هُو ديوتا جو ايمان ڪري. ڪئي جيترو تو ملهه ڪرين
تنهن تي صراف نمرتا سان چوڻ لڳو ته سائين معاف ڪجو مهنجي نظر
ڪٿي يا گٽيس ڏاڍهن ٻاڪل ڪانه آهي، مون ناڻو ڪيتيو آهي سون
جو. باقي جي گٽيس آهي تبه تنهنجي لاءِ جي ڪٿو تبه تنهنجي
درشٽيءَ ۾، مان ته صرف سون ئي ٿو سمجهان.

**سڌانت**— تهڙيءَ طرح ويچار درشٽيءَ ڪري گيانوان اسٿي،
ٻانيءَ ۽ ٻرنه سروپ برهم ئي سڀ سمجهن ٿا، نالا ۽ روپ (آڪار) سڀئي
الهيءَ ۾ ڪلپيت جاڻن ٿا. هي شش! انهيءَ طرح سون ۽ گهڻن جي ڀاسي
اچڻ واري درشٽانت سان برهم کان جدا جڳت ست پڻي جي ڀرانتي ناس
ٿئي ٿي. انهيءَ مٿين طرح پنجن قسمن جي ڀرانتي روپ سنسار پنجن
درشٽانتن سان ناس ٿيو، سڀئي برهم ثابت ٿيو.



# وويڪ چوڏهون (١٤)

**آتم اناتم لڪشڻ ۽ اڌياسن جو سروپ ۽ ١٣ قسمن جو ورنن**

**دوهرا**— وويڪ چوڏهن ۾ ڪهون، روپ اڌياس وستار،
آتم اناتم لڪشڻ ڪهه، ڪرهون شڪ نوار.

**پرشن**— هي گرو مهاراج! توهان مٿي ڏهين وويڪ ۾ اڌياس جو
ڪندي مکيه اڌياس ٻن قسمن جو ٻڌايو. هڪ ارٿا اڌياس ٻيو
اڌياس هاڻي ڪرپا ڪري انهن جو ارٿ جنهيءَ طرح کولي سمجهايو؟

**اتر**— هي شش! پهريائين ارٿا اڌياس جي معنيٰ ٻڌ:- ڀرانتي گيان

**پرشن** - سون ۽ گهڻن جي پرڪيتيءَ واري درشٽانت سان جڳت جدا ۽ ست هئڻ جي پرالتي ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟

**اتر** - جهڙيءَ طرح سون مان گهڻا ٺهن ٿا ۽ انهن گهڻن ۾ سون ڪارڻ ڪارڻ ڀاو ڪري هيو گهڻن جي نالن ۽ آڪارن ڪري سون سان پيد ڀاسي ٿو، سو ڪلپت (مثيا) آهي. جاڪاڻ ۽ سون ڪان ڌار گهڻن جو سروپ ۽ هستي ڏسڻ ۾ ئي ڪانه ٿي اچي. اهڙي نموني ويچار درشٽيءَ سان ڏسبو ته واستو ۾ سون ۽ گهڻا ايڪ (هڪ روپ) آهن، جنهنڪري سون کان جدا گهڻن جي ستا ڪانه آهي.

سدانت - تهڙيءَ طرح برهم ۽ جڳت جو ڪارڻ ۽ ڪارڻ ڀاو ڪري هيو ويشيشڻ (لڪشڻ) جي تفاوت ڪري پيد ڀاسي ٿو، سو ڪلپت آهي، ڪارڻ ڪارڻ جوئي سروپ آهي. ويچار ڪري ڏسجي ته چيٽن جي آسري، ٻائي ۽ برهم سروپ کان جدا نالو، روپ جڳت سچو ثابت نٿيئي ٿو، بلڪ مثيا ثابت ٿئي ٿو. اهو اصل نيم آهي ته جا وستو جنهن ۾ ڪلپت آهي سا وستو ان ادشٽان کان جدا ۽ اسٽ (هستي روپ) ڪانه ٿي سگهي ٿي. انڪري برهم جو جڳت سان واستو ۾ ايڪ آهي. تنهنڪري برهم کان جدا جڳت ست ڪوٺبي، سچو هٿو سڀ برهم جو آهي، ٻيو جيڪي ڪلپت آهي سو سڀئي مجهس لين آهي، تنهن ڪري سڀ هڪ روپ آهي.

درشٽانت - هڪڙو غريب ڀڳت گڻيش ديوتا جي پوڄا ڪندو هو، اوچتو ڪيس اچي تيرٿ ياترا ڪرڻ جو شوق جاڳيو، پر وٽس پئسو ڪونه هو جنهنڪري سوچيندي سوچيندي دل ۾ هڪ رٿ سمجهه آئي ته گهر ۾ گڻيش ڀڳوان ۽ ان جي واهن (ڪوئي) جون ٻه مورتون سونيون رکيل هيون، سي جو ڪنهن صراف کي وڪڻي پنهنجي مطلب پورو ڪريان، مورتون هيون تيرٿن تي ملي وينديون. اهو خيال ڪري اهي مورتون کڻي ويو صراف وٽ. صراف مورتون توريون ته ٻنهين جي تور هڪ جيتري پنج پنج

جي اصلي سروپ کي نہ ڀاتو. ان ڪري اُن ورتيءَ کان آورڻ (اگيان جو پردو) دور ٿي نہ سگهيو. (ورتيءَ جو اهوئي ڌرم آهي نہ وستوءَ جي مٿان آورڻ دور ڪرڻ انهيءَ جي سمجهاڻي اڳتي جڳهيءَ طرح لکيل آهي) جڏهن نوڙيءَ تان آورڻ دور نہ ٿيو تڏهن نوڙيءَ ۾ جو وياپڪ چيتن جنهنجي آسري ٿولا اوديا آهي تنهن اوديا ۾ اچي زارلو ٿيو جنهن ڪري پريڻام پائي يعني پلٽجو ڪائي نانگہ روپ ڌارڻ ڪيائين. اهو نانگہ اوديا جو پريڻام يعني وڪار آهي. جيئن کير جو پريڻام (وڪار) ڏڌ ٿي پوي ٿو. تيئن فقط اوديا جو پريڻام نانگہ سمجهڻ گهرجي، نوڙيءَ جي اپاديءَ واري چيتن ۽ نوڙيءَ جو پريڻام (وڪار) نہ آهي. ٺهڙيءَ طرح مٿئين درشٽانت جو سڌانت هن ريت آهي تہ برهم چيتن جي آسري تي جا مولا اوديا رهي ٿيءَ (اوديا جا قسم ۽ سروپ اڳتي ڏيکاريل آهن) تنهن اوديا ۾ پرالبڌ ڪرمن وغيره ڪارڻ ڪري اچا پيدا ٿئي ٿي جنهن ڪري جڙ چيتن جيو، (چد آياس) پرپنچ روپ وڪار کي ڌارڻ ڪري ٿي. تنهنڪري اهو پرپنچ اوديا جو پريڻام (وڪار) سمجهڻ گهرجي، ادشٽان برهم چيتن جو وڪار نہ آهي بلڪ وورت آهي (اصلي سروپ کي نہ ڇڏي ۽ ٻئي روپ ۾ ڀاسي تنهنکي وورت چئجي ٿو) يعني اوديا جو پريڻام ادشٽان جيتن کي ڍڪي ڇڏي ٿو. جيئن مٿي درشٽانت ۾ نوڙيءَ کي ڪلپت نانگہ ڍڪي ڇڏيو، جئن پاڻيءَ جو ڇارو پاڻيءَ جي آسري رهي ٿو وري پاڻيءَ کي ئي ڍڪي ڇڏي ٿو، جڳهہ ۾ اندر اونده جڳهہ جي آسري رهي وري ان جڳهہ کي ئي ڍڪي ڇڏي ٿي. ٺهڙي طرح برهم جيتن جي آسري اوديا رهي وري جيتن کي ڍڪي ڇڏي ٿي. سا ۾ جيتن جي جيتري انس ۾ اوديا اپاڌي آهي اوتري انس کي ڍڪي ٿي ۽ هيءَ پرپنچ ۾ ان اوديا جو پريڻام (وڪار) آهي، چيتن آتما ۾ ڪوبہ وڪار ڪونهي. اهو هميشہ نيارو ۽ نروڪار آهي. اهڙيءَ طرح هي شش! نوڙيءَ ۾ ڪلپت نانگہ جي درشٽانت سان وڪار پرانتي ناس ٿئي ٿي.

ھٽي جي پراپتي ناس ٿئي ٿي.

**پرشن** – گھٽ آڪاش جي درشٽانت سان سنگ پراپتي ڪيئن ناس ٿئي ٿي؟

**اتر** – جيئن طرح گھٽ (گھڙي) ۾ آڪاش آهي، اھو جيتوڻيڪ گھٽ جي سنگ ۾ پاسي ٿو ۽ گھٽ جا جيڪي ڌرم:- پيدا ٿيڻ، ناس ٿيڻ، اچڻ، وڃڻ، اوندو يا پاسيرو يا سڌو ٿيڻ وغيره جي ڌرم آهن سي گھٽ (گھڙي) جا آهن، آڪاش کي سپرش ڪري نٿا ڪن، انڪري آڪاش نيارو يعني اسنگ آهي، ۽ گھٽ جي اپاڌيءَ ڪري آڪاش جو سنگ (گھٽ آڪاش جو سمبنڌ) ڀاسڻ ۾ اچيتو سا پراپتي آهي.

سڌانت – تهڙيءَ طرح شرير وغيره جي اپاڌيءَ ڪري آتما کي جنم ناس سان گڏيو وڃي ٿو ۽ آتما جو ٻين شرير سان سنگ (سمبنڌ) ڀاسڻ ۾ اچي ٿو، ۽ شرير جا جي ڌرم:- آئون منھنجو ھٽو، جمڻ، مرڻ وغيره سي آتما کي سپرس ڪري نٿا ڪن. ڇاڪاڻ ته شرير وغيره ڌرم درشير (ڏسڻ ۾ اچڻ وارا) آهن ۽ آتما درشتا (ڏسڻ وارو) آهي، ان ڪري آتما شرير وغيره کان نيارو يعني اسنگ آهي. جنهن صورت ۾ آتما شرير ڪونهي ته آتما جو شرير سان آهنتا (آئون يا مان) روپي سمبنڌ ڪونهي ۽ جنهن صورت ۾ شرير پنهنجي ڀوڳن جو آهي ته ان سان آتما جو ممتا روپي سمبنڌ به نٿو ھٽي. تنهن ڪري شرير وغيره کان آتما نيارو (اسنگ) ثابت ٿيو، ھرجو انهيءَ ۾ آهنتا، ممتا روپ سمبنڌ ڀاسڻ، سا پراپتي آهي. اهڙي طرح گھٽ آڪاش جي درشٽانت سان سنگ پراپتيءَ جو ناس ٿئي ٿو.

**پرشن** – (جوٿين) نوڙيءَ ۾ ڪلپت نانگ جي درشٽانت سان وڪار پراپتيءَ جو ڪيئن ناس ٿئي ٿو؟

**اتر** – جيئن طرح نورڙي انڌاري ۾ نوڙي ٻيل مجهي، انکي ڏسڻ واسطي اکين جي دواران اتھڪرڻ جي ورتي نڪري ٿي، انهيءَ ورتيءَ (خيال) انڌڪار يا ڏنڊ وغيره دوش جي ڪري نوڙيءَ

**اتر**- هي ٻئي آرسيءَ ۽ پرتبمب ۾ بمب جي درشٽانت سان
پيد ڀرانتيءَ جو ناس ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ پيد ڀرانتي پنجن قسمن جي
مڃڻ ڪري ان ۾ پنجن درشٽانت ڏيڻ گهرجن پر پيد جي ناس ڪرڻ
۾ هيءُ آرسيءَ وارو درشٽانت ئي ڪافي آهي. جي ڪنهن کي
وڌيڪ وستار سان ڏسڻو هجي ته ويچار ساگر شاستر ۾ ٽئين ترنگ جي
لٺيءَ ۾ ڏسي سگهي ٿو. ٻيو سفيد مٽيءَ ۾ لعل ڪپڙي جي لاليءَ جو
ڀاسي اچڻ. انهيءَ درشٽانت سان ڪرتا ڀوڳتا پڻي جي ڀرانتيءَ جو ناس
ٿئي ٿو. ٽيون گهٽ آڪاش جي درشٽانت سان سنگ جي ڀرانتيءَ جو
ناس ٿئي ٿو. چوٿون- نوڙيءَ ۾ ڪلپت نانگ جي درشٽانت سان وڪار
ڀرانتي ناس ٿئي ٿي. پنجون- سون مان گهڻن جي درشٽانت سان
برهم کان جڳت جدا هجڻ پڻي جي ڀرانتي ناس ٿئي ٿي.
۽ **پرشن**- ٻئي ٻريا آرسيءَ ۽ پرتبمب جي درشٽانت سان
ڀيد ڀرانتي ڪيئن ناس ٿئي ٿي؟
**اتر**- جهڙيءَ طرح آرسيءَ ۾ منهن جو پرتبمب (آڀاس) ڀاسڻ
۾ اچي ٿو اهو بمب کان يعني منهن کان جدا نه آهي بلڪ هڪ روپ ئي
آهي. تنهنڪري پرتبمب ڪوڙو ڪولپي بمب جو روپ مڃڻ ڪري
ستيہ آهي. باقي جيڪي پرتبمب جا ڌرم يعني بمب کان (منهن کان)
جدا هجڻ، آرسيءَ منجهه ڀاسڻ ۽ منهن کان الٽو يعني اڳئون ساهمون
ڏسڻ ۾ اچڻ، اهي نيٺي ڌرم انهن جو پرتيت ٿيڻ (ڀاسڻ روپ گيان)
سو ڀرانتي (ڀرم) آهي. اهي ڀرانتي روپ ڌرم آرسيءَ جي اپاڌيءَ
ڪري ڀاسن ٿا، انڪري انهن ڌرمن کي مٿيا سمجهڻ گهرجن يعني
ڪلپت جاڻي ناس ڪجي ۽ ويچار سان اليؤ ڪجي ته بمب (منهن)
۽ پرتبمب انهنجو هميشه ايڪ آهي، اهو هڪ روپ جو نشچي
ڪرڻ گهرجي.
سڌانت- تهڙيءَ طرح شڌ برهم بمب روپ آهي، مايا يا اوديا
روپي آرسي آهي، بمب روپ برهم جو مايا روپي آرسيءَ ۾ پرتبمب

**پرشن**- (ٽين) سنگ جي ڀرانتي ڇا کي ٿا چئون؟

**اتر**- شرير ۽ گهر ڪٽنب وغيره جي سنٻنڌ هئڻ ڪري آتما
جو شرير منجهه آئون پڻو يعني هيءُ شرير وغيره مان آهيان. هيءُ گهر
ڪٽنب وغيره پدارٿ منهنجا آهن. انهيءَ طرح اجڻ وڃڻ شرير جو
ڄمڻ مرڻ وغيره ڌرم سنگ (سنٻنڌ) جي هئڻ ڪري آتما ۾ ڀاسي
اچڻ. اها سنگ ڀرانتي آهي.

**پرشن**- (چوٿين) وڪار ڀرانتي ڇا کي چئون ٿا؟

**اتر**- وڪار معنيٰ هڪ سروپ مان ٻئي ڪائي ٻئي روپ ۾ ڀاسي
اچڻ. جيئن کير جي وڪاري هئڻ مان ڏڌ ٿي پوڻ وغيره. تيئن برهم
جي وڪاري هئڻ مان جيو روپ ۽ جڳت روپ ڀاسي اچڻ يعني
برهم ئي پلٽو کائي جيو ۽ جڳت روپ ٿيو آهي ائين سمجهڻ اها
وڪار ڀرانتي آهي، ۽ (پنجون) برهم کان جڳت جدا ۽ ست ڀاسڻ،
جيئن سون مان گهڻن جا روپ آڪار ٺهڻ ڪري انهن جو روپ
نيارو (جدا) ڀاسي ٿو. اها ۾ هڪڙي قسم جي دويت ڀٽي جي
ڀرانتي آهي اهڙيءَ طرح انهن پنجن قسمن جي ڀرانتي روپ هيءُ
سنسار آهي.



## وويڪ ٽيرهون (١٣)

### (پنجن درشٽانتن سان پنجن ڀرانتين جو ناس ٿيڻ)

دوهرا- وويڪ ترئودس ۾ ڪهون، آتم جڳت ولاس
پانچ درشٽانت ڪهه ڪرون، سڪل ڀرانتي ناس

**پرشن**- هي ستگروا مٿيئين وويڪ ۾ ورنن ڪيل پنجن ڀرانتيون
جي نور ٿي (ناستي) ڪهڙن درشٽانتن سان ٿينديون؟ اهو ڪرپا
ڪري سمجهايو.

آو. اهڙيءَ طرح نشچو ڪرڻ تهنڪي سنسار جو ناس ٿيڻ جنهجي آو. تهنڪري سنسار کي ڀرانتي روپ سمجهي ڪلپت جو تياگ ڪر ۽ پنهنجي آتم سروپ ۾ استت رهي آنند پاءِ.



## وويڪ ٻارهون (١٢)

### (سنسار پنجن قسمن جي ڀرانتي روپ ورنن)

دوهرا - ڀرانتي پانچ پرڪار ڪو، رچيو يه سنسار.
سو سب دوادس وويڪ ۾، ورنن ڪرون وسعار.

**پرشن** — هي گرو مهراج! ڀرانتي روپ سنسار ڪيترن قسمن جو آهي؟

**اتر** - هي شش! پنجن قسمن جي ڀرانتي روپ هيءُ سنسار آهي.

**پرشن** — اهي پنج ڀرانتيون ڪهڙيون آهن؟

**اتر** - هڪ ڀيد ڀرانتي (ٻي) ڪرتا ڀوڳتا پڻي جي ڀرانتي (ٽين) سنڱ جي ڀرانتي (چوٿين) وڪار ڀرانتي (پنجين) برهم کان جڳت جدا ۽ ستِ ہاسڻ جي ڀرانتي. اهي پنج آهن.

**پرشن** — پهرين ڀيد ڀرانتي ڇاکي چئجي ۽ ڪيترن قسمن جي آهي؟

**اتر** - ڀيد معنيٰ جدائي. سا ڀيد ڀرانتي پنجن قسمن جي آهي. هڪ جيو ۽ ايشور جو ڀيد ۽ جيون جو هڪ ٻئي ۾ ڀيد، ٽيون جڙ پدارٿ ۽ جيو جو ڀيد، چوٿون جڙ جو جڙ سان (هڪ ٻئي ۾) ڀيد، پنجون جڙ ۽ ايشور جو ڀيد.

**پرشن** — ٻي ڪرتا ڀوڳتاپڻي جي ڀرانتي ڪهڙيءَ طرح آهي؟

... انتهڪرڻ جا جي ڌرم ڪرتا ۽ ڀوڳتاپڻو ۾ آتما پاسي ... ڪرتاپڻي جي ... آهي

ثيڻ کان پوءِ ته "مان ست آهيان" "مان چيتن آنند آهيان، مان پري
پورڻ، اسنگ. نتيه مڪس آهيان، مان نروڪار، شڌ برهم آهيان" اهڙي
طرح هٿڙ پٽو هرڪنهن وقت (گيان اگيان ٻنهين حالتن ۾) ڀاسڻ ۾
اچيٿو. تنهڪري اهو ست روپ سامانيه انس ثابت ٿيو، انهيءَ کي
آڌار به چئجي ٿو. ٻيو انس چيتن ۽ آنند، اسنگ، ادويت پڻي کان
وني جيڪي آتما جا وشيشڻ (لکشڻ) آهن اهو وشيش انس آهي. چاڪاڻ
ته اهو ڀرانتيءَ وقت ڀاسڻ ۾ نٿو اچي بلڪ انهيءَ وشيش انس جي گيان
سان ڀرم يا ڀرانتيءَ جو ناس ٿيو وڃي. انهيءَ وشيش انس کي اڌشٽان
۾ چئجي ٿو. ٽيون انس- جي ٿي سرپ، اوسٿائون ۽ هي پرپنچ وغيره
ڀرم روپ اهو ڪلپت انس چئجي ٿو. چاڪاڻ ته جو اڌشٽان وشيش
انس جي گيان ٿيڻ سان ناس ٿي وڃي انکي ڪلپت چئجي ٿو. جيئن
نوڙيءَ جي گيان ٿيڻ بعد ڪلپت نانگ جي نورتي ٿي وڃي ٿي،
جيئن آتم برهم جي گيان هٿڻ (مان برهم چيتن آهيان) ڪري ڪلپت
پرپنچ سمورو ناس ٿي وڃي ٿو، يعني آتما کان جدا ۽ ست نٿو ڀاسڻ ۾
اچي. انڪري اهو آتما ۾ ڪلپت انس آهي ان کي ڀرانتي به چيو
ويٿو. اهڙيءَ طرح هي شش آتما ۾ تيئي اوسٿائون ڪلپت ڀاسي اچن ٿيون.

**پرشن**— هي پريوا پرپنچ مٿيا ڀاسي اچڻ ۾ ٻيا درشٽانت
ڪهڙا آهن.

**اتر**- جهڙيءَ طرح (١) رڃ ۾ پاڻي. (٢) نوڙيءَ ۾ نانگ.
(٣) ساکيءَ ۾ ٻپهو. (٤) راتجو نند ۾ چور يا پرش. (٥) آڪاش ۾
... پٽو. (٦) سپيءَ ۾ چاندي. (٧) بادلن جي هلڻ وقت چنڊ ڊوڙندو
... ڀاسڻ ۾ اچڻ (٨) پاڻيءَ ۾ ماڻهو ۽ وڻ اونڌا ڀاسڻ ۾ اچڻ. (٩) ڦيريءَ
... کي سڄو جهان ڦرندڙ ڀاسڻ. (١٠) اماري ٻڙيل ڦيرائڻ ڪري باهه
... چڪر ڀاسڻ. (١١) مٽي ڦريل واري کي چٽيدن ڏسڻ ۾ ٻولو ٻوڻ ۽
(١٢) آرسيءَ ۾ شهر ڀاسي اچڻ وغيره. هي شش! جيئن اهي سڀيئي ڀرم
... ڙا آهن تهڙيءَ طرح سمورو پرپنچ آتما ۾ مٿيا (ڪوڙو) پرتيت ٿئي

ڊڪ جهڙو قائم پرتيت ٿئي تنهنڪري انوڀو ڪجي ٿو ۽ جو آڪار ۾ ڪلپت
۽ اڀڻ وڃڻ وارو ڦرندو گهرندو رهي تنهنڪري وڃي ربڪ ڄڻجي ٿو. مثلا
جيئن مالها آدي ۾ الهيءَ ۾ جي مڻيا آهن سي هميشه ڦرڻ گهرڻ وارا آهن اهي
وڃي ربڪ آهن ۽ منجهن جو سڳو آهي سو سڀني جو آڌار ۽ ڊڪ جهڙوئي
وياپڪ پرتيت ٿئي ٿو. اهو انوڀو آهي. تهڙيءَ طرح ستالت ۾ آتما انوڀو روپ
لکجي آهي ۽ شرير اوستائون ڊڪ ٿيءَ ۾ اڀڻ وڃڻ وارا ڦرندڙ آهن.
جيئن ته جنهن وقت سپنو ڀاسي ٿو ته ان وقت جاگرت، سکوپت ۽
استول ڪارڻ، شرير نٿا ڀاسن، سکوپت جي ڀاسڻ وقت سپنو، جاگرت
۽ سوکيم، استول شرير ڪونه ٿا ڀاسن، جاگرت جي ڀاسڻ وقت سپنو،
سکوپت ۽ سوکيم ڪارڻ شرير ڪونه ٿا ڀاسن، وري سماڌيءَ اوستا
ڀاسڻ وقت جاگرت، سپنو، سکوپت ۽ استول سوکيم ڪارڻ شرير نٿا
ڀاسن. اهڙيءَ طرح اهي اوستائون ۽ شرير سڀئي اڀڻ وڃڻ ۽ ڦرڻ گهرڻ
وارا ثابت ٿيا تنهنڪري اهي وڃي ربڪ سمجهڻ گهرجن، مگر آتما انهن
جو آڌار هرڪنهن اوستا ۾ ڊڪ جهڙوئي وياپڪ پرتيت ٿئي ٿو اهو انوڀو
يا لکجي آهي. مثال جيئن ساڳيوئي سورج جتي ڪٿي جڻن جو اڻين
پرڪاش وان پنهنجي پرڪاش ۾ استت آهي پر سورج ۾ جيڪا وقتن
۽ تيمن جي ڦير گهير ٿئي ٿي، اها ڪلپت ۽ اڀڻ وڃڻ واري آهي.
اهڙيءَ آتما ۾ سڀئي ڪلپت آهن. مٿي ڪٿن موجب آتما جا ٽي انس
هن طرح آهن. جيتوڻيڪ واستو ڪري ته آتما ۾ سامانيه وشيش ڀاو
وغيره ڪجهه به ڪونه ٿو ٿي سگهي، پر اوديا اپاڌيءَ ڪري آتما ۾
آروپڻ ڪيا ويا آهن (سو به جگيا سن جي سمجهاڻ لاءِ لڳايا ويا آهن)
هڪ سامانيه ٻيو وشيش ٽيو ڪلپت وشيش انش آهن تن ۾ جو ست انس
(هستي يا هئڻ پڻو) اهو سامانيه انس آهي. چاڪاڻ ته اهو آهيپڻو پرانتيءَ
کان ولي هرڪنهن وقت ڀاسڻ ۾ اچيٿو جيئن هوڻ ۾ پڻ اچي ٿو ته
جاگرت آهي، سپنو آهي، سکوپت آهي وغيره. وري پرانتيءَ ناس

"جو جوڻ ۾ پڻ اچيتو ته هيءَ چانديءَ آهي ۽ هيءَ نانگ آهي" ۽ سپي ۽ نوڙيءَ جي گيان ٿيڻ کان پوءِ پرم ناس ٿي وڃڻ بعد به هيءَ پڻ پاسي پيو ته جو جوڻ ۾ پڻ اچيتو ته هيءَ سپي آهي، يا هيءَ نوڙي آهي. اهڙيءَ طرح هيءَ ٻڌو هرڪنهن وقت پاسڻ ۾ اچيتو تنهنڪري اهو سامانيه انس آهي. انهيءَ ڪري ئي آڌار انس به چئجي ٿو. پيو انس جو سپيءَ جو نيلو پڻو، نوڙيءَ جا ور ۽ تندون اهو وشيش انس به آهي ڇاڪاڻ ته جو ٿوري وقت پاسي ۽ جنهن جي گيان ٿيڻ سان پرم ناس ٿي وڃي، سو وشيش انس چئجي ٿو، انکي اڌستان به چيو وڃيٿو. جنهن مهل پرانتي ٿئي ٿي تنهن وقت سپيءَ جو نيلو پڻو، نوڙيءَ جا ور ۽ تندون اهي نٿا پاسڻ ۾ اچن، بلڪ انهن جي گيان ٿيڻ ڪري پرانتي ناس ٿيو وڃي. انڪري اهو گيان هرڪنهن وقت ڪونهي خاص ڪنهن وقت تي اهو گيان آهي، تنهنڪري اهو وشيش انس آهي ٽيون ڪلپت انس آهي يعني جو چانديءَ يا نانگ وغيره جو پرم پاسي ٿو، سو ڪلپت انس آهي. ڇاڪاڻ ته جو اڌشٽان جي گيان ٿيڻ وقت پاسڻ ۾ نه اچي بلڪ ناس ٿي وڃي اهو ڪلپت انس آهي انکي ئي پرانتي چئجي ٿو. انهيءَ مٿئين درشٽانت جو سدانت (مطلب) هيٺئين ريت خيالسان سروڻ ڪر- اڌشٽان آتما ۾ جي اوسٿائون (جاڳرت، سپنو ۽ سکوپت) اهي ٽئي پرانتيون پاسي اچن ٿيون. در حقيقت اهي ٽيئي آتما ۾ ڪلپت ۽ اچڻ وڃڻ واريون آهن جئين مالها جا مڻڪا ڦرن گهرن ٿا. آتما مالها جي سڳي وانگر تنهين اوسٿائن ۾ هڪئي ويٺڪ ۽ نيارو، شڌ اسٿت آهي اهڙي طرح هي شش آتما کي انويه ويتي ريڪ سان ڄاڻي نشچي ڪر.

**پرشن** - هي پربو! انويه ويتي ريڪ جي يڪتي ڪولي سمجهايو ۾ ڪيئن آهي؟

**اتر** - هي شش- جو پيهني جو آڌار هجي ۽ هر ڪنهن حالت ۾

۾ ڪوبہ وڪار ڪونهي. ٻاڪ نياري آهي اهڙيءَ طرح نوڙيءَ ۾
نانگ يا زمين جي ڦوٽ يا ڪالي وغيره ڀرم ڀاسي اچن ٿا، سو نوڙيءَ
جي اگيان ڪري ڪلپت ڀاسن ٿا. پر اها نوڙي انهن ڀرمن ۽ اوسٿائن
۾ هڪ جهڙي (ساڳيءَ حالت ۾) ورهاڱي ۽ نياري آهي. نوڙيءَ طرح
آتما ۾ جو ٿي سرير ۽ اوسٿائون وغيره ڀاسي اچن ٿا سو آتما جي اگيان
ڪري ڪلپت ڀاسڻ ۾ اچن ٿا. آتما هميشه هرحالت ۾ هڪ رستي
ورهاڱي ۽ نيارو آهي. مجهس ڪوبہ وڪار ڪونهي



## وويڪ ٻارهون (١١)

(آتما سامانيہ، وشيش ۽ ڪلپت وشيش انش ورنن
۽ سنسار مٿيا ڀاسڻ ۾ ٻاهن درشٽانت)

دوهرا – ايڪاهس وويڪ مهن، آتم انش وشيش،
پن سامانيہ آر ڪلپت ڪهون، ساکي شڪ اشيش.

**پرشن** – هي سوامي! توهان مٿي سامانيہ ۽ وشيش انس ورنن
ڪيو سو ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ آتما جو سامانيہ ۽ وشيش انس ڪهڙو
آهي؟ ۽ حڪمت ان ۾ ڪيئن آهي؟

**اُتر** – هي شش! مٿين وويڪ ۾ جو درشٽانت نوڙيءَ ۽ سپيءَ جو
ڏنو ويو آهي تنهنکي هتي کولي سمجهائجي ٿو. جيئن سپيءَ جا ۽ نوڙيءَ
جا ٻہ انس (سامانيہ، وشيش ۽ ڪلپت وشيش انس) آهن، تنهن ۾ جو
ادگ (هيءَ پٽو) سو سامانيہ انس آهي. جاڪاڻ تہ جو گيان اگيان
مرڪبن حالت ۾ گهٽي وقت ڀاسڻ ۾ اچي، سو سامانيہ انس
۽ ڄڻجي! جيئن تہ چالديءَ جي ڀرم وقت بہ هيءَ پٽو ڀاسي ٿو.

انتشڪرڻ ۾ پيهه دوش هئڻ ڪري سپيءَ ۾ چاندي ڀاسي ٿي
انتشڪرڻ ۾ جڏهن لوڀ جو دوش آهي تڏهن. ٢- پرماڻ ۾
دوش يعني اکين ۾ ڏند يا ٿورو انڌڪار يا ٻيا وغيره هجڻ، ٣- پرميه
جو دوش يعني جنهن شيءِ ۾ ڀرم ڀاسي ٿو انجي سا درشتا يعني برابريءَ
جا سنسڪار هجن تڏهن هڪ وستوءَ ۾ ٻيءَ وستوءَ جي ڪلپنا ٿئي ٿي.
جئين ته نوڙيءَ ۾ نانگ جو ڀرم ۽ سپيءَ ۾ چانديءَ جو ڀرم ڀاسڻ ۾
اچيتو سو تڏهن جڏهن نانگ نوڙيءَ جي سادرش يعني سمان (جهڙس)
آهي ۽ سپيءَ جو ٽڪر ۾ چانديءَ جي ٽڪري جهڙو چلڪڻو وغيره
آهي، اهڙيءَ طرح سادرشتا وستوءَ جي تنهنکي پرميه جو دوش چئجي.
چوٿون دوش ڀرم جي وقت وستوءَ جي سامانيه سروپ جو گيان آهي،
چاڪاڻ ته وستوءَ جا ٻه انش ٿيندا آهن، هڪ سامانيه انش ٻيو وشيش
انش. سامانيه انش چئبو آهي جيءَ ٻٽي ڪي، اهو آڌار ڏيندڙ آهي.
وشيش انش جنجي اڌشتان ڪي. ٻنجون دوش وشيش سروپ جو اگيان
آهي، جنهن وقت وشيش انش جو گيان ٿئي ٿو، تنهن وقت ڀرم ناس
ٿي وڃي ٿو. جهڙيءَ طرح نوڙيءَ جي وشيش سروپ يعني مچ ۽ لنڊن
کي ڄاڻڻ بعد نانگ جو ڀرم دور ٿي وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح مٿينءَ ريت
پنجن ڪارڻن ڪري ڀرانتي ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح آتما ۾ انهي
سريرن ۽ ٽن اوستائن جي ڀرانتي ٿي آهي، انهيءَ ڪري سڀئي آتما
۾ ڀيو ڀاسي

**پرشن** — هي گرو مهراج! آتما ۾ تنهي سريرن ۽ اوستائن جي
ڀرانتي ڪهڙي طرح ٿي ڀاسي؟

**اتر** — هي شش! درشٽانت— جهڙيءَ طرح سپيءَ ۾ چاندي يا
ابرڪ يا چلڪڻو پنو، (ڪاغذ) ڀاسڻ ۾ اچي ٿو سو سپيءَ جي اگيان
(نه ڄاڻڻ) ڪري ڀاسي اچي ٿو. سپيءَ انهن تنهي پرين ۽ اوستائن ۾ هڪ
جهڙي آهي. ۽ ماڻها جي ڏاڻن ۾ سگهي وانگر ويا ڪ آهي. باقي مٿيان ٽيئي
ڀرم سپيءَ ۾ هڪ ٻئي پنيان اچڻ وڃڻ وارا ۽ ڪلپت آهن. ڀر سپيءَ

وشيم آڏ پوت، ان جو ديوتا ورڻ آهي، جنهن ڪري جيڀ رس (کارو کٽو ڪڙو مٺو وغيره) جي خبر پوي ٿي. ۵- ڪ اندري آڏيالو، ان جو آڏ ديو اشولي ڪمار آهي، تنهنڪري گنڌ وشيم يعني درگند ۽ سگند جي خبر پوي ٿي. ۶- واڪ اندري تنهن جو اگني ديوتا آهي، جنهنڪري ڳالهائڻ جو وهنوار ٿئي ٿو، نه ته گنگو ٿي پوي. ۷- هٿ اندري، ان جو ديوتا اندر آهي، جنهنڪري ڏيڻ وٺڻ جو ڪم ملي ٿو. ساڳيءَ ريت ۸- پير اندري، ان جو ديوتا اپيندر، جنهن ڪري هلڻ جي ڪريا ٿئي ٿي. ۹- لنگ يعني پيشاب اندري، ان جو ديوتا پرجاپتي، جنهن جي ڪري رتي سک ۽ موتر تياڳ ڪريا ٿئي ٿي. ۱۰- گدا اندري، ان جو ديوتا جم، جنهنڪري مل جو تياڳ ٿئي ٿو. ۱۱- من جنهن جو ديوتا چندرمان، ان ڪري سنڪلپ وڪلپ ٿئي ٿو. ۱۲- بڌي، ان جو ديوتا برهما جنهنڪري نشچو ٿئي ٿو. ۱۳- چت، انهيءَ جو ديوتا نارائڻ جنهنڪري چنتن (يادگيري) ٿئي ٿي، ۽ ۱۴- اهنڪار اندري تنهنجو ديوتا رُدر (شو) جنهنڪري ابمان ٿئي ٿو نه مي ڪم سيٺي مون ڪيا آهن مان وڏو آهيان. اهڙي طرح هي شش! ڪل بائيتاليهه تت تيا تنجون جوڏمن ترپڙيون ٿيون. جيڪر انهن مان ڪو تت نه هجي نه انهي ترپڙيءَ جو وهنوار نه ملي سگهي. ”جٺن ڪي اندل پوڙا ۽ گنگا جريا وغيره جگت ۾ ڏسجن پيا“ اها مٺي ورلن ڪيل جاگرت اوستا استول شرير جي آهي. تنهنجي نه آهي، تون انهيءَ کان نيارو ڏيٺي وانگر پرڪاش ڪندڙ ساکي آهين.

**پرشن-** هي گروا جاگرت اوستا ۾ جيو جو استان ڪٿي، واڻي ڪهڙي، ڪريا، گڻ، ڀوگ ۽ ابماني جيو ڪهڙا آهن؟

**اتر-** (چوپائي)

جاگرت اوستا نيتر استان، ويکري واچا ستول ڀوگ جان
ڪريا شڪتي رجوگڻ مان، آڪار ماترا وسو ابمان.

## ۳- ٽين انتهہ ڪرڻ جي ترپوٽي

| چار انتهہ ڪرڻ جا نالا | اُنهن جي وشين جا نالا | اُنهن جا ديوتا |
| --- | --- | --- |
| من | سنڪلپ وڪلپ | چندرما ديوتا |
| بدي | نسچي ڪرڻ | برهما ديوتا |
| چت | چنتن ڪرڻ | نارائڻ ديوتا |
| اهنڪار | ايمان ڪرڻ | شنڪر ديوتا |

## مٿين نقشي جي سمجهاڻي

هي شش! ترپوٽي يعني ٽن جو ميلاپ. هڪ اڌياتم، ٻيو اڌ ڀوت ٽيون اڌ ديو، انهن جي ميلاپ کي ترپوٽي چون ٿا.

**پرشن-** اڌياتم، اڌ ڀوت، اڌ ديو ڇاکي چون ٿا؟

**اُتر-** اندرين اڌياتم آهن، اندرين جون وشيون اڌ ڀوت آهن ۽ انهن جي ديوتائن کي اڌ ديو چون ٿا. جئن ته ڪن اندري اڌياتم، شبد وشير اڌ ڀوت ۽ ڪدن جو ديوتا دگپال آهي، انهن ٽنهي جي ميلاپ هئڻ ڪري شبد (آواز) ٻڌڻ ۾ اچي ٿو جيڪڏهن انهن مان ڪو هڪ ٽت نہ هجي تہ شبد ٻڌڻ جو وهنوار بند ٿي وڃي، اهڙيءَ طرح ۲- چمڙي اندرير اڌياتم، سپرش وشير اڌ ڀوت ۽ انهي جو ديوتا وايو اڌ ديو آهي. جنهنڪري سپرش (ڇهڻ) جو گيان ٿئي ٿو. ۳- اکيون اڌياتم، روپ ڏسڻ وشير اڌ ڀوت ۽ انهيءَ جو ديوتا سورج آهي جنهنڪري ڏسڻ جو وهنوار هلي ٿو، نہ تہ اندو ٿي پوي. ۴- جڀ اندري اڌياتم، رس

## (جاگرت اوستا جي چوڏهن ترپٽين جو نقشو)

### ١- پهريون گيان اندرين جي ترپٽي

| (اڌياتم) پنج گيان اندرين جا نالا | (اڌڀوت) انهن جي وشين جا نالا | (اڌديو) انهن جي ديوتائن جا نالا |
|---|---|---|
| ڪن | شبد وشيه | دگپال ديوتا |
| چمڙي | سپرش وشيه | وايو ديوتا |
| اکيون | روپ وشيه | سورج ديوتا |
| جڀ | رس وشيه | ورڻ ديوتا |
| نڪ | گنڌ وشيه | اشوني ڪمار ديوتا |

### ٢- ٻي ڪرم اندرين جي ترپٽي

| پنج ڪرم اندرين جا نالا | انهن جي وشين جا نالا | انهن جي ديوتائن جا نالا |
|---|---|---|
| واڪ | وچن بولڻ | اگني ديوتا |
| هٿ | ڏيڻ وٺڻ | اندر ديوتا |
| پير | هلڻ چلڻ | اپيندر ديوتا |
| اپسٿ | مول تياڳ | پرجاپتي ديوتا |
| گدا | مل (وشٽا) تياڳ | جم ديوتا |

... جيڪڏهن سڀاهي نہ ... ڪير ڪونہ لڳهيو ۽ سادي ٻارهين ٻجي لڳهيو هو.
... ي ڪير ڪونہ لڳهيو ۽ ساڍي ٻارهين ٻجي لڳهيو هو. جيڪڏهن سڀاهي نہ
... ي ها تہ ڪير ٻڌائي ها! تهڙيءَ طرح هي ششير! ڪارڻ شرير جو بہ
... ي آتما ساکي آهين، جو اتي ٻڌائين تو لہ آنند ۾ سمهيو پيو هوس،
... ن ڪجهہ بہ ڪين هو. انهيءَ ريت تون اگيان سروپ ڪارڻ ديهہ
... ي جاڳرت وارو ساکي آتما آهين. تون انهيءَ ڪارڻ ديهہ مان آ ۽ ۽
... ٻنهيجو ڀٽو تياڳي جڏ ۽ ٻنهيجي سروپ کي نيارو جاڻي ٻاڻہ استت رهہ.

# وويڪ سنون

## (ٽن شريرن جي ٽن اوستائن جو ورنن)

دوهرا — آٿ سپتم وويڪ مهن، ورڻو اوستا تين ؛
ديوتا اندريہ ترپوٽي، واڻي ار گڻ چين.

**ششو واچ پرشن** — هي ستگروا توهانجي ڪرپا سان مون تنهي سريرن کي جاڻو. مان انهن سڀني کي برابر جاڻڻ وارو ساکي نيارو آهيان، ٻر ... پو جو مٿي توهان چيو هو تہ ٻاڻ کي ٽن اوستائن ۽ ٻنهجن ڪوشن کان جدا نيارو آتما جاڻ. سو ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ اهي ٽي اوستائون ۽ ٻنهجہ ڪوش ڪهڙا آهن؟

**گرو واچ** — هي شش! مٿي ڏيکاريل ٽن شريرن (اسٿول، سوکيم ۽ ڪارڻ) جون ٽي اوستائون ٻڌ: هڪ جاڳرت، ٻي سپن ۽ ٽين سکوپت اوستا آهي.

**پرشن** — هي پريوا جاڳرت اوستا جاکي جون تا ۽ ڪهڙي شرير جي آهي؟

**اتر** — هي ٻت! جاڳڻ جو نالو جاڳرت اوستا آهي، سا هن اسٿول شرير جي آهي جنهنہ سمورو وهنوار ٻائيتاليهن تتن سان ملي ٿو، انهيءَ کي جاڳرت اوستا چئجي ٿو.

**پرشن** — اهي ٻائيتالهہ تت ڪهڙا آهن؟

... نقشو ترپوٽين سميت هيٺ ڏيکارجي ٿو.

منجهه آروهڻ ڪري جوين ٿو ته مان اگياني آهيان.

**پرشن** — هي گرو! اگيان جو آروهڻ مان ۾ ڪيئن ٿو ڪريان؟

**اتر** — هي شش! جئن ته استول شرير جا ڌرم ٿلهو، سنهو، ڪارو، گورو، اچو ڳيٽ وغيره ڌرمن کي چٽين پيو ته هي ۽ منهنجو بدن هيٺئين حالت ۾ آهي ؛ تون مٿين ڌرمن کي ڌڻ وارو نيارو آهين، اهو ثابت ٿي چڪو. پر وري تون پاڻ کي پيو چوين ته مان ٿلهو، سنهو، ڪارو اچو وغيره آهيان. اهڙيءَ طرح ٻين جا ڌرم پاڻ ۾ آروهڻ ڪرين ٿو. تهڙيءَ طرح اگيان (بي سمجهائيءَ) کي ۽ درسيه روپ سان چٽين ٿو، ۽ پاڻ کي ڪري چوين ٿو ته مان اگياني آهيان. انهيءَ ريت پاڻ ۾ آروهڻ (بي ڌوهيءَ کي ڌوهه لڳائڻ) ٿئي ٿو. تنهنڪري تون سوکير خيال سان ويچار ڪندين ته پڪيئي چٽي ويندين ته مان ساکي نيارو آهيان. تيون هن ريت اگيان کي چٽين ٿو. جنهن وقت سکوپت (گهري ننڊ) اوستا اچي ٿي، تنهن مهل من، بڌي ۽ سڀ اندريون اگيان ۾ لين آهن، مگر گهري ننڊ ۾ ڪيڏو آنند آهي تنهنڪي اون چڱي طرح چٽين ويٺو جو اٿي وري چوين ٿو ته مان ڏاڍي آرام ۾ سک سان سمهيو پيو هوس، پيو ڪرڻو يا سڀنو ڪجھ ڪونه هو ته انهيءَ اگيان اوستا ۾ "ڪجهه ۾ ڪين هو" تنهنڪي تو جڳي طرح جاتو تڏهين ته سدا گي ٿي پڌائي سگهئين ٿو ته ٻيا جاڻڻ (گيان) جي ڪيئن پڌائي سگهين ها! شاسترن ۾ جون تا ته جيڪا وستو ڏٺل ۽ اهڙو ڪيل آهي انهيءَ جي ئي سمرتي (ياد گيري) ٿئي ٿي. تنهن تي هيٺيون درشٽانت آهي.

**درشٽانت** - ڪنهن شهر ۾ رات جي وقت رستي جي چوڪ تي سپاهيءَ پهرو پئي ڏنو. پرڀات جو ٻنهين ٻجي ڌاري ڪنهن شاهوڪار سپاهيءَ کان پڇيو ته رات جو ٻي ٻجي هن رستي تان ڪير لنگهيو هو؟ سپاهيءَ جواب ۾ چيو ته رات جو ٻي ٻجي هتان ڪوبه ڪونه لنگهيو، مگر ساڍي ٽارهين ٻجي هڪ آدمي لنگهيو هو. انهيءَ مان ثابت ٿيو ته جڏهن سپاهي رات جو پيدل هو تڏهن ته پڌائي سگهيو ته ٻي

ڪا، خبر ان وقت ڪانہ ھئي.

ھي پيارا! اگيان جو سروپ اھوئي آھي جو ڪجھ بہ خبر
ھڻ يعني نہ ڄاڻڻ. ثابت ٿيو تہ سکوپت اوستا بہ اگيان آھي، ۽ ا
وقت جاگرت سپنو، استول ۽ سوکيم شرير اگيان ۾ لين ٿي وڃن ٿا
ورئي انھيءَ مان ئي پيدا ٿين ٿا. تون ان ڪارڻ ديھہ کي ڄاڻڻ وار
ساکي نيارو آھين.

**پرشن** — ھي ڀروا استول شرير جا ات ظاھر ڏسڻ ۾ اچن ٿا،
ٻيو سوکيم شرير جا تت بہ انومان دوارا جڳيءَ طرح ڄاڻي سگھجن ٿا. پر
تيون ڪارڻ شرير سو تہ نہ پرتيڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿو نڪي انومان دوارا
ڄاڻڻ ۾ اچي ٿو. تنھنڪري مونکي اھو ڪرايو تہ مان ڪارڻ شرير جو
ساکي (ڄاڻڻ وارو) ڪيئن آھيان؟

**اتر** — ھي ششيہ! اگيان روپ ڪارڻ شرير کي تون تن پرڪارن
(نمونن) سان ڄاڻين ويٺو.

پھريون — تون جو ھن ريت چوين ٿو تہ مان استول ۽ سوکيم
شرير کي ڄاڻان ٿو پر پنھنجو پاڻ کي نٿو ڄاڻي سگھان تہ مان ڪير
آھيان، انھيءَ جو نالو اگيان آھي، تنھن کي تون ڄاڻين پيو. جو تہ
جڏھن تون اگيان (ٻي سمجھائيءَ) کي ڄاڻين ٿو تڏھن چوين ٿو تہ
"مان پنھنجو پاڻ کي نٿو ڄاڻان". اھڙو چوڻ گيان کان سواءِ ٿي ئي
نٿو سگھي. ڇاڪاڻ تہ تون جيڪڏھن گيان سروپ نہ ھجين، بلڪ
گھٽ وغيرھ جڙ پدارٿن وانگر اگياني ھجين تہ پوءِ ڪيئن ڄاڻي سگھين
تہ مان پنھنجو پاڻ کي نٿو ڄاڻان! جيئن گھٽ (گھڙا يا ٿانءُ) وغيرھ
جڙ پدارٿ آھن، اھي ڪجھ بہ ڄاڻي نٿا سگھن. پر تون چيتن روپ
گيان کي ڄاڻين پيو.

ٻيو — تون چوين ٿو تہ مان اگياني آھيان. تنھن مان ائين
سمجھڻ ۾ اچي ٿو تہ پھرين انھيءَ اگيان کي درسيہ (جيڪي ڏسڻ ۾
اچڻ) روپ سان ڄاڻي انيءَ ڪيو آھي. پر تون انھيءَ جو پاڻ

اٿن. مٿي ڪارڻ ٻنهي کي جدا جدا ورڻن ڪري ڏيکاريو ويو آهي ته ڪيئن ڪيا اٿن. مطلب ته جيڪو جڻ جڳياسو آهي سو سمجهيو آهي ته ٽنهي کي سمجهڻو وڏو آهي. ٽنهي ڪري سڀني کان پرڪرياڻ مان ائين سمجهڻ گهرجي ته سوڪشم شرير ٽنهي پوڻن جو ڪارڻ ۽ جڙ وڪاري آهي ۽ سڀ تت درشيه، اناتما آهن. مگر منهنجو سروپ انهن کان نيارو اجڙ امر اڪريه اسنگ، اوڪاري، آتما ساکي، سچدانند روپ آهي. انهيءَ طرح ابروڪيه (جڻ جو لڻ) طرح سان هڪو لشجو ڪرڻ گهرجي.



# ويهه چوڻ

## (ڪارڻ شرير ۽ آتما ساکيءَ جو ورڻن)

دوهرا – ورڻو ويهه ڪشت ۾، ڪارڻ ڏيهه سروپ،
آتم ساکي شڪ ڪهون، سڀ تي نيارو روپ.

**ششو واچ** – هي ستگروا توهان ڪرپا سان مان سمجهي ويس ته سوڪشم شرير مان ڪوڙ آهيان. پر توهان ٻيون ڪارڻ شرير جيو سو ڪهڙو آهي ۽ انهيءَ کان آءٌ نيارو ساکي ڪيئن آهيان؟

**گرو واچ** – هي ششيه! استول شرير ۽ سوڪشم انهن ٻنهي جو ڪارڻ (پيدا ڪندڙ) اگيان انهيءَ کي ڪارڻ ڏيهه چون ٿا. جاڪاڻ ته استول ۽ سوڪشم ٻئي شرير اگيان منجهان پيدا ٿيا آهن ٽنهي ڪري اگيان کي ڪارڻ چئجي ٿو.

**پرشن** – ڪارڻ ديهه اگيان روپ آهي سو ڪيئن ڄاڻجي؟

**اتر** – انهيءَ جي نيءَ ثابتي آهي ته جنهن وقت منش کي گهري ننڊ اچي ٿي اها سکوپت اوستا ڪارڻ شرير جي آهي، جڏهن ننڊ مان جاڳو اٿي ٿو تڏهن چوي ٿو ته آءٌ اڄ ڏاڍي آرام ۾ سمهيل هوس، اي

**ششو واچ** - هي سوامي! توهانجي ڪرپا سان مون جڳيءَ طرح ڄاتو ته مان ڪرتا ڀوڳتا نه آهيان، اهو انتش ڪرڻ وغيره اندرين سوڪيم شرير جو ڌرم آهي، مان سڀني کي ڄاڻڻ وارو ساکي آهيان. مگر توهان جيڪي سوڪيم شرير جا تت ٻڌايا سي ڪن شاسترن ۾ گهٽ وڌ ڇيل آهن تنهنجو ڪهڙو ڪارڻ؟

**گرو واچ** - هي شش! ويدانت شاسترن ۾ گهٽڻ هند سترهن تتن جو سوڪيم سرير ٻڌايو اٿن تنهن ۾ چت ۽ اهنڪار ڪونه لکيو اٿن. اهو من ۽ ٻڌيءَ جي اندر اچي وڃي ٿو. ڪن شاسترن ۾ ته من ۽ ٻڌيءَ کي هڪڙو مڃي ڪري، سورهن تتن جو چئو اٿن ۽ ڪٿي ڇهن تتن جو يعني پنج تن ماترا ۽ ڇهون من، ڪٿي نون جو، ڪٿي ستن جو ۽ ڪٿي ته اوڻيهه ئي تت ڪٿن ڪيا اٿن. وري ڪنهن هند اشٽ پري (اٺ پريون) تنهن ۾ ستاويهن تتن جو ڏيکاريو اٿن.

**پرشن** - هي پربو! اها اشٽ (اٺ) پري ڪهڙي آهي؟

**اتر** - هي ششيه! هڪ پري پنجه گيان اندريون، ٻي پنجه ڪرم انــدريون، ٽين چار انتشڪرڻ، چوٿين پنجه پراڻ، پنجين پنجه مها ڀوت، ڇهين وشيون، ستين ڪام، ۽ اٺين پري ڪرم.

انهن اٺن پرين جا تت سڀ ملي ڪري ستاويهه ٿيا. تون انهن سڀني تتن کي ڄاڻڻ وارو نيارو ساکي آهين. اهي تت جڙ، وڪاري ۽ اناتما آهن. تون چيتن روپ آتما آهين.

**پرشن** - هي سوامي! توهان سوڪيم شرير جا تت ڪيترن قسمن سان جدا جدا ٻڌايا آهن، هاڻي انهن مان ڪهڙيءَ پرڪريا ۽ ڪيترن تتن کي مڃيان ۽ نشچي ڪريان؟

**اتر** - هي ششيه! توکي سڀني پرڪريائن کي مڃڻ گهرجي، انهيءَ ۾ ڪو سنديهه (سنسو) ڪونهي. ڇاڪاڻ ته شاسترن ۾ ڪنهن هند ڪارڻ ۽ ڪارڻ ٻنهي کي ملائي تورن تتن جو ورنن ڪيو

## (مٿين نقشي جي سمجهاڻي)

١- آڪاش جو تت التش ڪرڻ ڪرتا ڀوگتا آهي، اهو وڀان وايو وادن تي چڙهي، ڪنن جي دروازي کان اچي شبد وشير ڀوگ ڀوگي ٿو. جاڪاڻ تہ ڪنن جي وسيلي ئي چڱو يا خراب سڻي التش ڪرڻ ۾ سک دکہ روپي ڀوگ ٿئي ٿو ؛ وات شيوڪ آهيءَ جي شيوا ڪري ٿو جو ڳالهائي جواب ڏئي ٿو.

٢- وايو جو تت من ڪرتا ڀوگتا آهي، اهو سمان وايو وادن تي چڙهي چمڙيءَ جي دروازي ۾ اچي، سپرش وشير کي ڀوگي ٿو ؛ هٿ شيوڪ آهيءَ جي شيوا ڪن ٿا؛ جاڪاڻ تہ چمڙيءَ کي سردي يا گرمي لڳي ٿي تہ هٿ اُن جي رکيا ڪن ٿا يعني ڪپڙا پائڻ ؛ پکهر کان وڃڻ هٽڻ وغيره شيوا ڪن ٿا. چمڙيءَ تي ڪومل شيون چندن وغيره ٻرہ پدارٿن يا ڪلڻ ؛ گرمي وغيره جو جيڪو سپرش ٿئي ٿو تہ اُن جي سک دکہ جو ڀوگ من کي ٿئي ٿي، تنهنڪري من ڪرتا ڀوگتا آهي. تون انهن جي جاڻڻ وارو آتما سک دکہ کان نيارو آهين.

٣- اگن جو تت هڏي ڪرتا ڀوگتا، ادان وايو وادن تي چڙهي، اکين جي دروازي ۾ اچي، روپ وشير کي گرهڻ ڪري ٿي، اهوئي سندس ڀوگ آهي ؛ پير ان جا شيوڪ ولي وڃي ڏيکارڻ جي شيوا ڪن ٿا.

٤- جل جو تت چت ڪرتا ڀوگتا سو پران وايو سواريءَ تي چڙهي، جڀ جي دروازي ۾ اچي، رس وشئہ کي ڀوگي ٿو ؛ لنگہ اندريہ سندس شيوڪ آهي جو رس روپ بيندُ جي تياڳڻ جي شيوا ڪري ٿو.

٥- پرٿويءَ جو تت اهنڪار ڪرتا ڀوگتا آهي، سندس واهن اپان وايوءَ تي چڙهي، نڪ جي دروازي ۾ اچي گند وشير کي ڀوگي ٿو ؛ گدا اندريہ ان جو شيوڪ آهي جو مل (وشٽا) ومر جي تياڳڻ جي شيوا ڪري ٿي. هي شش! تون انهن سڀني تتن کي جاڻين ٿو، تنهنڪري تون آتما انهن جو ساکي، جدا، اڪرتا، اڀوگتا ۽ پرمانند روپ آهين.

ڪهڙو انتشڪرڻ ڪهڙي واهن (سواريءَ) تي چڙهي ڪهڙي دروازي ڀان نڪري ڪهڙيءَ وشيه کي ڀوڳي ٿو؟ ۽ ڪهڙو شيوڪ انجي شيوا ڪري ٿو؟

اُتر - هي ششيه! هيٺ نقشي ۾ سمجهايو وڃي ٿو.

## ڪرتا ڀوڪتا ۽ ڪريائن وغيره جو نقشو

| پنج ڀوت | ڪرتا ڀوڪتا انتش ڪرڻ | واهن يعني سواريون ۽ پران | دروازا گيان اندريون | ڀوڳ ۽ وشيون | شيوڪ ڪرم اندريون |
|---|---|---|---|---|---|
| آڪاش جو تت | انتهڪرڻ ڪرتا ڀوڪتا | ويان وايو سواريءَ تي | ڪَنن جي دروازن اچي | شبد وشيه ڀوڳ ڀوڳيندو | واڪ شيوا ڪري ٿو |
| وايو جو تت | مَن ڪرتا ڀوڪتا | سمان وايو سواريءَ تي | چمڙيءَ دروازن اچي | سپرش وشيه ڀوڳ ڀوڳيندو | هٿ شيوا ڪن ٿا |
| اگن جو تت | بُڌي ڪرتا ڀوڪتا | اُدان وايو سواريءَ تي | اکين جي دروازي اچي | روپ وشيه ڀوڳ ڀوڳيندو | پير شيوا ڪن ٿا |
| جل جو تت | چِت ڪرتا ڀوڪتا | پران وايو سواريءَ تي | جيڀ دروازن اچي | رس وشيه ڀوڳ ڀوڳيندو | لنگ يعني اُپستٿ اندري شيوڪ |
| پرٿويءَ جو تت | اهنڪار ڪرتا ڀوڪتا | اپان وايو سواريءَ تي | نڪ دروازن اچي | گنڌ وشيه ڀوڳ ڀوڳيندو | گدا شيوڪ آهي |

**پرشن** - هي گروا پنهنجن پراڻ ۽ پنهنجن ڪرم اندرين انهن جو رهي گهڻ مان هنڌا ٿيڻ جو ڪهڙو ڪارڻ؟

**اتر** - هي ششيا! جيڪا ڪجهه ڪريا ٿئي ٿي سا سڀ رهي گهڻ ۾ ٿي ٿيندي آهي. تنهنڪري هي پراڻ ۽ ڪرم اندريون ۾ ڪريا روپ آهن، اهي رهو گهڻ مان هيدا ٿيل سمجهه.

**پرشن** - هي پريو! پنهنجن وشين جو تمي گهڻان هنڌا ٿيڻ جو ڪهڙو سبب؟

**اتر** - هي ششيا! پنهنجن پولن ۾ نڪو گيان ٿئي ٿو، نڪا ڪريائي ٿئي ٿي رگو جڙ روپ آهن، تنهنڪري تمي گهڻ مان هنڌا ٿيل جاڻ. هي ششيا! تون هاڻي انهن سڀني لڻن کي جاڻين ٿو، انهن کري اهي لت تون ڪولر آهين لڪا تو ۾ ڪا ڪريا ئي آهي، بلڪ تون اڪرتا، ابوگتا سڀ کان نيارو آتما آهين.

# وويڪ پنجون

## (ڪرتا، پوگتا، دکي ۽ سکي ڪير آهي)

دوهرا - اٿ پنجم وويڪ مهن، ڪرتا پوگتا ڪوءِ،
ڪريا ڪتسي دکر سکر ڪهن، اُتر پاڪٽون سوءِ.

**ششيو واچ پرشن** - هي ستگروا توهان مٿي آتما کي اڪرتا، ابوگتا ۽ ساکي روپ ورنن ڪيو، تڏهن ڪريا ڪري پڌايو اُر هن شرير ۾ ڪرتا پوگتا ڪير آهي؟ دکر سکر ڪنهن کي ٿئي ٿو ۽ ڪريا ڪيئن هلي ٿي؟

**گرو واچ اتر** - هي ششيا! هن شرير ۾ جي انتهڪرڻ (اندريان ساڻن يا اندريون تنهن کي انتهڪرڻ جون ٿا) سي ڪرتا پوگتا آهن، پنهنجن پراڻ ڪرتا پوگتا جا واهن يعني سواري آهن، گيان اندريون انهيءَ جا دوار يعني دروازا آهن، پنهنجن وشيون ڪرتا پوگتا جا پوگ آهن ۽ ڪرم اندريون انهن جا شيوڪ (شيوا ڪرڻ وارا) آهن. تون انهن سڀن کي جاڻڻ وارو ساکي، اڪرتا، ابوگتا، اسنگ آهين.

**پرشن** - هي سوامي! مٿيون ارٿو جڳيءَ طرح ڪولي سمجهايو تہ

هي شش! مٿيان من، ٻڌي وغيره جيڪي پنجويهه تت آهن، سي سڀ پنجن ڀوتن جي ستي، رجي ۽ تمي گڻن جي ڀاڱن مان ٿيا آهن. انهيءَ ڪري انهن تتن کي تون پنجن مها ڀوتن ۽ گڻن جو ڪاريه جاڻ. ڀاڻ کي سڀني جو ساکي (جاڻڻ وارو) سمجهه.

**پرشن-** هي پرڀو! مٿين پنجويهن تتن مان ڪهڙا ڪهڙا تت ڪهڙي ڪهڙي گڻ مان پيدا ٿيا آهن؟

**اُتر-** هي شش! پنجن ڀوتن جي ستي گڻ مان پنج انتهڪرڻ ۽ پنج گيان اندريون پيدا ٿيون آهن. ڀوتن جي رجي گڻ مان پنج پراڻ ۽ پنج ڪرم اندريون ٿيون ۽ ڀوتن جي تمي گڻ مان پنج وشيون (شبد، سپرش، روپ، رس ۽ گنڌ) پيدا ٿيون آهن. ان لاءِ هيٺ نقشو ڏنو وڃي ٿو.

### پنجن ڀوتن جي گڻن مان تتن جو نقشو

| پنجن ڀوتن جي گڻن مان | ستي گڻ منجهان تت | | رجي گڻ منجهان تت | | تمي گڻ مان تت |
|---|---|---|---|---|---|
| | انتهڪرڻ | پنج گيان اندريون | پنج پراڻ | پنج ڪرم اندريون | پنج وشيون |
| آڪاش جي | انتهڪرڻ (ڦوٽو) | ڪن | ويان | واڪ | شبد |
| وايو جي | من | چمڙي | سمان | پير | سپرش |
| اگني جي | ٻڌي | اکيون | اُدان | هٿ | روپ |
| جل جي | چت | جڀ | پران | لنگ | رس |
| پرٿوي جي | اهنڪار | نڪ | اپان | گدا | گنڌ |

**اتر** - بڌي جو سروپ آهي ڳالهه نشچو ڪرڻ يعني پڪ يا نه پڪ ڏيڻ.

**پرشن** - چت جا ڪي جون ڏا؟

**اتر** - چت جو سروپ آهي چنتن (يادگيري) ڪرڻ.

**پرشن** - اهنڪار جو سروپ ڪهڙو آهي؟

**اتر** - اهنڪار معنيٰ سڀ ڳالهه ۽ ڪرم ماڻپڻو يعني ايمان ڪرڻ.

**پرشن** - پنجم پراڻ شرير ۾ ڪهڙي ڪهڙي هنڌ رهن ٿا؛ ڪهڙو ڪهڙو ڪم ڪن ٿا؟

**اتر** - پهريون اپان وايو، سيني انگن ۾ رهي ٿو ۽ سيني عضون سنڌن جي موڙڻ ورائڻ جو ڪم ڪري ٿو.

ٻيو سمان وايو - نابيءَ (دن) آستان ۾ رهي ٿو ۽ ڀوڄن (کاڌن) جي رس کي سيني ناڙين ۾ پهچائڻ جو ڪم ڪري ٿو.

ٽيون اُدان وايو - ڪنٺ استان ۾ رهي ٿو ۽ آن پاڻيءَ کي جدا ڪري ميٺ موڪلي ٿو ۽ ڪنٺ ۾ هتا نالي ناڙيءَ منجهه سپني ڏيکارڻ جو ڪم ڪري ٿو.

چوٿون پران وايو - هردي استان ۾ رهي ٿو ۽ سواسن کي هلائڻ جو ڪم ڪري ٿو. (رات ڏينهن ۾ (٢١٦٠٠) ايڪيهه هزار ڇهه سؤ سواس کڄن ٿا).

پنجون اپان وايو - گديا استان ۾ رهي ٿو ۽ مل (وشٽا) موتر کي ٻاهر ڪڍڻ جو ڪم ڪري ٿو.

اهڙيءَ طرح گيان اندريون ٽڌن ٽيون جيون وڃن جڏهين اُنهن جي وسيلي گيان ٿئي ٿو، ۽ ڪرم اندريون فقط ڪرم ئي ڪرڻ واريون آهن.

نوٽ - گيان اندريون ۽ ڪرم اندريون اهي ۾ من والنگر سوکيم آهن، هي جيڪي اکيون نڪ وغيره عضوا ظاهر ڏسجن پيا سي اندريون نه آهن بلڪ اهي اندرين جي رهڻ جا گولڪ يعني جايون آهن.

## سوڪيم شرير جي تتن جو نقشو

| آڪاش جا تت انتهڪرڻ | وايو جا تت پراڻ | اگن جا تت گيان اندريون | جل جا تت ڪرم اندريون | پرٿوي جا تت وشيون |
|---|---|---|---|---|
| انتهڪرڻ يا ڦرٽو | وبان | ڪن | وامه | شبد |
| من | سمان | چمڙي | هٿ | سپرس |
| بڌي | اُدان | اکيون | پير | روپ |
| چت | پران | جڀ | اُپست | رس |
| اهنڪار | اپان | نڪ | گدا | گند |

**نقشي جي سمجهاڻي** — آڪاش جا تت، پنج انتهڪرڻ (جاڳڻ ۽ اندر جون اندريون يا ساڌن) ڦرٽو، من، بڌي، چت ۽ اهنڪار آهن. وايو جا ڏيڏيان پنج پراڻ آهن:-

وبان، سمان، اُدان، پران ۽ اپان.

اگن جا تت گيان اندريون آهن: ڪن، چمڙي، اکيون، جڀ، ۽ نڪ. جل جا تت ڪرم اندريون آهن: وات، هٿ، پير، اُپست ۽ گدا آهن. پرٿوي جا تت پنج ڏيڏيون وشيون: شبد، سپرش، روپ، رس ۽ گند (خوشبوء) آهن.

**پرشن** — ڦرٽو جا ڪي ٿو چئجي؟

**اُتر**- خيال جي پيدا ٿيڻ کي ڦرٽو چئجي ٿو.

**پرشن**- من جا ڪي جون ٿا؟ (من جو سروپ ڪهڙو آهي؟)

**اتر**- من جو سروپ سنڪلپ وڪلپ آهي.

**پرشن** — بڌي ڪيئنکي ٿا سڏين؟

اِند ريه، ڪريا، پراڻ ورڻون، سمجهه ۾ ڏيئي ليهه.

**شش واچ** — هي گرو مهاراج! توهانجي اپديش مان معلوم ٿيو ته مان اسٿول ديهه نه آهيان. ڇاڪاڻ ته اها پنجن ڀوتن جي پنجويهن تتن مان ٺهيل آهي. تمام غليظ رج ۽ ويرج مان شرير جي اُتپتي ٿي آهي، هڏين، ماس، ڪل ۽ موتر وغيره اتينت ملين پدارٿن جو ڀنڊار آهي. انجي نون دوارن مان هڙ مل، موتر، ڪف آدڪ گند نڪرندو رهي ٿو. نه رڳو ايترو پر سڀ کان سٺا ميون ۽ مٺاين جهڙن خوشبودار پدارٿن جو بہ جڏهين هن گندي شرير سان ميلاپ ٿئي ٿو ته اهي بہ بگڙي گند روپ ٿين ٿا. تنهن ڪري تمام خراب ۽ وڪار سان ڀريل هي اسٿول ديهه آءٌ نه آهيان. ديهه درسيه (ڏسڻ يوڳ) آهي ۽ آءٌ درشتا (ڏسڻ وارو) آهيان ۽ اهو مون انيڪ ڪري ڄاتو آهي. پر انهيءَ اسٿول ديهه جي اندر جيڪو سوکيم شرير رهي ٿو. شايد سو مان آهيان؟ ڇاڪاڻ جو اسٿول ديهه جو هلڻ چلڻ وغيره وهنوار سوکيم شرير جي آڌار ٿي ٿئي ٿو.

**گرو واچ**- هي شش! جهڙيءَ طرح تون اسٿول ديهه نه آهين، تهڙيءَ ريت سوکيم سرير به نه آهين. اهو سوکيم ڀوتن جو ڪاريه پنجويهن تتن جو آهي.

**پرشن** - هي پريو! ڪرپا ڪري چٽيءَ طرح سمجهايو ته مان سوکيم ديهه ڪيئن ڪونه آهيان ۽ انجا تت ڪهڙا آهن؟

**اتر**- سوکيم سرير جي تتن جو ويچار هن ريت آهي:- پنج گيان اندريون، پنج ڪرم اندريون ۽ پنج پراڻ، پنج گيان اندريون، پنج ڪرم اندريون ۽ من وشيون. اهي پنجويهہ تت پڻ آڪاش آدڪ پنجن مها ڀوتن مان ٺهيل آهن. اسٿول سرير جا تت اسٿول ڀوتن جي پنچيڪرڻ مان پيدائش ورهانگي مان پيدا ٿيا، مگر سوکيم سرير جا تت ڀوتن جي وراهست ۽ سواءِ ئي پيدا ٿيا آهن. انڪري سوکيم سرير جو ڪارڻ اپنچيڪرت مها ڀوت چيا ويا آهن. ان جي سمجهڻ لاءِ هيٺ نقشو ڏيکارجي ٿو.

ڪٿي آهي؟ ۽ جي توهان مٿ تو ڪريو ته موڪلي گاڏي ڏيکار. تنهن بيرباڻين وڃن ڏي، جي گاڏي ثابت نه ٿي ته بوءِ ڪهڙي ـرا ۽ ٻالٽي هموار ڪندين؟ تنهن تي گلاب چيو ته جي گاڏي ثابت نه ٿئي ته منهنجي مٿهن تي هڪ جماعت هلج. ايتري ۾ گاڏي اچي پرسان لنگهي ۽ گلاب قيٺي تي هٿ رکي چيو ته اجها هيءَ گاڏي! تڏهن وويڪيءَ چيو ته هي گاڏي ڪٿي آهي، هيءَ ته ڦيٿو آهي. گاڏي جهنجو نالو سا ڪٿي آهي؟ گلاب وري پالجاريءَ تي هٿ رکي چيو ته اجها! وويڪيءَ چيو اها پالجاري آهي. گاڏي ته ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي. اهڙي طرح گلاب جدا جدا پاڳن تي هٿ رکي ڏيکاريس مگر وويڪي انهن ڪون ها نالا ڏرو، ڏڪ، ڏورڻا، وغيره ٻڌايا مگر گاڏي نالو ثابت ٿي نه سگهيو. تڏهن گلاب هار ٻڌي ۽ جيائين ته بلي موڪلي مٿهن تي جماعت هڻ. تڏهن تي وويڪي جيس ته پهنجو مٿهن تر ڏيکار ته اتي اوڪي جماعت هڻان. تڏهن تڏهن گلاب ڳل تي هٿ رکي ڏيکاريس ته اجهو منهنجو مٿهن. تڏهن تي وويڪي چيو ته هي ڳل آهي، مٿهن ڪٿي؟ گلاب وري جدا جدا اکين، نڪ، وات، ڪاڏي وغيره انگن تي هٿ رکي ڏيکاريو. وويڪيءَ انهن انگن جا نالا ٻڌايا مگر مٿهن نالو ثابت نه ٿيو. اهڙي طرح ويچار ڪجو ته هيءَ سريرو ۽ نالو ٻـ سد ڪوڙ ليکدو، تتط ڪوڙي وهنوار جي ورتاءُ ڪرڻ لاءِ ڪٿ (ڪوڙا) نالا رکيا ويا آهن. جهڙي طرح سان ڪيلي جي وڻ توڙي ڀـر يا ڪجهيءَ جي گهر ڪي ڪولهو تـ ٻڙدن ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به اندران ڪونه نڪرندو. اهڙيءَ طرح سڀ ۽ انجا ٻدارت ۾ سمجهڻ گهرجن.



# وويڪ چوٿون

(سوکيم سرير، اندرين ۽ پراڻن جو نرنو)

دوهرا – وويڪ چترت ۾ ڪهون، هيتو سوکيم ديهه،

ٻري آهين. تنهنجي ديهه درسير (ڏسڻ ۽ اچڻ واري)، است (ڪوڙ
جڙ (ٻالڪي ۽ ڪي نه ڄاڻندڙ) دک روپ ۽ وڪارن واري آهي
انهن سان تنهنجو ڪوئي سنبنڌ نه آهي. تون پنهنجي سروپ جو
اگيان ڪري سکي دکي، ڪرتاپڻو (شڀ ۽ اشڀ ڪرمن جي ڪر
وارو) ڀوڳتاپڻو (ڪرمن جي ڦل ڀوڳڻ وارو) وغيره انتشڪرڻ جي
ڌرمن ۽ ٻالڪي مڃي ويٺو آهين؛ واستو ۾ تون سڀ کان نيارو شد
برهم آهين. تنهنجي سروپ ۾ سنسار نالي ماتر به نه آهي. ساڳيءَ
طرح ڪرشن ڀڳوان اڌو کي ٻڌڻ جيو آهي:-

## شلوڪ

هرش شوڪ ۽ ڀيه اڇا، جنم مرڻ ٻک پياس،
ڪرم ڪرڻ ڦل ڀوڳ سڀ، لوڪ پرلوڪ نواس،
ڌرم انتهڪرڻ جا، آتم شڌ ابناس،
پورڻ برهم پرڪاش، سدا رهي نرليپ سو.

اهڙيءَ طرح جڏهن ستگرو پنهنجي آتما جو بوڌ ڪرائي يعني
سمجهائي ته، تڏهن جگياسو ديهه اڌياس ڇڏي نشچي ڪري ته نه "آءٌ
شد برهم آهيان." اهڙي گيان ڪري سنسار جي دکن کان آزاد ٿئيٿو.
...ڪري هي شش! تون به متئين درشتانت ۽ سڌانت کي سمجهي،
...ن ديهه مان آهنتا ۽ ممتا تياڳي ڇڏ. اڃا به جي ويچار ڪبو ته هيءُ
...ير ۽ نالو به ڪو نه سڌ ٿيندو، اهو سڀئي فقط ڪلپنا ماتر آهي.

**درشٽانت** - هڪ وويڪي منش ڪنهن دور ديش ڏي پئي ويو
...رات تي هڪ گلاب نالي متر مليس تنهن کيس ٽڪل ڏسي جيو ته
...مترا هو هريان گاڏي پيٺي اچي تون انهيءَ تي چڙهي هل. تڏهن
...ڪيءَ جواب ڏنو ته مونکي ته ڪا به گاڏي ڏسڻ ۾ ڪا نه ٿي اچي.
...جيو ته اڃا هيءَ پوئتان اچي رهي آهي. تون ڏسي ڪو نه ٿو
...ن جا؟ تنهن تي وويڪيءَ جيو ته تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين، گاڏي

سنسار روپي بن ۾ ڀٽڪي ٿو. وري وري جنم مرڻ جي چڪر ۾ ڦرندو رهي ٿو. ۽ جڏهن اگيائي جيو جا ڪي اگيان نشڪام ڪرم ٽل ڏيڻ واسطي برگهت ٿين ٿا، تڏهن ڪو ويدانت شاستر ۾ نيپڻ (قابل) ۽ برهم نيشٽي گرو ملي وڃي ٿو. تڏهن اهو گرو جگياسوءَ جا اتر لکشڻ ۽ جگياسا (موکش جي زبردست اڇا) کي ڏسي پهاڙي شيندون وانگر کيس اُپديش ڪري ٿو ۽ ڪانئس پڇي ٿو ته تون ڪير آهين؟ ۽ تو پنهنجي برهم سروپ کي جاتو آهي؟

**شش** — آءٌ منش آهيان. مان برهم سروپ کي ڪيئن جاڻي سگهندس؟

**گرو** — هي ڀائي اهو منسبٽو تنهنجي ديهه ۾ آهي، تون ان ديهه جو درشٽا (ڏسندڙ) آتما ديهه کان نيارو آهين، تون برهم سروپ آهين، مگر اگيان ڪري اهي الٽيون ڳالهيون ڪرين ٿو.

**شش** — هي ڀڳوان! توهين چئو ٿا ته تون برهم آهين سو ڪئن ٿي سگهندو! آءٌ ته سنساري، ڪرتا، ڀوڳتا، سکي، دکي، جيو آهيان. ونکي اوهان جو اُپديس اليۏ ۾ نٿو اچي.

**گرو** — هي جگياسوا تون ويچار ڪري ڏس ته اهو تنهنجو ديهه ايمان ٿي آهي، جو توکي سنساري، ڪرتا ڀوگتا وغيره پرتيت ڪرائي رهيو آهي، سو سو حقيقت ۾ تون اِهين جو ساکي، آتما آهين. ديهه جو هڪ به لکشڻ توسان نٿو ملي ۽ برهم سچدانند جي سروپ جا لکشڻ سڀ تنهنجي آتما سان ملن ٿا. جهڙيءَ طرح سان برهم ست آهي تهڙيءَ طرح تون جاگرت آدڪ ٽنهي اوستائن ۾ ست آهين. جئن برهم، گيان سروپ آهي تئن تون به ٽنهي اوستائن کي جاڻين ٿو. ان ڪري گيان روپ آهين. جئن برهم، آنند روپ آهي تئن تون به سک جو ڀنڊار آهين. سرير جي ڇهن وڪارن ا- ابتي ٢- وڌڻ ٣- ٻالڪ اوسٿا ٤- جواني ٥- پيرهو ۽ ٦- ناس ٿيڻ. انهن کان

تہ مان گهيٽو نہ آهيان، ۽ شينهن شير آهيان تڏهن نعيڊي شينهن چيو تہ اها ڳالهہ ٻنهي جي برابر آهي ۽ جيڪڏهن آءٌ شينهن آهيان نہ گهيٽو ڪيئن ٿيس؟ تهن تي پهاڙي شينهن جواب ڏنو تہ تون گهيٽو ڪونہ ٿيو آهين ۽ جڏهن ڪان وٺي رڍن سان گڏ گذاريو اٿئي ۽ ريڍار توکي گهيٽو ڪري سڏيو آهي. اِنڪري اهو ڀڪو ڀرم پنهنجي ويو آهي تہ آءٌ گهيٽو آهيان. هي متر هاڻي انهيءَ ڪوڙي ڀرم کي ڇڏي نشچي ڪر تہ مان شير آهيان. تون پڻ مون وانگر گرجنا ڪري پنهنجي ٻچ مان نڪاءِ ڪيد، تڏهن رڍن واري شينهن گجگوڙ ڪري ٻچ مان نڪاءِ ڏياريو، جنهن ڪري سيئي رڍون ڀڄي ويون. انهيءَ طرح پهاڙي شينهن جي ڀڪتين ۽ دليلن کي ٻڌي ڏڻ واري شينهن ويچار داران نشچو ڪيو تہ مان برابر شينهن آهيان ۽ گهيٽي پڻي جو ڀرم لهي ويس ۽ ارمان ڪرڻ لڳو تہ هيترا سارا ڏينهن رڍن جي سنگ ۾ پنهنجي اصلي سروپ کان ڀلجي دين (هيٺو) ٿي پيو هوس، هاڻي ڪڏهن بہ رڍن جو سنگ نہ ڪندس اهڙو نشچو ڪري ڀاٽڪي جهنگل جو راجا سمجهڻ لڳو.

## (مٿين درشٽانت جو سڌانت)

تهڙيءَ طرح سان ديهہ جو درشٽا (ڏسندڙ) آتما تنهن کي انادي ڪال کان سروپ جي اگيان هئڻ ڪري ٽتان واشنائن ۽ ڪرمن جي سنبند ڪري ديهہ ۽ اندرين روپي رڍن ۽ گهيٽن جي سنگ ۾ اچڻ ڪري ڀرم جي وس ٿي ڀاڻ کي مڃش، استري، پرش، برهمڻ وغيرهہ ورڻ، آشرم ۽ جاتي وغيرهہ مڃي رهيو آهي، ۽ پنهنجي ڀارت سروپ ساکي درشٽا، ست، چت، آنند کان ڀلجي دين ٿي رهيو آهي، ۽ ريڍار سمان جي ڀيد وادي گرو آهن، سي جيون کي اهڙئي اُپديش ڪن ٿا تہ ...دن ڪرتا، ڀوڳتا (ڪرمن جي ڪرڻ ۽ ڀوڳڻ وارو) جيو آهين، ...مڻ، مرڻ وارو سنساري وغيرهہ آهين.

اهڙي وپريت (اُلٽي) گيان کي سٽي ڪري انهيءَ جو اڌياس ...ام ڀڪو ٿيندو ٿو وڃي ۽ ڀاڻ کي ديهہ آدڪ مڃي ڪرمن ڪري

ٽون الي بيٺ موٽڪي ٽوسان هڪ ڳالهه ڪرڻي آهي. اهو هڏي شيشون
جو ٻچو بيٺو ته ڏس پهاڙي شيشون جنهنجي پرٻان وحي ڪيس جوڙ لڳو
هي پاڻي ٽون شيشون تي ڪري رڍن سان گڏ ڪيٺن ٿو گذر
ڪرين؟ تنهنجي شيشن جي ٻچي جواب ڏنو ته پهريائين آءٌ ته شيشون ڪونه
آهيان ٽون شيشون مڃين ته پاڻي مح آءٌ ته گهيٽو آهيان. مهرباني ڪري
موٽان جرجا نه ڪر ۽ موٽڪي شيشون ٻڌي ڪوٽ اڙي طرح آٿيون
ڳالهيون هڏي پهاڙي شيشون جي من ۾ ويچار آيو ته شايد
هي جنم کان رڍن جي ڏڻ سان گڏ رهيو ٿو ڏسجي، تنهنڪري
هنکي گهيٽي هئي جو احساس ڪو ٿي ويو آهي، جنهنڪري پنهنجي
سڄي سروپ کان ڀلجي ويو آهي، هاڻي موٽڪي گهرجي ته ڪيس
اپديش ڪري گهيٽي هئي جو ڀولو ڪيان. اهو ويچار ڪري پهاڙي
شيشون ننڍي شيشن کي جوڙ لڳو پاڻي ٽون ويچار ڪري ڏس ته
رڍون ۽ گهيٽا سڀ قد ۾ ننڍا آهن ٽون سڀني کان اوچو ۽
شاندار آهين ۽ پلا ٽون انهن جي ذات وارو ڪئين ٿئين؟ ڏس ٿ
شيشون جي ٻچي اٿر ڏاڙهي ۽ ننڍا گهيٽا آهن ۽ آءٌ وڏو گهيٽو آهيان
ٽون ڀلي پهاڙي شيشون جيو ته ٽون منهنجي ۽ پنهنجي بدن کي جاچي
ڏس ته تنهنجو ۽ منهنجو سروپ هاڻ ۾ ملي ٿو پر گهيٽن جي
شڪل جو ذرو به ٽوسان ميل نٿو کائي، گهيٽن جي پيرن ۾ ڪرا
آهن پر تنهنجي ۽ منهنجي پيرن ۾ پنج پنج نون آهن، گهيٽن جي
پلوڙ ۾ ننڍا پچ آهن. ٽوڪي ۽ موٽڪي ڊگها ۽ شاندار پچ آهن.
ڪري ٽون گهيٽو نه آهين پاڪ جانورن جو راجا شير آهين. اهڙي
[illegible] بازي ڪالبو شيشون جو ٻچڙو جوڙ لڳو ته ادا تنهنجي ڳالهه آهي
[illegible]، پر منهنجي من ۾ ٿي ٿي لڪي ته ڏس پهاڙي شيشون کيس وٺي
[illegible] ولي ويو ۽ پاڻي ۾ سندس ۽ پنهنجو پاڇو ڏيکاري جوڙ لڳو
[illegible] ۽ منهنجي شڪل ۾ ڪو به تفاوت ڪونهي ۽ گهيٽن جي
[illegible] شڪل کان نرالي آهي. انڪري ٽون پنهنجي پل ڪي

**پرشن** — هي سوامي! توهان مٿي استول شرير جي ڀرڻ اقشر ۽ آڪاش جا تت ڪام، ڪروڌ، شوڪ، موهہ ۽ ڀؤ ٻڌايو. وري ڪن لقشر جي سمجهاڻيءَ ۾ آڪاش جا تت بيا ڄيو، انجو ڪهڙو سبب؟

**اُتر** — هي شش! مون ٻڌايل تت ڪام ڪروڌ جيتوڻيڪ سوکيم شرير جا ڌرم آهن، ۽ انهن جو آويش (اثر) هردي آڪاش استول شرير ۾ ظاهر آهي انڪري انهن مٿين تتن کي ۽ آڪاش جي تتن ۾ ڳڻيو ويو آهي. هدن تتن جي ڪٿن ڪرڻ جو مکيہ مطلب اهو آهي تہ هي استول شرير ۽ تہ سڀ ”ڀؤتڪ“ يعني پنجن جو ڪاريہ آهن، انڪري جڙ آهن انهن کي ستا ڏيڻ وارو آتما ساکي نروڪار نيارو توهين آهين. انهنڪري سرير وغيرہ جي سنگ ۾ پنهنجو پاڻ کي شينهن وانگر نہ ڀلاءِ.

**درشٽانت** هڪڙي ريدار ڪنهن پهار تي رڍون چاريندي شينهن جو ٻچو ڏٺو ان کي کڻي آڻي گهر ۾ پاليائين، شينهن جي ٻچي کي روز رڍن جي وٿاڻ ۾ کير پيارڻ لڳو، ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ شينهن جو ٻچو وڏو ٿيو ۽ رڍن سان گڏ جي وڃي جهنگل ۾ گهمندو ڦرندو هو، شام جو وري موٽي گهر ايندو هو، ريدار بہ کيس رڍن سان گڏ واڙ ۾ بوري ڇڏيندو هو. اهڙي طرح گهڻا ڏينهن رڍن سان گڏ رهڻ ڪري شينهن کي ائين نسچي ٿي ويو تہ مان بہ هڪ گهيٽو آهيان. ريدار بہ کيس رڍن وانگر ٻچڪار ڏيئي سڏ ڪندو هو. اهڙيءَ طرح رڍن سان رهڻ ڪري شينهن جي ٻچي کي گهيٽي پڻي جو اڌياس (ڀرم) پڪو ٿي ويو اخر هڪ ڏينهن اهو شينهن رڍن سان گڏ جڏهن پهاڙ جي ترائيءَ ۾ پئي گهميون. تڏهن بيو هڪ پهاڙي شينهن کيس ڏسي عجب کائڻ لڳو تہ هيءَ شينهن ڇو تي ڪري رڍن سان گڏ بيو چري تنهن تي پهاڙي شينهن ولي گرجنا ڪئي ان گجگوڙ ڪري رڍون سڀيئي ڀڄڻ لڳيون، ان سان گڏ شينهن جو ٻچو بہ ڀڄڻ لڳو. تڏهن پهاڙي شينهن رڙ ڪري شينهن جي ٻچي کي چيو تہ هي مترِ

هردي آڪاش تت ۽ اگن جو آهي چاڪاڻ ته هردي ۾ سدائين گرمائش رهي ٿي، انڪري اگن جو آهي، ۽ آڪاش کي ملڻ ڪري آڪاش جو جنجي ٿو.

( وايو جا تت )

وايو جو سندس مکيه ڀاڱو ۽ ٻاڻ وت رکيو سو ڊوڙڻ آهي، ان ڀاڱي جا چار حصا ڪيائين: ١- جهڙي ٢- ٻگهر ٣- أچ ۽ ٤- ڪمت آڪاش، اهي ٻين ڀوتن کي ڏنائين جنهن ته جهڙي انهيءَ سان وايو جو گڏ سپرش ٿئي ٿو، اهو هوا جو تت آهي. پرٿويءَ کي ملڻ ڪري پرٿويءَ جو جنجي ٿو. ٻيو ٻگهر، جل کي ملڻ ڪري جل جو جنجي ٿو. ٽيون أچ ته وايو جو تت آهي، ۽ اگنيءَ کي ملڻ ڪري اگنيءَ جو جيو وهي ٿو. چوٿون ڪمت آڪاش هوا جي اچڻ وڃڻ جو رستو آهي، انڪري وايو جو تت آهي. مگر آڪاش کي ملڻ ڪري آڪاش جو سڌ جي ٿو.

(آڪاش جا تت)

آڪاش جو سندس مکيه اڌ ڀاڱو ٻاڻ وت رکيو سو سر آڪاش سمجهڻ گهرجي ٻئي اڌ ڀاڱي جا چار حصا ڪيائين: ١- وار ٢- ڪف يا گنگ ٣- نند ٤- وڪرو ٽيڻ ٻين جنهني ڀوتن کي ورهائي ڏنائين جيئن ته وارن کي وڌڻ ڪري دکر نٿو ٿئي چاڪاڻ ته آڪاش جيان جڙ روپ آهن، انڪري آڪاش جو تت آهي. ۽ پرٿويءَ کي ڏيڻ ڪري پرٿويءَ جو جنجي ٿو. ٢- گنگ جڙ روپ آهي جا سر آڪاش مان اچي ٿي انڪري آڪاش جو تت آهي، جل کي ملڻ ڪري جل جو تت ٿيو. ٣- نند جڙتا هئڻ ڪري آڪاش جو تت آهي ۽ اگنيءَ کي ملڻ ڪري اگن جو جنجي ٿو. ٤- وڪرو ٽيڻ (بدن ڦهلائڻ) ۽ آڪاش جو تت آهي، مگر وايو کي ملڻ ڪري وايو جو جنجي ٿو ان مٿيئن رمت ٿئي جي سمجهاڻيءَ موجب پنجن ڀوتن جو پنجي ڪرڻ (ورهاڱو) ٿيو.

آڪاش پرٿويءَ جي پاڳي ميل (وشتا) کي رکڻ جو همد آهي، انڪ
پرٿويءَ جو تت آهي. پر آڪاش کي ملڻ ڪري آڪاش جو چئجي

**(جل جا تت)**

جل جو سندس مکيه پاڳو ويريه آهي. ڇاڪاڻ ته جيئن پاڻي سڻ
آهي ۽ وڻ وغيره پوتين کي اُپجن ڪري ٿو. تيئن ويريه به سفيد آهي
۽ گرڀ سنتان جي اُتپتي ڪري ٿو. ان ڪري جل جيڪو سندس
اڌ پاڳو رکيو سو ويريه سمجهڻ گهرجي. جل جي ٻئي پاڳي جا چار حصا
ڪيائين:- ١- ماس ٢- ڪرانتي ٣- هلڻ ۽ ٤- پيت آڪاش، سي
پرٿويءَ ۽ ٻين پوتن کي ورهائي ڏنائين. جيئن ته ماس دروي پوت
يعني جل وانگر پگهريل نموني آهي، ان ڪري اهو جل جو تت آهي مگر
پرٿويءَ کي ڏيڻ ڪري پرٿويءَ جو ٿيو. ٻيو ڪرانتي به جل وانگر
صفائيءَ جي گڻ روپ آهي، ان ڪري جل جو تت آهي، پر اگن کي
ڏيڻ ڪري اگن جو چئجي ٿو. ٽيون هلڻ تت به جل وانگر هلندڙ
روپ آهي اهو جل جو آهي پر هوا کي مليو تنهن ڪري هوا جو سڏجيٿو.
چوٿون پيت آڪاش تت به جل جي رهڻ جو استان آهي ان ڪري
جل جو آهي مگر آڪاس کي ملڻ ڪري آڪاش جو چئجي ٿو.

**(اگن جا تت)**

اگن جو سندس مکيه پاڳو بک آهي، ڇاڪاڻ ته پيت ۾ جٺرا اگنيءَ
ڪري ئي بک لڳي ٿي. انڪري اگن جيڪو اڌ حصو پاڻ وٽ رکيو
، بک آهي ۽ ٻئي حصي جا چار پاڳا ڪيائين:- ١- ناريون ٢- موتر
- انگن جو ورائڻ ۽ ٤- دردي آڪاش، اهي ٻين پوتن کي ڏنائين.
ڻ ته ناڙيءَ جي وسيلي گرميءَ تپ وغيره جي خبر پوي ٿي، ان
ڪري ناريون اگن جو تت آهي، اهو پرٿويءَ کي ملڻ ڪري پرٿويءَ
جو چئجي ٿو. ٻيو موتر به پاڻ جو تت آهي، جل کي ملڻ ڪري جل
جو ٿيو آهي. ٽيون ورڻ تت به اگنيءَ وانگر ورڻ روپ آهي انڪري
جو آهي سو وايو کي ملڻ ڪري وايو جو چئجي ٿو. چوٿون

پرشن- هي سوامي! ڪرپا ڪري اهو جلديءَ طرح پرڪاش ڪري ٻڌايو تہ ڪهڙي ڀوت جو ڪهڙو ڪهڙو اتو ڪيهڙڪي ڪيهڙڪي ڏنائون؟

اُتر- هي شش انهيءَ لاءِ هيٺ ورهاڱي جو نقشو ڏيکاري سمجهايو وڃي ٿو۔

| پنج ڀوت | پرٿوي | جل | اگني | هوا | آڪاش |
|---|---|---|---|---|---|
| پرٿويءَ جا تت | هڏ | رت | آلس | سوڙهو ٿيڻ | چيلهہ آڪاش يا پيٽ |
| جل جا تت | ماس | ويرج | ڪرانتي (تيج) | هلڻ | پيٽ آڪاش يا موهہ |
| اگني جا تت | ناڙيون | موتر | بک | الڪورائڻ | هردي آڪاش يا شوڪ |
| هوا جا تت | چمڙي | پگهر | اُڃ | ڊوڙڻ | ڪنٺ آڪاش يا ڪروڌ |
| آڪاش جا تت | وار | ڪڪ | ننڊ | ونڪورلوڻ | سر آڪاش يا ڪام |

**مٿين نقشي جي سمجهاڻي:-** (پهرين پرٿويءَ جا تت)
پرٿويءَ جو سڌس مکيہ ڀاڱو هڏا آهن، جو تہ هڏا پرٿويءَ جي سمان سخت آهن۔ اهو اڌ حصو پرٿويءَ پاڻ رکيو ۽ ٻئي اڌ جا چار ڀاڱا ڪيائين ۱- رت ۲- آلس ۳- سوڙهو ٿيڻ ۽ ۴- چيلهہ آڪاش (پولار)۔ انهي ڀين جڻن کي ورهائي ڏنائين، جنهن تہ رت لعل رنگ ٿي آهي سڪي وڃڻ بعد ڌاڙو ٿئي ٿو۔ اهو پرٿويءَ جو اَت آهي، پر جل کي ڏيڻ ڪري جل جو جنجي ٿو۔ ٻيو آلس ان پر پرٿويءَ سمان جڙتا آهي تنهڪري پرٿويءَ جو آهي پر اگني کي ڏيڻ ڪري اگني جو جيو وڃيٿو۔ ٽيون سوڙهو ٿيڻ سو بہ پرٿويءَ وانگر جڙتائي جو ڪارڻ آهي، انڪري اهو پرٿويءَ جو تت آهي مگر هوا کي ملڻ ڪري هوا جو ٿيو۔ چوٿون چيلهہ

ساڻ تن پنجن ڀوتن جو ڀاڱ ۽ پنچيڪرڻ يعني ورهانگو ٿيو سو هيٺ
ريت آهي :-

هڪڙي هڪڙي ڀوت پنهنجا ٻه ٻه حصا ڪيا تنهن مان هڪ ح
حصو هرڪنهن ڀاڱ وٽ رکيو ۽ ٻئي هرهڪ حصي جا چار چار ڀاڱا ڪر
ڀاڱ ۾ هڪ ٻئي کي ورهائي ڏنائون.

درشٽانت- جيئن ڪنهن شهر مان پنج سنگتي گڏجي مسافري
تي ويا، واٽ تي بک لڳين. جيڪي ڀاڱ ساڻ کائڻ لاءِ کنيو هئائون
ورهائڻ لڳا. جيئن ته هڪ وٽ هو شردو، ٻئي وٽ ڀيڙيو، ٽئين وٽ
ناريل، چوٿين وٽ انب، پنجين وٽ صوف هو. پهرئين شردي واري
شردي جا ٻه ڀاڱا ڪري هڪ ڀاڱ ڪنيائين ۽ ٻئي ڀاڱي جا چار حص
ڪري چئني سنگتين کي ورهائي ڏنائين. اهڙي طرح ڀيڙيي واري ٻ
ڀيڙيي جا ٻه ڀاڱا ڪري هڪ ڀاڱ رکيائين ٻئي اڌ جا چار حصا ڪري
شردي واري سميت چئني کي ورهائي ڏنائين. ناريل واري ٻه ناريل جا
ٻه ڀاڱا ڪيا هڪڙو ڀاڱ وٽ رکيائين ٻئي جا چار حصا ڪري چئني کي
ورهائي ڏنائين. انب واري ٻه انب جا ٻه ڀاڱا ڪري هڪ ڀاڱ رکيو ۽
ٻئي جا چار حصا ڪري چئني کي ڏنو. ساڳيءَ ريت صوف واري ٻه
صوف جا ٻه ڀاڱا ڪري هڪ ڀاڱ رکيائين ۽ ٻئي ڀاڱي جا چار حصا
ڪري ٻين چئني کي ڏنائين. اهڙيءَ ريت ورهانگي هئڻ ڪري هرهڪ
وٽ پنج پنج (هڪ هڪ پنهنجو ۽ ٻيا چار ٻين چئن جا) ٿيا. اهي
ملي سڀيئي پنجويهه ٿيا.

سڌانت- اهڙيءَ طرح پنجن تتن ٻه پنهنجا پنهنجا ٻه ٻه ڀاڱا
ڪيا. تنهن مان هڪ هڪ ڀاڱو ڀاڱ وٽ رکيائون ۽ ٻئي ڀاڱي جا چار
چار حصا ڪري هڪ ٻئي کي ڀاڱ ۾ ورهائي ڏنائون. اهڙيءَ ريت مکيه
اڌ حصو سڀ ڪنهن وٽ پنهنجو ٿيو ۽ چار چار حصا ٻين کان مليس ۽
ڙيئي پنج پنج تتو سڀ ڪنهن ڀوت وٽ ٿيا. اهي سڀيئي پنجويهه
ت ٿيا، تنهن کي شاسترن ۾ پنجن ڀوتن جو پنچيڪرڻ چون ٿا.

کي. جلائڻ سان اهي تت ۽ خاڪ ٿي پرٿويءَ سان ملي وڃن ٿا. جيڪي زمين اندر پوريون ٿا، سي ۽ گهري مٽي ٿي وڃن ٿا. جيڪڏهن ڪو پسون کي کائي وڃيس ته ان مان وشٽا ٿي وري ۽ مٽي سان ملي ويندو. انڪري اهي پنجئي تت پرٿويءَ جا آهن ليڪا نه آهن. تون انکي ڄاڻڻ وارو جدا آهين ڄاڻڻ ته جو ڄاڻڻ وارو آهي سو ڄاڻڻ واري شيءِ کان جدا ٿيندو آهي. ڪري تون ساکي آهين ۽ استول شرير، تت، پرڪرتيون نه آهين ۽ نه اهي تنهنجا آهن ڪري انهن مان اهم ڀاو ۽ ممتا ڇڏي پنهنجي اصلي سروپ کي سڃاڻي سچو سک حاصل ڪر.



## وويڪ ٽيون

### (پنجن مها ڀوتن جو پنچيڪرڻ ورنن)

دوهرا — وويڪ ٽيسر مٿن ڪهون، تتو سهت وستار،
پانچ مها ڀوتن ڪه، پنچي ڪرڻ پرڪار.

**پرشن** — هي پربهوا توهانجو مٿي استول شرير جو تتون سميت ڪٿن ڪيل موں چڱيءَ طرح سمجهيو. مان استول شرير برابر ڪونه آهيان. پر ڪرپا ڪري ٻڌايو ته پنجن تتن جو پاڻ ۾ پنچيڪرڻ (وره لڳو) ڪيئن ٿيو؟

**اتر** — هي شش! جنهن وقت پرلئه ٿئي ٿي ان وقت جيون جا ڪرم سوکيم (سنسڪار) روپ ٿي مايا ۾ لين رهن ٿا. جڏهن ڪرم ڦل ڏيڻ لاءِ تيار ٿين ٿا، تڏهن ايشور ۾ اما اچا اٿڻ ٿئي ٿي ته جيون جي ڪرم ڦل ڀوڳڻ لاءِ جڳت پيدا ٿئي. اهڙي سنڪلپ هڻڻ ڪري مايا مان پنج ڀوت سوکيم ۽ سوکيم سرشٽي پيدا ٿي. ان کانپوءِ استول ڀوت (تت) پيدا ٿيا ۽ استول سرشٽيءَ جي وهنوار سڌ ٿيڻ لاءِ ايشور اڇا

سان تن پنجن ڀوتن جو پاڻ ۾ پنچيڪرڻ يعني ورهانگو ٿيو سو
ريت. آهي :-

هڪڙي هڪڙي ڀوت پنهنجا ٻه ٻه حصا ڪيا تنهن مان هڪ
حصو هرڪنهن پاڻ وٽ رکيو ۽ ٻئي هرهڪ حصي جا چار چار ڀاڱا ڪ
پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي ورهائي ڏنائون.

درشٽانت - جيئن ڪنهن شهر مان پنج سنگتي گڏجي مسا
ٿي ويا، واٽ تي بک لڳين. جيڪي پاڻ سان کائڻ لاءِ کنيو هئائون
ورهائڻ لڳا. جنهن ۾ هڪ وٽ هو شردو، ٻئي وٽ پپئيو، ٽئين
ناريل، چوٿين وٽ انب، پنجين وٽ صوف هو. پهرئين شردي وار
شردي جا ٻه ڀاڱا ڪري هڪ پاڻ کنيائين ۽ ٻئي ڀاڱي جا چار ح
ڪري چئني سنگتين کي ورهائي ڏنائين. اهڙي طرح پپئيي واري
پپيئي جا ٻه ڀاڱا ڪري هڪ پاڻ رکيائين ٻئي اڌ جا چار حصا ڪري
شردي واري سميت چئني کي ورهائي ڏنائين. ناريل واري ٻه ناريل جا
ٻه ڀاڱا ڪيا هڪڙو پاڻ وٽ رکيائين ٻئي جا چار حصا ڪري چئني کي
ورهائي ڏنائين. انب واري ٻه انب جا ٻه ڀاڱا ڪري هڪ پاڻ رکيو ۽
ٻئي جا چار حصا ڪري چئني کي ڏنو. ساڳيءَ ريت صوف واري ٻه
صوف جا ٻه ڀاڱا ڪري هڪ پاڻ رکيائين ۽ ٻئي ڀاڱي جا چار حصا
ڪري ٻين چئني کي ڏنائين. انهيءَ ريت ورهانگي هئڻ ڪري هرهڪ
وٽ پنجم پنجم (هڪ هڪ پنهنجو ۽ ٻيا چار ٻين جڻن جا). ٿيا، اهي
ملي سڀيئي پنجويهه ٿيا.

سڌانت - اهڙيءَ طرح پنجن تتن ٻه پنهنجا پنهنجا ٻه ٻه ڀاڱا
ڪيا. تنهن مان هڪ هڪ ڀاڱو پاڻ وٽ رکيائون ۽ ٻئي ڀاڱي جا چار
ر حصا ڪري هڪ ٻئي کي پاڻ ۾ ورهائي ڏنائون. انهيءَ ريت مکيه
حصو سڀ ڪنهن وٽ پنهنجو ٿيو ۽ چار چار حصا ٻين کان مليس ۽
ئي پنجم پنجم تتو سڀ ڪنهن ڀوت وٽ ٿيا. اهي سڀيئي پنجويهه
ٿيا، تنهن کي شاسترن ۾ پنجن ڀوتن جو پنچيڪرڻ چون ٿا.

ڪي. جڏهن سان اهي لت ۽ ڏڪ نٿي ڀرتوي، پان ملي وڃن ٿا. جيڪي زمين اندر پورين ٿا، سي ۽ ڳري مٽي ڀڄي وڃن ٿا. جيڪڏهن ڪو ڀون ٻڪي ڪاٺي وجهي ته ان ۾ان وشڻا اٿي وري ۽ مٽي سان ملي وڃيٿو. انڪري اهي ڀنجني لت ڀرتوي جا آهن تنهنجا ته آهن. تون انڪي جاڻڻ وارو جدا آهين جاڪاڻ ته جو جاڻڻ وارو آهي سو جاڻڻ واري شئي کان جدا ٿيندو آهي. تنهنڪري تون ساکي آهين ديهه لستول شرير، لت، پرڪرتيون نه آهين ۽ نه اهي تنهنجا آهن تنهنڪري انهن مان اهم ڀاو ۽ ممتا ڇڏي ڀنهنجي اصلي سروپ کي سڃاڻي سچو سکر حاصل ڪر.



## وويڪ تبون

### (پنجن مها ڀوتن جو پڇيڪرڻ ورنن)

دوهرا – وويڪ تيسر مٺن ڪهون، تتو سهت وستار،
پانچ مها ڀوتن ڪي، پنچي ڪرڻ پرڪار.

**پرشن** – هي پربوا توهانجو مٿي استول شرير جو تتون سميت ڪٿن ڪيل مون چڱيءَ طرح سمجهيو. مان استول شرير برابر ڪوله آهيان. پر ڪرپا ڪري ٻڌايو ته پنجن تتن جو پاڻ ۾ پنجيڪرڻ (وروڌنگو) ڪيئن ٿيو؟

**اتر** – هي شش! جڏهن وقت پرلئه ٿئي ٿي ان وقت جيون جا ڪرم سوڪيم (سنسڪار) روپ ۾ مايا ۾ ليين رهن ٿا. جڏهن ڪرم ڦل ڏيڻ لاءِ ايار ٿين ٿا، تڏهن ايشور ۾ اها اڇا اُٿي ٿي ته جيون جي ڪرم ڦل ڀوڳڻ لاءِ جڳت پيدا ٿئي. اهڙي سنڪلپ ڪرڻ ڪري مايا مان پهريون سوڪيم ۽ سوڪيم سرشٽي پيدا ٿي. ان ڪالبوءِ استول ڀوت (لت) پيدا ٿيا ۽ استول سرشٽيءَ جي وهنوار سڌ ٿيڻ لاءِ ايشور اڇا

نٿو ٿئي انهيڪري بہ تون جاڳيءَ ريت ڄاڻين ٿو. اهڙي نموني سڀ
تتن ۾ سمجهڻ گهرجي. تنهن ڪري اهي تت آتما جا ڪو نہ
پر اهي آڪاش وغيره تتن جا آهن تون انهن کان جدا نيارو آهين

**پرشن**— اهي ڪام ڪروڌ وغيره آڪاش جا ڇو ٿا چئجن

**اتر**— اهي پنجئي هردي آڪاش ۾ پيدا ٿين ٿا، انڪري
آڪاش جا چئجن ٿا. تون انهن کي ڄاڻڻ وارو آهين. اهي پنجئي
مڻشن کي ٻڌڻ ۾ وجهي دک، ڏيڻ وارا آهن، تنهنڪري تون انهن
جو سنگ تياڳي ڇڏ. هي شش! ڏس تہ ڪام ۾ آسڪت (موهت)
ٿيڻ ڪري راوڻ جهڙو ودوان ۽ سوروير ڪيترو نہ دک پائي ناس
ٿيو، وري ڪروڌ چنڊال راڪش کان بہ ٻڇو آهي ڇاڪاڻ جو راڪش تہ
پرائو رت ٿو پئي پر ڪروڌ ۾ آيل مڻش پنهنجو توڙي پرائو رت پئي ٿو.
راڪش تہ فقط رات جوئي پنهنجي ڪم ۾ پرورت رهي ٿو پر ڪروڌي
رات ڏينهن وياڪل رهي ٿو. انڪري ڪروڌ جو تياڳ هميشہ ڪرڻ
گهرجي. اهڙي پرڪار شوڪ، موهہ ۽ ڀؤ ۾ بہ جيو کي دک پراپت
ٿئي ٿو اهو هرڪنهن کي اليؤ شد آهي انڪري جيو کي دم تي قدم رکي
وقت هوشيار رهڻ کپي ۽ وڪارن کي اوڏو اچڻ نہ ڏجي، اهڙيءَ
ح وايو جي تتن هلڻ ڊوڙڻ وغيره ۽ اگن جي تتن بک اُڃ، آلس
ره ۽ جل جي تتن مان شڪر، رت آدڪ ۽ پرٿويءَ جي تتن هڏين
وغيره ۾ جيڪي ڪجهہ ٿئي يا نہ ٿئي، انهنکي تون جاڳي
ڄاڻين پيو.

**پرشن**— هي سوامي! هڏا ماس، چمڙي، ناڙيون ۽ وار پرٿويءَ
ئن آهن؟

**اتر**— جڏهن شرير مان پران نڪري وڃن ٿا تڏهن آڪاش
ره، ڪروڌ وغيره تت ۽ رت ويريہ، هوا باهہ، نٿا رهن اهي
ڪارڻ ڀوتن ۾ ملي وڃن ٿا باقي هڏي جي ديهہ جيڪا
اس آدڪن جي ٺهيل آهي سا فقط ڏسڻ ۾ اچي

(استول شرير جي تتون يعني پرڪرتين جو نقشو)

| آڪاش جا تتو | وايو جا تتو | تيج جا تتو | جل جا تتو | پرٿويءَ جا تتو |
|---|---|---|---|---|
| ڪام | جلن (ملڻ) | ڪڌا (بک) | شڪر (ويريه) | هڏا |
| ڪروڌ | ولن (اڳرو وانڻ) | ترشا (پياس) | رت | ماس |
| شوڪ | ڌاون (ڊوڙڻ) | آلس (سستي) | لار (ڳگ) | چمڙي |
| موه | پسارڻ (ڦهلائڻ) | ننڊرا (ننڊ) | موتر (پيشاب) | ناڙيون (نسون) |
| ڀؤ (ڊپ) | سنڪوچ (سوڙهو ٿيڻ) | ڪانتي (ڪانتي يا جوت) | پسيو (پگهر) | روم (وار) |

اگني جا تت:- ڪڌا (بک)، ترشا (اُڃ) آلس، ننڊ ۽ ڪرانتي (چهرو) اهي پنج آهن. جو ته پيٽ ۾ اگنيءَ هئڻ ڪري بک اُڃ لڳي ٿي سگهي. گرمي جي ڏينهن ۾ ٿاڪ گهڻو ۽ آلس ننڊ پڻ زياده ٿئي ٿي اُن ڪري اگنيءَ جا آهن.

جل جا پنج تت- شڪر (ويريه)، رت، لار (ڳگ)، پيشاب ۽ پنجون پسيو، جو ته اهي پرگٽ جل جو روپ آهن.

پرٿوي جا تت- هڏيون، ماس، چمڙي، ناڙيون ۽ پنجون وار آهن. جاڪاڻ جو اهي پرٿوي روپ آهن ۽ پرٿويءَ ۾ ٿي لين ٿين ٿا. اهي سڀيئي پنجويهه پرڪرتيون پنجن ڀوتن (تتون) جون استول ديهه ۾ آهن. تون انهن کي چڱيءَ طرح ساڃاه ڪري انهن کان نيارو آهين. جڏهن ته آڪاش جي تتن مان ڪڏهن وقت ڪام ٿئي ٿو يا ڪو ٿئي ته ان کي تون جاڻي ته انهيءَ طرح ڪروڌ، شوڪ، موه ۽ ڀؤ ٿئي ٿو يا

تيان". اهڙي اچا هٿڻ ڪري ٻڌين سوکيم ڀوت (تت) ٿيا، تن مان استول
پنج تت پيدا ٿيا، اهن استول شرير ٺهڻ واسطي پنجن تتن جو وري
پاڻ ۾ ملڻ ڪرڻ (دڪ ڀٽي ۾ ورهائڻ ۽ ميلاپ) ٿيو جنهنڪري پنجويهه
پرڪرتيون ٿيون ٿا.

(پنجن تتن جون پنجويهه پرڪرتيون ورڻن)

دوهرا

(۱) ڪام ڪروڌ شوڪ موهه، ڀئه پنجم پهچان
پرڪرتي يهه آڪاش ڪي، تاتي نيارو جان
(۲) چلن، ولن، ارڌاوڻ، پرسارن سنڪوچ
يه پرڪرتي هئي وايو ڪي، ساکي تاڪو سوچ
(۳) ڪشڌا، ترشا، آلس هئي، نندرا، ڪرانت يه پانچ
ساکي تاڪو آتما، يي تت جانو آنچ
(۴) شڪر شروڻت ڪف تيسرو، پشاب پسينا جان
جل ڪي يهه هئي پرڪرتي، تمرا سروپ گيان
(۵) هاڏ ماس ار ناري چمر، روم يه آهه
پرٿوي ڪي يه پرڪرتي، ڪيول ڪرشن تم ناهه

مٿين دوهرن جو ارٿ هيٺيان صفحي تي نقشو ڏيئي چڱيءَ طرح
سمجهائجي ٿو.

نقشي جي سمجهاڻي- هن سرير ۾ آڪاش ڀوت جون پنج
پرڪرتيون يا تت:- ۱- ڪام ۲- ڪروڌ ۳- شوڪ ۴- موهه ۵- ڀؤ
(ڊپ) آهن. جاڪاڻ ته اهي هردي آڪاش ۾ ان جو روپ آهن.
وايو جا پنج لت:- چلن (هلڻ)، ولن (انگ ورائڻ)، ڊوڙڻ،
پرسارن ڊگهيرڻ يا ويڪرو ٿيڻ)، ۽ سوڙهو ٿيڻ آهي. جاڪاڻ جو
اهن جي گتي وايو جي سمان آهي.

**پرشن** – هي پريوا أهي ٽي شرير ڪهڙا آهن جن کان مان پاڻ کي نيارو سمجهان؟

**اتر** – (١) اسٿول (٢) سوکيم (٣) ڪارڻ اهي ٽي شرير آهن.

**پرشن** – اسٿول شرير ڪهڙو ۽ ڪنهنجو آهي؟

**اتر** – هي جو ظاهر ظهور جاگرت اوستا ۾ بدن ڏسجي ٿو، سو اسٿول شرير آهي. اوپنجن تتن جو ٺهيل آهي.

**پرشن** – پنج تت ڪهڙا آهن ۽ انهن مان ڪيئن ٺهيو؟

**اتر** – (ڏوهرا) آڪاس وايو اگن هتي، جل ارٿوتي جان
پانچ تتو ڪي ڪايه ۾، واس ڪهو تم آن

١- آڪاس ٢- هوا ٣- اگن ٤- جل ۽ ٥- پرٿوي اهي پنج تت آهن انهن کي ڀوت ۾ سڏيو وڃي ٿو.

**پرشن** – پنجن ڀوتن جا انس (حصا) هن شرير ۾ ڪهڙا آهن؟

**اتر** – هن شرير ۾ جيڪو پولار (خال) آهي سو آڪاس جو انس (حصو) آهي. ٢- جيڪي پران (سواس) هلن پيا سو هوا جو انس آهي. ٣- جيڪا گرمائش ۽ جٺرا اگني (کاڌي کي پچائڻ ۽ بک لڳائڻ واري باهه) هن شرير ۾ آهي سو اگن جو انس آهي. جيڪا بتزائي ۽ آلاڻ رت وغيره آهي اهو جل جو حصو سمجهڻ گهرجي ۽ جيڪي سخت ڀاڱا هڏا وغيره آهن سو پرٿويءَ جو انس آهي. انهن کي جاڻڻ وارو تون ساکي آتما نيارو آهين.

**پرشن** – هي سوامي! اهي پنج تت ڪيئن پيدا ٿيا ۽ انهن مان شرير ڪهڙيءَ طرح ٺهيو؟

**اتر** – هي شش! جيئن جي انادي ڪرمن انوسار سرشٽي رچڻ جي شروعات ۾ ايشور ۾ اڇا ٿي ته "مان هڪ روپ آهيان، گهڻا روپ

رهندو! تنهنڪري ائين هرگز نہ آهي مٿين ڳالهين ۽ دليلن مان ويچار ڪري سمجهي اٿئو ڪرڻ سان ثابت ٿيندو تہ اون جمڻ ۽ مرڻ کان نيارو اهر "ست" سروپ آهين.

## (چت جو سروپ ورنن)

پيو چت جو ارٿ پڌ:- جيڪو سڀ جو گياتا (جاڻندڙ) آهي ۽ جنهنجو پرڪاش (جاڻڻ شڪتي) ڪڏهن گم نہ ٿئي، اهڙو جو جيئن سروپ تنهن کي "چت" چئجي ٿو. سو تون ئي آهين. جاڳرت ۾ سموري وهنوار، سپني جي سرشٽيءَ وهنوار ۽ سکوپت اوستا جي سک وغيره سڀ کي جاڻين پيو. (ان جو وڌيڪ اگتي پڇڻي ڪرڻ ۾ نرنو آهي) تنهن ڪري تون چت (جيئن) سروپ آهين.

## (آنند جو سروپ ورنن)

ٽيون آنند جو سروپ پڌ:- جنهن ۾ دک جو ذرو بہ سنبند ڪونهي ۽ وشيہ جي سکن کان جو نيارو پرم سک آهي، تنهنکي آنند چئجي ٿو. سو تون آهين. جاڪاڻ جو پين سپني وستن کان توکي پنهنجو پاڻ وڌيڪ پيارو آهي، هروقت پرم پريہ سروپ آتما تون آهين. ان ڪري تون "آنند" روپ آهين. (ان جو نرنو اگتي جڳهيءَ طرح آهي) اهڙيءَ ريت تون جڏهن پنهنجي شڌ سروپ ست چت آنند روپ کي تنهين سرير وغيره پدارٿن کان نيارو نشچي ڪندين تڏهن، آکنڊ آنند ۾ رهندين.



# وويڪ پيو

## (شرير جي بناوت بابت ۽ پنجن تتن جو ورنن)

دوهرا- وڏو ڏٺيہ وويڪ ۾، نمت استول شرير
پانچ تت ڪو نرنو ٿهن، ڌرايو پڌ ور ڌير

مان ڪٿين ست جت آنند روپ آهيان؟

**اتر—** هي شنيرا پورين ست جو سروپ هي:— "ترڪال اباڌير توم ستير توم" يعني ٽنهين ڪالن (گذريل ايندڙ ۽ هلندڙ وقتن) ۾ جو ڪڏهن به ناس نه ٿئي ائهن کي ست چئجي ٿو. ليڪن تون اڳي هئين پوءِ ۽ جاڳرت سپن ۽ سکوپت ٽنهين وقت ۽ ٽنهين اوستائن ۾ هڪ رس قائم آهين. ان ڪري تون "ست" آهين. پيو جو تون ميٽن چوين ٿو ته مون پورب جنم ۾ ڪرم ڪيا آهن تن جو ڦل پرالبڌ هن وقت هن شرير ۾ ڀوڳيان ٿو، ڇاڪاڻ جو ڪرم ڪجهه پيا انهن جو ڦل اڳئي هئي جنم ۾ ڀوڳيو. انهيءَ جوڻ مان ثابت ٿئي ٿو ته تون اڳي پورب جنم ۾ هئين، سوئي ساڳيو هنئر هن شرير ۾ آهين، مگر پورب جنم جو شرير هو ۽ انهيءَ وقت جيڪو نالو، ذات وغيره هو سو ناس ٿي ويو. هن سرير تي وري نالو وغيره پيو آهي. پر تون نه ساڳيو ئي آهين! جو ڪرمن جو ڦل ڀوڳين ٿو. وري هن شرير ناس ٿيڻ کان پوءِ به تون ڪو نه مرندين، مگر شرير مرندو ۽ تون ساڳيو وري ٻيءَ ديهه ۾ پرويش (نواس) ڪندين.

جئن ڀڳوت گيتا جي اٺين اڌياءِ جي ويهين شلوڪ ۾ پڻ چيل آهي ته جيو امر آهي مري ڪو نه ٿو، شريرئي جهي ۽ مري ٿو فقط جئن مڊش پراڻو وڳو لاهي وري نئون ويس پهري ٿو. ائين جيو به هڪ شرير ڇڏي وري پيو شرير پائي ٿو.

امڙي ريت هي شش! تو ڪٿين ڏٺيون ٻڌيون هونديون، سي ناس ٿي وڃون پر تون ناس ڪو نه ٿئين. ڇاڪاڻ ته تون امر آهين، جيڪڏهن تون مري وڃين ته اڳئي ڪرمن جو ڦل ڪير ڀوڳي؟ ٻيو جي ميترا آستڪ (يعني ويد گرو، شاسترن کي مڃيندڙ) مڙش سرگ وغيره جي واسطي شڀ ڪرم ڪين، دان پڃ ڪن ٿا. تن ڪرمن جو ڦل ڀلا ڀوڳڻ جي ناس ٿي وڃڻ ته اما ڳالهه ايشوري قاعدي جي برخلاف آهي. تنهن کان سواءِ تنهن پوءِ شڀ ڪرمن ڪرڻ جو ضروري ڪڙ

مٿي گيان لهر پورين ۽ پڌايل ليٿي جگياسو شش ربتيءَ الوسار
مهاتما وٽ رهي خوب شيوا ڪرڻ لڳا. ٻن مهنن گذرڻ بعد مهاتما پرسن
ٿي ڪانئن پڇڻ لڳو تہ بابا تو هان ڪير آهيو، ڪٿان آيا آهيو ۽
ڪيڏانهن ويندا هتي ڪهڙي ڪامنا سان رهيو ٿا؟ تنهنتي گروءَ جي
ڪرپا سمجهي خوش ٿيا. لن مان اتر جگياسو هن ٻنهي جي رائي ۽
اشاري سان هٿ ٻڌي گروءَ کي ٻڌائڻ لڳو
مي ستگرو مهاراج دين ديال! اسان تنهي جڻن جو ٻالڻ ۽ اوجتو گذرڻ ٿيو،
حالاحوال اورينديءَ هڪ جهڙي ئي آشا پرگهٽ ٿي، جنهنڪري اسانجي
مترتا ٻڌي رهي، جڻن جيل آهي:-
دوهرا- آش اشٽ آر اپاسنا، ڪان پان پهران
تاسي يہ ڪت جهين ملي، تهين مترتا جان
ارٿ- جن جين ڳالهين جي هڻڻ ڪري مترتا ٿي ٻڌي سگهي
ٿي هڪ آشا ٻيو اشٽ ديو ٽيون اُپاسنا چوٿون ڪانڊ پنجون پڙهڻ ڇهون
پهرڻ پوشڻ. پوءِ ليٿي جٺا گڏجي سچي سک جي پراپتيءَ ۽ آتم گيان
پائڻ لاءِ سرشٽ گروءَ جي کوجنا ڪندي تو هانجي شرن اچي چرنن
۾ داخل ٿيا آهيون، هاڻي ڪرپا ڪري ادو گيان جو اپديش ڪريو
جنهنڪري پرم آنند پراپت ٿئي ۽ جنم مرڻ وغيره دکن جو ناس ٿئي.
تنهنتي مٿين گروءَ کين سچي موکير جا شالڪ جگياسو سمجهي آتم
اپديش ڏيڻ لڳو.
گرو واچ- هي شش پيرائو تون ٻڌاءِ تہ اصلي تون ڪير آهين جو
پرم آنند تو کاهين؟
شش- هي دين ديال مان تہ خاڪ جو پتلو پاپي، دکي، اڻات
جيو آهيان.
گرو- هي پٽ تون پرما پلعي تو جوين ۽ مان خاڪ جو
پتلو ۽ دکي وغيره جيئڙ آهيان، مگر وچار ۽ اليڙ دواران ڏسندين تہ

# گيان لهري

## ڪوِت

ڌِيرُ گيان ايهہ جان، ديهہ تت ڪو پڇان،
اگيان اُپاڌ هان، جيوُ شڌ روپ هئي.
تِينُ جُهہ اوستا تن، پرِڪرِتي رُ اندريہ من،
پنچ ڪوش تي ڀون ڀن، آتما سروپ هئي.
ڪرتا ڀوڳتا ڀون تو ناهِہ، جنم مرڻ ڪاهِہ،
جاتي ڌرم ٻرم آهِہ، ڪرم اوديا روپ هئي.
پوڇي ڪرڻ يهہ وچار، ڪرشن ڪهول ڏار،
پرم پد پائي پار، الک آروپ هئي

## وويڪ پهريون

(گرو شش جو پرشن اُتر ۽ جيو جو شد سروپ ورڻن)

دوهرا — ڏوسر گيان لهر ڪا، پرٿم ڪهون وويڪ
شِشُ گرو سنواد تهن، جيو سروپ من پيکہ

وڃي ٿو. ٻيءَ طرح من سرير ۾ هردي رهي گهر آهي تنهن مڇجهه
الن ٻورن ۾ جيڪو برهمچيه وشرم دنيوي وهنوار رهي ڪجهرو ڪنو
ٿئي ٿو اهو گهڙي ڪن ست سنگ ڪرڻ سان صفا ٿي وڃي ٿو. تنهن
ڪري جيترو ٿي سگهي اوتري ڪوشش ڪري هرروز ست سنگ
ڪرڻ گهرجي. ان مان سڀ خمر ٻولدي ويندي.

ان ڪري خيال سنا ۽ ٻوڙ تيندا. برهم چريه پشت رهندو، سو
رگهو ابهرو بلڪ وڃاري ۾ ست سنگ ڪري برهمچاري ٻڌجي وڃي
ٿو. اهڙي طرح مشن ويهن نيمن ڌارڻ ڪري ويرءِ جي رکيا جهڙيءَ
طرح سان ٿي سگهي ٿي، جيتوڻيڪ داما جي ٻن شاستر ڪارن ويرءِ
رکيا واسطي بيا ڪيترائي نيم ٻڌايا آهن پر انهيءَ سڀني مٿين ويهن جي
اندر اچي وڃن ٿا. ان ۾ گرهستي توري تياڳي ٻروورت تيڻ ڪري
ٻورن برهمچاري ٿي سگهي ٿو. اهڙيءَ طرح ان ٻاڻيجي ۾ مهاتما
برهمچارين کي اُپديش ڏنو. اهو مٿين جگياسين ٻڌ ويئي هئو.

**گيان لهر ٻهرين وويڪ انهن سميت پوري ٿي.**



ڪري ست سنگ ئي وڏو ثوابو آهي جو ضرور ڪرڻو آهي.

دوهرا. اور ڌرم جيتڪ جڳت، آهه سڪام سروپ
ساڌن گيان آدوت ڪو، مکي ست سنگ انوپ.

**ارٿ**— هيا جيڪي ٻي ڌرم ڪرم جڳت ۾ آهن سي دنيوي سکن جي ڪامنا پوري ڪرڻ وارا آهن مگر گيان جي پيدا ڪرڻ لاءِ ساڌن ست سنگ ئي مها پوڄنيه آهي. جاڪاڻ ته ست سنگ ڪرڻ سان خراب خيال ۽ وڪار سيئي ناس ٿي وڃن ٿا. شاستر ۾ لکيل آهي ته جنهن منش جو من تمام چنچل هجي ۽ ايڪانت ۾ ابياس وقت گهڻا خيال ۽ ترنگ اٿاريندو هجي جنهنڪري پورو ڪامياب ٿي نه سگهي ته انهيءَ جي لاءِ ست سنگ ڪرڻ سريشٽ ڄيو ويو آهي، ست سنگ ڪڏهن به نشڦل ٿيڻ وارو نه آهي.

**درشٽانت**— ڪنهن شهر ۾ هڪ شاهوڪار رهندو هو، اهو گهڻن سالن کان ست سنگ ۾ ڪٿا ٻڌڻ ويندو هو. هڪ ڏينهن ان شهر ۾ هڪ مهاتما اچي رهيو. روز مره ست سنگ ڪندي وياکيان ۾ ڏيکاريائين ته ست سنگ ڪرڻ ڪري پاپي جيو به ڌرم پولو ٿي سچي برهم گيان کي پائي اکنڊ آنند حاصل ڪري سگهي ٿو. اهي ٻي مٿيون شاهوڪار اچي وڃن ٻڌي سڀ ۾ ويٺي هو. خلاصو وقت ولي مهاتما وٽ اچي پنهنجو سنسو ظاهر ڪيائين ته سنت ست سنگ جي هيتري مهما ڪن ٿا مگر مونکي ته ويهه سال ست سنگ ڪندي ٿيا آهن ته به اڃا گيان پراپت نه ٿيو آهي، تنهنجو ڪهڙو سبب آهي؟

مهاتما جواب ۾ چوڻ لڳو ته پهريائين هي ٽوڪرو کڻي نديءَ مان پاڻيءَ سان ڀري اچ. اهو شاهوڪار اهو ٽوڪرو کڻي درياهه تي پهتو ويو، جتي ٽوڪرو ڀري ٻاهر ڪڍي ٿي ته پاڻي سڀ ٽوڪري جي گهارن مان وهيو وڃي. ائين ڪندي ٽيهه چاليهه دفع ڀريائين مگر پاڻي منجهس نه بيٺو، لاچار ٽوڪرو خالي کڻي آڻي سنت جي اڳيان رکيائين. مهاتما پڇيو ته ڇو ڀري ڪون آئين؟

## ڪاڪر سنگت سپ مٿي ، سهج ڏري سنسار

ست سنگ جي معنيٰ آهي سچ جو سنگ ڪرڻ يعني ست پرش جي ست وچن دوارا ست وستو پرماتما سڀ پر وياپڪ سمجهي ان سان من ملائڻ جيئن ست وستو جي پوري سڃاڻ ناهي بلڪ ان جي پراپتيءَ جي چاهنا آهي ته اُنهيءَ لاءِ ست پرش سنت مهاتمائن جي سنگت ڪرڻ ضرور گهرجي. سنسار ۾ آتمڪ اُنتيءَ جي واسطي جهترائي ساڌن (اُپاءُ) ڄيا ويا آهن تن سڀني ۾ ست سنگ سڀني کان سريشٽ ساڌن (اُپاءُ) آهي. ست سنگ مدنجهان سڀ ڳالهه جي سوجهي پوي ٿي. اڪريشٽي منش ليڪي، نيم، ڌرم ڪرم پويترتا، گيانَ وگيان وغيره سڀ ڳالهه کان جڳيءَ طرح واقف ٿئي ٿو. ست سنگ جي مهما (وڏائي) جيتري لکجي اوتري ٿوري آهي. ڪنهنکي به طاقت ناهي جو ست سنگ جي واکاڻ ڪري پوري پوي سنت سامي صاحب پڻ چيو آهي.

مهما ست سنگت جي ڀري ڪان نه ڀري،
سيس ملائي سهس مک ويد وِل اجري
برهما وشنو مهيش جن سامي ساکر ڀري،
ڪروڙ اُپاءَ ڪري من واٽي ٻڇي ڪيڏڪي.

دوهرا- ڪاٽ سرڳ اپورگ سک، ڌريي تلا اِڪ انگ،
تلي نه تاهن سڪل مل، جو سک لو ست سنگ.

دوهرا- متڙا ڏوئي دوارڪا پڻ، ڪاشي جا جڳناٿ،
ست سنگت هرڀڄن بن، ڪڇو نه آوي هاٿ
سڪل ديوڪي پوڄا ڪري تاتي جو ڦل پاءِ،
ڪنول شيکهر ست سنگ ۾، سهجي سوڦل جاءِ

مان جنم وٺان ها ! ۽ هاڻي ۽ توکي پنهنجي ماتا جو روپ ٿو سمجهان اهڙو جواب ٻڌي اها سندري هار ڪائي موٽي سرگ لوڪ رواني ٿي اهڙيءَ طرح من پاڪ پويتر رهڻ ڪي ئي مها پرش جيتجي ٿو. اهڙي شڪتي پنهنجي اندر ۾ پرماتما ڏني آهي اها من اندرين تي ضابطي رکڻ ۽ پڪي شڌ سنڪلپ سنجم دواران پرگهٽ ڪرڻ گهرجي جنهن ڪري شاريرڪ اُنتي، مانسڪ اُنتي ۽ آتمڪ اُنتي حاصل ٿئي ٿي.

۲۰- نيم، ست سنگ ڪرڻ يعني ست پرش سنت مهاتمائن جي صحبت ڪرڻ انهن جا ستيہ وچن ٻڌي هردي ۾ هنڊائڻ، انهيءَ ست سنگ بابت وڏيڪ وستار سان ورنن هيٺ الين ووڪ ۾ پڙهندا ست سنگ مان سڀ ڪم پوندي ويندي ۽ خيال سنا پويتر ٿيندا اهڙيءَ طرح مٿين ويهن نيمن ڌارڻ ڪري ويريہ جي رکيا ۽ برهم چريہ ڪي پڪي طرح پالي سگهجي ٿو. جيتوڻيڪ ديا ۾ ٻين شاستر ڪارن ويريہ رکيا واسطي ٻيا ڪيترائي نيم چيا آهن پر اهي سڀئي مٿين ويهن نيمن جي اندر اچي.وڃن ٿا، تن ۾ گرهستي توڙي تياڳي نرن ۽ نارين جي پرورت ٿيڻ ڪري پورڻ برهم چاري ٿي سچو لاڀ پائي سگهن ٿا.

نوٽ- وڏيڪ برهم چريہ جي وستار سان سوال جواب سميت سمجهاڻي ۽ ويريہ ناس ٿيل جا لکشڻ ۽ ان جا اُپاءَ، درشتانت وغيره ڳالهين سان ڀرپور هنن داسن جو لاهيل جدا پستڪ "برهم چريہ پرڪاش نالي سان" آهي ٿورن ڏينهن پرچپائبو تنهن ۾ پڙهي ڏسندا ۽ آنند وٺندا



# (ووڪ اٺون)

## (ست سنگ بابت ورنن)

دوهرا- ورڻو اشٽم ووڪ ۾، ست سنگ همت ويچار

گرهست ۾ ۽ راجا جنڪ، ڪبير صاحب ۽ ٻين گرهستي پڳتن وانگر
ويراڳي ٿي سگهي ٿو. جاڪاڻ ته ويراڳ جا درجا ٻراٻر آهن جي اڙو تيور
ويراڳ ۽ لياڳ ناهي ته منڊ ويراڳ سان گرهست ۾ رهي سڀ ڪجهه
ڪري سگهي ٿو. اڙيءَ حالت ۾ استريءَ ۽ پرش کي گهرجي ته
مرپادا ۽ نيم ڪان سواءِ ٻين ڏينهن ۾ هڪ ٻئي کي وشيه واسنا جي
نظر سان نه ڏسن ۽ نه جٽن. جي هڪ ٻئي کي ڏسن ته اندر ۾ ڪام
اچا نه هجي ٻاڪ من ۾ بو پعرتا هجي.

پيو نه برهم چاري رهڻ جو ارٿ اهو ڪونه آهي، ته مان ڪنهن
استريءَ کي جهان ۾ نه ماءُ پيڻ کي ۾ سپرش نه ڪريان. پر برهم چاري
رهڻ جو ارٿ اهو آهي ته استريءَ کي سپرش ڪرڻ سان ڪنهن قسم
جو وڪار پيدا نه لٿي جيئن ڪاٺ کي جهڻ سان وڪار پيدا ڪين ٿيندو
آهي. ليئن جا پاڻهنجي ڀيڻ بيمار پيل هجي ان جي شيوا ڪرڻ ۾ برهم چاري
ورت سبب مشڪل ٿوي ته اهو برهم چريه هڪ ڪوڙيءَ جو آهي.
تنهنڪري جيئن مثل سرير کي ڇهڻ سان نه وڪار تا جو اهڙو ڪري
سگهجي تو تهڙوئي اهڙو ڪنهن خوب صورت ناريءَ کي ڇهندي ۾
ڪري سگهون تڏهن اسان پڪا برهم چاري آهيون (درشٽانت) جيئن
ارجن کي پن ۾ راجا اندر جي اپسرا اُروسي نالي مهاسندري اڪيلي
گڏجي ويئي، جا ارجن تي موهت ٿي وشيه ۾ ڦاسائڻ لاءِ ڪيترن
اٽڪلون ۽ ناز نخرا ڪرڻ لڳي، پر ارجن پنهنجي پوتر ڀاو سان اڏول
رهيو اپسرا جي جنسي ۾ نه ڦاٿو. تڏهن اپسرا ارجن کي برهم جا
طعانا هڻڻ لڳي جڏهن ڏنائين نه ارجن اصل منهنجي وس ۾ نٿو اچي
تڏهن چوڻ لڳي اڙي ارجن توکي خبر آهي مون جهڙي خوبصورت اپسرا
سرگ لوڪ ۾ ڪانهي سا توکي وڏن ڀاڳن سان مون جهڙي ايڪانت استان
۾ پراپت ٿي آهي تنهنڪري تون مٺڻون وڃائي ٻوءِ پڇتائيندين تنهنتي
ارجن پڇاڙيءَ جو جواب ۾ چوڻ لڳو نه هي ماتا مان ڪم بخت ٿيس
ولکي تنهنجي سندرتا جي اگهه خبر هجي ها نه جيڪر تنهنجي گرڀ

انهيءَ جو ارٿ سمجهائيءَ سان يوگ جي انگن ۽ اڪيل...

۱۴- پوترتا- يعني شرير ڪپڙي ۽ جڳهه وغيره جي صفائي
اچائي رکجي.

۱۵- ڏسا ٻه دفعا- پاخاني ۾ صبح ۽ شام ٻه دفعا وڃڻ تندرستيءَ
ٻرهمچريه لاءِ بلڪل ڪارائتو آهي.

۱۶- پراڻايام- ڪنهن گروءَ مهاتما کان سکي پوءِ پراڻن کي
روڪڻ ۽ ڍگهو سوکيم ڪرڻ گهرجي انهيءَ ۾ وڏي شڪتي حاصل
ٿئي ٿي ۽ روڳي ٻه نروڳي ٿي وڃي ٿو. (اهو پراڻايام جو طريقو اڳتي
يوگ نرنئي سان ڏيکاريل آهي.)

۱۷- ساڌگي رکڻ- يعني پهرڻ پوشڻ رهڻ سهڻ ۾ سادي
رکڻ گهرجي.

۱۸- ست شاسترن کي پڙهڻ- جيڪي ڌرمي پستڪ جن ۾ نيتي
نيم ستيه ڌرم گيان وگيان وغيره آهي انهن کي پريم سان خيال ڏيئي
پڙهجي. جتي سنت يا ڌرمي سرشٽ مترن يا ستگرو ملڻ مشڪل آهي
اتي تہ ست شاستر پڙهڻ ضروري آهن ۽ هر روز شاستر جي پاٺ ڪرڻ
جو نيم رکڻ وڏو ڌرم جيو ويو آهي.

۱۹- خيالن کي پوتر رکڻ ٻه ويريه کي پشٽ (پڪو) ڪرڻ آهي
...ڪاڻ تہ سموري شرير ۽ سرشٽيءَ جي پهڪ سنڪلپ يعني خيال
...ي آهي (يٿا درشٽي تٿا سرشٽي) تنهن ڪري من جو سنڪلپ پوتر
...ڻ گهرجي. من جي اپوترتا ڪري ٻه ويريه پنهنجي جاءِ کان هيٺ
...ڪري ٿو. اهو سمجهڻ گهرجي تہ پوترتا فقط وشيه ڀوگ ڇڏڻ کي نٿو
...جي بلڪ اندر جي خيالن کي شڌ رکڻ ڪري پوترتا جنمي وڃي
... انهيءَ لاءِ وشين ۾ ويراڳ (نفرت) پيدا ڪرڻ جي ضرورت آهي
...ستائين وشيه ڀوڳن کان ويراڳ نہ آيو آهي ليسين ٻرهمچريه پالڻ
...هم گيان کي پائڻ اکنڊ آنند حاصل ڪرڻ مشڪل آهي. ويراڳي
...ٻرهمچاري فقط گهر ڇڏي ڏيڻ ۽ ڀيکر پهرڻ کي نٿو چئجي بلڪ

٩- شڌ هوا ڪائڻ - هر روز صبوح ۽ شام شهر کان ٻاهر وڃي شڌ هوا ڪائڻ امرت سمان ڄاڻون ٿا.

١٠- گهرشڻ سنان- يعني سنان ڪرڻ وقت صفا ٽاليءَ سان سڄي بدن ۽ ڄنگهن کي مٿن سان خوب مهٽجي ان ڪري سڄي بدن جا سوراخ کليل رهندا ۽ تندرستي ٿيندي.

١١- سوير سمهڻ ۽ سوير اٿڻ- جنهن کي برهم چريه جو پالن ڪرڻ ۽ وڏي ڀاڳ وارو ٿيڻو هجي ته رات جو سوير ١٠-١١ بجي اندر سمهڻ ۽ صبوح چئين بجي کان اٿڻ اهيءَ برهم گهٽا ڦائدا آهن.

١٢- ايشور کي پرارٿنا ڪرڻ - پرماتما کي هرجگهه موجود (سرووياپڪ) سمجهي ٻارڻ کي ۽ پرماتما کي گروه جي اُپديش دوران هڪ روپ ڇٽي ايڪانت ۾ ڏيان لڳائڻ ۽ پرارٿنا ڪرڻ ۽ ان ڪري من ٻولر ۽ شانت ۾ رهندو سکر ملندو.

١٣- استرين ۾ ماتا ڀاو درشٽي - برهم چريه رکيا جي واسطي جتي هنومان، لڪشمڻ، ڀيشم پتامهه ۽ سکديو ۽ پرمهنس رام ڪرشن وغيره اڪنڊ برهم چارين جو مکيه آدرش رکي، اُنهن وانگر سڀ ڪنهن استريءَ کي ماتا جي نظر سان ڏسجي، خراب خيال کي دلس ڪري پوتر ڀاو پيدا ڪجي. (ننڍيون استرين ۾ ڀرائو ڀيڻ ڀاو ۽ ٻيٽ سمان سمجهڻ گهرجي) استرين ڏي منهن سامهون اک کڻي نظر ملائي نه نهارجي جيترو ٿيڪ اکين جو ڏور آهي ڏسڻ، روڪيندي ۽ نظر اوهتو ڪٿي وڃي ته ورائي ورائي شڌ سنڪلپ ۽ ماتا ڀاو رکجي ۽ وري جتائي نهارڻ نه گهرجي. برهم چارين ان قسم جي ڀوڳ کان بچڻ گهرجي.

دوهرا - سرون سمرن ڪيرتن، چنتون ڀات اڪنت.
دره سنڪلپ پريتن تن، پراپت اشٽ ڪهنت

ٿا. تنهنڪري اجايو بيت ٻري ڪائڻ وڪر سمان جاڻجي.
شري ڀڳوت گيتا جي، جنهن اڌيا ۾ جوڻ موجب (ايڪتا
ويارسيه) يعني ويچار سان ڪائڻ ۽ وهنوار وغيره ڪرڻ.
ڀڳتداس وامن: پرشنوتر- شاستر ۾ لکيل آهي ته بي ڪام ڪ
آهي؟ پيتو. مهاتما جي سڀاڻب ڪهڙي آهي؟ جنهنکي ايمان نه هجي
۽ ٻاڻ کي سڀ کان نڌڙو سمجهندو. هجي اهڙو مهاتما ڪيئن ٿيجي
من کي: وس ڪرڻ سان. من ڪيئن وس ۾ ٿئي؟
ڪاڏي ٿوري ڪائڻ ڪري. ٿورو ڪائڻ ڪئين سگهجي؟ اهار کي روز
ٿورو ٿورو گهٽائڻ ڪري اهار ڪئين گهٽجي؟ شاستر وڏيءَ موجب
ساڏو ۽ ستي گڻي ڀوڄن نيم نيم سان ڪائڻ ڪري. ساڏو ڀوڄن ڪيئن
پيارو لڳي؟ متي ٻکه لڳڻ مهل ڪائڻ سان ۽ گره کي چڱيءَ طرح خوب
چپاڙي ڪائڻ ڪري سگهجي ٻکه جو وقت ڪيئن جاڻجي؟ ڪائڻ جو
نيم نيم پڌڻ ۽ وچ ۾ هيو ڪجهه نه ڪائڻ ڪري. اهڙيءَ طرح ڪاڏو
هاضميدار ۽ ٿوڙو ڪائڻ ڪري ويريه جي رکيا ٿئي ٿي.

٦- تماڪ، ڀنگ، چرس، جانهه، وغيره ڪوبه نشو اصل نه
ر تائڻ جو تر نشي ورتائڻ ڪري آزمودگارن جو جوڻ آهي ته ضرور
ير به خراب، پتاوءِ ڪمزور ٿئي ٿو انهيءَ مان پيا ۾ ڪيترائي وڏا نقصان
ين ٿا. انهن جو ذڪر هتي لکڻ کان ٻاهر آهي، سمجهو منش اشاري
ن سمجهي ٻاڻ نشي کان بچائين.

٧- اندريه سنان- يعني ٻاخالي ۾ دسا وقت صاف ۽ ٿڌو پاڻي
ٽو ڪٽي وجهجي، اُن سان اُپست اندريءَ سميت دوارن کي چڱيءَ طرح
ئجي، ۽ پوءِ ضروري ڪارڻ کان سواءِ اندرين کي بلڪل هٿ نه
ئجي نه ڏسجي ان ڪري ويريه پشت رهندو.

٨- ڪثرت يا آسڻ ڪرڻ يا ڪو پيوئي ڪم شرير کان چڱيءَ
ولڙ گهرجي.

گوگڙو، گجرڪائي، پالڪ، ميٿي، توريون، ڪريلا، پيڊيون، گوار، سورڻ، ڪندس، سهانجڙو وغيره ترڪاري ماڪيون ماڇيون، پيا ۽ شڪ سنا ٿل ۽ ڦول وغيره اهو سڀ ستوگڻي اهار جڻجي ٿو. وڏيڪ اهار ڀارت ورشار سان اگهتي ٽن گڻن جي اهار وهنوار ۾ ورلن تيل آهي.

٣. ڀاڳي صفا ۽ شڌ ڄاڻي پيڻ گهرجي.

٤. ڪاڌو خوب چباڙي کائڻ گهرجي. جاڪاڻ تہ چباڙي کائڻ ڪري تضي ۽ ويرہ جا دوش، بدهاضمون وغيره روڳ ناس ٿين ٿا.

٥. ڪاڌو ٿورو کائڻ يعني تمام بيت پري نہ کائجي شاستر جي وڏيءَ موجب ٻي چار گرم گهٽ ڪري ٿوري بکم ڇڏجي جاڪاڻ تہ تمام خوب بيت ڀري کائڻ ۾ سڀ ڪنهن طرح جو نقصان آهي. شاستر ۾ لکيل آهي تہ گهٽي ٻوجن کائڻ وارو ستن جنمن تائين ۾ برهمچاري ٿئو ٿي سگهي ۽ نہ انجي بڌي تقل واري ٿيندي (بڌ گهٽي ٻہ ٻوجن ڪاءِ) انهيءَ جو حت وشين طرف ضرور پٽڪندو ۽ جنچل يا آلسي سياءُ رهندو.

ان ڪان سواءِ سندس شرير گهٽو ڪري روڳي گذاريندو. سڀن دوش (خوابہ ويرہ وڃڻ) ۾ گهٽي ٻوجن کائڻ ڪري ٿئي ٿو اهون ڪري (الپ اهاري سدا سکہ ڪاري) هڪ دفعي ايران جي بادشاهہ پهمن ڪنهن ڪامل حڪيم کان پڇيو تہ رات ۽ ڏينهن ۾ ملش کي ڪيترو کائڻ گهرجي؟ جواب مليو "سؤ درم" يعني اوڻيتاليهہ تولا. وري پڇائين تہ ايتري مان ڇا ٿيندو؟ حڪيم چيو تہ شرير جي پالنا ليڪ ۽ تندرست رهڻ لاءِ وڌيڪ نہ گهرجي، انهيءَ کان وڌيڪ کاڌو کائڻ بوجهوا ڍوڻ ۽ عمر کي جلدي ڪٽائڻ آهي.

جاڪاڻ تہ گهٽي کائڻ واري جا سواس جيت بہ لڪڙا هان ٿا. انسان کي عمر سواس جي حساب سان مليل آهي انکي وڏائڻ گهٽائڻ پنهنجي وس آهي. يوگين مهاتمائن جي عمر جوڻي وڏي جو اهي يوگ اڀياس سان پران وس ۾ ڪن ٿا ۽ ڏگها ڪڍائين ٿا (جنهن جو ترتيب اڳتي يوگ ۾ لکيل آهي) سو بہ ٿوري کاڌي ڪرڻ کان برهمچريہ جي نشت رهڻ ڪري ڪامياب ٿين

## (ويريه جي رکيا ڪرڻ لاءِ نيم ورنن)

ويريه جي رکيا ڪرڻ جي ضرورت جيئي ورنن ۽ چ
آشرمن نـر ۽ نارين سڀني کي آهي. انهن لاءِ جيڪي ويريه
جا نيم شاسترن ۾ ڄڻيل آهن انهن تي عمل ڪرڻ گهرجي.

**پرشن** — ويريه رکيا جا ڪهڙا نيم آهن؟ جنهن ڪري گرهسٿ
تياڳي سڀئي لاڀ پائي سگهن.

**اُتر** — ١- ستيه وڪتا (يعني سچ ڳالهائيندڙ ٿئي) ان ڪر
ستوگڻ وڌندو چت ۾ شانتي ۽ وچن سڌي ٿيندي ۽ ويريه ڪ
۾ تراوت پهچي ٿي.

٢- کان پان شڌ رکڻ ضروري آهي. ڇاڪاڻ ته ويريه
کاڌي سان سنبنڌ رهي ٿو، خراب کاني کائڻ ڪري ويريه
خرابي ٿئي ٿي، من اشڌ ۽ وڪاري بڻجي ٿو.

چوندا آهن "جهڙو ان تهڙو من" انهن ڪري شڌ ستوگڻي شاستر
جي لکيئي موجب کائڻ گهرجي ۽ تموگڻي ماس شراب وغيره اه
ڇڏي ڏيڻ گهرجي، جيو ته رجي ۽ تمي گڻي آهار ڪري ويري
کي ڌڪو پهچي ٿو، استت لڳو رهي سگهي يعني ڪنهن ۾ رستي
سان بتن (ناس) ٿي وڃي ٿو. ائين هر ويرو ڪونهي ته ويريه فقط
پيشاب واريءَ اندريه دوارن کي نڪرندو آهي، ان جي نڪرڻ جا گهڻا
رستا آهن. قبضيءَ جي حالت ۾ وشتا جي وسيلي پيو اکين، نڪ،
ڪانگهاري وغيره دوارن ڪنهن نموني خارج ٿي نڪرندو ويندو آهي.
انهن ڪري کائڻ پيئڻ جو خيال رکڻ گهرجي.

**پرشن** — ستوگڻي آهار (کاڌو) ڪهڙو آهي؟

**اتر** — جو تارو، رس پريو سوادي هجي ۽ جنهن کائڻ ڪري
جسم ۽ شڌ آتما پرسن رهي، هلڪو، جلد هضم ٿيڻ وارو، چڪنو يعني
سڻڀو، مٺو (ميٺاج ڏيندڙ) هجي. جهڙوڪ- چانور، جوئر، جَو، مڱ،
ارهر، چڻا ۽ کير ڳانءِ ۽ ٻڪريءَ جو، گيهه، کنڊ، مصري، سينڌو لوڻ،

جي سڌا) برهمچريه ادو استاور (جڙوستو) جنگم (جيتن پدارٿ). سيني منجهه پايو وڃي ٿو. باقي ان قسمن جو برهمچريه فقط منشن ۾ ئي پايو ويو آهي. سو هن ريت آهي.

هرڪنهن طرح ويريه جي رکيا ڪرڻ وگياڪ برهمچريه آهي ۽ ويدڪ برهمچريه. ويد شاستر جي وڏيءَ اوسار سمر الڪول برهمچريه آشرم ۾ رهي شاستر اڏيين (پڙهڻ) ڪرڻ کي چيو وڃي ٿو. اهو وگيانڪ ۽ ويدڪ برهمچريه واري ٻنهي قسمن جو آهي. هڪ اُپڪرواڻ ٢- برهمت ٣- نيشٺڪ ۽ چوٿون اپرالو. ان ۾ اپرالو برهمچريه فقط گرهستين جي لاءِ آهي انهو مٿي ورتل ئي آيو آهي. باقي ٽيئي ساڌنا ساڌڻ وارن يعني برهمچريه آشرمين واسطي ڄيا ويا آهن. سي هن ريت ١- گرهست آشرم کان پهرين عمر جو چوٿون حصو (٢٥ سال) ورت ۽ سنديم ۾ هلڻ وديا اڏيين ڪرڻ کي اُپڪرواڻ برهمچريه چيو وڃي ٿو. ٢- ٻه حصا عمر جا (٤٨ سال) ڪٺن ورت يعني ساڌن ۽ سنيم ڪرڻ کي برهمت (وڏو) برهمچريه چيو ائن. ٣- سڄي عمر (جنم پير) برهمچريه ورت ڌارڻ ڪرڻ کي نيشٺڪ برهمچريه چيو ويو آهي (انهيءَ کي ئي بال برهمچاري به چون ٿا) انهن ٽن قسمن جي برهمچريه جا ساڌن به ٽي آهن. هڪ سريرسان ٻوگه نه ڪرڻ ٻيو من سان نه ڪرڻ واڻيءَ سان. انهن ٽنهين ٻولن ٻوگ جي تياگ، ڪرڻ ڪري ئي اپڪرواڻ، برهت ۽ نيشٺڪ برهمچريه جو ساڌن سڌ ٿئي ٿو.

فقط شاريرڪ ڀوگ جي تياڳڻ ڪري برهمچاري ٿئو ئي سگهي ڪ وشيه ڀوگ جي وارتالاپ ۽ من ۾ ڀوگن جي ڀاوت جو جت خلوتيرم خيالي ڪوب اڻ کان آزاد رهجي تڏهن ٻکو ۽ شا برهمچاري ٿي سگهي ٿو. وري ساڌنا جي. ڀيد هئڻ ڪري برهمچارين جا بهرون اُم ڀيو مڌيم ۽ ڀون ڪنشٺ ٿيا ويا آهن وستار اڳتي ڀوگ جي انگن ۾ ڏيکاريل آهي.

۽ پورو ڏيان ۽ حواسن تي پورن ضابطي رکڻ جي ضرورت آهي يعني من ۽ واڻيءَ ۽ سريرسان وشيه ڀوڳن جو تياڳه ڪرڻ کي ئي برهمچريه چئجي ٿو. ان ڪان سواءِ ٻيا به ڪيترا ارٿ برهمچريه جا ودوانن ڪيا آهن. برهمچريه هڪ شبد ڪونهي يعني هڪ "برهم" ٻيو "چريه" اهي ٻه لفظ آهن. انهن ٻن شبدن جي معنيٰ انيڪ ۽ وياڪرڻ جي قائدي انوسار ارٿ ڪري ۽ ودوانن جي جدا جدا انيڪ سان لکجي ته تمام وڏو پستڪ ٺهي وڃي پر ان جو ٿورو مختصر ارٿ ودوانن جي راءِ سان هيٺ ورڻن ڪجي ٿو. "برهم" شبد جا ارٿ – ايو برهم (ايشور)، ويد، ويريه، ستيه أنتي، پرسار، ۽ وڪاس وغيره آهن. ۽ "چريه" شبد جا ارٿ – چنتن، اڌين، رکيا، ڌارڻ، ڏيه ۾ لين، نيرٻڌ ۽ ساڌنا وغيره آهن.

| شبدارٿ | — شبد ارٿ | = جملي ارٿ |
|---|---|---|
| برهم | چريه | برهم چريه |
| برهم (ايشور) | چنتن | برهم چنتن |
| ويد | اڌيين | ويدا ڌيين (پڙهڻ) |
| ويريه | رکيا | ويريه رکيا |
| ستيه | ڌارڻ | ستيه ڌارڻ |
| أنتي | ڏيه ۾ لين | أنتي جي ڏيه ۾ لين |
| پرسار | نيرٻڌ | پرسار نيرٻڌ |
| وڪاس | ساڌنا | وڪاس ساڌنا |

انهن مٿين ارٿن مان برهمچنتن، ويد اڌيين (پڙهڻ) ۽ ويريه رکيا ڪرڻ. اهي ٽي مکيه مڃيا ويا آهن، ٻيا سڀ ارٿ گوڻ يعني انهيءَ جي انترگت آهن. مٿين ٽن ارٿن کي جو سڌ ڪري سو برهمچاري چئجي ٿو.

**پرشن** – برهمچريه ڪيترن قسمن جو آهي؟

**اتر** – هڪ پراڪرتڪ، ٻيو وگيانڪ، ٽيون ويدڪ ان ٻيد ڪري برهمچريه ٽن قسمن جو ٿيو. ٽن ۾ پراڪرتڪ (يعني پرڪرتيءَ

ڪرڻ لئي ڏاڍو رهجي ٿو وقت ويچار ڪان ڪم وٺجي. وڪر ۾ جيڪڏهن ويچار سان ڊاڪٽر جي راءِ موجب ڪاڻجي ته اهان ۾ امرت سمان اثر ٿيندو. پر ڪٿي ٿو، بنا ويچار جي کير پيئڻ ۾ وڪر سمان ٿي ماري وجهي ٿو. اهڙيءَ طرح برش کي پهنجي استريءَ جو استريءَ کي پهنجي پتيءَ جو سيون ڪرڻ ۾ ويچار سان ڪلياڻ ڪاري آهي. شاسترن ۾ لکيل آهي ته اهڙن ويچارن ڇڏڻ ڪري گهر ۾ پٽ يا ڌيءَ ڪوڙي ۾ قسم جو سنتان پيدا ڪرڻ يا ته ڪرڻ سڀ پهنجي وس ۾ آهي اهي رستا آيوروبد ڪ ۾ جڳي طرح ڏيکاريل آهن. اهڙيءَ مرياداسان ٢٣ سال گرهست ۾ رهڻ پوءِ وان پرست ٿيڻ جو شاستر حڪم ڏين ٿا يعني ٤٨ ورهين گذرڻ بعد استريءَ کان پري رهي پرماتما جو ڌيان لس قرلي ٿي ڪرڻ گهرجي، پوڳن پدارٿن جي واسنا ته اثارڻ کپي. اهڙيءَ طرح ڏهه پندرهن سال پيارو رهي من کي هڪو ڪري پوءِ سنياس وٺڻ شاسترن جي آ گيا آهي. اهين ڪواهي ته سڄي عمر گرهست جو ڪيڙو ٿي رهڻ ۽ اهلهه جنم اجايو برباد ڪري جڏڻ گهرجي. جنهن رشين منين ليرسان لکيو آهي اُهي پتاندڙ ملڻ گويا پهنجو ۽ ڪل جو ڪلياڻ ڪرڻ آهي. پيو ته جي برهمچريه اوستا ۾ ئي ڀاڳن ڪاڻ ڪري ويراڳ اچي وڃي ته ان وقت سنياس وٺڻ لاءِ ۾ ويدن جي آ گيا مليل آهي (وڌيڪ سنياسين جا قسم ۽ لکڻ اڳتي لکيل آهن) سڄي عمر برهمچريه ۾ گذارڻ ۽ پهنجي حواس تي پورڻ ظابطو رکي سچو آنند وٺڻ اهو وڏو ڌرم آهي.

(تيرهن قسمن جو برهمچريه ورنن ان جي سچي پچي معنيٰ)

پرشن — برهمچريه جي سچي پچي معنيٰ ڇا آهي؟

اتر — برهمچريه تمام اوڀي وشيد آهي، اهيءَ جي جنهن جو لئين مطلب کي حاصل ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ڇاڪاڻ ته برهمچريه جي سچي معني برهم جي تلاش ڪري اُن ۾ استت رهڻ. اُنهيءَ تلاش

لاءِ پورو ڌيان ۽ حواسن تي پورن ضابطي رکڻ جي ضرورت آهي يعني
من، واڻيءَ ۽ سرير سان وشيه ڀوڳن جو تياڳ ڪرڻ کي ئي برهم چريه
چئجي ٿو. ان کان سواءِ ٻيا به ڪيترا ارٿ برهم چريه جا ودوانن ڇيا آهن.
برهم چريه هڪ شبد ڪونهي يعني هڪ "برهم" ٻيو "چريه" اهي ٻه لفظ
آهن. انهن ٻن شبدن جي معنيٰ انيڪ ۽ وياڪرڻ جي قائدي انوسار
ارٿ ڪري ۽ ودوانن جي جدا جدا انيڪ سان لکجي ته تمام وڏو پستڪ
ٺهي وڃي پر ان جو ٿورو مختصر ارٿ ودوانن جي راءِ سان هيٺ ورڻن
ڪجي ٿو. "برهم" شبد جا ارٿ - اپر برهم (ايشور)، ويد، ويريه، ستيه
اننتي، پرسار ۽ وڪاس وغيره آهن. ۽ "چريه" شبد جا ارٿ - چنتن،
اڌيين، رکيا، ڌارڻ، ڏيه ۾ لين، نيم پد ۽ ساڌنا وغيره آهن.

| شبدارٿ | شبد ارٿ | جملي ارٿ |
|---|---|---|
| برهم | چريه | برهم چريه |
| برهم (ايشور) | چنتن | برهم چنتن |
| ويد | اڌيين | ويدا ڌيين (پڙهڻ) |
| ويريه | رکيا | ويريه رکيا |
| ستيه | ڌارڻ | ستيه ڌارڻ |
| اننتي | ڏيه ۾ لين | اننتي جي ڏيه ۾ لين |
| پرسار | نيم پد | پرسار نيم پد |
| وڪاس | ساڌنا | وڪاس ساڌنا |

انهن مٿين ارٿن مان برهم چنتن، ويد اڌيين (پڙهڻ) ۽ ويريه
رکيا ڪرڻ. اهي ٽي مکيه سمجهيا ويا آهن، ٻيا سڀ ارٿ گوڻ يعني
انهيءَ جي انترگت آهن. مٿين ٽن ارٿن کي جو سڌ ڪري سو
برهمچاري چئجي ٿو.

**پرشن** — برهم چريه گهڻن قسمن جو آهي؟

**اُتر** — هڪ پراڪرتڪ، ٻيو وگيانڪ، ٽيون ويدڪ ان ڀيد
ڪري برهم چريه ٽن قسمن جو ٿيو. ٽن ۾ پراڪرتڪ (يعني پرڪرتيءَ

ڪوري ڏاڍي رهجي هر وقت وچار ڪانڪر ولجي. وڪر ته جيڪڏهن وچار سان ڊاڪٽر جي راءِ موجب ڪالجي تہ ائين ته امرت سمان ڦل پرابت ٿئي ٿو، بنا وچار جي کير پيئڻ به وڪر سمان ٿي ماري وجهي ٿو. اهڙيءَ طرح پرش کي پنهنجي استريءَ جو استريءَ کي پنهنجي پتيءَ جو سيون ڪرڻ به وچار سان ڪلياڻ ڪاري آهي. شاسترن ۾ لکيل آهي تہ اهڙن وچارن مڃڻ ڪري گهر ۾ پت يا ڌيءَ ڪهڙي به قسم جو سنتان پيدا ڪرڻ يا نہ ڪرڻ سڀ پنهنجي وس ۾ آهي اهي رستا آيورويد ۾ جنهن طرح ڏيکاريل آهن. اهڙيءَ مرجادا سان ٢۴ سال گرهست ۾ رهي پوءِ وان پرست ٿيڻ جو شاستر حڪم ڏين ٿا يعني ۴٨ ورهين گذرڻ بعد استريءَ کان پري رهي پرماتما جو ڌيان لس ڦرلي ٿي ڪرڻ گهرجي، پوڳن پدارٿن جي واسنا تہ ٽارڻ کپي. اهڙيءَ طرح ڏهه پندرهن سال تيارو رهي من کي پڪو ڪري پوءِ سنياس وٺڻ شاسترن جي آگيا آهي. اڄڪلهہ ڪواهي تہ سڄي عمر گرهست جو ڪيڙو ٿي رهڻ ۽ املهہ جنم اجايو برباد ڪري ڇڏڻ گهرجي. جنهن رشين منين ٿير سان لکيو آهي اهي پتاندڙ ملڻ گويا پنهنجو ۽ ڪل جو ڪلياڻ ڪرڻ آهي. پيو تہ جي برهمچريہ اوستا ۾ ئي ڀاڳن ڪاڻ ڪري ويراڳ اچي وڃي تہ ان وقت سنياس وٺڻ لاءِ به ويدن جي آگيا مليل آهي (ويدڪ سنياسين جا قسم ۽ لکڻ اڳتي لکيل آهن) سڄي عمر برهمچريہ ۾ گذارڻ ۽ پنهنجي حواسن تي پورڻ ضابطو رکي سچو آنند وٺڻ اهو وڏو ڌرم آهي.

(تيرهن قسمن جو برهمچريہ ورنن ان جي سچي پڪي معنيٰ)

پرشن– برهمچريہ جي سچي پڪي معنيٰ ڇا آهي؟

اتر– برهمچريہ تمام اوچي وشيہ آهي، انهيءَ جي جنهن جو لشين مطلب کي حاصل ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ڇاڪاڻ تہ برهمچريہ جي سچي پڪي معنيٰ آهي برهم جي تلاش ڪري اُن ۾ استٿ رهڻ. انهيءَ تلاش

برهمچريه جوئي برتاپ آهي انهيءَ جي جيتري مهما لکجي اوتري ٿوري آهي.

## ( گرهست ۾ برهمچاري ورنن )

گهڻا سوال پڇندا آهن ته گرهستي ڪيئن برهمچاري ٿي سگهندو؟

**جواب-** گرهست آشرم ۾ شاستر مريادا موجب هلڻ ڪري گرهستيءَ کي به برهمچاري چيو وڃي ٿو. ڏسو ياگيه ولڪ رشيءَ جي سمرتي ۾ ته جيڪو شيلوان (يعني پنهنجي استريءَ کان سواءِ ٻيون مائون ڀينرون ڪري سمجهندڙ) پرش پنهنجي استريءَ سان شاستر جي وڌيءَ ۽ آگيا انوسار سنجوگ ڪري ٿو، فقط سرشٽ سنتان اُتپن ڪرڻ واسطي رتوُدان ڏئي ٿو، اُهو منش گرهست ۾ رهندي به برهمچاري آهي. منوسمرتيءَ ۾ به منو مهراج چيو آهي ته مهني ۾ رتوُڌرم ٿيڻ کان پوءِ ڌرم شاستر آگيا موجب جو استري سماگم ڪري ٿو سو ڌرماتما پرش استريءَ سان رهندي به برهمچاري آهي. انڪري ئي چوندا آهن ته "ايڪ ناري سدا برهمچاري" چاڪاڻ ته شاسترن جي اها مريادا ڪانهي ته استري رڳو وشيه ڀوڳ ڀوڳڻ لاءِ رکي وڃي، بلڪ سنسار جي ورڌيءَ پتر سنتان ٿيڻ لاءِ آهي. سو به نيم ٿيم سان يعني مهني ۾ رتو اچڻ کان پوءِ چوٿين ڏينهن شُڌ ٿيڻ بعد دان ڏنو وڃي، جڏهن گرڀ ٿئي تڏهن گرهست ڪرڻ جي سخت منع آهي. ڇو ته انهيءَ ۾ گهڻو نقصان آهي، هڪ ته ٻالڪ ڪمزور ۽ روگي پيدا ٿيندو ٻيو اُهو ڀوگ ٻالڪ سان ئي ڪيو وڃڻو نڪي استري سان. انڪري پڙهيل ۽ ست سنگي پرش ٻاڻ سوچيندا آهن، پر اهو خيال استرين کي رکڻ ضروري آهي استري به منٿين مريادا تي هلڻ ڪري برهمچارڻي ٿي سگهي ٿي. گهڻيون پڙهيل استريون ويچار دواران ٻاڻ پرشن کي قائدي تي هلائيندڙيون آهن. جنهنڪري پرماتما کين ڀروگتا ۽ سک شانتي بخشيش ڪندو آهي. باقي جيڪي بيسمجهه ۽ وشئي استريون آهن جو هتي ڪهڙو ذڪر لکجي سيٺي منش سمجهن پيا. مطلب ته ٻاڻ سڄاگه رهي پنهنجي ڌرم

۽ الهيءَ مطلب ڪري ته عمر مان جوڻون حصو ٢٥ ورهين تائين ٻالڪن کي برهمچريه ۾ رهائي سرشت آچارين (گرن) ۽ استادن دوارا لنگي وهنوارڪ ۽ پرمارٿڪ ڏرمي سڀ ودياً پڙهائي پورڻ ڪري پوءِ گرهست آشرم ۾ پرويش ڪرايو وڃي. (اڄ ڪلهه جي اڄ سمجهه مائٽن وانگر نه ننڍي ننڍڙي اوستا ڪچڙيءَ جوانيءَ ۾ ئي شادي ڪرائي ڪريو جيڪي اُنهن جا نتيجا ظاهر آهن) مٿين مريادا سان هلڻ ڪري اهي ٻالڪ هرڪنهن ڳالهه کي پوريءَ طرح جاڻندڙ ٿي ڌرم ۾ رکيا ڪري سگهندا ۽ وڏن مائٽن کي ۽ من ماڻيو ڪم ڏيندا. نه انجوء ڌرم تي سرولس ۽ پراڻ ڏيئڻ ۾ نه ڪين گسندا، اهي ئي ۽ مشهور رهن ٿا. شاسترن ۾ اهڙيون ڳالهيون گهڻيون ظاهر آهن ته ٻالڪ ننڍڙي ڄارين برهمچريه ڪري وڏا ليجسوي، سوروير، ۽ پورڻ، مها پڊيوان ۽ هرڪنهن ڌرمي ڳالهين مان واقف هئا. سڀڪنهن سڌي کي حاصل ڪرڻ ۾ سمرت ۽ انسامي هئا جو هزارين جو هيڪڙو ۾ ديوتائن کي جيتڻ ۾ سمرت هو جنهنڪري انسان ۾ آچار (ملت) پڌيو محسب ٿيو لڳي. سا اهائي طاقت آهي جنهنجي آڌار اهي يوگي يوگ ساڌي وڏيون سڌيون (ڪرامتون) حاصل ڪن ٿا ۽ آتم گيان کي پائي اکنڊ برهم آنند جو مزو هميشهه وٺن ٿا. الهيءَ ويريه رکيا جي پراپت ڪري ئي ارجن ۽ ڀيمسين سڀني ڏلش ڏاڍيندڙن ۽ گدا ڌارڻ وارن ۽ سوروارن ۾ وڏيڪ سرشت ڳڻيا ويا آهن. وشي ڀيشم ۽ برهمچريه بل ڪري يوگ ساڌن دوارا جهڙ مها ڪال کي جواب ڏيئي ڇڏيو، الهيءَ بل ڪري ئي لڇمڻ اندرديوتا جيتڻ واري راوڻ جي امد منگهناٿ کي مارڻ ۾ سمرت ٿيو هو. ان ڪانسواءِ ٻيا نه ايڪ الهاس شاسترن ۾ لکيل آهن. هن وقت ۾ نه ڪي ڪي يوگي اهڙ ڪڏهن ڏي بل جن ابا دن جي عمر سوان سال آهي جن موت کي ماري ساهيون ۽ ڪي هٿي طرح طرح جون سڌيون حاصل ڪيون آهن، ادو سڀ

جنهن ڪري عمر گهٽجي وڃي ٿي ۽ پيرايو جلد اچي وڃي ٿو. نه ته ڪلجگ ۾ منش جي عمر سؤ ورهيه هٿ ويدن جو چوڻ آهي. اجا به برهمچاري اندري جيت ۽ سنيم وارو منش سؤ ورهن کان به وڌيڪ اجها انوسار جيئرو رهي سگهي ٿو. اهو ويريه ئي ڪمند جي رس وانگر هن سرير ۾ سار آهي، ان ڪري ئي وديا بل، بڌي بل ۽ شرير جي تندرستي ۽ طاقت موجود رهي ٿي. اهو ئي جيوت شڪتيءَ وغيره جو مول آڌار آهي تنهڪري انکي ناس ڪرڻ عقلمندي ناهي بلڪ ناداني آهي. برهمچريه رکو پوکه ڪرڻ سان نتو ناس ٿئي، بلڪ استرين جي ڌيان ۽ خيال ڪرڻ سان ئي ويريه پنهنجي استان کان ڪري ٿو. سمجهو منش اهڙن خيالن کي پيدا ڪرڻ ئي نه ڏيندا آهن. باقي جاهلن (مورکن) جي ته ڳالهه ئي ڪٽي جڏيو، جي استري ناهي تہ پيون ئي ڪيترين تدبيرون ويريه ناس ڪرڻ جون ڪيون اٿن. اها ڳالهه سيٺي ڏسن ۽ سمجهن پيا، انهن ئي کوٽين تدبيرن جي ڪارڻ ڪري ئي ڀارت ورش جي ستياناس ٿي رهي آهي تن جي ليکه لکڻ جي قلم کي طاقت ڪانهي جو پورو ڪري سگهن. انهن ڪڪرمن جي ڪري هزارين مورکه جوانيءَ ۾ ئي نپوسنڪ (کدڙا) ۽ بيڪام ٿي رهيا آهن ۽ انيڪ گهر سنتان کان سواءِ سڃا آهن، ڪيترين ئي استرين وڏي ڪل وارين ته بدچاليون ٿئي ويون آهن، وغيره، ڪيترين خامين جي لکڻ کان ٻاهر آهن سي توهان ڏسي رهيا آهيو. هاڻي جلدي ويچار ڪري سداري هلڻ جو خيال رکي خراب هلتن کي ڦيرائي سٺين رستي تي هلڻ هلائڻ جي ڪوشش ولڻ ضروري آهي. برهم چريه هرڪنهن نر، ناريءَ خواهه پيڻ، ٻالڪن، گرهستين توڙي تياڳين سڀني کي ڌارڻ ڪرڻ ضروري آهي.

**(چئن حصن ۾ عمر ورهائڻ ۽ گرهست ۾ برهمچاري ورتن)**

پنهنجي وڏن ست پرشن رشين منين منشن جي حياتي چئن حصن ۾ ورهائي آهي. ١- برهم چريه- ٢- گرهست ٣- وان پرست ٤- سنياس. سا

## (ويري جي بناوت بابت)

ويري جي ابتدا لاءِ آيرويدڪ شاسترن ۾ لکيل آهي ته هڪ مهنو انسان جڏهن ڪاڌو خوراڪ کائي ٿو تڏهن ان مان ڏيڍ تولو ويري ٺهي تيار ٿي (پرشن ۾ ويري ۽ استرين ۾ رج يعني رتو) رهي ٿو. ٺهي هند لکيل آهي ته چاليهه ڦڙا رت ٺهڻ مان هڪ ڦڙو ويري ٺهي ٿو. هڪ ڦڙو ويري وڃڻ ته چاليهه ڦڙا رت جا نقصان ٿيا. اها شڪتي پرشن ۽ استرين ۾ موجود رهي ٿي.

اهو رج ۽ ويري هن شرير ۾ اهڙين آهي جهڙين جڳهه ۾ تيل يا گاڏر، انهي ڪيڻ بعد جڳهه ڪمزور ۽ خونائڻي ٿي پوي ٿي. تهڙي سرير روپي جڳهه مان ويري روپي تيل نڪرڻ بعد بدن ڪمزور ۽ روڳن جو شڪار ٺهڻ جهڙڪي پوي ٿو. اڳئين وقت جا وڏا سمجهو مڙس گرهست ۾ داخل ٿيڻ بعد فقط رکوداڻ ۽ سنتان پيدا ڪرڻ کان سواءِ اندرين جو وشيه آنند وٺڻ استريءَ سان ڀوڳ ڪرڻ وڏو نقصانڪار سمجهندا هوا.

اڄ ڪلهه جا نوجوان ته استريءَ کي ڪي اهڙي ديوي سمجهي وشيه لاءِ آشڪت ٿي رهيا آهن. سمهندي، جاڳندي، کائيندي، پيئندي هر وقت ان جي ئي ڌيان ۾ مگن رهن ٿا، انهن کي انت جي نقصانڪار نتيجن جي خبر ئي نٿي رهي. جرڪ سنهتا شاستر جي ٺهي اڌياءِ ۾ لکيل آهي ته جهڙي طرح ڏڌ ۾ گيهه، ٽرن ۾ تيل، گل ۽ چندن ۾ سڳنڌ ۽ کمنڊ ۾ رس آهي، اهڙي ريت سموري شرير ۽ جهڙيءَ ۾ ويري رس آهي. جهڙيءَ طرح ڏڌ کي ولوڙڻ سان سار (مکڻ) نڪري ٿو، کمنڊ کي پيڙڻ ڪري رس نڪري ٿو، جهڙي طرح ڪبڙي کي لبوڙڻ سان ماٺي نڪري ٿو، ڪبڙو حشڪ ٿئي ٿو، تهڙيءَ طرح استري ۽ پرش جي سنيوگ ڪرڻ وقت پيڙجي ويري ۽ رج روپي رس پنهنجي استان کان ڪرڻ ٿي،

ڏڙ ڪڙڪائيندا. اهو سڀ ويرين ناس جو ڪارڻ آهي. جهڙيءَ طرح ڪنهن شهر جو راجا ٻلوان ۽ سمرٿ آهي ته اُن ڏي ڪو دشمن اک کڻي به نٿو نهاري سگهي، مگر راجا نربل ٿيڻ بعد ڪين ڪيترا دشمن ويڙهي وجن ٿا. ٿيئن نون دروازن واري شرير روپي نگر ۾ ويرين روپي راجا آهي اُهو جي پشٽ ۽ ٻلوان آهي ته روڳن روپي دشمن ڪڏهن به ويجهو نٿا اچن، پر جڏهن جو ويرين روپي راجا ڪمزور ٿئي ٿو ته ان جي شرير روپي نگر کي ڪيئين روڳن روپي دشمن وڪوڙي وجن ٿا. اهي حالتون ٻڌ ڏسجن پيئون ته ڀارن ڏسڻ ۾ تمام سندر سهڻا بدن نهيل پر کوجنا ڪرڻ بعد منجهن طرح طرح جا مرض ويڙهيا پيا آهن. آها! ڪهڙي نه عجب جهڙي ڳالهه آهي! جو پنهنجا وڏا رشي مني ڇا ڇا ڪري ويا آهن. انهيءَ طاقت دوارا عجيب قسمن جون قدرتون ماڻهن کي حيران ڪندڙ ڏيکاري ويا انڪري ڀارت ديش جو اوچ (وڏائي) ٻين ديشن کان مٿي ڪيائون. اڄ ڀاڳ انهن مها پرشن جو اولاد ٿي ڪري انهن جي وچنن (شاسترن جي ڳالهين کي) نه مڃڻ ڪري لٿي هلت هلي پنهنجي ستيا ناس ۽ ڀارت ديش کي به هيٺ ڪيرائي ڪلنڪ لڳائي رهيا آهيون.

افسوس! صد افسوس!! هن وقت منشن جو اتيون رسمون ۽ آهار هنوار وغيره ڏسي دل کي دک ٿو ٿئي ۽ اکين مان لڙڪ وهائڻا ٿا پون. ڪي ...ون ٿا ته زمانو ڦري ويو آهي. پر ائين هرگز نه آهي ماڻهن پنهنجون ...يون ڦيرايون آهن. ڇا جي ڪري ڦريون؟ وشيه وڪارن ۾ غلطان ...ڻ ۽ برهمچريه جي پالنا نه ڪرڻ ڪري ڦريون. جيتوڻيڪ گهڻا انهيءَ ...لهه کي محسوس ڪري منجهن به ٿا ته برهمچريه ڌارڻ ۾ وڏي طاقت ...سيٺي سگهه آهن، پران ٿي عمل اصل ڪونه ٿا ڪن. مٿت ۾ املهه ...انو (ويريه) وڃائي رهيا آهن. آها! ويچارئي ڪونه ٿا ڪن ته ڪيترن ڏينهن جي محنت ڪ گهڙيءَ ۾ ناس ٿا ڪريون.

## (برهمچريه بابت ويچار ورنن)

سنسار جي اندر جيڪا ڪجهه شڪتي آهي سا سڀ برهمچريه (نفتي ويريه کي ڌارڻ ڪرڻ) ۾ آهي. انهيءَ طاقت جي وسيلي دنيا ۾ وڏا وڏا ڪم ۽ عجيب قسم جون رچنائون ٿين ٿيون. سوال اُٿندو ته اها شڪتي برهم جي آهي جا سڀ جڳهه ڦهليل رهي آهي، اها ڳالهه ٺيڪ آهي پر فقط ناليءَ جو ڦيرو آهي. ڇاڪاڻ ته شاسترن ۾ ويريه کي بيجه ٿي ويرتا، اوجس، بل، تيجس، شڪر، رهت، پوترتا، رتس، ڪانتي، بندو، شڪتي، برهم، ڀرگو وغيره نالن سان سڏيو ويو آهي. ڏسو ويد جي اُپنشدن ۾ ويريه کي برهم روپ ڪري ورنن ڪيو آهي. ساڳيءَ ريت ٻيتي شاستر ۾ به چيل آهي. "سرو شڪري پويند برهما". يعني سڀڻي ويريه روپ برهما آهي، جنهن ڪري سڀ جي اُبتي ٿئي ٿي. شو سنهتا ۾ "اهم بندو شوو بندو" يعني مان بندو شوئي بندو روپ آهي. هٺ يوگ پردپيڪا شاستر ۾ چيل آهي ته جيستائين ڪو ويريه کي ڌارڻ ڪري رهيو آهي تيستائين موت ۽ پراڻ ڌاس ٿيڻ جو ڀو ئي ڪونهي. اٿرون ويد ۾ به چيل آهي ته برهمچريه ڌارڻ روپي تپ ڪري ديوتائون موت کي ماري امر رهن ٿا. تنهن ڪري "برهمچريه هي جيون هي". انگريزي واري ٻڻ چيو آهي "Chastity is life" وري شو سنهتا ۾ به "مرڻم بندو پاتين" (Sensuality is Death) يعني ويريه ناس ئي موت آهي. مطلب ته برهمچريه ئي جيون جي جيوت آهي. انهيءَ ويريه روپ برهم کي جيڪو ڌارڻ نٿو ڪري بلڪ وشئي بڻجي ويريه وڃائي ناس ڪري ٿو انجي ديوڪ شڪتي ناس ٿي وڃي ٿي ۽ مڙدي جهڙيءَ حالت کي پراپت ٿئي ٿو.

اڄ ڪلهه هلندڙ وقت جا نوجوان ته ٺوڙي ناريون انهيءَ ڳالهه کان محروم رهي انيڪ بيمارين جو شڪار بڻجي رهيا آهن. اکين سان ڏسڻ ۾ پيا ته ڪيترا جوان اوسڻا ۾ ئي ڊاڪٽرن حڪيمن جا ون

ڪي ڳولهي هٿ ڪريون. ڇاڪاڻ ته شرير ناسوان آهي اُنهيءَ
ڪونهي ڪڍهڪري پنهنجي ڪلياڻ ۾ هاڻ دير نه ڪجي. اهڙي
تيئي جگياسو ٻاڻ ۾ صلاح ڪري گڏجي سرشٽ ستگروءَ جي
ڪرڻ هليا.

---

## وويڪ ستون (7)

### (اُتم گرو ڳولي لهڻ ۽ برهمچريه باٻت ورنن)

دوهرا - وويڪ سپتم ورڻون اب، برهمچريه وياکيان
اُتم گرو ڏن کوج لهيو، ٻڌئي تهن سنگه ڏان.

مٿيان تيئي جگياسو سچي ستگروءَ جي تلاش ۾ ڪيئي تيرٿ
استان جاچيندا ڪنهن نگر جي ٻاهران هڪ باغ ۾ اچي سهڙيا. اُتي خبر
پئائون ته هتي هڪ سرشٽ آچاري، گيان وان مهاتما رهي ٿو، هي انجي
درشن ۽ ميلاپ لاءِ اندر باغ ۾ هليا. پراتهڪال (امرت ويلي) جو وقت
هو ۽ باغ به پرپور پنهنجي ميون ۾ مست هو، ٻي چئوطرف گلن جي
ٽلڪار، جنهنجي هرش وڌائيندڙ ٻهڪار، طرح طرح جي تنوار،
ڪار ڪنديءَ ۽ ڪوئلن جي ڪوڪار، ٻيا به ڪيترا پکي پرڀوءَ کي ٻيا
ڪارين؛ سڪ سان سائينءَ کي سنڀارين ۽ تڏي هير پيئي لڳي،
گه جي وير پيئي وڌي. اها رونق ڏسندا جڏهن اڳتي وڌيا ته پريان
وڏي ٻڙ جي وڻ هيٺ عجيب نظارو نظر آين يعني هڪ پرم هنس
ي مهاتما شانت ستوگڻ جي مورتي ساکيات سري شڌڪرآچاريه جو
پدم آسن ۾ اسٿت ويٺل آهي، سندس اڳيان سفيد پوش ٻه
ي ايڪاگر چت سان هٿ ٻڌيو ويٺا آهن. آها! درشن ڪرڻ
اندر ۾ آنند جي لهر پيئي اٿي. ٻوءِ تيئي جڻان ڏنڊوت
ڪري هڪ پاسي کان ٿي ويٺا. مهاتما اڳيئي برهم چاريه شش
ريه جي ٻاري ۾ سمجهائي رهيو هو.

مري ٿو. پر وشيہ وڪارن جو غلام وري جهي مري ٿو- ڌاطي
الپيءَ اگيان جو ناس گيان (برهم-سروپ آتما جو دت ۾ اپ جيان
ساڪيات ڪار ڪرڻ) سان ٿيندو، نہ ٻئي سان. جاڳڻ نہ جنون
وستوءَ جي اگيان (نہ ڄاڻڻ) ڪري ڀرم پاسي ٿو، سو وري الپيءَ جي
گيان سان ناس ٿئي ٿو. جنهن لوڙيءَ جي اگيان ڪري ناگر جو ڀرم[1]؛
۽ ٿئي ٿو سو وري لوڙيءَ جي گيان ٿيڻ ڪري نورت ٿئي ٿو، تئن
سروپ جي گيان سان اگيان جو دشڻ ائين آهي جئن اونداهيءَ ڪوٺيءَ
يا غفا ۾ هزارن ورهين جي اونده جو ڏيئي ٻارڻ بعد رهڻ. جنهن مهل
انسان اندر ۾ آتما يا ايشوري گيان جي جوت جاڳائي انهن مهل اگيان
روپي اونده پريان پير ڪري ڀڄي ويندي، جنهن ڪري سيٺي دکر
دور ۽ سچي سک جي پراپتي ليندي. "سب دکن کان جدا ان جي
جتي جن صورت ساڳي صاف ڏلي" ڀڳوت گيتا ۾ چيل آهي نہ
"ايتد پد - وا- پدبمان سيات ڪرليسچ" جهڙيطرح مکر جي ڏسڻ
لاءِ اکين سورج ۽ آرسيءَ جي ضرورت رهي ٿي ۽ ڪنهن ۾ هڪ
جي نہ هئڻ سبب مکن نہ ڏسي سگهو. تئن ڀڳوت سروپي آتما جي ساڪيات
ڪار ڪرڻ لاءِ ٻڻ ٽن شين جي گهرج آهي. پوتر ٻڌي، ويدانت
شاستر ۽ ٻيون لايق گرو. انهن مان ڪنهن ۾ هڪ جي نہ هئڻ ڪري گيان
جي پراپتي ٿيڻ محال آهي. جو نہ شاسترن جو گوڙهو رهسيہ گياني گروءَ
کانسواءِ ڪير سمجهائي سگهندو؟ وري سواءِ ٻڌيءَ جي سچو سالڪ ڪيئن
پرکهو الکري سرشت گروءَ جي ضرورت آهي. ان لاءِ بهتر آهي نہ
ڪانڌرتا جدي اکين جگياسن والگر پيرين هاڻ سداري يعني اڌڪاري
(لائق) بڻجي رام جي رهبر کي ريجهايون. يعني پورن پرکر کي
پائي سدس اشاري لي عمل ڪري سچو سودو سوڏي پرپوءَ کي پائي
جنم سڦار ڪريون. اهڙيءَ ريت مٿيئن اُلر جي ويچار پڙهڻ لي مديہ
۽ ڪنشت جگياسن جيو توهانجا وچن ٻڌي انسان جي جت کي ڏاڍو
آنند ۽ وڏيڪ انساہ ٿيو آهي مگر هاڻي تئي جتا جلدي سرشت گروءَ

چٽي سگهبو (راڳ معنيٰ پريت دويش معنيٰ ويرڀاءُ) اهو انڪولتا ۽ پر
گيان ڪري ٻئي ٽٽي ٿو.

جاڳڻ تہ جنهن ۾ انڪولتا (يعني سک جو ساڌن ۽ و
آهي تنهن ۾ راڳ (پريت) ۽ جنهن ۾ پرتڪولتا (يعني دک جو
۽ نہ وڻندڙ) آهي ان ۾ دويش ٿئي ٿو. تنهنڪري انڪول ۽ پ
ڪول گيان کي ناس ڪجي. سو انهيءَ جو پيدا ٿيڻ ڀيد (ڀيائي) گ
ڪري آهي، جو نہ جڏهن پدارٿن کي پنهنجي سروپ کان جدا ج
سمجهي ٿو تڏهن نہ ڪن ۾ انڪولتا ۽ ڪن ۾ پرتڪولتا گيان ٿئي
ٿو. پنهنجي آتما آنند روپ ۾ نہ نہ انڪولتا نہ پرتڪولتا ئي آهي.
نڪي ان ۾ ڀيد يا راڳ دويش وغيره آهن. انهيءَ ڀيد يعني ڀيائي
واري گيان جو ڪارڻ اگيان (سروپ کي نہ ڄاڻڻ) آهي. جاڳڻ نہ
مٿيون سڀ ڳالهيون ۽ سموري پرپنچ ۽ انجي گيان جو ڪارڻ
اگيان ئي آهي. تنهنڪري سڀني دکن جو ڪارڻ اگيان ثابت ٿيو.
جيسين اگيان هوندو تيسين دک، سک، جنم، مرڻ وغيره ٿرهن ڪان
ڇٽڻ ۽ سچو سک حاصل ڪرڻ محال آهي.

۲ـ دنيوي انيڪ اپاون ڪندي بہ سچو سک حاصل ٿي ا
...ندو. منش سربرڌاري بہ سچو سک نہ پائو سون ۽ ڪڻ ڀگر وشيہ سک
...سمجهي رهيا سون نہ هيرو هٿ آيل ڪانگن جي اُڏائڻ ۾ گليليءَ عيوض
...ويندو. رامائڻ ۾ چيل آهي :-
...ن ڀاءِ وشيہ مَن ڏيهين. پلٽ سڌا تي شٺ وکر ليهين“
يعني امرت ڏيئي زهر خريد ڪرڻ. منش شرير سچي سک جي پراپتيءَ
... دروازو آهي سو وشيہ ڀوڳن روپي زهر سوڌڻ ۾ خاڪ ڪري
سچي سک روپ امرت کي وسارڻ وڏي ۾ وڏي ڀل آهي. ناڳم
...ڳم لڳڻ سان، نشو دارون وغيره ورتائڻ سان چڙهندو آهي. پر
...ڏسڻ سان ئي نادان ڪيو چڙهن. ناڳم جو ڏنگيل هڪ ...

ٿائيس ته آنند ڏيندڙ نه آهن پاڪ اتيم ۽ ڏک ساڻ ڀريل آهن. جيئن زهريلو لڏون ملو ۽ وڻندڙ نه گهڙوئي، ته منجهس مليل زهر ڏک ڏيندڙ آهي. تيئن وشين ته به ڀلوان سندرتا ۽ ڪڻ مالر سڪ ڀاسي ٿو، پر ناس ٿيڻ ۽ روڳ پيدا ڪرڻ ڪري ڏک دائي آهن. آهاا سنسار ته جو طرف ڏکرا اهو ڏک لوڪيڪ اُپاوُن سان ناس نٿو ٿئي. جيتوڻيڪ من ۽ سرير جي ڏک دور ڪرڻ لاءِ منتر ۽ دوائون وغيره ڀتڻن ڪري تورت ٿئي ٿو ته ته ٿوري وقت لاءِ جڏي ٿو ۽ وري پيدا ٿيو پوي. تنهنڪري جيستاءِ سرير آهي ليستاءِ گيان بنا ڏکن جو ناس ٿي وڃڻ اڻ ٿيڻي آهي. جاڪاڻ ته هيءُ سرير ٿوڙي پيا پسن ڀڪين ۽ ديوتائن وغيره جا سرير سڀ پڇ ۽ پاپ تي رچيل آهن انڪري ڏک سڪ سڀني کي ٿيندو رهي ٿو. ڪي جوندا آهن ديوتا سرير فقط پڇن ڪري مليو ٿو. ته ائين- ڪونهي پاپ ساڻ مليل آهي، جي فقط پڇ تي هجي ته پين ديوتائن جي وڏي ويولي (يوگ پدارت) ڏسي ساڙو يا حسد وغيره ڏک نه ٿيڻ گهرجي. جيڪو ديوتائن ته مکيه راجا اندر آهي انکي به ڪيترن ديتن داڻون جو دٻ رهي ٿو ته مٿان منهنجا راجائي سڪ مليا نه وڃن اهو ڏک پاپ ڪرمن جو ڦل آهي. تنهنڪري ثابت ٿيو ته سڀني سرير مليل ڪرمن تي رچيل آهن صرف ايترو آهي ته گهڻي پڇ ۽ ٿوري پاپ ڪري ديو جوڻ ملي ٿي ۽ گهڻي پاپ ٿوري پڇ ڪري پسن وغيره جي جوڻ ملي ٿي. منش ته ته جيڪي اڙروڏيءَ ويوليءَ وارا آهن سي ديوتائن سمان سمجهڻ گهرجن. ۽ نيچ مهاڪين کي پسن برابر سمجهجي، ۽ وچولي درجي جا منش پڇ ۽ پاپ جي سمانتا ڪري ٿيا آهن. اهڙيءَ طرح سڀني سرير پاپ ۽ پڇ تي ٽيس ٿا جستائين سرير آهي ليستائين ڏک سڪ مليوئي ايندو. مطلب ته جيسين پاپ پڇ کان آزاد نه ٿيو تيسين ديوي ڏک نڪ کان ڪونه ڇٽبو. جو ته پاپ پڇ تي وري پيو سرير ملندو. جمڻ مرڻ وري وري مليوئي ايندو. انهيءَ پڇ پاپ جو ڪارڻ آهي راڳ ۽ دويش. انهيءَ جي نورتيءَ کان سواءِ پاپ پڇ کان ڪو

" ڏوريندي يون ڏسن جڏهن تڏهن هوت کي "
اوهان کي هيٺيون ويچار پڻ ڪرڻ گهرجي تہ ڪو اميري
بوشاڪ پائي ڪن جي نوڪري ڪئي تہ ان ۾ اميرن جو ڪهڙو ڏوهہ
ساڳيءَ ريت فقيري ڪفني پهري پاکندي ۽ دشت سياهہ رکي تہ ان ۾
فقيرن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو؟ سچو ۽ ڪوڙو مٺل سر پڌرو ٿيو پوي تڏهن
لاءِ هڪ شاعر چيو آهي تہ:-

کهڻ کوڙ ٽڪور سيں مور ڇپي نهين- طري ڇپي نهين واڳہ اُچايا
چنچل نار کي چال ڇپي نهين - پريت ڇپي نهين پوٺ ڏکايا
رڻ کيت مانهن رجپوت ڇپي نهين - داتار ڇپي نهين مدگت آيا
ڏرون کي اوٽ سين چندر ڇپي نهين - سُورہ ڇپي نهين بادل ڇايا
يوگي کو بيکہ انيڪ ڌري- تو ڪرم ڇپي نهين ڀيوت لڳايا
ڪوي گنگہ ڪهي سن شاهہ اڪبر- ننگہ ڇپي نهين ڇپا ڇپايا

ڪشت ۽ مدير جگياسو چوڻ لڳا تہ مٿر پهرين تراهو نرنئہ ڪريون
تہ دکہ ڇا آهي ۽ ڇاجي ڪري ٿو ٿئي، ان جي نورتي ڪيئن ٿئي؟ ۽
سکہ ڇا آهي ۽ انجي پراپتيءَ جا ڪهڙا ساڌن آهن؟ تڏهن اُتم جگياسو
چوڻ لڳو تہ.

**( اُتم جگياسوءَ جو شڀ ويچار )**

دکہ ۽ سکہ ڪا وستو ڪانهي فقط من ورتيءَ جو آڪار (خيال)
آهي. هاڻي انهيءَ جو ڪارڻ (پيدا ڪندڙ) پڌ- اهنتا يعني اهنڪار ۽
ممتا يعني موهہ (منهنجوپڻو) انهن ٻن ڪري دکہ ٿئي ٿو. اها اهنتا
۽ ممتا پاپ ڪرمن کان پيدا ٿيل سمجهڻ گهرجي. ۽ سکہ جيڪي دنيوي
پدارٿن جهڙوڪ اُتم ذات، ڪٽنب جو ميلاپ، قرض مرض کان بچيل،
۽ نوڪريءَ کان سواءِ سانتوڪ آجيوڪا يعني کان پان ۽ چورڻ ماڻڻ
۽ پيرهہ يوگہ پدارٿن جي پراپتي اهو سڀ ڀج ڪرمن جو ڦل آهي. ويچار
ڪري ٿو ڏسجي تہ وشيون يوگہ پدارٿن جو سکہ ويندي اندرلوڪ

انهن جو مطلب اهوئي هو ته سچو دائما سک حاصل ڪريون. سهاءِ ڪري
انهن مان هڪ اٿر جگياسو ٻيو مديم ۽ ٽيون ڪنشٽ هو يعني ٻهرئين
ٽئي ۽ ٽئين درجي جا جگياسو هئا. اهو ته جن کي سچو هو ته گيان
پائڻ لاءِ ڪنهن رهبر جي ضرورت آهي. جوٺي ٻه آهي ته "خدا کو
چاهين تو گداگرون کي سنگت ڪر" يعني هربوءِ پائڻ لاءِ سندس
پريمي مهاتمائن جي سنگت ڪرڻ لاڀدائڪ آهي. ٻيڙيءَ هلندي ٻه ندي‌ءَ
مان پار ٿيڻ لاءِ ملاح جي ضرورت آهي. واٽهڙوءَ کي رستي مان واقف
ٿيڻ ئي منزل مقصود تي پهچائي ٿو. سواءِ سچي ستگروءَ جي جنم مرڻ
سميت سڀني دکن کان آجو ٿيڻ اڻ ٿيڻي ڳالهه آهي. مديم ۽ ڪنشٽ
جگياسن کي سدائين سنسا ۽ ترڪ گهڻا رهندا آهن ۽ پوريون موڪهارو
اهوئي هوندو ائن ته سچو گرو ڪهڙو آهي؟ جيتوڻيڪ رات ڏينهن ڳل
وجائي ستا سور جاڳائيندڙ برهم گياني اُپديشڪن ۽ ديش رکيڪ سڏائيندڙن
جي ڪمي ڪانهي لڌيندين ۽ ويچار جي عينڪ سان دورانديش ٿي ڏسبو
ته خبر پوندي ته انهن جو وڪارن ۾ ئي واسو آهي ۽ اهو جين جو ڏن
ڌرم ۽ عزت لٽڻ ته ڪو ڪاٿي نه سگهي. سعيد، ڏوهي، شيل، اپاس، ونراڳ
مالڪ جي ميلاپ وغيره سربيشٽ سهائن جي ته هٿڻ ئي ۽ پالڪي سدت
سڏائي هروقت پاڻ پڌري ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳا پيا آهن. اهڙن
پاکنڊين جي اهنڪاريءَ ۾ سچن سالڪن جو شهد مايون جي من ٽان
ماڳهين موڪلائي ويل آهي. ڪبير صاحب پڻ فرمايو آهي:-

ڪبير ڪاجگ ڪٺن هئي، ساڌ نه مالي ڪوءِ-
ڪامي ڪروڌي مسخرا، ٿن ڪو آدر هوءِ.

اهڙي الڌ ڏنڌ جي وقت ۾ پوتر آتما، نرموهي سچو ستگرو ڳولهي
هٿ ڪرڻ ڏاڍو مشڪل ٿيو لڳي. ڪنشٽ ۽ مديم ادڪارين جا اهي
مٿيان سنسا پڌري اُٿر جگياسوءَ جيو ته پائي اها ڳالهه برابر آهي پر ادم
وارو منش رڌي ۽ وڏا ڪم ڪري سگهي ٿو. اهڙو ڪم ڪونهي
جو ان کان نه ٿي سگهي جهڙي طرح ڄيل آهي ته:-

گهنديون عطر قليل وغيره سگهڻ تمام اوچا اوچا صاحبڻ خوشبوئدار ڪم آڻڻ، انهن کان پري رهجي، جو ته انڪري عياشي بڻي وشٿر واسنا وڌائي نقصان پائجي ٿو. اهڙيءَ طرح درگنڌي به نه سگهڻ گهرجي انڪري تندرستي بگڙي ٿي. باقي وڌي مريادا انوسار جنهن شيءِ جي ضرورت هجي يا سچاطب ڪرڻي هجي اها بيشڪ سنگهڻ گهرجي جنهن مان تندرستي به سالم رهي ۽ وڪار واشنا وغيره نه وڌي. جڏهن ته ستگروءَ سنت مهاتمائن ويد گرنٿ ڏرمي شاستر وغيره انهن تي گل يا چندن ڪيسر وغيره سگنڌي چاڙهي باقي پرشادي ماتر خوشبوءِ وٺڻ درست آهي. مطلب ته جنهن مان وهدوار ۽ پرمارٿ ٻئي سڌ ٿين، اهڙا ويچار ڪري اندرين دواران وڌي وشين گرهڻ ڪرڻ گهرجن. جگياسوءَ کي گهرجي ته مٿين ريت سمجهي من: اندرين تي پورو ضابطو رکي سريشٽ گروءَ دوارا سچو سک حاصل ڪرڻ گهرجي.

**نوٽ** — نشه وشين (جهڙوڪ ماس، چوري، وڏيون، شراب وغيره نشا) جي باري ۾ جنهن به ٻئر کي وڌيڪ ڏسڻ جي اچا هجي سو پريتم (نشه وشٿر درپڻ) نالي عربي سنڌي ۽ گرمکيءَ ۾ ڇپيل پستڪ پڙهي ڏسي، جو مشهور بوڪ سيلرن وٽان ڪين ملي سگهندو.

## وويڪ چھون

(ٿن جگياسن جو گڏجڻ ۽ سريشٽ گروءَ جي کوجنا بابت

دوهرا — وويڪ کشتر ڪهت هون، تين جگياسو ملاپ
سريشٽ گرو کي کوج ڪرين، ناشن چاهت تاپ

ديو اچا سان گهمندي ڦرندي ڪنهن شهر جي ٻاهران هڪ وڻ هيٺ اوچتو ڪن ٽن ڄڻن جو پاڻ ۾ گڏجڻ ٿيو. قدرت سان اهي ٽيئي ڄڻا جگياسو يعني سچ جا ڳولائو هئا. انهن کي اهو خيال هو ته ڪو سچو ستگرو ملي ته انجي دواران جاچي ڏسون ته سچ ڇا آهي

جو گهٽجڻ، من جو ميرو ٿيڻ ۽ وقت جو وڃرت وڃڻ وغيره ايون ئ گهٽيئي بيماريون پراڻيون آهن. مطلب تہ ان اندريءَ جي وس ٿيل انسان لوڪ پرلوڪ کي ٻوڙيو ڇڏي، انڪري جنهن زبان کي جيتيو تنهن جڳ جيتيو.

باقي وڏيءَ وارا ڪم ڪهن تہ اها اندري انانڪي شين جي گڻ اوگڻ کي پرکي ڪم ۾ آڻڻ لاءِ مليل آهي. ان ڪري جا جيڀ ڊرم انوسار هجي، بلڪ تندرستي ۽ ٻڌي عمر سکہ ۽ پرام وغيره بخشيندڙ هجي سا ڪائجي يعني ساتوڪ کاڌو کي کائڻ گهرجي. ڀڳوان جي پرساد جو ڀوڳ لڳائڻ، جرنا امرت، گنگا جل جو پان ڪرڻ وغيره ۽ اهڙي طرح کاڌي پيتي جي پرهيز ڪرڻ ڪريئي هرهند سکي گذاري سگهجي ٿو ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ٻہ مٺو، سچو ۽ وڻندڙ وچن مک مان ڪيڻ گهرجي. جيترو ٿي سگهي اوترو گهٽ ڳالهائجي ضرورت آهر ڏڪ اسن لطان مان ئي ڪاروبار سڌ ڪرائجي. ڀڳوان جي نالي جو جپ ۽ گڻن جو ڪيرتن ڪندو رهجي، جنهنجا اوگڻ ۽ هين جا گرهڻ ڪرڻ ٻوگير گڻ ويچاريندو رهجي تہ دائما داور (ڀڳونت) جي دربار ۾ ئي داخل ٿيڻ جو موقعو ملي.

(پنجون نڪ اندريءَ ۽ گند وشيہ جو ويچار)

٥- سگنڌيءَ ۽ درگنڌيءَ جي خبر نڪ جي وسيلي پوي ٿي تہ جيڪر ماڻهو نڌ ٻوءِ ڪن ۽ پيا هجن تہ دولد خبرئي ڪا نہ پوي ان ڪري گنڌيءَ هوا جي زهريلن جيوڙن جي ڪري بيمار ٿي مري وڃن، ان ڪانسواءِ سنسار ۾ ايڪ شيون آهن جنهجي سجاڳب نڪ جي سگهڻ سان تني ٿي سواس ڪڻڻ ۽ ڇڏڻ جو ڪم ٻڻ انهيءَ ڪان ولنجي ٿو، تنهن کان سواءِ منهن روپي منڊل ۾ سوپيا وڌائيندڙ نڪ جڻ تارن ۾ چندرمان آهي ڪنهن جو نڪ ڪٽيل هوندو آهي تہ ان کي ڏسڻ ئي ڀڱ بڇ ٿيندو آهي. اهڙيءَ طرح ڪيترن ئي سببن ڪري نڪ ۾ ضروري آهي مگر انجي وس ٿي نند شين ۾ گرفتار نہ ٿجي. جنن تہ تمام گهٽيون

ڀيان لهر (۱)

وٽائن جو بطيل طعام، وات ڀاطي ٿيڻ سبب چڪي جولو ڪري نہ ڪائڻ
ڻ ڪيو ڇڏين. گهڻي مٿاڻ ڪائڻ سان جهنگل دشا ۾ ڪرميون
سٽها اڇا جيوڙا) ۽ مني پيشاب ۽ موڻن ٿيڻ جو امڪان رهي ٿو. گهڻي
داز ۾ لوڻ ۽ ڪٽاڻ ڪائڻ سان ويرين جا روڳ وڌن ٿا. واسي، تکي،
زيل وغيره (جهڙوڪ ڏهي وڙا ڦوڪڻا ۽ ٻيا) ڪائڻ سان قسمين قسمين
بيمارين جو بار سر تي چاڙهڻو پوي ٿو. انڪري تموگڻي تي ڏرم ۽
پيتي، جا نيم تـوڙڻـا پـون ٿا. ڊاڪٽرن جـون انگـريـزي
وائون پيٽئيون پون اهڙي طرح ماس، مدرا، چوري ۽ انياءِ سان گڏ
ڪيل ڪاڌي وغيره ڪائڻ پيئڻ سان جا حالت ٿئي ٿي سا ڪنهن کان
گجهي ڪين آهي. مهاراجا ڀيشم پتامهہ جو مثال سيني کڏو هوندو تہ
ڪورون جي انياءَ سان گڏ ڪيل ڪاڌي ڪائڻ ڪري سندس ٻڌي ۾
وپريت (ٻيءَ طرح جي) ٿي پيئي هئي.

اهڙي حالت ۾ ٻين جو بہ لوڪ ۽ پرلوڪ جو ڪين بگڙندو.
ازانسواءِ ان اندريءَ جا غـلام ئي ڪڙو ڳالهائيندا آهن، جنهن ڪان وير
ود وڏيو وڃي ۽ وقتي ڪورڻن جا بہ درڪڙڪائڻا پون ٿا.

۲ــ چغليون هڻندا آهن جنهن ڪان ٻين جي دل کي صدمو رسندو
ي ۽ ڪراهت، ساڙو، هنسا وغيره وڪار ٻڻ ڏيرو ڄمائيندا آهن.
سـ پنهنجي مکہ سان پنهنجي وڏائي ڪندا آهن، اهو وڏو اوگڻ
هي. ڪنهن ڪانسواءِ ڪوڙ ڳالهائڻ، وڏاءِ ڪرڻ، چالاڪي ڪرڻ،
جائي ڪواد ڪرڻ جا بہ موقعا ملن ٿا. دان ۽ پراپڪار جي ڪرمن
ني ٻڌري ڪرڻ ڪري ٻين جو بہ ناس ٿي وڃي ٿو. ٻياتي
مهاراجا جو بہ انڪري ئي سورگہ مان ڪرڻ ٿيو هو.
ـ خوشامند ڪرڻ، ٺڪ شڪ ڪرڻ، يٺ شٺ هڻڻ، ڪوڙ
ڳالهائڻ، طعنا هڻڻ، هٺ ڪرڻ، عياشي غزل ڳائڻ، هٺ ٺنگڻ، نہ رڳو
ايشور ۽ ايشور، گروءَ، شاستر، سنت، ماتا، پتا وغيره مان بہ عيبن
ڪيڏڻ ـ انڪ خرابيون رسن ٿيون. جهڙوڪ شرڌا (وشواس

۽ ۾ ڏسڻ گهرجن ۽ نه من ۾ چاهڻا لوڀ يا ساڙو ڪر وغيره پيدا ٿيڻا. هٿن جي فنڪن ۾ پوشاڪ يا ڏنگي ڦڏي اينڊي تان ۽ واري سينڌ سرمو يا ناز نخرو جاچڻ نه گهرجي، ان مان ته ماڻهوءَ کي موهه، وشيه وڪار خراب عادتون وغيره انيڪ نقصان حاصل ٿين ٿا.

ميليان وڏيءَ وارا ڪم ڪرڻ گهرجن جهڙوڪ ڀڳوان جو ڌيان، سنتن مهاتمائن جو درشن، جتي اينتور جي ڪٿن وغيره جو ڪٿا ڪيرتن ٿيندو هجي اتي سادسنگت جو ديدار، تيرٿ گرنٿن ۽ سرشٽ اسٿانن جو اتارو، پگهي پرڻو، وئراڳه پيادري وغيره وڌائيندڙ فوٽا، ملڻ جلڻ وارو رستو وغيره ڏسڻ مطلب ته جن شين جي ڪم آڻڻ جي ضرورت هجي ان کي ضرورت آهر جاچي جوچي- ڏسي وائسي شاستر مرياڌا موجب ڪم ۾ آڻڻ ئي اکين جو ڌرم جاڻجي ۽ اهڙي طرح ايشوري آگيا موجب اکين کان گهرڻ ڪم وٺي کين هميشه وس ۾ رکجي ته ڪلياڻ آهي.

(چوٿو- جيڀ اندري ۽ رس وشيه جو ويچار)

زبان ٻه ڪم ڏئي ٿي (١) گيان اندريءَ جي حالت ۾ سواد کي چکڻ (٢) ڪرم اندريءَ جي صورت ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ. سواءِ ان اندريءَ جي ڪاري ڪتي مٺي وغيره سواد جي خبر ئي ڪين سگهندي ۽ اڪو ڪو ڳالهائڻ ٻولائڻ وغيره ڪاروبار ئي ڪري سگهجي. ۽ ڳالهائڻ ولهائڻ سان جو ماڻهوءَ جسي ٻوڪر ٻوي ٿي لسر ديءَ گٽي ٻي گٽي، اسر خراب ساڌو (سرٻشت) نيچ، ڀلو ٻرو وغيره سا ، حسر هتجي ڪين سگهندي. انهيءَ ڪري زبان جو هئڻ ۾ بلڪل ضروري آهي. پر ان جي آڏين ٿيڻ مان وڏو نقصان آهي. جهڙي ته حلڪن جي حالوسيءَ کان ماڻهو هميشه جور ٿي بولندا آهن بلڪ ڌرم کي ڏکو ڏيئي جتي ڪٿي جيڪي ڪبس سو ڪائڻ پيٽ سان ايڪ رڳ برائيندا آهن. ان زبان اندريءَ جي آشڪتيءَ ۾ ڦاسي روگي ٿي ڪري موت جو مرو ماڻيندا آهن ۽ رڳو اينرو پر ٻگ وغيره

آٽيل لٿو ڪپڙو پائڻ گهرجي ان ڪري غريبن جي روزگار کي
ڏائيندو رهجي.

## (ٻيون اکيون اندريءَ ۽ روپ وشئي جو ويچار)

هرهڪ انسان خواهه حيوان کي اکين جي گهڻي ضرورت ٿئي ٿي
نه ته جيڪر سڀڪو هڪ ٻئي سان ٽڪرجي ڪري پوي ۽ رستي جي
ڄمرئي ڪا نه پوي. ڪڏهن ۽ کوهه، پٿر ۽ ٻهڻ، ٻٽيون ۽ ڄٽيون جيڪر
ماڻهن کي حيران ڪري ڇڏين. سنسار جو ڪوبه ڪاروبار هلي ڪين
سگهي. تڪو ڪو ساڌو سنت يا ايشور جي مورتن جو درشن ئي ٿي
سگهي. ماڻهو قدرت جي کيلن ڏسڻ کان به جيڪر محروم رهي. ڪوبه
ويد شاستر وغيره ڌرمي پستڪ پڙهي يا پاڙهي ڪين سگهي، انهن سڀني
ڳالهين کي محسوس ڪري پرماتما ديا ڌاري ماڻهن کي اکين جهڙي
ڪمائتي اندري ڏني آهي پر اُن جي وس ٿي هيڏيان نه ڪرڻ جه
ڪرم نه ڪرڻ گهرجن.

١- پرش استرين جي ۽ استريون پرش جي شڪل خراب نگاهه سـ
نه ڏسن ۽ نه وري سندن عضوائي ڏور ڪري جاچجن انهيءَ ڪر
ڀوڳن ڀوڳڻ جي خواهش پيدا ٿيندي ۽ برهمچريه جو ناس ٿيندو.

٢- ناٽڪ ۽ سئنيمائون ۽ خراب ناچ به نه ڏسجي ائين ڪ
ان اچايو ڏن جو ناس ٿيندو ۽ خراب خيالن سان گڏ ٻريءَ سنگ
ڪرڻ جي عادت ٿيندي ۽ جسماني طاقت جو انداز گهٽجي وي
اکين جي روشنائيءَ (نظر) کي پڻ ڌڪ لڳندو.

٣- من کي موهت ڪرڻ ۽ وڪار جاڳائڻ واريون شيون ڏ
نه گهرجن.

٤- وشئن وغيره جي ڳائي وڄائي کان دور رهجي. ج
مهاڀي سڀ پر به وشئن جي ناچ ۽ راڳ کي ڏسندي موهت ٿي پي
۽ اجاميل جهڙي برهمڻ جي به ان ڪري ئي خراب حالت ٿي هئي
ڪيهن جون سهٽيون موڪڙيون ٻو
وڏو پاپي ٿي پيو هو. ان ڪانسواءِ

ٿئي، ٿئون لونو اڪيو ناهي تہ اهڙو سنڌن ڀڳن ۽ ڀرئي. ٽيندو-
ڏوتل ڪپڙي کي دٽ لاهڻ جو ڪپڙو ضرور، تنهن سر ٿئون وڳو
گهرجين. سياري جي ٿڌ جي پرواهہ نہ ڪري اهڙو نفيس (تمام سنهو)
ڪپڙو پائيندا آهن جو سنڌن سرير جي پوريءَ طرح برداشت
(سنڀال ئي) ٿي نٿي سگهي. اها ميوش وشيہ اهڙي زبردست آهي
جو گهڻا پائر ۽ پيترون وڌيتي. يا سگهين ڪپڙو پائڻ پاپ. جاڻي ۽
ڏيسي ڪپڙو پائڻ لٿو ٿئين. جاڪاڻ تہ سنڌن شرير اهڙو نازڪ ٿي پيو
آهي جو ٿلهو ڪپڙو سهي نٿو سگهي، ان جهڙيءَ جي آڏين ٿي راوڻ راڄ
۽ ڪل ناس ڪرايو، تهش راجا اندرپريءَ مان ڪڍيو ويو، راجا ڪيڪڪ
سڀ پائر پيمسين هٿان ناس ٿيا. مسلمانن جي بادشاهي وئي. نہ رڳو ايترو پر
وڏيون وڏيون جنگيون جهيڙا وغيرہ بہ ان جهڙيءَ جي موهہ پر قائم
ڪري ٿين ٿا. ان ڪري جيتوڻيڪ بي سمجهائيءَ ڪان پرش کي استريءَ
جي جهڙ مان ۽ استريءَ کي پرشن جي جهڙ مان سک معلوم ٿيندو هوندو
پر تڏهن بہ موهہ جو غلام ٿي ڌرم ۽ تندرستيءَ کي برباد ڪرڻ نہ
گهرجي. جاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ ڪري اهو ڪام جي غلاميءَ وارو سک
وڏن ڏکن ۽ تڪليفن ڏيڻ وارو آهي.

پر وڌيءَ موجب ان جهڙيءَ جي وسيلي سرديءَ گرميءَ تڪر
ٿر وغيرہ جي پرڪرتي سرير جي سنڀالڻي ڪرڻ گهرجي، فقط اولاد
جي خواهش واسطي پرش ۽ استريءَ جو ميلاپ ٿيڻ گهرجي، سو بہ
ڌرم شاسترن جي ليکيءَ موجب رتو ڌرم (ماهواري) کان پوءِ ٿئي.
ان ڪانسواءِ ڀڳوان ڪرشن، رام، وشنو، وغيرہ جون مورتون ۽ ماتا پتا
ستگر گروءَ وغيرہ جا چرن ڌوئڻ کين ۽ گنگاجل جو سپرس ڪرڻ
۽ درس جاڻجي، گنگاجل سان اشنان ڪرڻ ڪاڏي پيتي جي پرهيز ڪرڻ
مان ايڪ بيمارن جي ٽورئي ٿئي ٿي، ڪو غريب الات دکي ڏسجي تہ
ان جي انگن ۽ عضون کي جهڙي انهي جڳهہ طرح شيوا ٽهل ڪرڻ
گهرجي نہ رڳو ايترو بلڪ جنهن شين يعني ساهوارن جي هٿن سان

روپ پرماتما جي ڳجهي رهسيہ کان واقف ٿيڻ گهرجي جو تہ اها ڳالهہ
ڏ رکڻ گهرجي تہ ويدانيت ۽ ڀڳتيءَ لاءِ ڀريون ساڌن پڌڻ ئي آهي
ٿهن کي سروڻ جون ٿا.

## (ٻيو چمڙي اندري ۽ سپرس وشيہ جو ويچار)

١- گرم، سرد، سخت، نرم وشين جي سڌ انهيءَ چمڙي ڊواران
ٿي پوندي آهي- جيڪڏهين اها اندري نہ هجي تہ سواءِ سمجهڻ شڪتيءَ
ٻي ماڻهن کي باهہ ۾ سڙڻ جي، ڪنڊن چڀجڻ ۽ ڏنڊن جيتن وغيرهہ جي
ڪ پائڻ جي جيڪر سڌ ئي ڪانہ پوي. سواءِ چمڙيءَ جي سنسار ۾
ڪو بہ ڪم ٿي ڪين سگهندو- مگر هيٺيان نشيڌ ڪم نہ ڪجن:-
ٻهريون- پرائيءَ استريءَ کي ڇهڻ، ۽ استريءَ جو پرپرش کي ڇهڻ
ن ڪام جي واشنا جاڳي ٿي ۽ ويچار وڌي ٿو.
ٻيو- نرم گاديون گاديلا سوڙيون وهاڻن غاليچن وغيرهہ جو اجايو
نڌ کان وڌيڪ استعمال نہ ڪجي ان ڪري آرام طبعي، آڪسي
سستي وڌي ٿي.
ٽيون- ريشم ۽ وديشي ڪو بہ ڪپڙو پائڻ نہ گهرجي جو ؟
شم بہ لکين جيون جي ناس ڪرڻ بعد ٺهجي ٿو جيترو پائيندا اوترو
و وڌيڪ مرندا ۽ وديشي ڪپڙي پائڻ ڪريئي ديش جو ڌرم،
، حياتي ناس ٿي رهي آهي. ان کان سواءِ مسڪينن جي وات مان
روٽيءَ ٽڪر کسيو ٿو وڃي پوترتائيءَ جو تہ دالوئي ناهي ملين جو
ڪپڙو بہ اپوترو ۽ غريبن جي رت چوسڻ وارو آهي جا خبر انهن صاحبن
هوندي جي رونرو بمبئي وغيرهہ وڏن شهرن ۾ وڃي مزورن جو
حال ڏسي آيا هوندا.
چوٿون- سنهي ڪپڙي پائڻ ڪري شرم حياءُ هليو وڃي ٿو خرچ
ي ٿو اڌ مير رکڻ لاءِ مجبور ٿجي ٿو- اڄ ڪلهہ جون استريون
سواءِ سنگين ڪپڙي جي ٺهي ڪپڙي کي دٽ ئي نٿيون لاهين
رڳو اترو- پر پلي دڪڙو ٻيو پيٽين ۾ سڙي. تہ ٻيو ٻيو خريد

پهريون - ٻئي جي وڏائي نه ٻڌجي، جو نه انڪري فخر ٿئي ٿو.
ٻيو - ڪنهن جي گلا نه ٻڌجي، جو نه انڪري نفرت، وير، ڪاوڙ وغيره وڪار ۽ ٻين جي ٻانن جو اثر پوندا ٿئي ٿو.
ٽيون - فضول ڳالهيون نه ٻڌجن، انڪري اموليه وقت اجايو وڃي ٿو، بلڪ ڪم ڪارين ۾ رڪجي وڃن ٿا.
چوٿون - ايشور، ديوتا، ستگرو، سريشٽ سنتن مهاتمائن ۽ وِد شاسترن جي ٻلجي ۾ نندا نه ٻڌجي، انڪري وشواس ۽ پريم گهٽجي وڃي ٿو ۽ ناستڪ بڻجي پاپ جو ڀاڳي ٿيجي ٿو.
پنجون - ويشوائن جو ڳائڻ، شادين ۾ خراب گيت، مجازي عشق جون ڪافيون، ناٽڪ ۽ ناچن جو ناچ، استرين جي سونهن جون ڳالهيون، سئنيمائن جا رنگيلا راڳ، ناولن جون بيهوديون ڳالهيون وغيره نه ٻڌڻ گهرجن، جاڪاڻ جو انڪري من جا وڪار وڌن ٿا ۽ برهمچريه جو ناس ٿئي ٿو ۽ عيش عشرت جي خواهش وڌي ٿي. جنهن کان ڌن جو زور شور سان ناس ٿئي ٿو، بلڪ پرماتما، ڌرم، ديش ۽ ذاتي ۽ ڪٽنب جي سيوا وغيره کان به مک ڦيٽو ٿيو ٿو.
ڇهون - پاڻ سان وير رکڻ جي بابت ڪا به ڳالهه ٻولهه نه ٻڌڻ ۽ نه ڪرڻ گهرجي، نه ته هيڪاري وير پاڻ وڌي ويندو.
ستون - ٻين جي وشين ڀوڳڻ جون ڳالهيون به نه ٻڌڻ گهرجن جاڪاڻ ته ان ڪري خواهشون وڌنديون.
ٻيليون وڏيءَ موجب ڪرڻ پوندا آهن.
وهنوار کي جڳيءَ رهت هلائڻ لاءِ آزمودگارن کان وهنواري ڳالهيون ٻڌڻ، ڀڳونت نام ۽ انجي گڻن جي وڏائي ٻڌڻ، ست سنگ ۽ ڀڳتي، گيان، ويراڳ ۽ سريشٽ آچار وغيره جون ڳالهيون ٻڌڻ، پنهنجون خاميون ۽ ٻين سريشٽ لڇڻ ٻڌڻ ۽ ايشور ڀڳتي، سخاوت، تياڳ، بهادري، ديش ڀڳتيءَ جا سندر راڳ ٻڌڻ ۽ سنتن مهاتمائن مهاپرشن جون نصيحتون ٻڌڻ گهرجن، بلڪ سريشٽ گروءَ کان پڇي ست

مثال — جيئن ريلوي، جي انجڻ جا لنگر دروازا وغيره سڀ بند
آهن، جڏهن ڪري اندر ٻاڦ ڪڍي تيڻ ڪري ڪيتري نه
وڏي وهي ٿي، جو سوين گاڏن کي ڇهت پٽ گهليو ڪٽيو
پر جي انجڻ جا دروازا کولي ڇڏين نه ٻاڦ جي نڪري وڃڻ
اها شڪتي لٽي رهي. تيئن اندرين روهي دروازا سمجهي وشين
طرف کان بند رکجن. پوءِ عجيب شڪتيءَ جو مزو ڏسي سگهجي
هالي اها واقفيت حسڻ گهرجي تہ کهڙيءَ اندريءَ کان کهڙو کهڙ
ولڻ ۽ کهڙو نه ولڻ گهرجي. ان لاءِ هيٺ ڏيکارجي ٿو.
ٿي ورانِ ڪيل پنج وشيون سي وري ٻن نمونن جون آهن :-
ڏڪ وهيت (وڏي) وشيون (يعني ويد آگيا موجب گرهڻ
ڻ يوگيه)، ٻيون نشد (يعني تياڳڻ ۽ نندا ڪرڻ يوگيه) وشيون
تن ۾ وڏي وشيون وري ٻن قسمن جون ١ـ وهنوارڪ ٢ـ
ڪ (موکيه ڏيڻ واريون) وشيون آهن.

پوشن — هي پريو ڪرپا ڪري هرهڪ اندريءَ جي هرهڪ
جدا جدا کولي سمجهائيندا تہ نشد ۽ وڏي وشيون ڪهڙيون آهن
ارڪ تتا پرمارٿڪ ڪهڙيون آهن؟

(ڪن اندريءَ شبد وشيہ جو ويچار ورڻن)

اُتر — ٻڌڻ جهڙيون ضروري ڳالهيون ڪن جي رستي ٻڌي
جن تيون. پوڙو ماڻهو جڳيون ڳالهيون، مهاتمائن جو اپديش، ستسنگ
ڪيرتن، بلڪ وهنواري ضروري ڳالهيون پر نثو ٻڌي سگهي. ان
ي اهڙي لاءِ وهنوارڪ توڙي پرماٿڪ (مڪتيءَ جي) واڌاري ۽
ي رڪاوٽ ٿئي ٿي. جور، ڏاڙيل، پسون، پکيءَ گاڏين ۽ موٽرن
هر جي آواز کان ٻاسي تيڻ لاءِ اهي ڪن ضروري آهن. پر انهن
... ڪرڻ يوگيه ڪ

۽ رهجيو وڃي جو سڌس ۾ سخت ڪاليءَ کي سوراخ ڪندڙ ٻورو
۽ سگهنديءَ جي الهج ڪري اهڙو قاسيو ٻوي جو گل جي لرم ٻهن کي
ڪتري ٻاهر نڪرڻ جي همت ئي نٿي ٿي سگهيس ٻوءِ رات جو گلن
ي ڪٽڻ وارا جانور ٻچيو ڪانو چڙهن ليڻن گلن سان گڏ ٻورو ۽ ڪم
به وڃي. اها حالت هڪ سگهند جي وشيہ ۾ موهہ رکڻ سان ٻوري جي
ٿي ٿي ۽ ٻهن جو ڪهڙو حال ٿيندو.

هاڻي سوال تو ٿٿي ته ڇا ڪرڻ گهرجي. اندرين جو ته ڪم
وشين کي گرهڻ ڪرڻ آهي. جيسين اندريون هولديون ليسين اهو
سڌن ڪم جاري رهندو جيڻن ته اکيون رنگ روپ جهجهتي کي ڏسڻ
کان سواءِ نٿيون رهن. طرح طرح جي شبدن يا ٻين ٻاجن وغيرہ جا آواز
ازخود ڪن جهٽيو ولن. خوشبوءِ يا ڪٺي ٻاس سنگهڻ کان سواءِ نڪ
رهي نٿو سگهي. ٻينا يا وينا هجون ته ڪنهن شيءِ يا هوا سرد گرم
لڳڻ جو سپرش يعني جهڻ جمڙيءَ کي اوس ٿئي ٿو. ڪنهن به شيءِ
کاڌي جي سواد ۽ رس جي سڌ زبان کي ٻهچيو وڃي. ان ڪري اندرين
جو ناس ته ٿي نٿو سگهي جي هٿ سان اهن کي ناس ڪيو ويندو اہ
حياتيءَ جا ڏهنهن ڪاٽڻ ئي ڏکيا ٿي پوندا ۽ ڪنهن به اندريءَ جو ته
هٿڻ تمام تڪليف وارو آهي. انڌي ٻوڙي گونگي وغيرہ کي ڪيتري
نہ اسحائي ٿيندي هوندي، سو سيڪو سوائي سان ڄاڻي سگهي ٿو.
ان ڪري حواس کي ناس ڪرڻ جي ضرورت نہ، بلڪ سلامت رکڻ
جي ضرورت آهي. ايشور ۾ ٻاجهہ ڪري اسانکي سهوليت ۽ فائدي
واسطي اندريون بخشيش ڪيون آهن. ليهنڪري ڪين ٻهڌهي وس ۾
رکي ويچار سان ڪم وٺبو ته آپ ئي سگهندو. اها اسانجي ڀل آهي
جو وشيہ ڀوڳن ۾ موهت ٿي اندرين کي ڪمزور ڪري هرطرح دک
ڀوڳيون ٿا. اندرين جي دروازن کي وشين طرف جهوت کولي ڇڏڻ ۾
عجيب شڪتي ناس ٿئي ٿي ۽ اهن کي وس ۾ رکڻ ڪري شڪتي
... گهي ٿي.

جون ڪاليون رکي مٿانس مختصر مٿي وجهي ان مٿان ڪاگرن جي
هاٿڻ ناهي بيهاريندا آهن جنهنکي مست هاٿي سچي هاٿڻ سمجهي وشيه ڀوڳ
ڪرڻ لاءِ جيئن پرچ تي پير رکي هاٿڻ کي ويجهو ٿيندو ته اماڪ پرچ
ڪري پوندو آهي جنهنڪري هاٿي وچي کڏ ۾ ڪرندو آهي پوءِ ڦاسائيندڙ
زنجيرن ۾ قابو ڪري سواريءَ يا سرڪس جي کيلن وغيره ۾ ڪم آڻيندا
آهن يا ته اُن کڏ ۾ لوڻ وجهي گاري ماري عاج ڪري کيندا آهن.
اهڙيءَ طرح جهنگلن ۾ بي ڊپو تي گهمڻ وارو زوردار هاٿي به هڪڙيءَ
سپرش وشيه ۾ موهت ٿيڻ سبب پنهنجي ديهه جي رواجي جانورن وانگر بند
ڪيو وڃي ٿو ته ٻين جي رکيا ڪيئن ٿيندي.

٣. روپ وشيه- ڏيئي جي روشنائيءَ تي پتنگ ٻڪرا موهت ٿي هزارن
جي تعداد ۾ سڙي ڀسم ٿي ويندا آهن مؤت جو ڪارڻ جاڻي به ٻاهه جي
روپ جي لالچ کين زبردستيءَ ساڻ ڇڪيو وٺي ٿي- جنهنڪري پنهنجا
پراڻ تياڳي خاڪ سان خاڪ ٿيو وڃن اهڙن جيتاڙن جي زندگي روپ
تي ناس ٿي وڃي ٿي ته ماڻهن جو هي لوڪ ۽ پرلوڪ ڪيئن نه بگڙندو؟

٤. رس وشيه- مڇي زبان جي سواد وٺڻ لاءِ پاڻيءَ کان ٻاهر نڪرڻ
ڪريئي مؤت کي پراپت ٿيندي آهي مڇين کي جهلڻ وارا ڪنڊين ۾
ماس جو ٽڪر يا اٽي جي گوڙهي اٽڪائي ڏوريءَ ۾ ٻڌي پاڻيءَ ۾ اڇلائي
ڇڏيندا آهن پوءِ مڇي رس وٺڻ لاءِ حيران ٿي جيئن ڪنڊيءَ ۾ وات
وجهي اٽي يا ماس کي ست ڏيندي ته اها ڪنڊي وات ۾ اٽڪي پوندس
پوءِ کيس مهاڻا ٻاهر ڪڍي ماري ڇڏيندا آهن اهڙيءَ طرح رس تي مڇي
پاڻ کي موت جي حوالي ڪري ٿي- ته جيڪي جتڪي جا چاپلوس
دوندا تن جي ڪهڙي ڪار ٿيندي.

٥. گند وشيه- خوشبوءِ وٺڻ لاءِ ڀؤرو ڏاڍو آتو ٿيندو آهي سو
جيئن گل جي خوشبوءِ ۾ غلطان ٿي سڀ ڳالهه ڀلجي ڪب ڪوڙي ويهي
رهندو آهي تيئن سج ئي لهيو وڃيس ۽ گل جي بوتڄڻ تي پاڻ گل ۾

وشين جي ڀوڳڻ ڪري فائدو ٿئي اُهن کي ئي گرهڻ ڪرڻ وڌن جي مريادا آهي. مدوسمرتي اڌيا ٻئي، شلوڪ ٩٣ ۾ چيل آهي "جيڪو انسان اندرين کي وس ۾ نه ڪري، اهو عيبدار ٿئي ٿو، ۽ جو ضابطو رکندڙ آهي انکي وڏي ۾ وڏو فائدو ملي ٿو. اندرين جو غلام خراب ڪمن ۾ مبتلا ٿي پاڻ ۽ ٻئي کي دکي ڪري ٿو. ان ڪانسواءِ پاڻ سدائين پيڙ ۾ رهي ٿو ۽ پيا ۾ ڪانٽس جرڪس ٿا. تنهن ڪري پنهنجو ڀلو چاهيندڙ نر نوڙي نارين کي اندرين وس ڪرڻ گهرجن. سچي سک جي ڳولا ۽ پراپت ڪرڻ لاءِ نر اندرين کي وس ڪرڻ تمام ضروري آهي. چاڪاڻ ته اهي اندريون هميشه من کي وشين ڏي لاڙو ڪرائين ٿيون، ان ڪري ڪڏهن ڪڏهن وشيہ ۾ ڦاسي وڃڻ ڪري نه وڏو صدمو ٿو رسي سو جيڪڏهين ٻنهي ئي ۾ ٻي سمجهي ڪان لمبت (گرفتار) ٿيو نہ حد درجي جو نقصان رسندو ان ۾ ڪهڙو شڪ. هڪ هڪ وشيہ جي موهہ ڪرڻ ڪري هڪ هڪ جيو جي ڪيتري قدر برٻادي ٿئي ٿي.

**سوال**— هڪ هڪ وشيہ جي موهہ ۾ هڪ هڪ جيو جو ڪهڙو ڪهڙو نقصان ٿئي ٿو؟ اهو هيٺ ڏيکارجي ٿو:—

دوهرا— هرڻ شبد هاٿي چهڙ، پتنگ روپ، مڇي سواد
ڀونرو سڳند تي سر ڏين، هڪ هڪ وشيہ سان برباد

١. شبد وشيہ— هرڻ کي وڻتا يا ڍولڪ جو سر ڏاڍو پيارو لڳندو آهي. انڪري شڪاري جهنگل ۾ وڃي اهڙي مٺي ساز کي وڄائيندا آهن جنهنجي پڌندي آس پاس جا هرڻ گهيرو ڪري بيهندا آهن ۽ سڌ ٻڌ وڃائي ۽ ان آواز ۾ محو ٿيڻ ڪري ئي شڪاريءَ جو شڪار ٿيا آهن. اهڙيءَ طرح ڪن اندريءَ جي وشيہ ۾ موهت ٿيڻ ڪري هرڻ جو اهڙو حال ٿئي ٿو نہ انسان جي ڪهڙي گتي ٿيندي؟

٢. سپرش وشيہ. هاٿين کي جهلڻ وارا وڏي کڏ کوٽي ڪمزور ڪانس

**اُتر** — وشيہ معنيٰ وستوءَ کي گرهڻ ڪرڻ يعني گيان اندرين جي دواران جيڪي معلوم ڪيو وڃي ٿو تنهن کي وشيون چون ٿا. اهي گيان اندريون پنج آهن. ۱- ڪن ۲- چمڙي ۳- اکيون ۴- زبان ۽ ۵- نڪ انهن جون نمبروار وشيون ۱- شبد ۲- سپرش (ڇهڻ) ۳- روپ ۴- رس ۵- گند (درگندي ۽ سڳندي) وشيہ آهن يعني ڪنن جي وسيلي جيڪي گرهڻ (معلوم) ڪيو وڃي ٿو تنهن کي شبد، چمڙيءَ دواران جو ڪجهه معلوم ڪجي ان کي سپرش (ڇهڻ) اکين سان جو ڏٺو وڃي تنهن کي روپ، زبان سان جيڪي سواد محسوس ڪجي تنهن کي رس ۽ نڪ جي دواران جو ڪجهه گرهڻ ڪجي انکي گند وشيہ چئجي ٿو (اهي اندريون ڪيئن ٿيون گرهڻ ڪن وغيره وستار اڳتي گيان لهريءَ پنجين ڪرڻ ۾ ڏيکاريل آهي) انهن کان سواءِ ڇهن وشيہ نہ آهي. ۽ هي جيڪي ظاهري ڪن، اکيون وغيره شرير جا عضوا ڏسڻ ۾ اچن ٿا تن کي اندريون نہ سمجهڻ گهرجي، بلڪ انهن جي اندر جيڪي شڪتيون آهن تن کي اندريون چيو وڃي ٿو. ان جي ثابتي:- نہ جنهن وقت منش سپني ۾ ڊوڙي ڊڪي، ڏي ۽ وٺي، هلي چلي وغيره ڪارو بار ڪري ٿو، ان وقت هي شرير هنن عضون سميت بستري داخل ٿيو پيو آهي، جي اهي اندريون هجن تہ ان وقت ڏاڍي هل چل مچائي ڏين. مطلب تہ هي عضوا اندرين جي رهڻ جا گهر آهن باهرين ڪاروبار سڀ انهن جي سهاري ٿئي ٿي. ڇهين گيان اندرين کي مدد، هيٺيون ڪرم اندريون ڏيڻ ٿيون. ۱- وات ۲- هٿ ۳- پير ۴- گديا ۵- شش يعني (پيشاب ڪرڻ واري اندري) آهن. انهن ڏهن اندرين ۾ ڇهن رسن کي چاکڻ ۽ ڳالهائڻ جو ڪم زبان ئي ڪري ٿي. ڪرم اندرين کان گيان اندريون سريشٽ ۽ سوکيم آهن انڪري گيان اندرين کي وس ۾ ڪرڻ ڪري ڪرم اندريون ازخود وس ۾ ٿي وڃن ٿيون. انهن اندرين کي خراب وشين جي پاسي کان روڪي پنهنجي وس رکڻ کپي، بلڪ قدرتي قاعدي موجب جن

ڪري سڏ ڪندا هجن ته ان کي پهچڻ نالي اڻڙيجي ٿو ته اهي تي جو نند مان سڏ ڪرڻ تي به امالڪ اٿيو اٿي. ٿيڙيءَ طرح گيانوان کي به پهچڻي اٿو ۽ ويد شاسترن جي راءِ موجب اها خاطري آهي ته مان برهم روپ آهيان جنهن ڪري اٿندي وهندي، هلندي چلندي، کائيندي پيئندي، مطلب ته هر ڪنهن حالت ۾ پهچڻي باڻ کان پلجي نٿا وڃن. اوان سواءِ (جيتوڻيڪ پورن گروه جي ورلن ۾ گيان وان جا لڇڻ ٻڌايا ويا آهن تڏهن به وڏيڪ ڪول سان) انهن ۾ هميشان سياءَ هر وقت ٿي موجود رهن ٿا: ۱- پهچڻي آما روپ جاڻي مترتا روپ ۾ سڀ جي ڀلائي ڪندڙ ۲- راڳ دويش اهنڪار وغيره وڪارن کان دور رهندڙ ۳- دک سک، هاڃي لاڀ ۽ مان ابمان وغيره ۾ سمان رهندڙ ڪه ته ڪنهن کي رنجائين ۽ نه رنج ٿي رهن ۴- هرش ڀير ڪروڌ کان سدا آجا رهندڙ وغيره ديوي سمپدي جي گڻن جا پيدار جيئن ته "دک سک دونوسر ڪرجاني اور مان ابمانا- هرش شوڪ تي رهي انيتا تنوون جگه تت پهچانا- أمتت ندا دونو تياگي پاوي-پد نرباڻا- جن نانڪ يهه کيل ڪٺن ڪنهون گرمکه جانا-" ۽ وڏيڪ لاءِ ڏسو ڀڳوت گيتا ۱۲ اڌيائ وغيره......... ان کان سواءِ ٻيا به ڪيترن ئي قسمن جا گياني آهن أهي اگهي ورلن ٿيندا اڻڙيءَ طرح مٿي ورلن ڪيل جڻن قسمن جامڻش آهن ته مان جگيلسوءَ کي سمجهي اهي لڇڻ ڌارڻ ڪرڻ گهرجن جنهن مان جلد ڪلياڻ ٿئي.

# ووبڪ پنجون (۵)

## (پنجن قسمن جون وشيون نشيڌ ۽ وهيت ورلن)

دوهرا- ورڻو پنچهر ووڪ ۾ وشم پانچ پرڪار.
نشڌ اور وهيت پن شبد آهڪ وستار

پرشن- وشيون جاڪي جون تا ۽ گهڻن قسمن جون آهن؟

ن ڪري ئي سمجهائون، ڪي ٽئين درجي ۾ شمار ڪيو ويو آهي. مگر ٽئين
رجي وارن جي پرالبڌ اهڙي آهي جو نورتي مارگ اوستا ۾ پهچي ۾
ريو اچيو وهنوار جي گهڻن ڪمن ۾ لڳن، جهڙوڪ شکنڌي راجا ۽
ڪرڏج وغيره.

مطلب ته جي هميشه نورتي مارگ ۾ رهي گهڻي وقت تائين برهم
آڪار ورتي ڪري برهمانند جي موج ماڻين ٿا، سي اتم، ۽ ساري جمار
پرورتي ۾ رهي برهم آنند جو لاڀ وٺن ٿا سي مڌير، ۽ جي پرورتي ۾ آنند
پرورتي ۾ رهي برهم ... ترتيب ڪرڻ ڪري وري پرورتي
کي پوئيندي ۾ پورب جنم جي ترتيب ڪرڻ ڪري وري پرورتي
۾ اچي گهڻن ڪمن کي ٿا لڳن سي ڪنشٽ گيان وان آهن.
جيوتيڪ جيون مڪتي ته تنهين کي پراپت آهي، پر هڪ ٽئي
کان آنند وڌڻ ۾ ڪسر اٿن. انڪري ئي پهرين ٽئين جي درجي ۾ شمار
ڪيا آهن. مثال:- جهڙيطرح ڪن جڻن زهر پيتو هجي ۽ ڪنهن دوا وغيره
سان الٽي ڪري ٿيڻي آزاد ٿيا هجن ۽ هڪڙو ان الٽيءَ واري جاءِ
کان هميشه لاءِ دور ٿيڻي وڃي ته پيو مڪين جي گوڙ گوڙ ڏيندو هجي
تيون پري ٿيڻي وڃي ۽ وري اچي ته اٽي واسو ڪري. اهڙي طرح
اگيان روپي زهر کي ٽنهين درجن وارن گيان وانن گيان روپي دوا سان
ٻاهر ڪڍي جيون مڪتي حاصل ڪئي آهي ۽ اتم پرارب وارو سدائي نورتيءَ
جي موج ماڻي ٿو مڌير سڄي جمار وهنوار جي ڪٿ پٽ سهي ٿو ۽ ڪنشٽ
اهو آهي جو ڪٿ پٽ کان آزادي پائي ۽ وري ڪن پورب جنمن
جي ڪرڻ ڪري اچي ٿو پرورتيءَ ۾ مشغول ٿئي ٿو پر ٽنهي
گيان روپي استٿي ڪري ٽنهين ۾ ڪو به فرق ڪونه آهي- يعني
اگيان روپي اونڌهه جي ناس ٿي وڃڻ ڪري، سرير من اندرين
پراڻ دل دماغ سندين ناڙين وغيره عضون کان جدا سڀني کي پرڪاش ڪندڙ
(چالائيندڙ) سچيءَ هستيءَ واري ويا پڪ سکه سروپ آتما (پنهنجي پاڻ)
کي پرماتما روپ ڪري ڄاڻڻ ۽ پورڻ اڏول نشچي وارا رهن ٿا.
جيئن ڪنهن هري موهن نالي واري ماڻهوءَ کي سڀ ماڻهو هري موهن

پرل مجني ته ماڻ جيڪي تير جوڙيا اٿس تن جو جڏهن ويگ پورو
ٿيندو تڏهن ڪرندا اهي ڪي وڃائي نٿو سگهي ليڪن پرالبڌ ڪرمن
جو ويگ سمجهڻ گهرجي. پر جيڪي ٻيا تير رکيل يا جوڙيا اٿس سي
ماريءَ جي هٿ وس آهن. اهڙيءَ طرح جي گڏ ٿيل (سنچت) ڪرم
آهن ۽ جي هن وقت ڪياوڃن ٿا (ڪريه مان ڪرم) تن جو گيان ڏهڻ
ڪري ناس ٿي وڃي ٿو. باقي پراربڌ ڪرم سي جيل تيرن وانگر پنهنجو
ويگ پورو ڪندا يعني ڀوڳائي پورن ٿا. سا پراربڌ وري ٽن قسمن جي آهي.

## (ٽن قسمن جي پرالبڌ ورڻن)

ڪ مند پرالبڌ ٻي تيور پرالبڌ ۽ ٽين تيورتر پرالبڌ آهي. ٽن ۾
مند پرالبڌ اها آهي جنهنڪي پنهنجي پرشارٿ (اُدم) ڪرڻ سان هٽائي
سگهجيٿو. ٻي تيور پرالبڌ جيڪا ستگرو، سنتن، مهاتمائن ۽ ست شاسترن
جي سهائتا سان ناس ڪري سگهجي ٿي. ٽين تيورتر پرالبڌ جيڪا هٽي
نٿي سگهي بلڪ پنهنجو ڏک سک روپي ڦل ڀوڳائي پوءِ شانت ٿئي ٿي.
اهڙي طرح گيان وانن ۾ ڪنهن جي تيورتر ڪنهن جي تيور ۽ ڪنهن جي مند
پرالبڌ آهي. جنهن جي تيورتر پرالبڌ آهي سي سدائين نورتيءَ ۾ رهي برهمانند جي
وشيش (وڏيڪ) آنند جو سواد وٺي سگهن ٿا، سي اُتم گياني آهن. جهڙوڪ
جڙ ڀرت، وامديو، شڪديو وغيره ٿيا آهن. جاڳڻ ۽ سمان پراڻ ۾ سڄو
جٽيل جل پري سڄ ميدان رکڻ شرط ۽ دوا وغيره جي وکيپ ۾ ڏهڻ
ڪري سڄ جو پرتيبمب (آڀاس) صاف ڏسڻ ۾ اچي سگهي ٿو. اهڙي
طرح اُتم پراربڌ وارن گيان وانن کي هردي روپي ٿانو ۾ صفا انتهه ڪرڻ
روپي جل آهي ۽ وکيپتا (چنچلتا) روپي وايو ۾ لڳڻ ڪري
ايڪاگرتا ۾ سدائين برهماڪارورتيءَ سان جيون مڪتيءَ جو عجيب آنند
ملي ٿو. ٻيو مڌيم گيان وانن جي پرالبڌ اهڙي آهي، جو سڀئي چمار
پرورتي مارگ ۾ ٿي گذارين ٿا. جهڙوڪ مهاراجا جنڪ وغيره ٿيا آهن.
جيتوڻيڪ هو پرورتيءَ ۾ رهندي ۾ پنهنجو اهو وقت کي بچائيندي
برهم آنند جي موج ولن ٿا، پر ڪين اُتم گيانوان جيترو سمير نٿو بچي

وڃي ٿو ۽ جي شؤچ شڌي ٻاهرئين ٿورو پيشاب وغيره جيڪا ادا سڀن
ڪريا سي ڪرم نه آهن). تن ۾ پاپ روپي ڪرمن کي تياڳي ٻيج
روپ شڀ ڪرم جيڪي نشڪام ڪيا وڃن ٿا انهن جي حد يعني آخرين
ڦل انتهڪرڻ جي شڌي حاصل ٿئي ٿي ("يگيو دان تپشچيو پاوناني منشياڻام"
گيتا اڌيا ١٨) يعني پاپ روپي مل جي نورتي ٿئي ٿي. اهڙي طرح اپاسنا
ڪانڊ جي اها مراد آهي ته چت مان چنچلتائي جو ناس ٿي وڃي. ان
ڪري ڪرم ڪانڊ کي ٽئين درجي ۾ ۽ اپاسنا ڪانڊ کي ٻئي درجي
۾ ڳڻيو وڃي ٿو. ٻيو جو گيان ڪانڊ آهي، ان جو ڦل آهي اگيان روپي
آوڻ (پڙدي) جي نورتي ڪري برهم روپ آتما جو هڪ روپ سان
انڀؤ ڪرائڻ. ان ڪري موکيه جو ساکيات ڪارڻ (ويچهي ۾ ويچهو
اپايو) گيان هڻڻ ڪري، گيان ڪانڊ کي اتم يعني پهرئين درجي ۾
لکيو ويو آهي. تهڙي طرح اتم مديه ۽ ڪنشت گيان وانن ۾ گيان ٻڌي
جي هڪ ئي حالت ڪري (آتما کي برهم روپ ڄاڻڻ ڪري)
سمانتائي آهي، ڪوبه فرق نه آهي، ۽ ان ڪري وديهه مڪتي ۾
(هن شرير جي ناس ٿيڻ بعد وري ٻيو شرير نه ملڻ يعني برهم ۾
لين ٿي وڃڻ) تنهين کي هڪ ئي نموني جي حاصل ٿيندي ۽ پر تڏهين به
شرير جي جيئري رهڻ جي اوستا ۾ هرڪنهن جي پرالبڌ جدا جدا هڻڻ
ڪري سڌن تي درجا ڪيا ويا آهن، يعني ڪرم جيڪي ٽن قسمن
جا (سنچت، ڪريه مان ۽ پرالبڌ) ٿين ٿا تن ۾ جي ايڪ جنمن جا سنچت
يعني ڪنا ڪيل ڪرم آهن سي ته تنهي جا گيان اگنيءَ ڪري ناس
ٿي وڃن ٿا. ("گيان اگني دگڌ ڪرماڻي" گيتا اڌيايو ٤) ٻيا
ڪريه مان (هلندڙ وقت جا) ڪرم به گيان روپي ڦوڪا يا ڪنول وانگر نرليپ
هڻڻ ڪري گيان وان کي ڇهي نٿا سگهن. گيان وان جي ڪرمن جو
ڦل سڌن شيوا وغيره ڪندڙن کي ملي ٿو. پر ٽيان پرالبڌ ڪرم
(جن ڪرمن جي ڦل ڀوڳڻ لاءِ هيءُ شرير پيدا ٿيو آهي)، سي ته
ڀوڳي ئي پورا ڪجن ٿا. جيئن ڪنهن ماريءَ کي تيرن جو ڪوڪو

ر اڃا آهي سو اُتم جگياسو سمجهڻ گهرجي. انهيءَ کي برهم آتر گيان
لسمجهي ٿي وڃي ٿو. هيو جڏهن ۾ اُتم جگياسوءَ وارا ساڌن اڃا ڪيءَ
ٽا ٿي پهتل نه آهن، يعني شڀ ڪرم نشڪامتا سان ڪيل ۽ سرگڻ
سنا ڪيل نه آهي ۽ جنهن ساڌن ۾ ٿوري ڪسائي اٿس ۽ يوگن جي
ڪنهِ البت چڪ رهيس ٿي ۽ مڪتيءَ لاءِ تمام زبردست اڇا نه اٿس.
ن کي مڌيم جگياسو چيو وڃي ٿو. انهيءَ کي سروپ جو انيوي لسمجهي
ن بشارت ڪرڻ ڪري دير سان ٿيندو.

ٽيون جڏهن ۾ مڌيم جگياسوءَ کان به گهٽ ساڌن آهن يعني جو
ن ساڌن کي سمجهي عمل ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي
رشين جي واشنا به کيس ڏاڍو هلاڪ ڪندي رهيئي، ۽ اندر ۾ سدسا
رهن گهڻا پنڌا ٿئندس ٿا ۽ پنهنجي شڀ رستي تي هلندي ٿاها
ڀندي ۾ سچ کان منهن لٿو موڙي ۽ مڪتيءَ جي اڇا هروقت بني
ڀس ٿي. سو ڪنشت جگياسو آهي. انهيءَ کي درد گيان ٿيڻ
ڪل آهي يعني گيان جي ٻرڪريا کي جگيءَ طرح جاڻندي ۽ پڌائيندي
لدي ۾ اندر ڪي لسمجهي ۾ ڪجهه ڪچائي رهي ٿي.

ٻيا وري ڪي ان وقت ۾ جو ٽين قسم جا جگياسو ڏسجن پيا
ن کي سڌريو يا خشڪ جگياسو ڪٿي جنجيءَ چاڪاڻ ته اُهن ۾ نه
ڙن نه مڪت ٿيڻ جي ڪا اڇا آهي. اُهي فقط پين کي ڏسي ريس
ڪن ٿا ۽ سچيءَ سڪ شرڌا کان سواءِ خالي سد ڪري ڳالهي ماتر گرو
ڪن ٿا. "فقط جنهن ڏيهن جو چٽڪو ٿير اندهري رات" اهڙن کي
يان ڪجهه به نه ٿيندو. ان تي ڪنهن درويش بڻ چيو آهي.

شلوڪ

سڌريا شراڦن جوان، ڪوءَ پچارون ڪنءِ
ڪات ڪلارن ڪيا، تڏهن موٽيو پوءِ وين؛
پڪون سيڻي پيئن، سرجهي جا ست ۾.

**اُتر — (وشئي ماڻهن جا سڀاءَ ۽ ٽن نمونن جا ورنن)**

جو وهيت (ويد آگيا موجب) وشين ۾ پرورت ٿئي يعني ايشور ۽ شاستر آگيا انوسار وشيون ڀوڳي ٿو، ۽ ڀيا جڳا ڪرم يگيه دان آدي وشيرم سرڳ وشيرم ڀوڳن جي ڪامنا رکي ڪري ٿو تنهن کي وشئي جڳيجي ٿو. ان ۾ جيڪو برهملوڪ يا وائڪنٺ جي ڀوڳن واسطي شڀ ڪرم ڪري ٿو سو اُتم وشئي آهي. ٻيو جيڪو سرڳ جي ڀوڳن واسطي شڀ ڪرم ڪري ٿو سو مڌيم وشئي آهي. ٽيون جيڪو هتي مرت لوڪ جي وڏن ڀوڳن، مان، مرتبي، وڏن عهدن ۽ ڌن، پٽ زال وشيرم وشيه سکن جي پراپتيءَ لاءِ شڀ ڪرم ڪري ٿو سو ڪنشٽ وشئي آهي. اهي ٽن قسمن جا وشئي آهن؟

**پرشن** — جگياسوءَ منش جا ڪهڙا لڇڻ ۽ ٽن قسمن جا ڪهڙي طرح آهن؟

**اُتر** — جگياسو ٽن پرڪارن جا هيٺيئن ريت آهن.

دوهرا — ڪرت اُپاسڪ ڪرم سهي، ڪيئي وکيپ ار پاپ
چارو ساڌن سهت هئي، اُتم جگياسوُ الاپ.

جهڙيءَ طرح گنا (ڄر) ۾ ڪچرو ۽ ڪڏون ڪوٺا هوندا آهن تن اُنهن کي صاف ڪري ڪڏون ڪوٺا گنج جي ٻلسفر سان ميٺي ٻتي ٻاري سوجهرو ڪري ڏيهي آنند وٺبو آهي. تهڙيءَ طرح هرديءَ روپي گنا ۾ وڙليءَ کي انترمکه ڪري ڏيهي آتما آنند وٺبو آهي. ۾ ٻئين روپي ڪچرو، جنڊچلتا روپي ڪڏون ڪوٺا ۽ اگيان روپي اونڌه لڳي بيٺي آهي. سو جنهن جي هرديءَ روپي گنا مان نشڪام (سواءِ ڪامنا جي) شڀ ڪرمن روپي ٻهاريءَ سان مل يعني پاپ روپي ڪچرو لڪري ويو آهي، جنهن ۾ ايشوري اُپاسنا يعني ڀڳتيءَ ڪرڻ ڪري چت جي جنڊچلتا (وشيه ڀوڳن ڏي من جو ڊوڙڻ) روپي ڪڏون ڪوٺا گنج جي ٻاستر لڳڻ وانگيان ڏکجي ويا آهن ۽ وري جنهن ۾ ٽئين وويڪ وارا ورنن ڪيل چارئي ساڌن آهن، شاسترن جي اُپرساڪارن ڪري ڪجهه ڪجهه سروپ جو سوجهرو ٿيندو رهيس ٿو ۽ وڏيڪ آنند حاصل ڪرڻ لاءِ جنهن کي

**پرشن** — هي سوامي! مونکي ڪرپا ڪري ٻڌايو ته هن سنسار ۾
منش گهڻن قسمن جا ٿين ٿا ۽ هيءُ سنسو به نورت ڪريو ته ڪن
کي گيان پڪو جلد نسچي ٿئي ٿو ڪن کي پورو پڪو نٿو ٿئي ۽ ڪن
کي ٿئي ئي ڪونه ٿو. ان جو ڪهڙو ڪارڻ آهي؟ ٻيو وري ڪن منشن
کي ست سنگ گيان جي اڃائي نٿي ٿئي، ۽ ٻيا ڪيترا سمجهو ٿي ڪري
به وشين ۾ اهپٽ رهن ٿا سو ڪهڙو سبب؟

**اتر** — هي شش! هن سنسار ۾ چئن قسمن جا منش آهن. ١- پامر ٢- وشئي
٣- جگياسو ٤- گياني جنهنکي مڪت به چئجي ٿو. انهن ۾ وري هر هڪ
جا ٽي ٽي قسم (درجا) آهن. جنهن ڪري ڪل ٻارهن قسمن جا ٿيندا.
پهرئين درجي يا نمبر کي اتم، ٻئي کي مڌيم ۽ ٽئين کي ڪنشٽ
ڪري سڏيندا آهن.

**پرشن** — پامر منشن جا ڪهڙا سڀاءُ آهن ۽ ٽن قسمن جا ڪيئن آهن؟

**اتر — (ٽن قسمن جا پامر ۽ سڀاءُ ورنن)**

چڱن ڪمن ڪرڻ ۾ آلسي ۽ خراب ڪمن ۾ پريم رکي ۽ سمجهائڻ
سان به نه سمجهي شاستر مريادا اُتر وشين وڪارن ۾ غلطان هئڻ تنهنکي
پامر منش چئجي ٿو. ٽن ۾ جيڪو منش ڌارمڪ ۽ وهنوارڪ وديا مان واقف
نه آهي ۽ خراب ڪمن نفعي نقصان کي جاڻندي هوندي به نشد وشين ۾
(جنهنجو اڳتي ذڪر ڪيل آهي) رات ڏينهن لڳو پيو آهي، سو اتم پامر
آهي. ٻيو جيڪو پاڻ وديا کان اڻ واقف آهي ۽ سرشٽ پرشن مهاتمائن
جا اپديش ٻڌي به اُن تي ڌيان نٿو ڏئي بلڪ منع ٿيل ڪرم ڪندو
رهي ٿو، سو مڌيم پامر آهي. ٽيون جيڪو پنهنجي سر عام کان واقف
ڪونهي ۽ نڪي ڪنهن ٻئي جي نيڪ نصيحت کي ئي مڃي ٿو. سو
ڪنشٽ (نيچ) پامر آهي. اهي ٽن قسمن جا پامر جيا ويا. انهن کي
ست سنگ ۽ گيان جي اڃائي ڪانه ٿيندي آهي.

**پرشن** — وشئي منش جا ڪهڙا سڀاءُ آهن ۽ ٽن نمونن جا
ڪيئن آهن.

سهائتا
روڪڻ روپي سر جي
ڪري اتکيا روپي تپشيا کي ۽ من جي
ي گهرج آهي. اهڙي نموني مٿي ڄيل ڄڻن سر جي سڀني ساڌن کي ضرورت آهي
ڄڻن وري سر کي ٻڌم وغيره ٻين ساڌن جي سهائتا جو ڪمپ ٿئي ٿو. جهڙيءَ طرح
ري لڳڻ بنا آرسيءَ ۾ منهن ڏسڻ ڪري نظر ٿئي پاسي کان نڪري
جي اٿي، تهڙيءَ طرح دم ٻڌان يعني اندرين روپي دروازن جي ڪلڻي هڻڻ
ڪري من ٻاهر نڪري وڃي وشين ۾ آشڪت (موهت) ٿيندو. اهڙيءَ
طرح روپ رس وغيره وشين ۾ قاتل اندرين ڪري ست شاسترن
۽ ستگروءَ جي وچنن ۾ ٻه شرڌا ٿيڻ ناممڪن آهي ۽ لڪي ڪي
اندرين جي نروڌ ٿيڻ کان سواءِ چنچل من ۾ ايڪاگرتا روپي
سماڌان ئي رهي سگهندو. اهڙي حالت ۾ اگهي ڏاڍ وشين ۾ جو سکر
جو انيڪ ٿيل آهي انجي پرٻل (زبردست) سنسڪارن هٿڻ ڪري وري
وشين ڀوڳن جي اڄا ٿئي ٿي، جنهنڪري اندرين جي دم بنا اپرام ٿيل
۾ وزي وشين ۾ راڳ پيدا ٿئي ٿو. ساڳيءَ حالت ۾ وشين جي درشن
وڪيپي من ۾ ڏوندن! (سکر دکر وغيره آڏن جوڙن) کي سهارڻ ڪرڻ ۾
ڪو نہ ٿي سگهندو. ان ڪري ٿتکيا وغيره سڀني ساڌنن کي اندرين جي
روڪڻ يعني دم جي باڪل گهٽي ضرورت ثابت ٿي. ان کانسواءِ جهڙيءَ
طرح وڏوا استريءَ جو هارسينگار ڪرڻ اجايو آهي، تهڙيءَ طرح ست شاسترن
۽ ستگروءَ جي وچنن ۾ پورڻ اعتقاد (شرڌا) بنا سم دم وغيره ساڌنن جو
ڌارڻ ڪرڻ ۾ نشفل آهي انڪري سڀني ساڌنن کي شرڌا جي بلڪل گهٽي
ضرورت رهي ٿي جاڪاڻ نہ جهڙيءَ طرح سهاڳڻ استري پتيءَ وٽ هارسينگا
ڪري وڃڻ سان ئي سوڀيا پائي ٿي لڪي وڏوا واري ويس سان. ساڳي
ريت ويدانتي وچنن جي ٻڌڻ لاءِ ۾ شرڌاروپي استري، سردم وغيره ساڌ
جو سهاڳڻ استريءَ وانگيان هارسينگار ڪري وهندي تڏهن سڦلتا ٿيندي
(يعني شرڌا واري ورتي سهاڳڻ جي مثل ستگروءَ جي شبد روپي پتي
سان ملي ساڌنن سميت سوڀيا ٿي پائي) بنا شرڌا جي وڏوا سمان ساڌ
هارسينگار ڪري ۾ فائدو ڪو نہ پراپت ٿيندو. تنهنڪري سڀ

ٻڌيو تہ متان ڪا ڄڄ لڳهي ؟ تڏهن سوناري جيو تہ ھونئين ڪجھہ بہ
خبر ڪانہي. جاڪاڻ تہ ھن جي من ورتي پنھنجي ڪم ۾ ايڪاگر
ھئي. تيئن جگياسو بہ پنھنجي من ورتيءَ کي ايڪاگر ڪري چنچل نہ
ڪري ھلڪ ابياس ۽ وچن ٻڌڻ ۽ ويچارڻ ۾ اڏول رکيءَ تڏهن کي
ساڌان جنجي ٿو.

**پرشن–** اھي ڇهہ ساڌن کي گڏي ھڪ ساڌن جو جيو آھن؟

**اُتر–** اھي ڇهہ جو ٻاڻ ۾ تمام گهرو سمبنڌ آھي ۽ ھڪ ٻئي جا
مدد گار آھن. شم دم وغيرہ ساڌن جي ھڪ ٻئي کي ھميشہ ريت
سهائتا ملي ٿي.

## (شم دم وغيرھ ڇهن ساڌن جو سمبنڌ ۽ سهائتا وران)

شم يعني من کي وس ڪرڻ کان سواءِ اندرين پوريءَ طرح ھٿ
۾ نٿيون اچن انڪري دم لاءِ يعني اندرين کي وس ڪرڻ واسطي پهرين
سم يعني من کي وس ڪرڻ جي ضرورت آھي. اھڙيءَ طرح شردا کي
۾ استر رکڻ لاءِ سم يعني من جي وس ڪرڻ جي ضرورت آھي.
جاڪاڻ تہ استري، ڌن، پٽ وغيرھ ۾ من جو لمبت ھئڻ ڪري
ويدانت شاسترن ۽ ستگروءَ ۾ پورڻ وشواس نٿو جمي سگهي. ساڳيءَ ريت
ساڌان کي بہ من جي ايڪاگرتا جي ضرورت آھي. جو تہ من جي
چنچل ھئڻ ڪري ايشور ۾ اٽل استٿي ٿي ڪان سگهندي.

جيئن تہ روئي کير وغيرہ ڪاڌو کارائي پاليل ھلو بہ جوت جڏي
ڏيڻ ڪري ڪٺن کي ڏسندي ئي اُمالڪ وجهو ان کي پنھنجو
شڪار بڻائي، تيئن وشيہ ڀوڳن مان اپرام (آشڪتي. نڪري وڃڻ)
ھئڻ بعد بہ من کي وس رهڻ لوڙيءَ بہ نہ پڏنوہ ۽ جوت جڏي ڏيو تہ وشين
ڀوڳڻ کي ڏسڻ مهل اھن کي ڀوڳڻ جي لالچ ٿيڻ ڪري ڀوڳن ۾
وري پرورتي ٿئي ٿي. انھيڪري اپراٿيءَ کي بہ سلامت رکڻ لاءِ
شم جي ضرورت آھي. اتڪيا لاءِ بہ جيتيل من سان ئي سکہ دکہ، اڄ
ٻکہ ۽ سردي گرمي، مان اپمان وغيرہ تتکيا جو سهارو ٿي سگهي ٿو. ان

ـ ۳- تتڪيا- يعني سهن شڪتي. جئن جواري جوا ڪرڻ وقت
اُڃ، مان، اپمان، نفعي، نقصان وغيره کي سهارڻ ڪري ٿو، تئن
سو به ڏکر سکر، سردي گرمي، بک اُڃ، مان اپمان، نفعي نقصان وغيره
سيني کي سهارڻ ڪري ۽ هڪ جهڙو رهي، انهيءَ کي تتڪيا چئجي ٿو.

۴- اپرتي- معنيٰ ڪوڙي پرپنچ کان پري رهڻ. جيئن پورهئي
وجاڳي ڪري ٿڪل ماڻهو ننڊ ڪرڻ لاءِ سيني پدارٿن کان اُپرام (پري)
آرام ڪري ٿو. تيئن جگياسو به ڪوڙي پرپنچ، نياءِ ۽ دشت ماڻهن
ن پري ٿي اپرام رهي، تنهن کي اپرتي چئجي ٿو.

۵- شرڌا- معنيٰ پورڻ وشواس. جيئن سمنڊ يا درياهه مان پار لنگهڻ
قت ٻيڙيءَ واري ۾ پڪو ويساهه رکجي ٿو، ته هيءَ مونکي ٺيڪ ڪناري
يا وڃڻ واري استان تي رسائيندو، تيئن جگياسو به ستگروءَ ۽ شاسترن جي
وچنن ۾ پڪو وشواس رکي، تنهنکي شرڌا چئجي ٿو. اها شرڌا سيني ساڌنن
۾ مکيه ۽ رکيڪ آهي. تنهن ڪري ان شرڌا جي ڪوتي سنگهه وغيره سيني
وڪارن کان سنڀال ڪرڻ گهرجي. جاڪاڻ ته سيني ساڌنن روپي وڻن
جو شرڌا روپي ٿُل آهي. سو ان شرڌا روپي ٿُل جي ناس ٿيڻ ڪري
سيني ساڌن جي نسفلتا ئي ثابت ٿيندي. هيءُ مثال، جيئن مکڻ ڪيڏڻ
لاءِ ڏڌ ماندائي وغيره سيني شين جي ضرورت آهي، پر ڏڌهين ب
انهن جو آڌار ولوڙڻ جو ٿانءُ (ماٽي) سلامت گهرجي، جاڪاڻ جو ماٽي
سيني جي رکيڪ آهي، ان جي ڀڄي پوڻ ڪري مکڻ جي پراپتي
ته نه ٿيندي مگر ان سان گڏ ڏهي وغيره جو به نقصان ٿيندو ۽ اهڙي
طرح گيان روپي مکڻ ڪيڏڻ لاءِ شم دم وغيره ساڌنن جي سامگر
ضروري آهي پر ڏڌهين به. سيني ساڌنن جو آڌار شرڌا آهي سو
شرڌا جي هنگ ٿيڻ ڪري سيني ساڌنن جي ويرٿتائي (نشفلتائي) سڌ ٿيند

۶- سماڌان- معنيٰ پنهنجي چت کي ايڪاگر رکڻ، ج
ڪنهن سوناري گهڻا ويني لاهيا اوڏي مهل هنجي دوڪان ج
لنگهي ويٺي، پوئتي رهيل هڪ مش اجي ڪائ

يان لهو (۱)

ويراڳه ٽن قسمن جو آهي- هڪ پهريان، ٻيو ويتيريڪ، ٽيون

هر اپر ويراڳه ٽن قسمن جو آهي-

ڪي اندريه ۽ چوٿون وشيڪار ويراڳه آهي.

ارٿ — پهريون- پٽن ڪري ڪوڙي سنسار کان منهن موڙي

سروپ آتما ڏانهن لاڙو وڌائيندو وڃڻ. تنهن کي يتمان ويراڳه چئجي

. ٻيون- ٻاڻ کي روز روز پرکيندو رهڻ ته اڃا ڪيتري قدر ٻاڻ

اوڻايون آهن. جيڪي گهٽايون هجن؛ تن ۾ نفرت آڻڻ اهو

ويتيرويڪ ويراڳه آهي.

ٽيون- اندرين جي وشين ۾ پرورتي هوندي به من ۾ هيرت جو اچڻ،

مطلب ته من کي چلائيمان نه ڪرڻ بلڪ ڪوشش ڪري جنهن جنهن

وشيه ۾ اندريه آسڪت ٿئي اُتان هٽائي ورتي سميت اندرمکه ڪرڻ؛

ان کي ايڪي اندريه ويراڳه چيو وڃي ٿو.

چوٿون- هن لوڪ ۽ پرلوڪ جي وشين جو تياڳه ڪرڻ، سو

وشيڪار ويراڳه آهي. انهيءَ جا وري ٽي قسم آهن. ۱- مند ويراڳه يعني

استري يا پٽ وغيره ڪن پدارٿن جي وجوڳه هٿڻ ڪري يا ڪنهن

اهڙي آپدا يا لوڪر لڳڻ ڪري جو سنسار ۾ دوکه درشٽيءَ سبب تياڳه

ورتي آچي اهڙو جو مساڻي ويراڳه چئن ڏينهن جي چٽڪي وارو تنهنکي

مند ويراڳه چيو وڃي ٿو. ۲- تيبر ويراڳه يعني هن جنم ۾ مونکي استري پٽ

وغيره نه هجن، اهڙيءَ استرڌيءَ سان هن لوڪ جي ڀوڳن ڀوڳڻ ۾ نفرت ۽ لسچ

سان تياڳه هٿڻ. ۳- ترتيبر ويراڳه يعني مايا جي ڪاريه جو ڏهن ئي لوڪن جي

وشين ڏال توڙي پدل يا اڻ ڏلل سڀني ڀوڳن کي ٿڪ ۽ دکه روپ سمجهي

تياڳي ڇڏڻ؛ جيئن زهر، الٽيءَ، وشتا، وغيره گندن پدارٿن کان نفرت

ايندي آهي؛ تيئن وشيه ڀوڳن ۾ گلانيءَ جو اچڻ. مطلب جهڙي ر

سڀني ۾ به زهري لڌونءَ کائڻ جي اڇا نه ٿيندي آهي اهڙي

سڀني پدارٿن کان چت آزاد ٿيڻ؛ اهو ترتيبر ويراڳه جو لکشڻ آهي.

ٻيو پرويراڳه آهي يعني ڪارڻ روپ جا پرڪرتي معني

کي هٿائي سڀني ايشوري اپاسنا سان جت جي جنجلتا دور ٿي وڃڻ بعد
من پاڪ پوتر ٿيڻ ڪري وويڪ ڦل ڏايڪ ٿئي ٿو.
چاڪاڻ ته شڌ هردي ۾ پيدا ٿيل وويڪ ويراڳ وغيره ساڌن جي
پاڙ آهي. پر جو وويڪ، شاسترن کي پڙهي يا مهاتمائن کان ٻڌي اندر جي
وڪارن کي هٽائڻ کانسواءِ ملين هردي ۾ پيدا ٿئي ٿو سو ڦلدايڪ
نه آهي. جيئن ته گهڻن پڙهيلن ماڻهن کي به اها سڌ آهي ته جڳت ڪوڙو
آهي ۽ آتما سچ سروپ آهي ۽ گهڻا ٻڪتين سان اها
ڳالهه سمجهائي سگهن ٿا، پر اهو وويڪ من شڌ نه هئڻ ڪري ويراڳ
وغيره ساڌن جي سڦلتا وارو ٿي نٿو سگهي؛ انڪري اهو وويڪ هوندي
به اوويڪ ئي آهي؛ يعني ملين هردي واري منش کي پڙهيل
وويڪ سنڌس هردي جي ابوترتا ڪري دور ٿي سگهي نٿو رهي، انڪري
ان جي پوڳن مان آسڪتي ٽٽي نٿي سگهي، جنهنڪري واڻيءَ مان ڪٿن
ڪيل ويڪ ويراڳ وغيره ساڌن جي پيدا ڪرڻ لاءِ پاڙ مثل ٿي نٿو
سگهي پاڪ نشٺل (بي ڪمو) آهي. انڪري اهڙي وويڪ کي اوويڪ
به شمار ڪيو ويو آهي. تنهنڪري شڌ هردي وارو ئي وويڪ ساڌن
سمجهڻ گهرجي. ان لاءِ ڏسو ڀڳوت گيتا، يوگ درشن، وچار ساگر وغيره
گرنٿن ۾ سڀني جي راءِ آهي ته سنسار ۾ ست جو وچار ڪجي.

**درشٽانت**— جيئن ڌڻ ٻڪريءَ کي ڪير ۽ پاڻي گڏي ڏيو ته
جو بنهي وچار سان آسار (پاڻيءَ) کي جدي سار (کير) کي کڻي
ولندو. اهڙيءَ طرح جڳت کي آست (مٿيا) چاڻي دل سان تياڳ ڪري
۽ جيئن آتما کي ست سمجهي گرهڻ ڪري، ان کي وويڪ چئبو.

**پرشن**— ويراڳ ڇا کي چئبو آهي؟

**اتر**— (٢. ويراڳ ساڌن ۽ ان جا قسم ورنن)

وشين مان راڳ (پريت) صفا نابود ٿي وڃڻ، ان کي ويراڳ
چئبو آهي. سو ويراڳ ٻن قسم جو آهي (١) اپر ويراڳ (٢) پر ويراڳ

**اُتر—** سنسار روپي ساگر ۾ آشا (ڀوڳن جي ڀوڳڻ جي اڇا) ۽ ترشنا يعني اڇا کي وڌائي وڃڻ ڪرڻ، اهو پاڻي آهي ۽ جنم مرڻ وغيره دک سکر منجهس لهريون آهن. جئن پاڻي هئڻ سبب سمنڊ ۾ لهريون ڇوليون پيدا ٿينديون آهن تئن آشا ۽ ترشنا روپي جل ڪري جنم مرڻ وغيره دک سکر روپي لهريون اٿيون رهن ٿيون. ڪاوڙ، سارو، وير، ۽ ايمان اهي مانگرمڇ آهن. ڪن ورڻ موهه اگيان روپي سمجهڻ گهرجن. ۽ چنتا يا ڳڻتي روپي وير چڙهي ٿي، تنهنڪري هي سنسار سمنڊ سمان آهي.

**پرشن—** ساڌن جي معنيٰ ڇا آهي ۽ اهي چار ساڌن ڪهڙا آهن؟

**اُتر—** ساڌن معنيٰ اهي اپاءُ جن جي وسيلي ڪجهه حاصل ٿئي سي چار ساڌن هي آهن (۱) وويڪ (۲) ويراڳ (۳) ڪٽ سمپت (۴) مموکيتا

**پرشن—** وويڪ جو مطلب ڇا آهي؟

**اُتر—** (۱) (وويڪ ساڌن ورنن) سچ ۽ ڪوڙ کي چڱي ريت ڄاڻڻ يعني جڳت جي پدارٿن کي هميشه قائم رهڻ وارا، سندر، پريم ۽ آنند روپ سمجهي، انهن جو موهه ڪيو وڃي ته سو اڄايو آهي، انهن سڀني پدارٿن کي جئن ڏينهن جي چٽڪي وارا ناسوان ڄاڻي، گند جي گاڏيءَ وانگر ٻاهريون ڏيکر ويکر تي موهت نه ٿي، اندران گهڻن نون جي وڪارن سان پرپل سمجهي، يعني تن جي ڪوڙي پريم ۾ نه ڦاسي وڃڻ. ڪڏهن پلجي به تن کي رمڻيڪ (سندر) نه سمجهجي، پشچاتاپ روپي دک ڏيڻ وارا نسچي ڪري تياڳي ڇڏڻ. ان جي ابتر جو سچ سروپ آتما آهي جو سو هر وقت هڪ صورت ۾ رهندڙ آهي، تنهنجي ئي سندرتا ڪري سڀ پدارٿ سندر سهڻا ڏسڻ ۾ اچي رهيا آهن. اهوئي پريم ۽ آنند جو پندار قائم آهي. انڪان سواءِ جو هرتا ڪرتا پرميشور جو سچو سروپ ئي آهي اهڙي آتما ۾ نسچي سان رات ڏينهن اڀياس جي وسيلي سچو سنيهه رکڻ تنهن کي ئي سچو وويڪ چيو وڃي ٿو.

**پرشن—** اهو وويڪ ڪنهن ڦل دايڪ ٿئي ٿو؟

چؤپائي
راڳ دويش دونوسين نياري، انُساڪرو ششير ڪون تاري
نر موهت نرپنڌ نشنڪا، ساوڌان نرواڻ آشنڪا
سار گراهي اور سرهنڪي، سنتوشي ڪيالي ستسنڪي
اياچڪ جتي نرآيماني، پکيہ رهت شڪ اسٿر باني
دوهرا- سره رشي سيتل سدا، آه ويت جاڪي چال،
انُسا ستکرو ڪيجيئي، پل ۾ ڪري نهال.
پورا ستکرو پمتئي، پوري هووي جڳت
ڪانوندي پهولدي مسندي، وهون هووي مڪت
سڪر ڪي لکشڻ ڪهيا، ڏاڪون لي پهچان،
نرکہ پرکہ، تنهن ديجيئي، تن ڏن من آر پران.



# وويڪ تبون

(جگياسوء جو ارٿ، اپڄ ۽ گيان جو آڌڪاري ورنن)

دوهرا- وويڪ تيسر ۾ ڪهون، آڌڪار پهچان
ارٿ جگياسو ڪهت مون، لڪشڻ ڏم پکمان
پرشن- جگياسو ڪاکي چون ٿا؟

**اتر-** "گيانم لتوا جو جگياسؤ" يعني لتو (برهم) گيان پائڻ جي اڇا وارو. مطلب تہ جو موھ رووہي لئہ مان جاڳيو آهي ۽ سنسار ساگر مان تري پار ٿيڻ لاءِ جنهن کي برهم يا ايشوري گيان روپي جهاز جي گهرج آهي ۽ جو جٺن ساڌن سمپن آهي.

**پرشن-** ساگر ۾ اٿاہ پاڻي، لهرون، مانگرمڇ، وغيره آهن، يعني سنسار کي جو ساگر جي سمان چيو ويو آهي سوڪهڙيءَ طرح؟

ڻ ئي ويچار لڳن. ڪان جڏهن آهي ٿينهڪري ڀڪ آهي ته ميءَ
ڪڍڻ لڳيو ڪو نه هوندو، هن ڪي ٻڌيءَ جي اونهائيءَ ۽ ڊاگهائيءَ
جي ڪيتري خبر. هن جي جوڻ تي مان اندر گهڙان، اتفاق
ڏان. اونهي ٻڌيءَ ۾ ٻڏان نه ٻوءِ ميءَ ٻنگلو منهنجي ڪيتري سهائتا
ڪندو؟ اڪري سندس جوڻ تي نه لڳو ۽ وري پڪارڻ لڳو جنهنجي
جيون منش مليس جنهن جون اکيون ۽ ٽالو مڻيون ۽ پيرن سان ۽ ملڻ
۽ سگهو هو. تنهن جيس نه اي ڀائي، اون منهنجي ڪلهي تي چڙهي
ويهه نه مان توکي پار ڪري ڇڏيان. تنهن تي هن جو پورو وشواس ٿيو.
۽ انهيءَ جي مدد سان سڀجي ندي لنگهي پار پيو ۽ پهنجي گهر ۾ پهتو.

انهيءَ جو سڏانت (مطلب) هيءُ آهي ته جيو پهنجو ايشوري
ديش ڇڏي سنسارروپي پرديش ۾ آيل آهي. سو وري پهنجي ايشوري
ديس ڏي وڃڻ چاهي ٿو يعني مڪت ٿيڻ جي جاتنا ٿو ڪري. پر وچ
۾ هيءَ جنم مرڻ سدسار روپي ندي پار لنگهڻي آهي. انهيءَ وڪارن روپي
وهڪري ۾ لڙهي وڃڻ جي خوف ڪان ستگرو روپي تاروءَ آءِ پڪاري
رهيو آهي ته اتڙو ڪو هجي جو هن سنسار روپي نديءَ مان پار تاري تڏهن
لي برهم شروتري جو انڌي جي سمان آهي، سو جيس ٿو اچ نه توکي پار
اڪاريان. انهي تي سوال اٿندو ته برهم شروتري انڌي جي برابرڪيئن آهي؟

اتر- برهم شروتريءَ جا ويدن شاستر جي واقفيت روپي هٿ پير نه
موجود آهن پر برهم درشٽي (ايشوري ايڊ گيان) روپي اکيون ڪو نه
اٿس. ان تي جگياسو دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو نه هيءَ شاسترن مان جاڻو
نه بيشڪ آهي پر برهم جو ساکياتڪار ڪو نه اٿس، سو مون کي انيڙ
(ايشوري گيان) ڪيئن ڪرائيندو. تنهن ڪري انهي ڳالهه تي ٻروسو
نه ڪيائين ۽ وڏيڪ گولها ڪرڻ لڳو. نه وري پيو ٻنگلي جي برابر
برهم ليشٽي (منهنجي آتما کي ست، چت، آنند ۽ وياپڪ برهم روپ
ڪري جاڻندڙ) مليس. جنهن جيس نه اچ نه مان توکي پار ڪريان وري
ساگيو سوال پيچڻ ۾ ايندو ته برهم ليشٽي ٻنگلي جي برابر ڪيئن آهي؟
جنهن طرح ٻنگلو نديءَ جي ماپ ٻڌائي ٿو سگهي ۽

به ملندن. اٿرووېد جي مندوڪ اپنيشد جي ٻئي کنڊ جي
الين منتر ۾ اثر و رشيءَ کي برهما جيو آهي ته جيکي اوديا
(اگيان) جي وس ٿيا پيا آهن ۽ ٻالڪ کي ٻڌيوان گرو سمجهن
ٿا سي دکي ٿيندا؛ ۽ اهي اندن وانگر آهن، جيئن اندو اندي
کي ولي ڀٽڪائي ٿو ۽ ٻئي کڏ ۾ ڪرن ٿا؛ تنهن وانگر اهي
اگياني گرو ٻه چيلي کي ڀٽڪائين ٿا ۽ جمڻ مرڻ روپي کڏ
۾ ٻالڪ کي ۽ چيلن کي ڪيرائين ٿا. ڏسو گرنٿ صاحب ۾ ڀڳت
ڪبير صاحب جي واڻي سلوڪ نمبر ١٠٣:-

”ڪبير ماءِ موڙيئون اُس گرو ڪي- جاتي ڀرم نه جاءِ“

گرو نانڪ صاحب جن به فرمايو آهي:-

”گرو جن ڪي اندلي، سکه ڀي اندي ڪرم ڪماءِ،
ٻاڻي چاهن آپڻي، وڄڙ چوتا کاءِ“.

تنهن ڪري ته من متيءَ ٿي هلڻ جي نه اهڙو گروئي ڪجي. مطلب ته
جاڻي سچاڻي سريشٽ گرو ڪرڻ گهرجي. ان وٽان ئي ايشوري گيان
ملي سگهي ٿو، جنهن گيان جي وسيلي جنم مرڻ جي مها دکن کان
ڇٽي اکنڊ آنند حاصل ڪري سگهون ٿا:-



## وويڪ ٻيو (٢)

### (شريشٽ گروءَ جي سڃاڻپ)

دوهرا- ڪيسا سٿگر ڪيجئي، وو ڏتيه وويڪ ماهن
اُتر ٻالڪو ويد وڏي، لکشڻ ورلن تاهن،

پرشن- شريشٽ گرو ڪيئن سڃاڻجي؟

اُتر- شريشٽ گروءَ جي سڃاڻپ لکڻن ذريعي ٿئي
ٿي. جيئن ويد جي مندوڪ اپنيشد ۾ چيل آهي ته:-

وِيد پڻ ”ارٿي دوشو نہ ہشيتي“ مطلب تہ ھيڻجي مطلب ڪيڻ وارو ھيڻجي دوش ھاب ڪني نٿو ڏسي ۽ انهيءَ جي داھي ڏسي خوش ٿيندو آھي. سو اھو سوارٿي منش جيوڪري ڪي سمجھاڻ لڳو تہ مھنجي ڳالھہ ياد رکجانءِ ھيو توکي ڪيئن بہ جوي تہ انجو جوڙ نہ سمجھانءِ. ڏکرسوي نہ ھيچ ڦاٽو جيلجانءِ تہ ھاٿيني ڏگو توکي ٿيندي شور ۾ وجي جڏيندو. ائين جئي ھيچ ھٿ ۾ ڏيئي ھاڻ-ڦلنُو وِيو. سو وِيچارو ڏکي اندر جوڪر وشواس رکي ھلائي مجي ھيچ کي ڦاٽو جھلي بيٺو. جڏھين ڏگو داڻ لڳو تہ جيوڪرو لٽڪي پيو، پوءِ تہ ڏگو نہ ھو مستاڻو سو ڊوڙڻ ڪڏڻ لڳو ۽ لتون ھڻڻ لڳو جيوڪرو ويچارو ڏاڍو ڏکي ٿيو، پر آھسوارٿيءَ جو حوڻ جڏي ڪين سگھيو. آخر ڏگو ڊوڙندو اجي ڪٿون ڦتل کوھ جي پرسان لنگھيو ۽ جيوڪري جا مٿ گھٽي تڪليف ھڻڻ سبب جڏائجي ويا، سو وجي ان کوھ ۾ ڪريو جنھن ۾ ڪنڊا ۽ ڪچرو لڪر ۽ ھٿر گھٽا پيا ھئا، انهيءَ ۾ ڦٿجي ۽ ٽنگجي مري ويو.

منٿين درشٽانت جو سدانت. مطلب ھيءُ آھي تہ شهر آھي اکنڊ ديش، شاوڪار آھي ايشور، شاوڪار جو پٽ آھي جيو، جور آھن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موھہ، اھنڪار وغيرہ وڪار. گھٽا آھن شيب گڻ ۽ ودياءُ اکيون آھن.وويڪ ويچار روپي، جھنگل آھي ھيءُ سنسار ۽ آب سوارٿي آھي ھاڪنديءَ ۽ ويد ورودي مت پنٿ وارو گرو ۽ ڏگو آھي انجو مت يا پنٿ، ۽ ھيچ آھي اُنهن جو ويد ورود اصول.

ھاڻي دن جو تاھرپہ (مطلب) ھينئين ريت آھي تہ جيو کي ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موھہ، اھنڪار وغيرہ جور، سي شيب گڻ ۽ آتما يا ايشوري آنند روپي ڌن ڦرڻ جي اليچ ڪري سنسار روپي جھنگل ۾ ڪٽي وجن ٿا. اني ويچار ۽ وويڪ روپي اکيون ڪڍي جڏين ٿا. جيئنڪري ھيءُ جيو، ويچار (جڙ ۽ چيتن سچ ۽ ڪوڙ کي پلي‌ءِ پٽ

ڪ يعني سمجهو مٺل جيڪي شاسترن ۽ ست سنگ جي
رجب ملندڙ آهن، سي وشيه سک کان بري جو سچو ايشوري
نند) آهي، جنهن ۾ ڏک ذرو ٻه نه آهي تنهن جي چاهنا ڪن
۾ جيڪي جگياسو آهن يعني جن چارئي ساڌن (جن جو اڳتي
ذڪر آهي) ساڌيا آهن سي شاستر جي نيتيءَ موجب پورڻ برهم
گرو گولي ان جي شرن وٺي پڪو وشواس رکي ان جي ٻڌايل
ڏواران ابياس ڪن ٿا، سي انهيءَ سچي سک جو مزو هميشه وٺن ٿا.
ٻيا ڪيترا مٺل پنهنجي من مٺي انوسار يعني جيئن من چوي تيئن
ڪن ٿا، اهي اند گولانگل وانگر ڀٽڪن ٿا.

**پرشن**- اند گولانگل جي ڳالهه ڪيئن آهي ۽ ڪيئن ڀٽڪن ٿا؟

**اُتر**- اهو هڪ درشٽانت آهي ته ڪنهن شهر مان هڪڙي
شاهوڪار جي پٽ کي ڪي چور گهڻن جي لالچ ڪري جهنگل ۾ ڪٽي
ويا. اتي ٻالڪ جون اکيون ڪيڏي انڌو ڪري گهڻا لاهي ڇڏي
ڏنائون. اهو ٻالڪ ڏکي ٿي پڪاري زار زار رئڻ لڳو، ائين پيو چوي
ته اهڙو ڪو مٺل هجي جو مونکي پنهنجي گهر ۾ پهچائي ته مان سکي
ٿيان. اهڙي طرح پڪاريندي ڏينهن گذري ويس. شام جي وقت
هڪ نرديئي ۽ آپ سوارٿي يعني خود مطلبي مٺل اچي لنگهيو؛ انهي
چوڪري کي چيو ته مان توکي جيئن چوان تيئن ڪندين ته جلدي
گهر وڃي پهچندين. تنهن تي هن ڏکي ٻالڪ چيو ته تنهنجو چوڻ
مڃيندس. تڏهين هن آپسوارٿيءَ ماڻهوءَ هڪڙي مستاني نڍي ڏڳي
جو پڇ ڪنهن اٽڪل سان جهلي اُن انڌي چوڪر جي هٿ ۾ ڏيئي
چيو ته هيءَ ڏڳو هن ڏورن سان گڏ تنهنجي شهر ۾ ويندو، تون هن
پڇ کي نه ڇڏجانءِ.

**نوٽ**- هي پيارا! نرديئي ۽ آپسوارٿي مٺن جو اهوئي سڀاءُ آهي،
جئن رامائڻ جي ٻال ڪانڊ ۾ ٻه چيل آهي ته:—

"...هيتُ هاس لاڀ جن ڪيري- اُجرئي هرش وکاد وسيري"

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ١٩٥ | ٢٣ | اسنا | اوسنا |
| ١٩٧ | ١٣ | ٿيا | ٿيا ڳڻ |
| ١٩٩ | ٢ | اڀاسڪا | اڀاسعا |
| ١٩٩ | ٤ | ديولو | ديولوڪ |
| ٢٠٨ | ٢٥ | وربتائي | روهعائي |
| ٢١٢ | ٤ | روت | روب |
| ٢١٢ | ١٨ | يشور جو | ايشور جو |
| ٢١٩ | ١٨ | ابسنا | اباسنا |
| ٢٢٠ | ١٠ | آما | آتما |
| ٢٢٣ | ١١ | ابلبدي | ان ابلبدي |
| ٢٤٩ | ٢ | واسو | واستو |
| ٢٥٢ | ٣ | اڀادن | اڀادان |
| ٢٥٣ | ١٩ | استا | استان |
| ٢٦٩ | ٩ | جلهي | جولي |
| ٢٧٤ | ٢٦ | سدراڪ | سدارڪ |
| ٢٧٥ | ١١ | دستو | دستور |
| ٢٩٨ | ٢٠ | اپيا | اپياس |
| ٣٠٨ | ٢٢ | اهر ڪرم | اب ڪرم |
| ٣٦٧ | — | لهر (٦) روبڪ بندرهون | لهر (٧) روبڪ پيريون |
| ٣٨٣ | ١٢ | استي | استني |
| ٣٨٩ | ٢٤ | گيٽو | گهٽو |
| ٤٠٥ | ١١ | لن قسمن جو | تين طرح جو |
| ٤١١ | ٢٠ | سو ڪان | سوا |
| ٤٢٤ | ٢٥ | ويحبي | ويهجي |
| ٤٣١ | ١٩ | شوڪر | شوڪ |

وشيھ - صفحو

وشيہ

صفحو

صفحو

صفحو

" ...



## گيان لهر ڇهين - ڪوٽ

صفحو

# شري انيؤ گيان ساگر جي فهرست

صفحو

ڪڏهن برهم شروتري ۽ برهم نيشٺي گروءَ جي ڳولا ڪري اُن جو سنگ ڪرڻ گهرجي.

ويدانت جي معنيٰ آهي ويد جو انت يا آخرين فيصلو هـــن گرنٿ ۾ اٺ ويدن ۽ ٻالدرن قسمن جا وچن آهن- هڪڙا ٻيانڪ ٻيا روحڪ ۽ ٽيان ٻتارت. ڪڏهن ۾ ٻتارت جو ارٿ آهي "ستيہ وستو" الهي، ستيہ وستوءَ ۾ گيان دواران استٿي ڪرڻ گهرجي، جا رهڻي ڪان سواءِ ٿي نہ سگهندي. سامي صاحب جن ٻڌ فرمايو آهي تہ:-

رهت ورائي وکر، ڪوڙا ٻالين ڪيترا
رکي جام اندر ۾، در در ماريں حکم
مائل ٿيو موران ۾، ڪو ٻرهمي جڏي ٻکہ
جهين کي لسکہ السکہ، سامي ڏيي سٽگروءَ.

شل اسين ويدانت جي سچي مطلب کي سمجهي ۽ انکي گرهڻ ڪري ٻاڻ ۾ سچو آنند پراپت ڪريون ۽ ٻين کي ۾ سکہ ۽ شانتي ڏيئي سگهون.

ڀڄاڙيءَ جو ساڌو ڪيولرام ۽ ساڌو ڪرشنداس کي ڏاڍيرا واد ٿي ڏجي! جن گهڻي تڪليف ۽ ڪوشش ولي هيءُ اهولڪ پستڪ ٺاهي سڀني برهمي اڳهندڙن جو ڀلو ڪيو آهي.

شبه چنتڪ
واڌومل مولچند
رٽائرڊ ماستر، حيدرآباد سنڌ

ڪٿي ٻئي ٻهنجو اموَلڪ وقت خرچ ڪري "شري ڀيو گيا ساگر"
نالي امولڪ شاستر تيار ڪيو. جنهن ۾ سڀني ويدن شاسترن جو تت
اچي ويو آهي. ان ڪتاب وڏيڪ اظهار ڪرڻ اجائي آهي. سڀ ڪجهه
ڏسڻ تي منحصر آهي. منجهس هر ڪنهن ڳالهه تي سڀ ڪنهن قسم جا
رستا ۽ مثال ڏنل آهن، جنهن ڪري ڪنهن به پڙهندڙ کي جا شنڪا
يا سنسو هوندو سو اهو هن شاستر جي چڱيءَ طرح ويچارڻ سان دور ٿي
ويندو. وري وري پڙهڻ ۽ هنڊائڻ سان پورو گيان حاصل ٿيندو. تنهن
ڪري هيءُ سڀ ساري سانڍڻ جوڳو شاستر ضرور هر ڪنهن وٽ هئڻ گهرجي.

**بلده ٽيڪچند ولد ديوان ڀاڳچند وزيراڻي**

هيڊماستر، حيدرآباد سنڌ.

ॐ



# شري انڀؤ گيان ساگر

سڀني ويدن شاسترن جو لت (سار)

سنسا يوم سيڇڻي ناس ڪري پورڻ گيان پيدا ڪندڙ گرنٿ




رچيل ۽ ڇپايل

ساڌو ڪيولرام

۽

ساڌو ڪرشنداس

[سنبت ١٩٩٦

پيتا ١-١٢-٠

جلد ١٢٥٠]